# رسالو سچل سرمست

(سنڌي ڪلام)


مرتب

**عثمان علي انصاري**

سنواريندڙ

**گل محمد تنيو**



روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1997ع

Roshni Book No. 90

# ”رسالو سچل سرمست“

(سنڌي ڪلام)


مرتب: عثمان علي انصاري

سنوارينڌڙ: گل محمد ٽـنيو

چاپو ٻيو: (سنواريل) © روشني 1997ع

ڪمپوزنگ: حسين سومرو ۽ حبيب قادر قريشي،

نيو سنڌ ٽيڪ ڪمپوزرس، حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

قيمت: 200.00 رپيا

ٽائيٽل ڊزائين

عبدالرسول عباسي


# RISALO SACHAL SARMAST

(Sindhi Poetry of Sachal Sarmast)


Compiled by: Usman Ali Ansari

Composed by: Hussain Soomro & Habib Qadir Qureshi

Printed by: Fine Communication Hyderabad.

Published by: Roshni Publication Kandiaro

Second Edition © Roshni 1997

# سنــاءُ

# منهنجي قلم مان

شاھہ عبدالطيف رح سان عقيدت ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ ملي اٿم. ست پيڙهيون اڳ، اسان جا وڏا غوث بهاءُ الدين ذڪريا جا مُريد هئا ۽ پوءِ شاھہ سائين جي عقيدت پلئہ پيئي. جا پيڙهي بہ پيڙهي اڄ تائين ساھہ سان سانديندا پيا اچون.

شاھہ سائين سان عقيدت وارو رستي تي هلندي، آءٌ شاھہ سائين ۽ سنڌ جي ٻين صوفي بزرگن جي شاعري ڏانهن متوجہ ٿيس، شاھہ جي شاعري منهنجي جيءَ اهڙو جادو ڪيو، جو آءٌ سندس شخصيت سان گڏ سندس شاعريءَ جو بہ عقيدت مندٿي پيس ۽ اهڙي طرح من ۾ شاھہ توڙي سنڌ جي ٻين صوفي بزرگن جي شاعري پڙهڻ جو اشتياق وڌندو ويو.

جڏهن روشني پبليڪيسن جي دوست، سچل جي رسالي ڇپائڻ جي سلسلي ۾ ڳالهہ چوري تہ مون ڪيس چيو: شاھہ جي رسالي وانگر هڪ ٻئي سرڪاري ادبي اداري کان هڪ طرف تہ سچل جي ڪلام ۾ پڻ ڪيتريون ئي غلطيون سرزد ٿيو آهن. ٻئي طرف مان واري مرتب کان پڻ سچل جي ڪلام سهيڙڻ وقت ڪجھ اوڻايون رهجي ويون آهن، تنهن لاءِ لازمي آهي تہ نيئن سري سان فوٽ نوٽن ذريعي ڇپائيءَ توڙي مرتب جي اوڻاين جي نشاندهي ڪجي تہ بهتر ٿيندو.

اها ڳالهہ ڪيڏي نہ افسوس ناڪ آهي تہ سنڌ جي ٻن اهم سرڪاري ادبي ادارن، سنڌ جي ٻن عظيم صوفي شاعرن، جيڪي سڄي جڳ ۾ پنهنجي لازوال شاعري ڪري سنڌ جي سڃاڻپ آهن، جي ڪلام کي اهڙيءَ تہ اڻ سوهندڙ انداز سان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي جنهن سان نہ رڳو صوفي بزرگن جي عقيدتمندن جي بلڪ سنڌ جي سڄاڻ طبقي جي پڻ دل آزاري لازمن ٿي هوندي.

اسان ڏسون ٿا تہ جڏهن مانواري هوتند مولچند گربخشاڻي پنهنجي حياتيءَ ۾ شاھہ جي رسالي جا ٽي جلد معنيٰ ۽ شرح سميت مرتب ڪري، پنهنجي هڙان خرچ تي ڇپائي پڌراڪيا تہ ٽئي جلد غلطين کان بلڪل خالي هئا، ان جي برعڪس ثقافت کاتي پاران ڇپايل ٻئي ڇاپا ( پهريون ڇاپو ليٽر پريس ۽ ٻيو ڇاپو ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل) غلطين ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کٽي ويل نظر ٿا اچن.

مون گربخشاڻي صاحب جي مرتب ڪيل رسالي، جيڪو روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو ڪجھ عرصو اڳ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جي نيئن ڇاپي جي پروفن جو بار پنهنجي ڪلهي ڪنيو هو ان فيلڊ ۾ نيئن هئڻ سبب مون کان بہ ڪي پروفن جون غلطيونُ ضرور رهجي ويون هونديون، پر ايتري سا پڪ اٿم تہ هي ڇاپو ثقافت کاتي پاران ڇپايل ٻن ڇاپن توڙي نيرون بڪس واري ڇپرايلِ ڇاپي (جيڪو ثقافت کاتي پاران ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪري ڇپرايل ڇاپي جي هوبهو فوٽو ڪاپي آهي) کان ڪيئي ڀيرا بهتر هوندو، جنهن ۾ پروفن جون شمار کان ٻاهرغلطيون آهن،

شاهہ سائينءَ جي مشهور بيت جي پهرين سٽ:

جي تو بيت ڀانيان، سي ”آيتون“ آهين.

ان ڇاپي ۾ هيئن ڇپيل آهي:

جي تو بيت ڀانيا، سي ”آيونِ“ آهين.

بلڪ پروفن جي سلسلي ۾ ته ان کان به اهم غلطيون رهجي ويل آهن، پر هن اداري ته ان ڳالهہ جو به ڌيان نہ رکيو آهي ته شاهہ جو ڪيترو ڪلام ڇپجڻ کان رهجي ويو آهي. مثال طور:

(۱) سر ڪنڀات داستان پهريون جا آخري اٺ بيت، وائي ۱ ۽ وائي ۲ سري کان گم آهن.

(۲) سر ليلا چنيسر ۽ سر مومل راڻو تي آيل فوٽ نوٽ هلندڙ مواد جي وچ ۾ ۽ غلط هنڌ تي ڏنل آهن.

اهڙي طرح شاهہ سائينءَ جي ان رسالي ۾ بيون به اڻ ڳڻيون غلطيون آهن جن لاءِ تفصيلي مضمون لکڻ جي ضرورت آهي.

جيئن ته هت ڳالهہ پئي هلي سچل جي رسالي متعلق، ته هڪ نظر ”رسالو سچل سرمست“ (سنڌي ڪلام) مرتب: عثمان علي انصاري، ڇپرايل سنڌي ادبي بورڊ (ٻہ ڇاپا) ۽ سنڌي ادبي جي ڪوآپريٽو سوسائٽي (ٽيون ڇاپو) تي ٿا وجهون.

محترم عثمان علي انصاري جي مرتب ڪيل ”رسالو سچل سرمست“ (سنڌي ڪلام) ۾ مون کي پنهنجي ناقص ڄاڻ آهر جيڪي ڇپائي جون غلطيون ۽ ترتيب جون اوڻايون نظر آيون، ان لاءِ مناسب ڄاتم ته هن نيئن ڇاپي ۾ انهن جي نشاندهي ڪجي ته جيئن سچل جا عقيدتمند يا محقق، سچل جو ڪلام اڳيان رکن ته انهن اوڻاين کي پڻ نظر ۾ رکن يا ان تي قلم کڻن. اسان غلطين / اوڻاين کي ٻن حصن ۾ ٿا ورهايون. پهريون اهي جيڪي ادبي بورڊ ڇپائيءَ دوران ڪيون- ٻيون اهي جيڪي مانواري مرتب کان سچل جو ڪلام مرتب ڪرڻ وقت ٿي ويون آهن.

## ڇپائيءَ جي سلسلي جون غلطيون:

ڇپائيءَ جي پهرين اهم غلطي ”متفرق ڪلام“ ۾ آهي. اسان کي نمبر وار هلندڙ ڪافي پوءِ اوچتو ڪافي ۱۳۰ جا آخري ٽي بند ملن ٿا.جڏهن ته لڳاتار هلندڙ نمبر موجب ڪافي ۱۲۴بعد ڪافي ۱۲۵، ڪافي ۱۲۶، ڪافي ۱۲۷، ڪافي ۱۲۸، ڪافي ۱۲۹ ڪافي ۱۳۰ ۽ پوءِ ڪافي ۱۳۱ اچڻ گهرجي، پر ادبي بورڊ جي ڇپرايل ٻنهي ڇاپن (پهريون ڇاپو ڇپجڻ جو سال 1959ع ٻيو ڇاپو ڇپجڻ جو سال 1982ع توڙي ساڳي رسالي جو هوبهو نقل ڪري ڇپرايل سنڌي ادبي جي ڪوآپريٽو سوسائٽي پاران ٽيون ڇاپو) ۾ پڻ صفحي 416 جي آخر ۾ ڪافي ۱۲۴ کانپوءِ صفحي 417 تي هي ٽي سِٽون اچن ٿيون:

هيءَ دل ديواني ڪري، هو ٿيا پاڻ قرار.
جات جتن جي جيڏيون، جيءَ وڏو آهي جار.
"سچو" نہ وسار ساهہ ڪٿون، دوستن جي دربار.
۽ پوءِ ڪافي ۱۳۱ اچي ٿي.

اهڙي طرح ٿنهي ڇاپن مان ڪافي ۱۲۴ جي آخري ٻن سٽن کان ويندي ڪافي ۱۳۰ جي آخري ٽن سٽن جي وچ وارو مواد گم ٿيل آهي. بحث ان ڳالهہ تي نہ آهي تہ اهو مواد (يعني ڪافي ۱۲۴ جون آخري ٻہ سٽون، ڪافي ۱۲۵، ڪافي ۱۲٦، ڪافي ۱۲۷، ڪافي ۱۲۸، ڪافي ۱۲۹ ۽ ڪافي ۱۳۰ جو ٿلهہ ۽ پهريان ٻہ بند) گم ڪيئن ٿيو؟ نہ ئي وري اسان کي ان ڳالهہ پڇڻ جو ڪو حق ئي حاصل آهي تہ سنڌ جي ناميارا سرڪاري ادارن پاران سنڌ جي عظيم صوفي شاعر جي ڪلام ۾ اهڙي اهم غلطي ڪيئن ڪئي وئي يا اهو ڪلام ڪيئن گم ٿي ويو ۽ ٽيويهن سالن جي وڏي عرصي بعد ٻئي ڇاپي ڇپجڻ وقت ڇو نہ ان اهم غلطيءَ/ اوڻائي کي درست ڪري پڙهندڙن کي اعتماد ۾ ورتو ويو.

مون ڏينهن رات هڪ ڪري، رسالي جي هڪ هڪ ڪافيءَ کي "رسالو سچل سائين" مرتب علي قلي بيگ جي هر هڪ ڪافيءَ سان ڀيٽي ڏٺو. اِهو ڪم تمام ڏکيو ۽ ٿڪائيندڙ هيو. پر، سچ ۽ سچل جي همراهي هئي، جو اهو ڪم آسان ٿي پيو. اهڙي طرح نيٺ اُهي ڪافيون جيڪي هن رسالي ۾ وچان گُم ٿيل آهن، تن جي جاءِ تي اُهڙيون پنج ڪافيون نمبر وار رسالي ۾ ڏنيون اٿم جي رسالي ۾ اڳ موجود نہ هيون. بلڪہ ڪافي ۱۲۴ جا آخري ٻہ بند ۽ ڪافي ۱۳۰ جو ٿلهہ ۽ ٻہ بند پڻ محترم علي قلي بيگ جي "رسالو سچل سائين" مان ورتا اٿم. اُهي پنج ڪافيون جي ڪافي ۱۲۵ کان ۱۲۹ تائين هِن رسالي جي متفرق ڪلام ۾ شامل رکيون اٿم، تن مان هر هڪ لاءِ اهو يقين ڪرڻ تہ ڪٿي اِها ڪافي رسالي ۾ اڳ موجود تہ نہ آهي، رسالي کي بار بار اٿلائڻو پيم ان پڪي يقين بعد تہ اِهي ڪافيون رسالي ۾ اڳ موجود نہ آهن، هي ڪافيون ترتيبوار متفرق ڪلام ۾ شامل رکيون اٿم. هر ڪافيءَ بابت تفصيل فوٽ نوٽ ۾ ڄاڻايل آهي.

ڇپائيءَ جي ٻي اهم غلطي: سنڌي ادبي بورڊ جي ڇپرايل ٻنهي ڇاپن توڙي سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي واري ڇپرايل ڇاپي ۾ هوبهو آهي. ٽائيٽل تي ڪتاب جو نالو "سچل سرمست جو سنڌي ڪلام" سب ٽائيٽل تي "سچل جو سنڌي ڪلام" جڏهن تہ مقدمي پوري ٿيڻ بعد صفحي ۳۳ تي ڪتاب جو نالو "رسالو سچل سرمست" ۽ مسلسل هلندڙ ٻڌي صفحن تي صرف "سچل سرمست" نالو ڏنل آهي.

ڇپائيءَ جي ٽين اهم غلطي: جڏهن مقدمو صفحہ ۳۱ تي ختم ٿئي ٿو، تنهن بعد صفحي ۳۳ کان رسالو سچل سرمست شروع ٿئي ٿو. رسالي جي شروعات

"وحدت نامو" سان ٿئي ٿي، پر وحدت نامي جي اڪي صفحن تي"وحدت نامو" بجاءِ "مقدمو" ڇپيل آهي، جنهن سان عام پڙهندڙ لازمي طرح مونجهاري ۾ پوندو تہ "وحدت نامو" سچل جو ڪلام آهي يا مقدمي جو حصو.

ڇپائيءَ جي چوٿين اهم غلطي: اڳوڻن ٽن ڇاپن ۾ الڳ الڳ سرن ۾ هلندڙ اڪي صفحن تي سُر جو نالو غلط جا بجا غلط نظر اچي ٿو، مثال طور: سسئي، داستان پيو، صفحو ٩٩ تي سُر جو نالو "سسئي" بجاءِ "حقيقت" ڇپيل آهي. "مارئي"، داستان چوٿون، صفحي ٢٥١ ۽ ٢٥٣ تي سُر جو نالو "مارئي" بجاءِ "سسئي" ڇپيل آهي ۽ "بيت سنڌي پورب جا" جي مسلسل اڪي صفحن تي سر جو نالو "بيت سنڌي پورب" جا بجاءِ "مومل راڻو" ڇپيل آهي. ساڳي طرح ڪتاب ۾ هر سر جو نالو "وحدت"، "حقيقت" ۽ "سسئي" وغيره ڇپيل آهي، پر "سارنگ" جي شروعات ۾ ڏنل نالو "سر سارنگ" ڇپيل آهي.

ڇپائيءَ جي پنجين اهم غلطي: هر سُر جي داستن ۾ بيتن بعد ڪافيون ڏنل آهن ۽ "ڪافي" عنوان تلهن اکرن ۾ هن ريت ڏنل آهي؛ ڪافي١، ڪافي ٢، ڪافي ٣، وغيره، پر "مارئي" داستان پهريون ۾ سواءِ ڪافي هڪ جي باقي ڪافين تي بيتن جي سٽاءَ وانگر نمبر (٢) (٣) (۴) (۵) ۽ (٦) ڇپيل آهي. هي تہ هُيون اُهي غلطيون جي ڇپائيءَ دوران رهجي ويون. پر رسالي ۾ سي اوڻائيون پڻ عام آهن، جي مرتب کان رهجي ويل نظر اچن ٿيون.

اسان جڏهن "رسالو سچل سرمست" جو پهريون صفحو ڇڏي ٻئي صفحي تي نظر ٿا وجهون تہ اسان جي نظر هن نوٽ ڏانهن ٿي وڃي :

> "ناشر محترم پير حسام الدين راشديءَ ۽ آغا غلام نبي صاحب جن جو شڪر گذار آهي، جن هن رسالي جي ترتيب ۽ اشاعت جي سلسلي ۾ پنهنجي ڪارآمد راءِ ۽ گرانقدر رهبريءَ کان مستفيض ڪرڻ فرمايو."

ڇپائي جي سلسلي ۾ ڪيل غلطين جي تفصيلي ذڪر کان پوءِ مٿين مانوارن نالن جي اشاعت جي سلسلي ۾ ڪيل گرانقدر رهبري پڙهندڙن اڳيان ضرور پڌري ٿي هوندي. هاڻ نظر ٿا وجهون احترام لائق سرڪاري ادبي اداري جي ترتيب جي سلسلي ۾ وريل گرانقدر رهبريءَ تي.

## ترتيب جي پهرين اهم اوڻائي:

رسالي ۾ اسان کي جاءِ بجاءِ ساڳين ڪافين جو ورجاءُ مان لڳي ٿو تہ مانوري مرتب ۽ پوءِ ترتيب جي سلسلي ۾ رهبري ڪندڙ صاحبن ان ڳالهہ ڏانهن ذرو

ٻه ڏيان نه ڏنو آهي ته ساڳيو ڪلام رسالي ۾ بار بار موجود آهي، مثال طور:
وحدت، داستان پهريون جي ڪافي ٣، حقيقت جي داستان پهريون ۾ ڪافي ٢١ طور شامل ٿيل آهي ۽ وحدت، داستان پهريون جي ڪافي ۱۰ ساڳي ئي وحدت جي داستان ٻئي ۾ ڪافي ٣ طور شامل آهي، جڏهن ته سر سسئي داستان پهريون جي ڪافي ١٨، متفرق ڪلام ۾ پڻ ڪافي ٩١ طور شامل آهي. سسئي، داستان ٽيون ڪافي ٥، متفرق ڪلام ۾ ڪافي ١٦ آهي، سسئي، داستان چوٿون ڪافي ٩، سسئي، داستان ستون جي ڪافي ١٣ آهي. سسئي، داستان پنجون، ڪافي ٥، متفرق ڪلام جي ڪافي ١٣٢ آهي. سسئي، داستان پنجون، ڪافي ١٢، متفرق ڪلام جي ڪافي ١١٨ آهي. سسئي داستان نائون، ڪافي ٨، سسئي، داستان نائون، جي ڪافي ۴ آهي. سسئي، داستان نئاون متفرق ڪلام جي ڪافي ١٠٧ آهي. رسالي ۾ اهڙيون (٩) ڪافيون ملن ٿيون جي رسالي ۾ ٻه ٻيرا شامل آهن ۽ ساڳيءَ ڪافيءَ جي رسالي ۾ ٻه ٻيرا شامل هئڻ مان محسوس ٿئي ٿو ته رسالي جي ترتيب لاءِ رهبري ڪندڙ صاحبن، مانواري مرتب جي سهڙيل ڪلام کي پرکي پروڙي نئين سر پيش ڪرڻ بجاءِ، جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو آهي. مون انهن ڪافين جي نشاندهي فوٽ نوٽن ذريعي اُن هنڌ ڪئي آهي جتي جتي متعلق ڪافي رسالي ۾ ٻه ٻيرا شامل آهي.

## ترتيب جي ٻي اهم غلطي:

ساڳي ڪلام جو ٻن الڳ الڳ سرن ۾ موجود هئڻ، ان ڳالهه ڏانهن پڻ اشارو ڪري ٿو ته مرتب ڪان ڪلام کي سهيڙي مواد جي مناسبت سان سنواري رکڻ دوران جيڪي اوڻايون رهجي ويون آهن، سي پڻ جيئن جو تيئن موجود آهن، مثال لاءِ وڌيڪ گهرائيءَ ۾ وڃڻ بجاءِ سرسري طور ڏسبو ته مٿي بيان ڪيل ڪافيون جي رسالي ۾ هڪ ئي وقت الڳ الڳ سرن ۾ موجود آهن، يعني وحدت، داستان پهرين جي ڪافي ٣، حقيقت، داستان پهريون جي ڪافي ٢١ پڻ آهي، ته سسئي، داستان پهريون جي ڪافي ١٨، متفرق ڪلام جي ڪافي ٩١ آهي وغيره. مطلب ته هڪ ئي ڪافي ساڳي وقت ٻن الڳ الڳ سرن ۾ موجود آهي. لازما ڪافي جو مواد ٻنهي سرن مان ڪنهن هڪ سر سان ئي مناسبت رکندڙ هوندو ۽ ٻئي سر ۾ ان ڪافي جو موجود هئڻ ترتيب جي اوڻائي سبب آهي. ”رسالو سچل سرمست“ ۾ ترتيب جي لحاظ کان اها هڪ اهم اوڻائي آهي جا درست ٿيڻ کپي.
ان سلسلي ۾ آخري عرض: متفرقِ ڪلام جو گهڻو تڻو حصو، ”سسئي“، ”وحدت“ ۽ ”حقيقت“ سان واسطو رکي ٿو، تنهنڪري ان ڪلام کي جو جنهن به سُر سان واسطيدار آهي. سو ڪلام سُروار سٽاءَ ۾ آڻي، باقي ڪلام کي متفرق ڪلام ۾ رکڻ کپي. مثال طور متفرق ڪلام جي ڪافي۴٥ مومل راڻو

سان، ڪافي ۴ وحدت سان، ڪافي ۵ توڙي ڪافي ٦۵ وغيره سسئي سان واسطو رکن ٿيون.

### ترتيب جي ٽين اهم اوڻائي:

سرن ۾ اهڙو ڪلام عام ملي ٿو، جنهن جي ان سر سان ذرو بہ لاڳاپو يامناسبت نہ آهي، جيئن سسئي، داستان پنجون، ڪافي ۵. داستان ستون، ڪافي ١٠. داستان ائون ڪافي ٢، ٣، ۴. داستان نائون، ڪافي ۵,١۴,١۵,٢٠ کان ٢٢ ۽ ٢۴. داستان ڏهون ڪافي ٧ ڪافي ٩ کان ١١ ۽ ڪافي ١٩ کان ٢١ ۽ ڪافي ٢٣. داستان يارهون، ڪافي ١٢ ۽ ١٣. مارئي، داستان ٽيون، ڪافي ٢. داستان ڇهون ڪافي ١ ۽ ٢. مومل راڻو، داستان ٻهريون، ڪافي ١١. داستان ٻيو ڪافي ١، ڪافي ٢ ڪافي ۴ کان ٦. اهڙي طرح جوڳ، داستان ٻهريون جون سڀ ڪافيون ۽ جهولڻو، ڪنهن بہ صورت ۾ سر جي بيتن ۾ آيل مواد جوڳين/ ڪاپڙين/لاهوتين سان منسلڪ/ لاڳاپيل نہ آهي.
مٿي ذڪر ڪيل سيني ڪافين جو لاڳاپيل سرن سان ڪوبہ واسطو نظر نٿو اچي، نہ ئي هي ڪافيون لاڳاپيل سر سان واسطو رکندڙ لوڪ داستان سان ٺهڪي اچن ٿيون، پر پوءِ بہ هي ڪافيون انهن سُرن ۾ موجود رهڻ ڏنيون ويون آهن.

### ترتيب جي چوٿين اوڻائي-بہ غلط عنوان:

اسان کي مرتب وٽ غلط عنوان ڏيڻ جي اوڻائي پڻ بار بار نظر اچي ٿي. رسالي ۾ موجود اهو ڪلام جنهن جو "پورب" سان واسطو آهي يا ان ماحول جي عڪاسي ڪري ٿو، تنهن کي "بيت سنڌي پورب جا" عنوان ڏنل آهي. جڏهن تہ هن عنوان واري ڪلام ۾ صرف بيت نہ آهن، بلڪہ بيتن جي آخر ۾ ٩ (نو) ڪافيون پڻ ڏنل آهن، تنهن جي باوجود مرتب توڙي ترتيب جي سلسلي ۾ رهبري ڪندڙ صاحبن، هن ڪلام کي عنوان "بيت سنڌي پورب جا" چو رهڻ ڏنو، سا ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي. جڏهن تہ شاهہ جي مڙني مانوارن مرتبن / محققن شاهہ جي ڪلام کي جو پورب جي پانديئڙن متعلق يا اهڙي ماحول جي عڪاسي ڪندڙ آهي، تنهن کي "سر پورب" سڏيو / لکيو آهي تہ پوءِ چو نہ ان ڏاهن جي ڏسيل واٽ تي هلي، سنڌ جي هن سونهاري شاعر جي ان ڪلام کي "سنڌي پورب" عنوان ڏجي ۽ مون ائين ئي ڪيو آهي.

**بيت سنڌي روجهن بابت:**

ان عنوان هيٺ آيل ڪلام ۾ پڻ بيتن جي آخر ۾ ڪافي شامل آهي / هئي، پر جيئن تہ آخر ۾ شامل ڪافي ڪنهن بہ لحاظ کان عنوان سان ٺهڪندڙ نہ آهي، يعني

هيءَ ڪافي نہ روجهن متعلق آهي نہ روجهن سان واسطو رکندڙ ماحول جي عڪاسي ڪندڙ - تنهن ڪري مون هيءَ ڪافي متفرق ڪلام جي آخر ۾ ڪافي ١٧١ طور شامل رکي آهي ۽ بيت پڻ متفرق ڪلام جي شروعات ۾ شامل رکيا اٿم. جو منهنجي نظر ۾ مرتب پاران ڪلام ڪي سروار ترتيب ڏيڻ بعد باقي رهيل ڪلام، دوها، هدايتون ۽ ڪافيون، متفرق ڪلام ۾ شامل رکيون ويون آهن. جيئن تہ "روجهن بابت بيت" پڻ ڪنهن سر جو حصو نہ آهن، تنهن ڪري انهن بيتن کي پڻ "متفرق ڪلام" ۾ شامل رکڻ مناسب ڄاتم.

متفرق ڪلام جي آخر ۾ آيل ڪلام:

ان بابت آءٌ ايترو عرض ڪافي ٿو سمجهان تہ "ڪلام" شاعري جي ڪا صنف نہ آهي، بلڪ شاعريءَ جي هر صنف کي ڪلام سڏي / چئي سگهجي ٿو. تنهن ڪري رڳو عنوان "ڪلام" ڏيڻ درست نہ ٿيندو. ڪلام بجاءِ عنوان جا ڏجي يا هيءَ ڪلام شاعريءَ جي ڪهڙي صنف آهي، تنهن لاءِ ٻئي پاسي واجهائڻ بجاءِ رسالي مان ئي مثال ڪڄجي:

* ڪافي جو ٿلهہ: مون کي ميڙين الله، سگهو آڻي الله، وو ميان ٻاروچا!

بند: انهن ڪارڻ ڪاڪيون وڃهان وڃاڻا،
سانول پنهنجو سرتيون، سَوَ ۾ سڃاڻا.

هن ڪافيءَ ۾ پهرين سٽ، ڪافيءَ جو ٿلهہ آهي ۽ هڪ ٻئي سان هم ڪافيہ ٻہ سٽون ڪافيءَ جا بند آهن، يعني هر بند جي آخري سٽ، ٿلهہ سا هم ڪافيہ هجڻ بجاءِ بند جي پهرين سٽ سان هم ڪافيہ آهي. اهڙي طرح هن "ڪلام" کي "ڪافي" عنوان ڏيڻ لاءِ اهوئي سبب ڪافي آهي. تنهنڪري "ڪلام" کي "ڪافي" عنوان ڏنو اٿم.

آخر ۾ ڪجهہ گذارشون

پهرين گذارش: سچل جي ڪلام کي نيئن سر چنڊي ڇاڻي ۽ سنواري پيش ڪرڻ لاءِ سچل چيئر يا ڪنهن سرڪاري ادبي اداري کي اهو ڪم پنهنجي هٿ ڪٽڻ گهرجي تہ جيئن سچل جو ڪلام سنورجي عام پڙهندڙن اڳيان پيش ٿي سگهي.

ٻي گذارش: مون پنهنجي سمجهہ موجب "رسالو سچل سرمست" (سنڌي ڪلام) کي سنوارڻ لاءِ جا ڪوشش ورتي آهي سا لاياِئتي آهي يا نہ، تنهنجي فيصلي جو حق آءٌ پڙهندڙن کي ڏيان ٿو. رسالي ۾ موجود عربي عبارتن ۽ فارسي

* ڏسو. سسئي، داستان ٦، ڪافي ٦.

شعر جي معنيٰ ۽ شرح پڻ رسالي ۾ موجود نہ هئي، ان لاءِ رسالي جي آخر ۾ عبارتن جي معنيٰ ۽ شرح ڏيان ٿو تہ جيئن عام پڙهندڙن لاءِ شعر جو مقصد سمجهڻ ۾ آساني رهي.

ٿورا: آءٌ ٿورائتو آهيان، اداري روشني پبلڪيشن ڪنڊيارو جو جنهن مون کي هي موقعو ميسر ڪري ڏنو ۽ انهن دوستن جو پڻ جن کان مون کي وقت بہ وقت مفيد مشورا پلئہ پيا، وڏيڪ ٿورا محترم مولوي محمد قاسم سومري صاحب جا، جن جي مهرباني۽ سواءِ رسالي ۾ ڪم آيل قرآني آيتن، حديثن، عرب بزرگن جي قولن ۽ فارسي شعر جي معنيٰ ڏيڻ (جا رسالي جي آخر ۾ ڏنل آهي) مون لاءِ ناممڪن نہ ڪٿي، پر مشڪل ضرور هو. گهڻا ٿورا پائيندس انهن دوستن جا، جي پنهنجي قيمتي راين کان مون کي آگاهي ڏيندا رهندا.

گل محمد تنيو
بابن شاهہ محلہ
ڪنڊيارو

# عرض حال

هر نقش که برتختهء هستي پيداست،
اين صورت آن کس است کين نقش آراست:
درياى کهن که مي زند موج نو،
موجش خوانند و في الحقيقت درياست!

1952ع جي آخر ڏاري حڪم ٿيو ته سرمست جو ڪلام گڏ ڪري، هڪ سال اندر، سرڪار کي ڏيان. خيال ڪيم ته نه ايتري فرصت آهي نه فراست، جو انهيءَ تصوف جي اٿاهه ساگر کي تاليف ڪري سگهان؛ ليڪن قبوليت ڏيڻ کان پوءِ پنتي موٽڻ به مصلحتاً مناسب نه ڄاتو ويو. شروعات جا به يا ٽي مهينا ته فقط بزرگ جي ڪلام هٿ ڪرڻ ۾ گذري ويا. انهيءَ وچ ۾ سندس ڪلام جو مطالعو به ٿيندو رهيو، پر جيئن جيئن سندس ڪلام کي پڙهندو ويس، تيئن تيئن دل ڦاسندي ويئي. تان جو "اٽندي، ويهندي، گهمندي، تو کي ساهه سنياري" وارو ڪم ٿي ويو. ڪن ڪن جاين تي جيڪڏهن ڪنهن تصوف جي لِڪَ کي سمجهي نٿي سگهيس، ته روح جي بغاوت ٿي محسوس ڪيم. اهڙيءَ الجهن جو احوال ڪنهن سان ڪري به نٿي سگهيس. آخر فيصلو ڪيم ته تصوف تي جي ڪتاب هٿ اچيَ سگهن، تن کي پڙهي پوءِ سرمست کي هٿ لايان. بدقسمتيءَ سان، ڪنهن سنڌي بزرگ جو تصوف تي لکيل ڪتاب هٿ نه اچي سگهيو. اڙدوءَ وارن "همه از اوست" تي ته گهڻو ئي لکيو آهي، ليڪن "همه اوست" جي مستيءَ پري دنيا ڏي منهن به ڪين ڪيو اٿن. آخر شيخ اڪبر جو ڪتاب "فصوص" هٿ چڙهيو. شيخ اڪبر جو "فصوص" ڪنهن مون جهڙي "هيچمدان"، جي سمجهه کان گهڻو مٿي لکيل آهي: يا ته پڙهندڙن کي سمجهه ۾ نه ايندو، ۽ جي ايندو ته مست ڪري ڇڏيندو. تصوف جي خاص اصطلاحن جون معنائون به معمولي لغتن ۾ ڪين ٿي لڀيون: مثلاً "وجود" ڇاهي، "ممڪن" ڇاهي، "علم سينه" ڇاهي، ته "علم سفينه" ڇاهي! خيال ڪيم، جي "فصوص" جي

اصطلاحن جي معنيٰ سمجهه ۾ نه آئي، ته ”همہ اوست“ جي عميق تائين ڪيئن
وڃي سگهبو؛ ۽ جي اِها بنيادي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ته سرمست جو ڪلام
سمجهڻ غير ممڪن آهي. جيڪڏهن ڇڙو مومل راڻي جو قصو پڙهي ۽ زباني
لذت وٺڻي آهي ته **حفيظ تيوڻي** تي ئي ڪفايت ڪجي، ۽ سرمست جي
محبت واري مچ کان پري ئي رهڻ ۾ عافيت آهي. جڏهن معاملو انهيءَ حد تي
اچي پهتو، ته اُنهيءَ سبب الاسباب هڪ اهڙو ڪتاب عنايت ڪرايو، جو لکيل
به هڪ سنڌي بزرگ جو هو، ۽ جنهن ۾ بحث به فقط تصوف جي اصطلاحن
جي سمجهائيءَ تي ٿيل هو. ميان عبدالرحمان جي انهيءَ ڪتابَ پڙهڻ کان پوءِ،
ڪجهه همت به آئي ۽ ڪجهه سرمست جي سمجهه به آئي آهستي آهستي،
سنڌس ڪلام لکي پورو ڪيم.

پنهنجي سمجهه آهر، تصوف جي پيچيدگين کي، سرمست جي ڪلام
جي پس منظر ۾، سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. جيڪڏهن ڪي
غلطيون ڪيون اٿم ۽ ضرور ڪيون هونديم ته اهي سڀ منهنجي ناقص فهم
جون سمجهيون وڃن، جو ته سچل ته سچ ئي چيو هوندو.

سرمست جي سنڌي ڪلام جا ڇپيل سمورا نسخا هٿ ڪيم. مرزا
علي قلي بيگ وارونسخو (پنهي جلدن ۾) ، پوڪرداس وارو نسخو،
هريسنگهه وارو نسخو، آغا غلام نبيءَ وارو نسخو، نماڻي فقير وارو نسخو.
بزرگ جي پراڻن دستخط نسخن مان ڪو به هٿ نه اچي سگهيو: سنڌن درگاهه
تي به ڪو اهڙو نسخو رکيل ڪين آهي، جنهن مان مدد ملي سگهي ها. فقير
نظر محمد مرحوم شڪارپوريءَ جي پوين وٽ به جيڪي دستخط ڪتاب رکيل
آهن، انهن ۾ به ڪو ڇڙو سرمست جو ڪلام نه آهي: گهڻن ئي ٻين بزرگن جو
ڪلام هڪ جاءِ تي سهيڙيو ويو آهي، اتان جيڪي بيت يا ڪافيون اهڙيون
هٿ لڳيون جي ٻين نسخن ۾ درج ٿيل نه هيون، سي به لکرائي هٿ ڪيم.
صفر فقير درازائيءَ شڪارپوريءَ وٽ جيڪو سرمست جو سهيڙيل ڪلام هو،
سو به ورتم. انهن سڀني نسخن سان ڀيٽ ڪرڻ بعد، هيءُ نسخو تيار ڪري،
ميان محمد صديق پنهوءَ صاف نويس کان لکرائي، پيش ڪريان ٿو.

مقدمي تيار ڪرڻ ۾ مون کي ڪن تصوف جي ڪتابن مان مدد ملي، جن مان ڪي هي آهن: فصوص الحڪم، نظريہ توحيد، مڪتوبات امام رباني، تصوف اسلام، فلسفہ فقراء، علم تصوف، ڪلمة الحق، وغيره.

**سچل سرمست** جو زمانو سنڌي شاعريءَ جو هڪ اهڙو ارتقائي دور هو، جنهن ۾ سنڌي شاعريءَ بہ پنهنجو پاسو ورائڻ تي گهريو. چناچہ، ”وائيءَ“ جي جاءِ ”ڪافيءَ“ اچي ورتي هئي. ٿورو گهڻو غزل جو بہ رواج پئجي چڪو هو؛ زبان بہ پنهنجو روپ ڦيرائي رهي هئي؛ پٿائيءَ واري زماني جا ڪيئي لفظ متروڪ ٿي چڪا هئا. وڏي ڳالهہ تہ تخيل جي اونهائي گهٽبي ٿي ويئي، ۽ زبان جي چسڪي تي وڌيڪ زور ٿي ڏنو ويو. ظاهر آهي تہ اهڙي زماني ۾، جيڪڏهن گهر گهر نہ، تہ ڪم از ڪم ڳوٺ ڳوٺ ۾ تہ ڪو نہ ڪو شاعر هوندو ئي هوندو!

تنهنڪري، سرمست جي همعصرن جي فهرست ڏيڻ بہ ڪو آسان ڪم نہ آهي. يوسف فقير، صديق فقير، شاهڻ فقير، غلام علي فقير، خليفو ڪرم الله، خليفو گل محمد، آخوند عزيز الله، دلپت، وغيره انهيءَ زماني جا شاعر هئا، پر چاڪاڻ تہ سرمست جي لاڻين پنهنجي هئي، تنهن ڪري اسين جيڪر انهن کي ”همعصر“ تہ چئون، ليڪن ”همسر“ شاعر ڪين چئي سگهون.

سرمست جو ڪلام تمام گهڻو هو، جو زماني جي خورد برد هيٺ هيٺ اچي ويو. تنهن ڪان پوءِ بہ جيڪي ڪجهہ هن وقت بہ سنڌي دنيا ۾ موجود آهي، سو بہ ايترو آهي جو بئي ڪنهن هڪ شاعر جو ايترو موجود نہ آهي: مثلاً، ”سچل جو سنڌي رسالو“، جنهن ۾ سنڌي ۽ سرائڪي ڏوهيڙا، ٽيهہ اکريون، ڪافيون ۽ جهولڻا درج ٿيل آهن: ”ديوان آشڪارا“، ”راز نامو“ ۽ ”رهبر نامو“ سمورو فارسي ڪلام آهي: ”قتل نامو“، ”گداز نامو“ ۽ ”تار نامو“، ٽيئي محبت جي نهايت باريڪ نقشن جا بياض آهن.

هر آن معنی کہ شد از ذوق پیدا،
کجا تعبیر لفظی یابد او را!

عثمان علي انصاري

# مقدمو

## فقير عبدالوهاب عرف سچيڏنو رح

ميان عبدالوهاب ولد ميان صلاح الدين ولد ميان صاحبڏنو فاروقي، سن 1152هجري مطابق 1739 ع ۾، رياست خيرپور جي گنبٽ تعلقي جي هڪ ننڍي ڳوٺ، درازن، ۾ پيدا ٿيو. والدين ۽ سندس پيا بزرگ کيس پيار مان "سچيڏنو" سڏيندا هئا، جنهن جو مخفف "سچو" پنهنجي سنڌي شعر ۾ تخلص قبول ڪيائين.

ميان صلاح الدين جي وفات کان پوءِ، صغير سنيءَ ۾ ئي پنهنجي چاچي، سهري ۽ مرشد، ميان عبدالحق جي زير نظر پرورش ورتائين. چوڏهن سالن جي عمر ۾، فارغ التحصيل ٿيو. نهايت درجي ذهين ۽ قبول صورت هو. شروعات زندگيءَ ۾، روزي، نماز ۽ شريعت جي مڙني احڪامن جو نهايت پابند هو. تَن آراميءَ جو خيال به دل ۾ ڪين ايندو هوس. ايتريقدر جو حياتيءَ ۾ ڪڏهن کٽ تي نه سمهيو. راڳ ۽ سماع جو شوق هوندو هوس، جو شوق اڳتي هلي سندس مستيءَ جو پيش خيمو ثابت ٿيو، ۽ ننڍپڻ جو "سچيڏنو" سنڌي دنيا ۾ "سرمست" ٿي نروار ٿيو.

جيئن دنيا جي هر بزرگ هستيءَ جي حياتيءَ جي احوال سان، خوش اعتقادي، سوين اهڙا واقعا وابسته ڪندي آئي آهي، جي شايد عقل سليم قبول نه ڪري، تيئن اسان جي سرمستَ بابت به ڪيئي روايتون مشهور ٿي ويون، ۽ اڃا به ٿينديون ٿيون رهن، جن جو بيان ڪرڻ نه اسان جي مقصد ۾ داخل آهي، ۽ نه سنڌين جي معلومات ۾ ڪو معقول اضافو ڪري سگهندو، تنهن ڪري اسان ان کان پرهيز تا ڪريون. جنهن بزرگ هستيءَ پاڻ پنهنجي لاءِ هيئنئين ريت فرمايو آهي، تنهن جي عقيدن لاءِ جيڪڏهن اسين ڪو به قطعي فيصلو ڏيندا سين ته "ننڍو منهن، وڏي ڳالهه" ٿي پوندي. پاڻ فرمائين ٿا ته:

ڪو مومن چوي، ڪو ڪافر چوي، ڪو جاهل نالو ظاهر چوي،
ڪو شاعر چوي، ڪو ساحر چوي:" آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان."

ڪو مُلا چوي، ڪو قاضي چوي، ڪو مفتي چوي، ڪو غازي چوي،
ڪو روزيدار نمازي چوي: ”آءٌ جو ئي آهيان سوئي آهيان.“

ڪو رِند چوي، ڪو بَد چوي، ڪو بيديني بيحد چوي،
ڪو مشرڪ پيي ملحد چوي: ”آءٌ جو ئي آهيان سوئي آهيان.“

سندن شبيهہ، قد، بدن، وغيره لاءِ بہ ڪو مستند احوال ڪونهي؛ البت ڪن سندن سوانح نگارن لکيو آهي تہ ”سچل سائينءَ جو قد وچولو، رنگ صفا، پيشاني ڪليل ۽ ڀهڪندڙ، ۽ وار ڊگها هئا، مٿي تي سائي رنگ جو تاج پائيندو هو ۽ بدن تي اڇو چولو.“

فقير سچيڏني کي، انهيءَ زماني جي وڏ گهراڻن ٻارن کي جا تعليم ملي سگهندي هئي، سا ملي؛ ۽ ڇاڪاڻ تہ پاڻ نهايت فهيم طبع جو مالڪ هو، تنهنڪري ان وقت جي تعليم مان پورو پورو فائدو ورتائين. پاڻ قرآن شريف جو حافظ بہ هو: فارسيءَ جو ايترو علم هوس، جو سندس فارسي ڪلام جو پورو ديوان، هز هائينس مير علي مراد خان ڇاپرائي پڌرو ڪيو، جو ”ديوان آشڪارا“ جي نالي سان مشهور آهي.

سنڌ جي هن دلير صوفي بزرگ، 14 رمضان شريف 1242 هجري، مطابق سال 1826ع ، جي هن دنيا کان موڪلايو.

فقير سچيڏني جي سنڌي ڪلام ۾ اهي سڀ صفتون موجود آهن، جي هڪ بلند پايہ شاعر جي ڪلام ۾ هجڻ گهرجن. سندس ڪلام، سر تا سر، ”همہ اوست“ جي رنگ ۾ رڱيل آهي. پاڻ انهيءَ ڏس ۾ ايڏي تہ طبيعت جي جولاني ڏيکاري اٿن، جو ”وحدت الوجود“ جي ڪنهن بہ ٻئي وڪيل کي اهڙن واضح لفظن ۾ انهيءَ موضوع تي ڪجهہ چوڻ جي جرات نہ ٿي آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ سرمست پنهنجي ڪلام ۾ ”همہ اوست“ کي ايتري تہ جاءِ ڏني آهي، جو ٻئي ڪنهن بہ موضوع لاءِ وٽس گنجائش ئي ڪا نہ رهي آهي. ڪافين ۾، ڇا ڏوهيڙن ۾ ”تو هي تو“ جو نعرو پيو ٿو ٻڌجي. ائين ٿو معلوم ٿئي جڻ بزرگ کي اِهو ئي هڪ پيغام ڏنل هو، جو مزا وٺي وٺي

ڏنو اٿس. اسان به تنهنڪري سندس قافيه،رديف، تشبيهات، محاڪات، وغيره ڪي ڇڏي، سمورو بحث سندس ”وحدت الوجود“ جي پيغام تي ڪنداسين، جيئن سنڌي دانن کي واضح طرح ڏسڻ ۾ اچي، ته اسان جي بزرگن ”وحدت الوجود“ ۽ ”وحدت الشهود“ جي نظرين مان ڪهڙو قبول فرمائي، پنهنجن کي تلقين ڪئي، ته هو به ائين ڪن.

ظاهر هجي ته سچل سرمست نه فقط سنڌي زبان جو هڪ نهايت بلند پايي جو شاعر هو، نه فقط اسلاميات جو ڄاڻو هو، پر هو هڪ صاحب ڪيف و حال بزرگ به هو. سندس ڪلام کي زبان جي نقطي نظر سان سمجهڻ ته ڪا وڏي ڳالهه نه آهي؛ هر هڪ سنڌي ڪيس سمجهي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته نهايت سليس زبان ڪم آندي اٿائين (شڪوي جا طالب، زبان جي شڪوي جو خيال رکندا آهن؛ مستن جي مستي ڪنهن به قسم جي وڏائيءَ جي متحمل نه ٿيندي آهي) ليڪن اقليم سخن جي هن تاجدار جي قلبي مستين ۽ وجداني تجلين کي سمجهڻ لاءِ، ڇتي سمجهائي به گهرجي، تصوف جو پس منظر به گهرجي،۽ انهيءَ سان گڏ ذوق سليم به گهرجي. تڏهن وڃي ڪو پڙهندڙ انهيءَ حقيقت تائين پهچي، جنهن لاءِ پاڻ فرمايو اٿن ته ”سَچ تا مَرد چَوَن، ڪنهن کي وٽي نه وٽي“! پڙهندڙ جيڪڏهن سندس تشبيهه، استعاري، تصريح، يا ڪنايي تي اٽڪي بيهي رهيو، ته عروس معنيٰ تائين سندس پهچ محال آهي؛ ۽ اسان جيڪڏهن سندس بيان ۽ بدايع جي وصفن تي ويهي بحث ڪيوسين، يا سندس فصاحت ۽ بلاغت جي گلڪارين جي ذڪر کي ڇيڙيوسين، ته اهو ممڪن آهي جو پڙهندڙن لاءِ سندن دماغي عياشي جو سامان ضرور پيداڪري وجهنداسين، پر اسان جو اهو مقصد فوت ٿي ويندو، جنهن مقصد سان اسان سرمست جي هن سدا بهار چمن کي سنڌي دنيا سان روشناس ڪرائڻ ٿا گهرون.

سنڌ جي ادبي دنيا جو هيءُ ٿئ هڪ روشن ستارو آهي، جنهن کي زاهدن جو هڪ ٽولو تحسين جي خراج ڏيڻ ۾ بخيلي ڪندو رهيو آهي، ڇو ته سندن اعتقادن کي سچل جي هڙن بيتن کان ٽِيس لڳندي رهي آهي:

”مُلا مار مَ مون، مان سبق پڙهان ڪين سچڻ ڏسان!“

قبول ڪيو سين تہ سَو مان اڪثر پڙهندڙ اهڙا هوندا، جن جي تخيل جو پرواز ايترو متي نٿو وڃي سگهي، جو سچل جي هڪ سٽَ جي معنوي بلنديءَ تائين پهچن؛ مثلاً فرمايو اٿن، "آهي ڪل شيءِ سو هادي، واندي غيرڪنون هيءَ وادي"؛ سرمست جي انهي واديءَ کي غير ڪؤن واندو سمجهڻ لاءِ بہ "شرط اول قدم آنست کہ مجنون باشي" ليڪن سچل جي ڪلام ۾ جي ادبي خصوصيات آهن يا پاڻ جيڪي سنڌي محاور را ۽ ترڪيبون استعمال ڪيون اٿن، تن جو داد نہ ڏيڻ بہ ادب جي مذهب موجب "گناهہ" آهي. مارئيءَ جو قصو سنڌ جي مڙني شاعرن بيان ڪيو آهي، جن ۾ پتائيءَ جو درجو نهايت بلند آهي؛ پر نهايت ساديءَ ۽ جادو پريءَ زبان سان،عمر کي راضي ڪري هن کان مارئيءَ جي جند ڇڏائڻ، سرمست جو حصو هو. مارئي تي چويس:

" اڄ جوڙي وينا جهنگ ۾، جهانگي جهوپـڙيون؛
ڏي نہ ڏوٿيـڙَن کي، تـون لائِق لوپـڙيون؛
را جا روپـڙيـون، گهـرين رکن ڪينڪي!"

پوئينءَ سٽ تي خيال فرمايو تہ جنهن ۾ ايڏي نصيحت آميز طنز آهي، تنهن جو، دانهن ڪرڻ کان سواءِ، ڪو بيو داد بہ ڏيئي ٿو سگهجي ڇا؟ سچل جا اهي سڌا سادا لفظ جي پنهنجن بيتن ۾ ائين جڙيا اٿس جيئن منڊيءَ ۾ ٽڪ، سي زوريءَ دل ۾ جاءِ ڪندا تا وڃن، ۽ دل تي گهري تہ اکيون بند ڪري، انهن لفظن جي جادوءَ جو وينو مزو وٺجي:

"هِت ڏِسان ڏوٿيـڙَن جـون، وينـي واٿـڙيـون؛
هُت پَوَن پَنهـوارن تـي، مِنـيـون مـاٺـڙيـون؛
ياد اَتـي جـون مـون پَـيـون، ڇَـوهـون ڇاٿـڙيـون؛
توڙي چار ڪُنڊان لوئـيءَ جون، هِت ڦـاڪين ڦاٽـڙيـون؛
تان پيي وڃان اوڏهين، جتـي ڪِنوٺيـون ڪاٺـڙيـون؛
مون کي لُوهِن لاٽڙيون، تَن سانگن سنـڌيون سـومـرا!"

سچل جي مٿئين بيت پڙهڻ سان جا غربت جي تصوير اکين آڏو اچي ٿي بيهي، سا پنهنجو جواب پاڻ آهي. لفظن جي تصغيريت پنهنجي سموريءَ نزاڪت سان دل ۾ گهڙندي ٿي وڃي؛ مثلاً، ساڳي شَي جڏهن گاهہ تي پئي

تہ ماٺَ ٿي؛ ۽ جڏهن مارئيءَ جي مِسڪين مارن تي پيئي، جي بنا ڪنهن اجهي جي پَٽَ تي پيا آهن، تہ اُڪيرَ جي عمق ان کي "مِنيون ماٺـڙيون" ڪري ڇڏيو! اهڙين جاين تي هڪ شاعر جو ڪلام بَشَري حدن کان نڪري معجزانہ بلنديءَ تي ٿو وڃي پهچي ۽ سچل جي ڪلام ۾، سندس هر بيت هڪ ادبي معجزي جو درجو ٿو رکي. بحث جي ڊگهي ٿي وڃڻ جي خوف کان، اسين وڌيڪ مثال نٿا ڏيون، ۽ هڪ پويون مثال سندس روماني شعر جي لاثاني هجڻ جو پيش ڪري اسين سندس پيغام ڏي ٿا ورون. لکنئو جي نوابي دربار ۾ مشاعرو ٿو ٿئي، جنهن ۾ ڪاريهر نانگ جي تشبيهہ جو قيد رکيو ويو آهي. شاهي عطيات حاصل ڪرڻ خاطر، درباري شاعرن خوب پنهنجي طبيعت جون جولانيون ٿي ڏيکاريون. آخر ۾، نواب صاحب هي شعر اول نمبر ۾ رکيو:

"خيالِ گيسو ميں آج کي شب جو دل همارا الجهہ رہا هے،
کهاں سے لايا هے يا الاهيٰ يہ گهر ميں کالي بلا لگا کر!"

سچل وٽ نہ ڪو مشاعرو هو، نہ ڪنهن جي عطيات جو آسرو، ۽ نہ وري ڪو "طرح" جو قيد هو. پنهنجي ليکي جذبات جو اظهار ڪيو اٿس، ۽ خوب ڪيو اٿس:

"چَلي چلي وال سُهٽي ڀي، چاڙ بَشيهرَ ڪالي،
طرح ڪيهي اِهي دلبر مُنهن تي، سخت بَلا ئين پالي!"

مطلب تہ سچل سرمت کي، خدا وندِ ڪريم، سنڌ جي صاحب ڪمال شاعرن ۾ هڪ نهايت بلند مقام عطا ڪيو هو. سندس هر هڪ بيت، نظم يا ڪافيءَ مان تخيل جي پاڪيزگي ۽ بيان جي سونهن پئي ٿي چمڪي. تنقيد ڪرڻ وارن هيءَ بہ هڪ قسم جي رسم ڪري ڇڏي آهي تہ شاعر جي ڪلام مان ڪجهہ انتخاب پيش ڪيو وڃي؛ ليڪن اسان جو خيال آهي تہ ادبي اخلاقيات موجب اِهو جائز نہ آهي جو پڙهندڙن جي پسنديءَ تي بہ مؤلف ڏاڙو هڻندو رهي، ۽ ذوق جي پرک پوئتي رهجي وڃي: تنهن ڪري اسين ڪو انتخاب بہ نٿا ڏيون، جيئن پڙهندڙ پنهنجي چوند پاڻ ڪري. جو تہ

فڪــر هــر ڪس بقــدر همت اوست.

سچل کي صحيح معنيٰ ۾ سمجهڻ لاءِ جيئن اسين متي چئي آيا آهيون.
اِهو اشد ضروري آهي تہ سندس ڪلام جو پس منظر، سندس نگاهہ جي بلندي، سندس دل جي تڙپ، ۽ سندس ڪيف جي حالت، پڙهندڙن کي اول معلوم ڪرائي وڃي. اِهو بہ ضروري آهي تہ پڙهندڙن کي خبر هجي تہ جو پيغام سچل پنهنجي ڪلام جي وسيلي ڏني ٿو، تنهن پيغام جا ٻڌڻ وارا ڪهڙي خمير جا ٺهيل آهن. واضح رهي تہ سنڌي طبيعت، تصوف جو اثر ايتريقدر قبوليو هو، جو اڄ بہ مشرق جي دنيا ۾ ڪو ٻيو ملڪ سندس مقابلي ۾ نٿو اچي سگهي. پيري مريديءَ جي هن واديءَ ۾، جتي ڪيئي اڻ سهندڙ بدعتون بہ رائج ٿي چڪيون هيون ۽ ڪيترن ئي درگاهن جي دڪانن تي "استخوان فروشي" بہ چالو هئي، اتي ڪيترن ئي بزرگن وٽ، معرفت جو فيض بہ عام هو، جنهن مان انهيءَ پار جا پانڌيڙا بہ ٻيي ڏؤ ڪندا هئا. "رب العالمين" جي مخلوق کي وحدت جي نگاهہ سان ڏسڻ وارن معرفت جي مالڪن، مومن ۽ ڪافر يا مسلم ۽ هندوءَ جو فرق يڪ قلم مٽائي ڇڏيو هو: جو تہ سنڌن هستيون هميشہ اهڙي غير فطري امتياز کان متي رهيون. انهن حق جي عاشقن، پنهنجي قول ۽ فعل سان، هڪ اهڙي هم آهنگ معاشرت سنڌ ۾ پيدا ڪري وڌي هئي، جنهن جو نظير، "ٻن قومن جي نظريي" رکڻ وارن هند و پاڪستان جي ٻين صوبن ۾، پيدا ٿي ڪين سگهيو هو. سنڌي بزرگن جي انهيءَ مساوات جيڪي سياسي يا مذهبي نتيجا پيدا ڪيا، تن جهڙا نتيجا ٻين صوبن جا مسلمان پيدا ڪري نہ سگهيا. مثلاً، سنڌ جو هندو، ڪنهن نہ ڪنهن مسلمان بزرگ جو مريد هو. پر، اهو موضوع ڇاڪاڻ تہ اسان جي دائري ۾ نٿو اچي، تنهن ڪري اسين فقط ادبي نتيجن کي ٿا وٺون: سرمست رحہ فقط مسلمانن جو هيرو نہ هو، پر سنڌ جا هندو بہ کين عزت ۽ فخر سان پنهنجو رهبر قبول ڪندا رهيا.

سرمست جي ڪلام ۾ تصوف جون بي حساب اهڙيون تجليون موجود

آهن، جي مسلمانن سان گڏ غير مسلمن جي دلين تي بہ حڪومت ڪنديون
ٿيون رهن، جي سندس ڪلام مان لساني لذتن ڪان سواءِ روحاني تاثرات بہ
وٺندا رهيا آهن.

سچل جي ڪلام جي هڪ خاص خصوصيت هيءَ آهي تہ هو صاحب
مدهوشيءَ ۾ هوش جون ڳالهيون ڪندو ٿو رهي ۽ هوش ۾ مدهوشيءَ جا
راڳ آلاپيندو ٿو رهي. پنهنجي ڪلام جي زور تي، پڙهندڙ يا ٻڌندڙ کي ياد
ڏياريندو ٿو رهي تہ مسلمان ۽ غير مسلم، امير ۽ غريب جو فرق، يا ازين قسم
ٻيا فرق، سيئي انسانيت جي وهمن جي ڪار فرمائيءَ جو نتيجو آهن؛ نہ تہ
ظاهر ۽ باطن، انهيءَ "واحد حقيقت" جا بہ پهلو آهن:

"ڪافر مؤمن صورت سائي، جانب ڏس ڏنو هي جائي؛
فَنَا ينما تُو لوَّا آيت آئي، يَسمع يبُصر تي هيڪڙائي؛
سوئي بندو سوئي مولائي، اِنِيّ آنَا اللهُ آگاهيَ؛
هڪڙي صورت سَبِ سُيائي، سوئي هيٺ بسوئي بالائي"

'اين و آن'، جو فرق فقط انساني نگاهہ جو قصور آهي. سرمست
جيڪي ڏٺو، سو چيائين، ۽ جيڪي چيائين سو عيني مشاهدي ڪان پوءِ
چيائين. سندس زبان ۽ نگاهہ ۾ڪوئي فرق ڪونهي؛ جوتہ ٻنهي قوتن تي
قابض، هڪ ئي حقيقت آهي. "يَسمَعُ يَبصِرُ آهي هِڪائي."

سرمست جو انهيءَ عقيدي تي ايمان آهي تہ محبت جو بنياد، روحن
جي اتحاد تي ٻڌل آهي؛ عاشق ۽ معشوق جو روح، ٻہ شيون نہ آهن. انهيءَ
عقيدي ڪي، يتائي رح واري فرمودي موجب، پنهنجي ڪلام ۾ انتهائي
لطافت سان نباهيو اٿس.مثلاً، سسئيءَ جو پنهونءَ جي تلاش ۾ جبل جهاڳڻ،
حيران ۽ سرگردان ٿيڻ ڪي، حقيقت ڪان بيخبري ۽ عرفان نفس ڪان غفلت
جو نتيجو قبول ڪيو اٿس ۽ جڏهن 'نائي نيڻ نهارڻ' سان 'پاڻ ۾ ديرو
دوست جو' تني ڏسي، تہ ساڳي سسئي پاڻ تي قبول ڪري تہ:

"سسئي جام پنهون هڪ هوتان، ڪامڻِ جانبُ ڳوليو جوتان؛

ساڳي پاڻ پنهون هئي سوتان،سچو دَستُ دُوئِيءَ کان تَوتان."

سچل فقيرجي انهيءَ انداز بيان ۾ ڇاڪاڻ تہ تصوف جي فلسفي سان گڏ عاشقانہ مستي جو بہ ڪافي جلوو موجود آهي، تنهن ڪري سندس ڪلام کي انهيءَ پس منظر ۾ سمجهڻ ۽ سمجهائڻ بہ آسان ڪم نہ آهي. "ڪشف ۽ شهود" جون ڳالهيون بہ فقط ڪشف ۽ شهود سان ئي سمجهہ ۾ اينديون، ۽ حافظ شيرازيءَ ڪين چيو هو تہ:

«گر نکتہ دان عشقی، خوش بشنو این حکایت!»

اچو تہ تصوف جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون تہ "تصوف" ڇا آهي. جدا جدا وقتن تي، پنهنجي پنهنجي فڪر موجب، تصوف بابت صوفي بزرگن مختلف رايا ڏنا آهن. هر هڪ بزرگ، پنهنجي پنهنجي مشاهدي جي تصوير پيش ڪئي آهي: ڪن بزرگن جي خيال موجب، تصوف نہ علم آهي ۽ نہ وڏن جي رسم جو نالو آهي؛ بلڪ اولياء الله جي برگزيده اخلاقن ۽ سندن زندگيءَ جي طريقي جو نالو آهي. ڪن جو خيال آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن انسان کي پنهنجي نفس جي چنبي مان نجات ملي، ۽ هو خلق جي نظرن ۾ فاني ٿي وڃي، ۽ خالق وٽ وڃي بقا حاصل ڪري، تہ هو پورو صوفي آهي. ڪن جو فرمودو آهي تہ شريعت جي روح کي تصوف ٿو ڪوٺيو وڃي؛ ڪي ٿا چون تہ نفس کي مارڻ ۽ اندر اجارڻ جي معنيٰ آهي تصوف؛ مطلب تہ "علم" ۽ "مستيءَ" جي فرق ڪري، ڪيترائي مختلف تعبير ٿيندا رهيا آهن. پر، جيڪڏهن انهن تاويلن کي پاسيرو ڪري حقيقت تي غور ڪبو، تہ تصوف جو ماحصل، ڪجهہ نہ ڪجهہ ، ضرور سمجهہ ۾ اچي ويندو. انسان پنهنجي خدا داد قوت ن کان ڪم وٺي، پنهنجي دل کي حقيقت جو آئينو بڻائي، ۽ ظاهر کان اڳيرو هلي، باطن جو رازدار بڻجي سگهي ٿو. ڪيس اول پنهنجي نفس کي سمجهڻ جو موقعو ملندو،۽ بعد ۾ جمال ذات ۽ ڪمال صفات جو مشاهدو. انهيءَ پار جو پانڌيئڙو، جڏهن پنهنجي مقصد جي تلاش ۾، فڪر جي اٿاهہ سمنڊ جي غواصي ٿو شروع ڪري، تہ سندس پهرين منزل تن جي تسين ۽ زهد جي منزل ٿي ٿئي.

”ڪَنڌِ اونـڌي اوريـج، اٿئي پـھَرَ عَجيبَ ڪي؛
اڇَـن اوجـاڳَـن ۾، عـينـا اوجـاريـج؛
اصلوُن ڪِينَ ڪَھيج، ظاھِرُ ھِنَ زبان سان.“

انھيءَ نفس ڪشيءَ جي اوٽ ۾، جي گمراھ ڪنڌڙ وَر وَڪڙ تا ڪيس آڏو اچن، تن مان لنگھڻو ٿو پويس؛ پر جسماني خواھشات کي جڏھين مردانگيءَ جي عزم سان روڪيندي اڳتي ٿو وڌي، تہ آھستي آھستي روحِ جون پرڪيف لذتوَن ڪيس پاڻ کان بيخبر ڪنديون ٿيون وڃن. تان جو مٿس مستي ڇانئجي ٿي وڃي؛ قدم قدم تي پاڻ کي ھڪ نئينءَ ۽ خوبصورت مَنزل تي داخل ٿيندو ٿو محسوس ڪري؛ ۽ ھر منزل جا نوان نوان مشاھدات مٿس اثر ڪندا تا رھن؛ ڪٿي گونا گون بيروني تجليون ٿو ڏسي، تہ ڪٿي ”بيچون و بي چگون“ اندروني ڪيفيتون ٿو محسوس ڪري، ۽ ھر ھڪ منزل تي جو ڪجھہ ڏسي ٿو يا محسوس ٿو ڪري، ان مان پنھنجي ھمت ۽ قوت آھر بھره ياب ٿيندو ٿو رھي. جي سندس ظرف ننڍڙو آھي، يا جي سندس طبيعت جو قناعتن ڏي لاڙو آھي، تہ اھڙيءَ ڪنھن ھڪ ئي منزل جي مشاھدن کي اصل ۽ آخرين حقيقت سمجھي، اتي ويھي ٿو رھي، ۽ پنھنجي زبان مان اھو ڪجھہ چوندو ٿو رھي، جو مقامي ڪيفيت جو اظھار تہ ضرور آھي، ليڪن حقيقي معرفت اجا پري اٿس:

«چون نديدند حقيقت، ره افسانہ زدند.»

ٻيءَ صورت ۾، جيڪڏھن ظرف بہ وڏو آھي، ھمت بہ ڪافي آھي، موھبت الاھي بہ شامل حال آھي، ۽ تائيد رباني جي رھنمائي بہ حاصل آھي، تہ منزلن جي پٺيان منزلون لتاڙيندو، تجليات ۽ ڪيفيات جو مشاھدو ۽ حظ حاصل ڪندو، حق جي راھ جو مجاھد ۽ طريقت جي واٽ جو سالڪ، آخر ھڪ اھڙي بلند مقام تي وڃي ٿو رسي، جتان ڪيس اھو ڪجھہ ٿو ڏيکارجي، جو ٻين کي نصيب نٿو ٿئي:

”جيڪي ڏٺو سو مون ڏٺو، اَرياڻي اوھان ڇا ڏٺو!“

سالڪن جي انھيءَ نفس ڪشيءَ جي جا تصوير اسان جي سرمسَت

ڪڏهن آهي، تنهن تي به هڪ نظر وجهي ڏسو: فرمائي ٿو،

" اَلفَقِيرُ لا يَحتَاجُ اِلا الَي الله، ٻيو ڏناڻون ٻَنِ؛
ٻئي جهان ڦٽا ڪيو، تا ٿئين جهان وچن؛
وتن ويڳاڻا ورهه ۾، نيڻين ننڊ نه ڪن؛
راتيون ڏينهان روح ۾، چَپُ نه ڪو چورنِ؛
مَن عَرَفَ رَبّه ڪَل لِسَانُه، ٻڌي زبان انهن؛
نشي تن کي "نانهه" ڪيو، موڙن "مان، نه چون؛
مولي جي محبت ۾، ڪيا ٿيا وتن؛
سُڏڪا سيئي سوز جا، پنيءَ رات پرن؛
"هر آن سِري ڪه با محبوب دارند.
خبر نبود ڪراماً ڪاتبين را، سِرُ اهو سانين؛
نهائينءَ ڪان نيهڙو، سڪيو سامينڙن؛
مچ مچايو من ۾، ٻاڦ نه ٻهر وجهن؛
عينا سندن اوجاريون، آڇن اوجاڳن؛
آنئي پهر عجيب کي، ڪنڌ اونڌي اورن؛
اَلصبرُ مِفتاح الفَرَح، صبر صابرن؛
بعضي موحد وحدتي،اهڙا پيو آهن؛
ڪرڪن ڪنجهن ڪين ڪي، چڻ پار وهاڻءَ وچن؛
رت منجهارون پانهنجي، وضو وير ڪرن؛
ايءَ نماز عشق جي، تختون پوءِ پڙهن؛
جي محبت وڏا مامري، سي ڪيئن مڙس مڙن؛
هٿي درد دهيون ڪيا، سنڌي سپيرين؛
ڪڏهن اچا ڪپڙا، يار نه ڪنهن يڪن؛
متي پيرين برهنه، ايڏو سور سهن؛
پريتو پروانن جان،ڪاهيو تت پون؛
پنيڙ باهه عشق جي، سپورن سڙن؛
ڪامي، لهسي، لوسجي، لائق لعل ٿين."

انهن بر گزيده هستين لاءِ ئي ارشاد ٿيو هو ته " اَلذين جَاهَدو فِينَا لَنَهدِ ينهُم سُبلُنا" (جي اسان لاءِ تڪليفون ٿا سهن ۽ مجاهدا ٿا ڪن، اسان انهن کي نين نين راهن تي ٿا وٺي وڃون.)

مٿين ٻن مقامات تي منزل انداز ٿيڻ، ۽ انهن جي عليحده عليحده مشاهدي مان جو نتيجو اهو نڪتو، جو اسلامي دنيا جا صوفي ٻن ٽولن ۾ ورهائجي ويا، جن مان هر هڪ ٽولو پنهنجي دعويٰ جو بنياد "ڪشف ۽ شهود" تي ٿو رکي. ٻنهي ٽولن جي دعوائن مان ڪهڙي دعويٰ "حق" آهي، ۽ ڪهڙي "حقيقت" آهي، اهو فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪن: اسان هتي سندن منزلن جي بيان بعد، فقط سندن عقيدن جو بيان ڪرڻ مناسب ٿا سمجهون.

شيخ اڪبر محي الدين ابن عربي، پنهنجي "ڪشف ۽ شهود" جي دعويٰ تي ۽ ڪن آيات ڪريمہ جي سَنَدن تي، وڏيءَ حجت ۽ اصرار سان چوي ٿو تہ هيءَ ڪائنات، پنهنجين سمورين رنگينين، انهن جي ارتقائي اير ڦير سان، خالق اعظم کان ڪو علحدو وجود نٿي رکي: اصل ۽ بنيادي وجود، فقط باري تعاليٰ جل شانه جو وجود آهي. ڪائنات ۾ جيڪي ڪجهہ ڏسي سگهجي ٿو، يا ٻڌي سگهجي ٿو، يا سمجهي سگهجي ٿو، سو سڀ انهيءَ هڪ وجود جي جدا جدا تجليات جو پرتو آهي: جيڪڏهن انسانيت ان کي ڪجهہ ٻيو ٿي سمجهي تہ اها سندس نظر ۽ سمجهہ جي ڪوتاهي آهي: نہ تہ حقيقت هن کان سواءِ ٻي ڪانهي تہ "لا مَوجُود اِلا الله" انهيءَ نظريي جو اصطلاحي نالو "وحدة الوجود" آهي. اسلامي صوفين جو ٻيو ٽولو، ڪائنات جي مٿئين تعبير کي نہ فقط سخت لفظن ۾ ننديو ٿو، پر اهڙي عقيدي رکڻ وارن کي "ملحد" ۽ "زنديق" جي لفظن سان ٿو ياد ڪري. انهيءَ ٻئي ٽولي وارن جو چوڻ آهي تہ خالق ۽ مخلوق جي وجود کي "هڪ وجود" قبول ڪرڻ، حقيقت ۽ شريعت جي خلاف آهي. سندن چوڻ آهي تہ اسلامي تعليمات، جن جي بنياد تي اسان جو دين ٻڌل آهي، ۽ جنهن کي عام فهم زبان ۾ "شريعت" ٿو چيو وڃي، تنهن موجب خالق ۽ مخلوق جا "ٻہ وجود" آهن. هڪ "وجود امڪاني" ۽ ٻيو "وجود وجوبي" جنهنَ ٻہ سالڪ کي، جيڪڏهن ڪنهن مقام يا منزل تي ڪي روحاني وارداتون پيش اچن ٿيون ، تہ انهن کي هرو ڀرو "لا مَوجُد اِلا الله" جو رنگ ڏيڻ، سندس سمجهہ جو قصور آهي: مقامي ڪيفيات ۾ محو ٿي وڃڻ ڪري، سالڪ جي نگاهہ، "خالق" ۽ "مخلوق" جو جدا جدا

وجود قبول ڪرڻ جي بدران،هڪ ئي حقيقت تي قبول ڪري، جو سندس نگاهہ جو ڏوڪو آهي. انهيءَ ٽولي جي مٿي ڄاڻايل نظريي جو اصطلاحي نالو "وحدة الشهود" آهي.

اسين هاڻي انهن ٻنهي نظرين جو گڏ و گڏ ذڪر ڪنداسين، تان تہ پڙهندڙ چٽيءَ طرح تفاوت سمجهي سگهي.

## 3

# حقيقة الوجود

محي الدين ابن عربي، ڇهين صدي هجريءَ (628- 560)جو هڪ نهايت مشهور مفڪر بزرگ هو، جنهن کي سندس صوفيانہ فلسفي جي ڪري "شيخ اڪبر" سڏيندا هئا. اسپين ۾ پيدا ٿيو هو؛ ابتدائي تعليم وطن ۾ پوري ڪري، سير ۽ سياحت جي خيال سان ٻاهر نڪتو. مصر ۽ شام ۾ ڪجهہ وقت گذارڻ بعد، دمشق ۾ اچي مستقل طرح سڪونت اختيار ڪيائين؛ اتي ئي گذاري ويو ۽ اتي ئي سندس مزار آهي. شيخ اڪبر ئي اهو پهريون بزرگ آهي، جنهن تصوف جي هن خاص نظريي کي پنهنجو علمي موضوع بڻائي ڪتاب لکيا، جن ۾ دليلن سان ثابت ڪيائين تہ ڪائنات ۽ ڪائنات جي خالق جو "وجود" هڪ ئي آهي– ٻہ نہ آهن. شيخ اڪبر کان اڳ، ڪنهن بہ صوفي بزرگ "وحدة الوجود" جي نظريي کي نہ تہ موضوع بحث بڻايو هو، ۽ نہ ڪڏهن انهيءَ جي تائيد يا ترديد ۾ لبڪشائي ڪئي هئي. البت، بعضي بزرگن جا ڪي ڪي اهڙا جملا مشهور هئا، جن مان "وحدة الوجود" جو خال پيدا ٿيندو هو؛ پر اهي فقط نعرن جي صورت ۾ هئا. مثلاً، حضرت بايزيد بسطامي رح جو قول "سُبحَانِي مَا اَعظَمَ شَانِي" ، يا منصور حلاج جي دعوي "اَنَاالحق" : ليڪن اهي ڇڙا نعرا ئي هئا، جن تي ڪنهن خاص طريقي جو بنياد قائم نٿي ٿي سگهيو. ڪنهن بہ مسلڪ جو بنياد جيڪڏهن مذهبي يا عقلي دليلن تي نٿو ٻڌايو وڃي، تہ انسانيت جي لاءِ ان

۾ ڪا بہ ڪشش نٿي پيدا ٿي سگهي. پاڻ اٿي ڪائڻ وارو انسان، سطحيات جي ڪڏ هرو پرو ڪين پوندو آهي. شيخ اڪبر جڏهن ’پنهنجي ڪشف ڪي حقيقت جو رنگ، ڏيئي، هڪ خاص نظريو پيش ڪيو ۽ ان جي تائيد ۾ ڪتاب لکيا ۽ باقاعدي ”وحدة الوجود“ جي تبليغ شروع ڪئي، تہ علمائن جو ٽولو زبان سان سندس عقيدن جي ترديد ڪرڻ لڳو. البتہ تحريري ترديد گهڻو دير سان شروع ٿي، ۽ جيئن شيخ اڪبر جي نظريي، پنهنجي جدت جي زور تي، اسلامي دنيا ۾ نهايت جلد ۽ نهايت گهڻي قبوليت حاصل ڪئي، تيئن سندس مخالفن بہ نهايت جلد هوا جو رخ ڦيري وڌو. حضرت مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي رح، ”وحدة الوجود“ جي مقابلي ۾ ”وحدت الشهود“ جو نظريو پيش ڪيو. ياد رهي تہ ”وحدة الوجود“ جو نظريو ڇهين صديءَ ۾ پيش ڪيو ويو هو، ۽ پنج سو سال کو بہ بيو نظريو ميدان ۾ ڪين آيو هو: حضرت مجدد الف ثانيءَ، يارهين صدي هجري ۾ پنهنجو نظريو دنيا جي اڳيان آندو. شيخ احمد پنهنجي ڪشفي حالات کي پنهنجي وحدة الشهود جي نظريي جو بنياد، بڻايو، ۽ پنهنجين ڪيترين ئي تصنيفن ۾، ان تي بحث ڪيو آهي– ۽ نهايت مدلل بحث ڪيو آهي. جڏهن شيخ احمد پنهنجو نظريو دنيا جي اڳيان پيش ڪيو، تہ اسلامي دنيا جي مفڪرن ۾، هڪ صديءَ تائين، بنهي نظرين جي وچ ۾ گهڻي ديکان ديکي هلي. بنهي ڌرين جي وڪيلن ۾، پنهنجي پنهنجي نظرين جي وڪالت ڪندي، نهايت گرما گرم بحث مباحثا ٿيندا رهيا. زباني بہ ۽ تحريري بہ: پر اهي مباحثا ڪنهن بہ فيصلي تي پهچڻ کانسواءِ ختم ٿي ويا. انگريزن جي هندوستان فتح ڪرڻ کان پوءِ تہ تصوف جو رهيو کهيو مشغلو بہ باقي فقط پيري مريديءَ جي رسمي صورت اختيار ڪري، فقط ڪن صوفي بزرگن جي درگاهن جي زينت وڃي بڻيو. انهن بنهي نظرين جي دليلن ۾ جا علميت ۽ تخيل جي اونهائي هئي، جا تصوف جي فلسفي جي جان هئي، سا ڪن پراڻن ڪتابن کانسواءِ، علمي دنيا کان هونئن بنهہ موڪلائي وئي. نتيجو هي نڪتو تہ سنڌ جي ٻن تابناڪ ستارن، يعني سيد عبداللطيف رح ۽ ميان عبدالوهاب رح، کي سمجهڻ وارو بہ ڪونہ رهيو.

اسان جا اهي ٻئي بزرگ صوفي، شيخ اڪبر جي اسڪولَ سان تعلق تا رکن، ۽ پنهنجي خيالات ۽ راين ۾ شيخ اڪبر جا همرنگ آهن- يعني خالق ۽ مخلوق ۾ عينيت جا قائل آهن. مثلاً، سندن چوڻ آهي تہ "سسئي" ۽ "پنهون" ٻئي "وجود واحد" جو ظهور آهن، ۽ ظاهر بين نگاهن کي ٻہ تا ڏيکارجن، ليڪن حقيقت بين نگاهن کي هڪ. البتہ اسان جي ٻنهي سنڌي بزرگن جي اظهار ۾ فرق آهي: عبداللطيف رحہ پنهنجي لطيف پيرايي ۾ تو اظهار ڪري، ۽ سرمست جي لفظن مان مستي ٻئي تي ٽپڪي. مثلاًساڳي ڳالهہ ڀٽائي رح هن ريت ٿو فرمائي:

"ڪاڏي ڪاهيان ڪرهو، چوڏس چٽاڻو،
منجهين ڪاڪ ڪڪوري، منجهين لڏاڻو،
راڻو ئي راڻو، ريءَ راڻي ٻيو ناهہ ڪي."

– ۽ فقير سچيڏنو رحہ وري هيئن ٿو فرمائي:

"'تو، مان' وچي وچ مَون، تہ ڪي پاڻ پسن؛
'عابد' ۽ 'معبود' سو هڪ نگاهہ ڏسن؛
پاڻ پڙهي، پاڻ ٻهي، پاڻ ئي سجدو ڪن؛
پاڻ مڙيو ئي پاڻ ٿيو، نوڙي نوڙت ڪن؛
'ڪافر مومن هڪ ٿيو' پلا تا پائن؛
سوئي فلڪ، سوئي ملڪ، سو ئي آدمن؛
سوئي احد، سوئي احمد، سوئي هڪ سمجهن؛
نانءَ، ڪَنِ اکين جا، وچوُن ئي وَڃَن؛
عين عليم ڪليم ٿيو، قادر قدرتن؛
هي مڙيو ئي وصفانَ، اندر آدمن؛
هت آدم مَون الله ٿيو، ٻيا سڀ شَڪَ پَڃَن؛
اصل الله مَون آدمي، ثابت صورتن."

شيخ اڪبر پنهنجي "وحدة الوجود" جي خيال تي ايڏو تہ مضبوطيءَ سان قائم رهيو، جو دنيا جو ٻيو ڪوبہ نظريو وٽس انهيءَ لائق بہ نہ هو جو ان تي غور ڪيو وڃي. سندس چوڻ هو تہ اسلامي عقيدن جو اولين بنياد آهي

"توحيد"، ۽ جيڪڏهن "وجود" جي مرتبي ۾ دوئيءَ کي داخل ڪيو ويو. يعني ته به وجود قبول ڪيا ويا- ته "توحيد" جون پاڙون ڪپجي وينديون. ساري ڪائنات "وجود واحد" مان پيدا ٿي ۽ " وجود واحد" پيدا ڪئي: چو ته هڪ "مخفي خزاني" کي عالم آشڪار ڪرڻو هو، تنهنڪري "ذات" پاڻ کي "سفات" ۾ ظاهر ڪرڻ قبول فرمايو، ۽ هيءَ ساري ڪائنات ٿي. هن ساريءَ ڪائنات ۾ جو ڪجهه به موجود آهي، انهيءَ هڪ ئي آفتاب جا شعاع آهن، انهيءَ هڪ ئي نور جون تجليون آهن. "موجود" ، حقيقت ۾ اها هڪ ئي "ذات" آهي، ۽ باقي موجودات انهيءَ "ذات" کان ڪو جدا وجود نٿيون رکن: جيئن لهريون، حُباب، موجوٿ ۽ ڪُن، سمنڊ جي پاڻيءَ کان جدا ڪا به حقيقت نٿا رکن.

"آءٌ اصل پاڻي آهيان، ڪيئن ٿا سمنڊ سڏن؛
نانءُ مٿم ناحق جا رکيا الاجي ڪَن؟"
(سچل)

تيئن، هي تمام مخلوق، انهيءَ "وجود واحد" جي مختلف صفات جا مختلف روپ ۽ مظاهرا آهن. مخلوق جو "اصل" اهائي هڪ ذات آهي، جنهن مان سيئي نڪتا به آهن ۽ واپس به انهيءَ ۾ ويندا- جيئن هن فرمودي مان ظاهر آهي ته "كُلُ شَيءٍ يَرجَعُ اِلىٰ اَصلِه وَ اِلَيهِ تُرجَعونَ".

انسان ۽ خدا جي وچ ۾ جا نسبت آهي،تنهن کي شيخ اڪبر "عينيت" يا "قرب" تو قبولي، ۽ چوي تو ته اِنهيءَ "قرب' جي معنيٰ، "نَحنُ اَقربُ اِليهِ مِن حَبل الوَرِيدِ" (اسان شهه رگ کان به انهن کي وڌيڪ ويجها آهيون) جي آيت ڪريمه ۾ خداوند ڪريم خود سمجهائي آهي. شيخ اڪبر جو چوڻ هو ته صفات کي ڇڏي، انساني ظاهري صورتَ بابت به حديث شريف آهي ته "اِنَ اللهَ خَلَقَ آدَمَ عَلىٰ صورَتهِ"- يعني ته بيشڪ آدم کي الله تعاليٰ پنهنجي صورتَ تي پيدا ڪيو: انهيءَ جي معنيٰ ته انسان ۾ خدا جي صورت ۽ فطرت جون صفتون موجود آهن. "فِطرَتُ اللهِ التِي فَطَرَ النّاسَ عَلَيهَا" (قرآن). حقيقت ۾ اِهي خدا جون صفتون ئي آهن، جي انسان جو روپ وٺي ظاهر

ٿيون: تنهنڪري تہ چيو ويو تہ "مَن عَرَفَ نَفسه فقَد عَرَفَ رَبه" – "جنهن پنهنجي نفس (حقيقت) کي سمجهيو، بيشڪ انهيءَ پنهنجي رب کي سڃاتو".

شيخ اڪبر، اڃا بہ اڳيرو هلي چوي ٿو تہ خداوند ڪريم جو راز بہ فقط انهيءَ هستيءَ کي چٽي سگهبو، جا "وجود اڪبر" سان تعلق رکندي هوندي- جي نہ تہ "اَلانسانُ سِري و اَنَا سِرہ" (انسان منهنجو راز آهي، مان انسان جو راز آهيان) کي ڪا معنيٰ ئي ڪانهي. اهڙيءَ طرح، شيخ اڪبر ويو آهي سَندون ڏيندو ۽ پنهنجي نظريي کي مضبوط بڻائيندو. ميان عبدالوهاب رحہ بہ جاءِ جاءِ تي اِهو ئي آواز آلاپيندو ٿو رهي: مثلاً،

"پنهنجِي 'ذات' لِڪائي، ڪيئن بِي ذات سَڏايان؛
اَعليٰ اعظم شان جي، نوبت نِينهن وَڄايان؛
منصوري جي موجَ ۾، ٿو 'اَنَاالحَق' الايان."

ٻيءَ جاءِ تي چوي ٿو:

"ڪاٿي سچل، ڪاٿي ذات سَچَل جي، ساروئي سِر آهي؛
موج درياء حباب ڪَڙا ڪيا، ڄاڻج ڪو شڪ ناهي؛
عاشق، عشق، معشوق اهو ئي، ڏانءَ ڏايو ڪيو ڏاهي؛
پنهنجي پاڻ پَسائڻ ڪارڻ، ناهہ لڪين ٿو ناهي؛
اُهو اندر اُهو باهر: ڪيئن چوان ائين ناهي؟"

"ذات صفات هڪائي آهي، ڀول نہ وِجهين ڀَولي؛
سوئي اندر سوئي باهر، سوئي تنهنجَي چولي؛
تو ۾، مون ۾، هن ۾، هر جا، سَچ 'سچو' ٿو بولي."

"طَبل وڄائج وحدِت وارو، غازي چڙ گدائي؛
هيڏي هوڏي تون ئي آهين، ڪانهي جاءِ جدائي؛
'الاِنسَانُ سِري وَ اَنَا سِرہ' آهين خاص خدائي؛
بَرَ بَحَر تنهنجو 'سچا' آهي سير سدائي."

"باسِ اِهائِي بات اسان جي، غازي غير نہ آهين؛
خام خيال هي پانهپَ وارو 'لا' ۾ لاشڪ لا هين؛
"مَن عَرَفَ نَفسہ'، فَقَد عَرَفَ رَبہ، ٿاهہَ ڪهڙا بيا ناهين؛
"سَچا سَچَ اِشارو اِهو، ڪاڏي ڪوڙا ڪاهين؟"

"صورت سڀ انسان جي، اِتي عشق اصل؛
'خلَقَ آدَمَ عَلىٰ صورَتہ'، جزو جهڙو ڪُل؛
'الاِنسانُ سِري وَ اَنَا سِره'، سچ 'سچا' پيو سُل؛
ٻول نہ ٻي تون ٻل، هِتي هُتي هڪ اِتِي."

"ڪنهن جي ڪارڻ ٿي ڪرين، هاري ڙي هاءِ هاءِ؛
سوئي ڏسندڙ، سوئي سڻندڙ، پاڻهين ڳالهيون ڳاءِ؛
سارا ڏونگر ڏورئين، ڪا ڪِي ڙي ڪنهن لاءِ؛
'سچو' وڏوساهہ ڪون، ڪير چوي تا ناءِ؟"

"جيڪي هُيَڙس جيڏيون، ساڳي آءٌ ٿيو؛
پاڻهي پُنهل آهيان، چاڻو ڪو نہ پيو؛
ظاهر منهنجي ذات ڪي، ڪينچَن پاڻ ڪيو؛
'سچو' سارو سچ ٿيو، وِچُون وِرهہ ويو."

مطلب تہ سرمست جو سارو شعر "لا مَوجُودَ اِلا الله" سان معمور آهي. جيڪڏهن شيخ اڪبر ٿو چوي تہ 'خلق ۽ خالق جي وچ ۾ جيڪڏهنَ ڪو فرق آهي، تہ فقط اعتباري فرق آهي، حَقيقت ۾ جو خالق آهي اهو ئي خلق آهي ۽ جو خلق آهي سو ئي خالق آهي' تہ ميان عبدالوهاب بہ هيئن ٿو چوي:

"پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورَتَ مَنجهہ سُڃاڻ؛
الله الله چو چوين، پاڻ ئي الله ڄاڻ؛
تون ئي ٻڌندڙ، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آ قرآن؛
ناهي شڪ گمان، 'سچو' سائين هيڪڙو."

# 4

# وَحدَت الشهود

جيئن مٿي چئي آيا آهيون تہ شيخ اڪبر جي نظريي، ”وحدَ ة الوجود“ ، جي مُقابلي ۾، پنجن صدين تائين ٻيو ڪوبہ نظريو ڪنهن بہ سندس مخالف دنيا جي اڳيان ڪين پيش ڪيو- باوجود انهيءَ جي ڪيترا علماء ”وحدة الوجود“ جا قائل ڪين هئا؛ انهن مان ڪن توحيد وجوديءَ جي خلاف ترديدي بيان بہ ڏنا، ۽ ڪن وري ڪتاب لکي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ”وحدة الوجود“ جو نظريو اسلامي اصولن جي خلاف آهي- پرَ مقابل نظريو، مجدد الف ثاني حضرت شيخ احمد رحہ سرهنديءَ ٺي، يارهين صديءَ ۾ دنيا جي اڳيان رکيو.

شيخ احمد، حضرت عمر رضہ جي اولاد مان هو. 971هہ ۾ بمقام ”سرهند“ ۾ پيدا ٿيو ، جنهن شهرجو پهريون نالو ’سهرند‘ آهي. شيخ احمد، ابتدائي تعليم پنهنجي گهر ۾ ورتي. قرآن شريف جو حافظ هو، بعد ۾ دهليءَ ۽ آگري ۾ وڃي پڙهيو. شهنشاهہ جهانگير پنهنجي وڏي وزير آصف جاه جي چوَڻ تي قيد ڪرائي گواليار روانو ڪري ڇڏيس، جتي ٻہ سال نظر بند هو. بعد ۾، بادشاهہ سان ڪن شرطن تي ٺاهہ ٿيس ۽ قيد مان بہ آزاد ٿيو، پر ڇهن سالن بعد وفات ڪيائين. اسان هيٺ انهن ٻنهي نظرين جي اصولي اختلافن جو آمهون سامهون بيان ڪريون ٿا، جيئن پڙهندڙن کي صاف معلوم ٿئي تہ شيخ اڪبر جو نظريو، شيخ احمد جي نظريي کان ڪيترو پري ٿو هليو وڃي.

## وحَدة الوجود

1- ڪائنات جي مخلوق، عين صفات باري آهي، ۽ صفات نالو آهي ذات باري جي تجليات جو: تنهنڪري خالق ۽ مخلوق، بنيادي اعتبار سان، هڪ شيءِ آهن، ۽ اول آخر هڪ ٿي ويندي.

2- ”عدم“ کي ”وجود“ جو لباس پهرائي نٿو سگهجي، ۽ جا شي ”وجود“ وٺيو بيٺي آهي، انهيءَ جو ”معدوم“ ٿيڻ حقيقت جو بدلجي وڃڻ ٿيندو، تنهنڪري غير ممڪن آهي؛ ڇو ته حقيقت بدلجي نٿي سگهي. الله جل شانه‘ کان سواءِ سموري مخلوق کي ”ممڪن“ جو نالو ڏنو ويو آهي: ”ممڪن“ ڪڏهن به ”عدم“ مان وجود ۾ نٿو اچي سگهي: ڇو ته ”عدم“ جو ضد آهي ”وجود“ ، تنهنڪري ”ممڪن“ جيڪڏهن ”وجود“ ۾ آيو، ته ضرور ”ذات“ مان وجود ورتو هوندائين، تنهنڪري ڪڏهن به معدوم نٿو ٿي سگهي.

3- انسان جو وجود، ڇاڪاڻ ته اعتباري وجود آهي، تنهنڪري انسان کان جا به عمل جي گهُرَ ڪئي وئي آهي، سا به اعتباري هجڻ گهُرجي، ۽ نه حقيقي.

## وحَدة الشهود

1- خالق ۽ مخلوق ٻه جدا حقيقتون آهن، جي نه اڳ ڪڏهن هڪ هئا ۽ نه آئندي ڪڏهن هنن جي هڪ ٿيڻ جو امڪان آهي.

2- ”ممڪنات“ کي الله تعالىٰ ”عدم“ مان، پنهنجي قدرت جي زور تي وجود ۾ آندو، ۽ وري جڏهن به مرضي پويس ته هر ”ممڪن“ کي ”عدم“ جي اونداهيءَ ۾ فنا ڪري سگهي ٿو. ذات باريءَ ”ممڪن“ کي ”پاڻ“ مان وجود ۾ ڪين آندو، بلڪ سندس ”صفات“ جڏهن ”عدم“ تي پنهنجيون تجليون وڌيون ته ”صفات“ جي تجلين ۽ ”عدم“ جي گڏجڻ مان ”ممڪن“ وجود ۾ آيو.

3- انساني وجود، خالق اڪبر جي وجود کان هڪ جدا شي آهي ۽ الله جي قدرت جو مظاهرو آهي، تنهنڪري شرعي احڪامن جي عملي تقاضا، حقيقي بنيادن تي هوندي، ۽ نه اعتباري.

4- الله جلّ شانه' هڪ مخفي خزانو هو، جنهن پاڻ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ اهي سمورا روپ، حدون ۽ حالات قبول ڪيا، جن سان پوري ڪائنات پريل آهي.

5- حقيقي توحيد تہ فقط اها آهي جو وجود اڪبر کان سواءِ ٻيو ڪو بہ وجود قبول نہ ڪيو وڃي- چا عرش تي، چا فرش تي.

6- اِهو "وحدة الوجود" جو ئي اثر هو، جو "ممڪِن" (بندو) "امڪان" جون حدون لتاڙي، قاب قوسين تائين "واجب"جي ويجهو وڃي پهتو؛ جي نہ تہ جيئن "عدم" ۽"وجود" جي نور کان محروم آهي، تيئن "ممڪن" بہ قاب قوسين تائين ڪين پهچي سگهي ها. پر، اها حقيقت آهي تہ ائين ٿيو: ۽ پستيءَ کان بلنديءَ تائين چڙهائي - جنهن کي "معراج" ٿو چيو وڃي- آئندي بہ "ممڪن" کي ميسر ٿي سگهي ٿي؛: "وجود" ۽ "ممڪن" جي وچ ۾ جي حجابات آهن، سي دور ٿي سگهن ٿا، دوئي مٽجي سگهي ٿي، ۽ حقيقت جو نور انسان جي اندر پيدا ٿي سگهي ٿو.

4- اَللّهُ غَنِيُّ عَنِ الۡعَالَمِينَ - يعني الله جل شانه ڪنهن بہ لحاظ سان (چاهي اهو پنهنجي ظهور جو لحاظ هجي) مخلوق جو محتاج نہ آهي، بلڪ مخلوق هن جو محتاج آهي؛ چو تہ صمديت حقيقي فقط ڪيس حاصل آهي.

5- حقيقي توحيد هيءَ آهي تہ ذات ۽ صفات باريءَ کي ڪنهن بہ شريڪ کان پاڪ سمجهيو وڃي، ۽ ان کي مخلوق کان قطعاً هڪ علحدو وجود قبول ڪيو وڃي.

6- اِهوغلط آهي تہ "ممڪن" "امڪان" جون حدون لتاڙي، "وجود" تائين وڃي پهتو، جنهن کي معراج ٿو چئجي: "ممڪن"، "امڪان" جي حدن اندر ئي رهيو؛ لهو جيڪي ڪجهہ ٿيو، سو "امڪان"جو معراج نہ هو، بلڪ "عبديت" جو ڪمال هو: معراج تي وڃڻ وارو "عينيت" جي حجت جي آسري تي نہ، بلڪ "عبديت" جي وسيلي اوج تي پهتو، ۽ معراج تي پهچائڻ واري بہ، ڪنهن رشتي يا ناتي جي اثرن کان پاڪ رهي، پنهنجي ڪامل عبد کي "اين و آن" جو سير ڪرايو؛ ۽ اتي بہ "عبد" ۽ "معبود" جو امتياز قائم رکيو. "سُبۡحَانَ الذي آسريٰ بِعَبۡدِهِ لَيۡلاً

ايتريقدر جو انسان "اِني آنَا اللهُ" جي دعويٰ ڪري.

7- الله تعاليٰ، آسمان ۽ زمين جو نور آهي. انهيءَ آفتاب وجود جي نور، پنهنجي شعاع سان، ڪائنات کي وجود جو هڪ رنگين گلدستو بڻايو. جيڪڏهن سندس ضيا مرڪز ڏي موٽ ڪائي، ته هن رنگ برنگي دنيا جو ڪو نشان به نه رهي. تنهنڪري جن هستين جون نگاهون ظاهر ۽ باطن کي ڏسي تيون سگهن، ۽ جي "وجود" جي رازن کان واقف آهن، تن کي تصوير جي ٻنهي طرفن جي ڄاڻ آهي؛ اهي آئينو به ڏسن ٿا ۽ جنهن جو پرتو آئيني ۾ آهي، تنهن کي به ڏسن ٿا، ۽ سمجهن ٿا ته حقيقت هڪ ئي آهي. حضرت علي رضہ جو فرمودو هو ته "لَو ڪشفَ الغِطَآءَ مَا از ددت يَقيناً" - يعني ته جيڪڏهن ڪائنات جي ظاهري نيرنگين جا حجابات پري ٿي وڃن، ته به اسرار جي راز دارن جي يقين ۽ عرفان ۾ ڪوئي فرق نظر نه ايندو. معرفت ڪڏهن به خارجي وسيلن جي مدد سان هٿ نه ايندي آهي، بلڪ "صفات" هميشه "ذات" تائين پهچڻ

مِنَ المَسجِد الحَرامِ الَي المسجِدِ الاَقصيٰ" (پاڪ آهي اُها ذات جا پنهنجي بندي کي راتون رات مسجد الحرام کان مسجد الاقصيٰ تائين وٺي وئي).

7- "ذات واجب" يقيناً آسمان ۽ زمين جو نور آهي، ليڪن آسمان ۽ زمين ته نور نه آهن! اِهي گهٽي ۾گهٽو ته ظلمت آهن، ڇو ته جي نور هجن ها ته "نور"جو عڪس "نور" تي نه پوندو آهي: روشني روشنيءَ کي ڪين قبول ڪندي آهي: ڏينهن جو ڪو به ڏيئو ڪين ٻاريندو: تنهنڪري نور جي لطافت کي قبول ڪرڻ لاءِ ظلمت جي ڪثافت گهرجي.

جيڪڏهن "ذات" پنهنجو "نور" واپس وٺي ته گهٽي ۾ گهٽو تمام "ممڪنات" "ظلمت" ۾ وري گم ٿي ويندا، پر اهي "حقيقت واحده" ۾ ڇو وڃي ملن؟

"ممڪن" ڪڏهن به پنهنجي "امڪان " جي حدن کان ٻاهر نٿو نڪري سگهي. "عرفان ربي" ڪو به "ممڪن" پنهنجي ڪوشش سان حاصل نٿو ڪري سگهي، سواءِ انهيءَ حالت جي جو خدا وند ڪريم خود ان کي پنهنجي معرفت عطا فرمائي- ۽ اهو ئي صحيح مطلب آهي. عَرَفتُ رَبي بِرَبي" جو

۾ رهبري ڪندي ٿي رهي. ”ظاهر“ ٿي ”باطن“ جو ڏس ڏيئي سگهي ٿو- جيئن چيو ويو ته ”عَرَفتُ ربي بِرَبِي“ (رب کي، رب جي وسيلي سان ڄاتم). هڪ درخت جو پيدا ٿو ٿئي ۽ وڌي ٿو، جنهن مان ٽاريون ڦٽيون نڪرن، گل ٿا پيدا ٿين، ۽ بارآور ٿو ٿئي، اهو درخت ”هُوَ عينها“ وانگر پنهنجي ٻج کان ڪو جدا وجود ٿو رکي ڇا؟ ۽ جيئن اِهو درخت، آخر سميٽجي، پنهنجي صل(ٻج) جي صورت ٿو وڃي اختيار ڪري، تيئن ”انسان“ به آخر ”ذات واحد“ ۾ ٿو گم ٿي وڃي: ”وَ اِليهِ تُرجَعُ الأمُور“ جو اِهو ئي مطلب آهي.

حضرت علي رضہ جن جي قول جو اهو مطلب نہ آهي جو ”وحدة الوجود“ وارن ورتو آهي. ”لوڪشف... الخ“ جو مطلب آهي تہ عينيت جي حجابن دور ٿيڻ کان پوءِ بہ يقين ۾ ڪا واڌ ڪا نہ ٿِي سگهندي.

8- ”نَحنُ اَقرَبُ اِليهِ مِن حَبِلِ الوَرِيدِ.“ جا هستي، شهہ رڳ جي ويجهو آهي، سائي انسان جي هستيءَ جو مرڪز به آهي. اها ئي قوت، انسان جي رڳ ۾ سمايل آهي. تنهن ڪري جيئن جيئن انسان جو روح، عارضي ڪثافت کان پاڪ ٿيندو ٿو وڃي، تيئن تيئن ظاهري حجابات به هٽندا ٿا وڃن. تجليات، چو طرف ٿيون نظر اچن؛ اين و آن جو فرق نٿو رهي، ”دوئي“ ختم ٿي ٿي وڃي: انهيءَ منزلَ تي عارف دعويٰ ٿو ڪري ته ”سُبحانِي مَاَ اعظَمَ شَانِي.

8- ”قُرب“ جو مفهوم ”ممڪن“ ۽ ”ممڪن“ جي وچ ۾ قبول ڪري ٿو سگهجي، ليڪن ”واجب“ ۽ ”ممڪن“ جي وچ ۾ ”قُرب“ جو صحيح اندازو مشڪل آهي.

"وجود" ۽ "شهود" جا پئي نظريا متي ڏنا ويا. انهن نظرين جي اختلاف، اسلامي دنيا ۾ ايڏي تہ شدت اختيار ڪئي، جو انهن جي اختلاف سمجهڻ ڪانسواءِ، تصوف جو سمجهڻ نهايت مشڪل ٿي پيو. تنهن ڪان سواءِ، جيڪڏهن انهن نظرين جي موافقت ۽ مخالفت ۾ فقط علمي دليل ڏنا وڃن ها، تہ شايد معاملو ايڏيءَ حد تائين نہ وڃي ها. پر، ڇاڪاڻ تہ ٻنهي ڌرين پنهنجي حق تي هجڻ جي دعويٰ "ڪشف ۽ شهود" تي رکي ۽ قرآن ڪريم جي تاويلن ڪرڻ ۾ بہ هڪ ٻئي کان پري هليا ويا تہ معاملو نازڪ صورت اختيار ڪري ويو: تان جو هڪڙا ٻين کي "مُلحد" ۽ "زنديق" چوڻ لڳا، ۽ ٻيا وري کين ڪورين، مدعي، وغيره سڏڻ لڳا.

ڪن بزرگن، جي پاڻ ظاهري علم ۽ باطني ڪشف سان آراستہ هئا، انهن ٻنهي ڌرين جي نظرين ۾ تطبيق ۽ هم آهنگيءَ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ڪجهہ هڪڙن کي سوري، ڪجهہ ٻين کي پَرِيرو ڪري، هڪ درمياني واٽ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب بہ ٿيا- خصوصاً، شاهہ ولي الله صاحب دهلوي. ليڪن، اِها درمياني واٽ فقط لفظن جي اير ڦير سان پيدا ڪئي وئي هئي، جنهن اعتراض ڪرڻ وارن کي ڪجهہ وقت لاءِ خاموش ضرور ڪيو، پر ڇاڪاڻ تہ بنيادي اختلاف اڃا قائم هئا، تنهنڪري قلبي سڪون ڪنهن کي بہ نصيب نہ ٿيو.

هن نهايت اهم مسئلي کي "ڪيف ۽ وجد" وارن جي نگاهہ سان ڏسڻ جو موقعو اسان کي نصيب ڪين ٿيو آهي. البت، پنهنجي ناقص عقلي دليلن سان ۽ پنهنجي صوفي بزرگن جي قولن مان جيڪي ڪجهہ سمجهہ ۾ آيو آهي، سو ناظرين جي اڳيان حاضر آهي: ڇو تہ جيستائين "علم" پنهنجا سبب ڏيندو ايندو، اختلاف پيدا ٿيندا رهندا: ۽ جيستائين "اختلاف" موجود هوندا، تيستائين "حقيقت" تي حجاب باقي رهندا.

پنهي طرفن جي حجتن جي مطالعي بعد، جا تصوير اسان جي ذهن ۾ اڀري بيٺي آهي، سا به اسين هيٺ ڏيون ٿا.

جيڪڏهن انسان کي فقط هڪ عنصر يعني "جسم" ڏيئي پيدا ڪيو وڃي ها، ته ڪيس ڪو وجود ئي نه هجي ها؛ ڇو ته "جسم" پيدا ٿيل آهي "عدم محض" مان، ۽ "عدم محض" کي "وجود" نٿو ٿي سگهي؛ ۽ جيڪڏهن انسان کي پيدا ڪيو وڃي ها ٻئي عنصر يعني "روح" مان، ته ڪيس "ظهور" نصيب نه ٿئي ها؛ ڇو ته "روح" پيدائش آهي "نور" جي ، ۽ "نور" جو "ظهور" ممڪن نه آهي- جيئن الله تعاليٰ جو "ظهور" "امڪان" جي حد اندر نٿو اچي سگهي. تنهنڪري انساني وجود ٻن جدا عنصرن جي دلچسپ آميزش جو نتيجو آهي؛ جسماني ۽ روحاني – سندس جسماني حصي کي "مادي"، "ممڪن" ۽ "فاني" ٿو چيو وڃي. شڪل، صورت ۽ ساخت ۾ انسان ٻئي مخلوق کان نرالو آهي؛ ليڪن انسان، پنهنجي ضرورتن جي خيال سان، باقي جاندار مخلوق کان نيارو نه آهي: مثلاً کائڻ، پيئڻ يا ٻين ضروري حاجتن ۾ يا پنهنجي جنسي خواهشات ۾، ٻئي مخلوق کان مٿي نه آهي. زماني جا حادثا، گرمي سردي، وغيره به جهڙا ٻين تي اثر انداز آهن، تهڙا انسان تي به اثر ٿا رکن.سندس انهيءَ حصي جي ڪنهن به صورت جي ڪا به نسبت "ذات" سان نٿي ٿي سگهي، ۽ انهيءَ صورتَ ۾ ڪيس ذاتِ واحد جي "صفات" جو آئينو به ڪين ٿو چئي سگهجي.

انساني وجود جو ٻيو مگر وڏيڪ اهميت رکندڙ جزو، جنهن ڪيس "اشرَف المخلوقات" جو لقب ڏياريو ۽ باقي مخلوق کان ممتاز بڻايو، ۽ جنهن جو "ذات واحد" سان سڌو واسطو آهي، سو آهي "روح". اهو انساني روح ئي آهي، جو "ذات الاهيءَ" سان تعلق پيو رکي ٿو، ۽ "صفات الاهيءَ" جو پَرتَوگير به آهي. چنانچه قرآن مجيد ۾، الله تبارڪ و تعاليٰ، ڪيترين ئي جاين تي ، انساني "روح" بابت هڪ خاص انداز ۾ ذڪر فرمايو آهي: مثلاً ارشاد

آهي تہ "من روحي" يا "مِن روحنا". تنهن کان سواءِ، الاهي ارشادات، "روح" ۽ "جسم" جي وچ ۾ ايڏو تہ فرق پيدا ڪري وڌو آهي، جو معرفت جي طالب کي، پنهنجي طريقت جي واٽ وٺڻ ۾، ڪا بہ دشواري نٿي ڏيکارجي. الله جل شانه، هن ساريءَ ڪائناتْ کي ٻن حصن ۾ ٿو ورهائي: "اَلاَ لَهُ الخَلقُ وَ الاَمرُ"– يعني تہ "عالم خلق" ۽ "عالم امر" جو جدا ذڪر ٿو ٿئي ۽ "عالم خلق" (جسم) کي "عالم امر" (روح) جي حڪم هيٺ ٿو رکيو وڃي؛ بلڪ "جسم" جي ايجاد ئي انهيءَ مطلب سان ڪئي وئي تہ "روح" جي اطاعت ۾ رهي– يعني تہ جسم "مڪان" آهي تہ روح "مَڪين" آهي. "روح" جو تعلق خداوند ڪريم جي "ذات ۽ صفات" سان ايترو گهٽو ٿو ڏيکاريو وڃي ۽ ايترو ويجهو ٿو سمجهايو وڃي، جو "روح" جي حقيقت بہ خداوند ڪريم جي حقيقت وانگر، انساني عقل، فهم ۽ ادراڪ کان مٿي ٿي وڃي ٿي، ۽ فرمان ٿو ٿئي تہ "قُلِ الرُوحُ مِن اَمرِ رَبي وَماَ اُو تِيتُم مِنَ العِلمِ الا قَلِيلاً"، جنهن مان ظاهر آهي تہ انساني عقل، "روح" جي صحيح علم هٿ ڪَرڻ جي وسعت نٿو ساري. بعد ازان، حضرت صديق اڪبر رضہ جو مشهور عارفانہ قول آهي تہ عجز جو اقرار ئي خداوند ڪريم جي صحيح معرفت آهي: "پاڪ آهي اها ذات جنهن مخلوق لاءِ پاڻ تائين پهچڻ جي، سوا عجز جي، ٻي ڪا راهہ ئي نہ پيدا ڪئي". مٿئين بحث کي ذهن نشين ڪرڻ کان پوءِ، "وَ فِي اَنفُسِكُم اَفَلاَ تُبصِروُنَ" ۽ "مَن عَرَفَ نَفسه فَقَد عَرَفَ رَبَه" جو پورو پورو مفهوم سمجهڻ مشڪل نہ آهي: ٻنهي ۾ "معرفت" جو مقام انساني "روح" کي قبول ڪيو ويو آهي، جنهن سان انساني جسم کي شامل نہ ڪيو ويو آهي. حضرت آدم عليه السلام کي، خداوند ڪريم پنهنجو خليفو قبول فرمائي، ڪنيس هڪ نهايت بلند منصب ڏنو، ۽ فرشتن ملائڪن بلڪ ساريءَ ڪائنات کي حڪم ڪيو تہ آدم کي سجدو ڪن. ظاهر آهي تہ انهيءَ "سجوديت" ۾ آدم جي جسم جي ڪا حيثيت تہ ضرور هئي، ۽ سوال پيدا ٿو ٿئي تہ سجدي جو حڪم، آدم جي "جسم" لاءِ بہ هو يا فقط آدم جي "روح" لاءِ هو؟ انهيءَ باري ۾ جيڪڏهن قرآن مجيد خود ڪا وضاحت نہ ڪري ها تہ البت اختلاف

جي گنجائش پيدا ٿي سگهي ها، پر جن واضح لفظن ۾ قرآن مجيد انهيءَ راز تان پردو هٽايو آهي، سي انسانيت جي رهبريءَ لاءِ ڪافي آهن: جيئن ته "نَفَختُ فِيه مِن رُوحِي فَقَعُو له سٰجدينَ" يعني الله جل شانه، تمام مخلوقات کي خطاب ڪندي فرمايو ته 'جڏهن آدم جي "جسم" ۾ مان پنهنجو "روح" ڦوڪيان، ته اوهين سڀ ان جي اڳيان سجدي ۾ جهڪي پئو' انهيءَ مان هي مطلب نڪتو ته ملائڪن وغيره جو سجدو انهيءَ وقت واجب ٿيو. جڏهن آدم جي "جسم" ۾"روح" آيو. بعد ازان، انهيءَ الاهي حڪم مان هي به ثابت ٿيو ته انساني روح فرشتن وغيره جي روح کان وڏيڪ مڪرم قبول ڪيو ويو، ڇو ته "ساجد" ۽ "مسجود" جو امتياز ظاهر ڪيو ويو. تنهن کان سواءِ، ٻئي مخلوق کي هي به واضح لفظن ۾ ٻڌايو ويو ته انسان ۾ جو روح آهي سو خدا جي روح مان آهي. اڃا به اڳتي هلي، حڪم ٿو ٿئي ته "لَقَد کَرَّمنا بَنِي آدَمَ" (اسان آدم جي اولاد کي مڪرم بنايو) ۽ اهو اعلان، نهايت مبالغي جي صيغي ۾ آيو آهي، جنهن آدم کي سندس جسم سوڌو باقي مخلوق کان مٿي وڃي بيهاريو. خدا وند ڪريم جي مٿئين فرمان (مان پنهنجي روح مان جڏهن آدم جي جسم ۾ ڦوڪيان ته اوهان سڀئي -فرشتا- ان جي اڳيان سجدي ۾ جهڪي پئو) ٻڌڻ کان پوءِ، فرشتا جن کي پنهنجي عبادت ۽ ذات پاڪ جي تقرب تي ناز هو، سي آدم جو صحيح مقام سمجهي نه سگهيا، ۽ کين ضرورت محسوس ٿي ته خدا وند ڪريم کان پڇن ته 'سائين، هي جو اول اوهان جو حڪم هو ته اوهان جي ذات پاڪ کان سواءِ ٻي ڪا به هستي سجدي جي لائق نه آهي، سو حڪم هينئر ڇو ٿو ڦيرايو وڃي' چنانچه انهيءَ سلسلي ۾، رب العزت ۽ فرشتن جي وچ ۾ جا گفتگو هلي، تنهن جو تفصيل قرآن مجيد ۾ ڪيترن ئي جاين تي ملي ٿو.انهيءَ مان ثابت ٿو ٿئي ته فرشتن کي نه فقط آدم جي مرتبي جو اندازو نه هو، پر کين پنهنجي مقام جي به پوري ڄاڻ ڪين هئي. هوڏانهن،آدم پاڻ کي "مسجود" ڏسي قطعاً حيران نه ٿيو ۽ نه تعجب ڪاڏائين- ڇو ته الله جي هن نبيءَ تي الله ۽ غير الله جي سامهون سجدي ٿيڻ جو مفهوم اڳي ئي ظاهر ٿي چڪو هو. سندس فطري ۽ لدني علم مٿس

ظاهر ڪيو هو تہ اِهو سجدو سندس "غير الله" جي حيثيت ۾ نہ هو. اتي، آدم ڏنو تہ پاڻ فرشتن جي انتهائي درجي کان گهڻو مٿي ۽ خدا معلوم ڪيترو مٿي هليو ويو، جنهن مقام جي بلنديءَ جي ڄاڻ بہ قيامت تائين فرشتن کي ڪين پئجي سگهندي. اهڙي اشرف مقام تي پهچڻ کان پوءِ جيڪڏهن انسان "اَنَاالحَقُ" جو نعرو بلند ڪيو، تہ چندان تعجب جي ڳالهہ بہ تي ڇا؟ جتي ذات پاڪ سندس محبوب ٿي چُڪي ۽ پاڻ ذات پاڪ جو محبوب قبوليو ويو، پوءِ جي اتي چيائين تہ :

"من نمی گویم «اناالحق» یار مي گوید بگو،
چون نگویم، چون مرا دلدار می گوید بگو؛
آنچه نتوان گفت اندر صومعهء با زاهدان،
بی تحاشا برسرِ بازار مي گوید بگو"-

تہ انهيءَ دعويٰ مان فقط هيءُ ثابت ڪرڻ ٿي گهرِيائين تہ ڪيس پنهنجي مرتبي جي ڄاڻ آهي.

انساني وجود جي انهن مٿي ڄاڻايلن ٻن جزن ۽ انهن جي حيثيتن کي اڳيان رکڻ بعد، مسلمان صوفين جي وچ ۾ "وجود" ۽ "شهود" جا اختلاف سمجهڻ ڪا مشڪل ڳالهہ ڪين ٿيندي. "وحدة الوجود" جي سالڪن يڪسوئي اختيار ڪري، تَنَ کي تَسِيا ڏيئي، پنهنجون نفساني خواهشون ماري، دنيا جي رنگينين کان اکيون بند ڪري، فقط "عالم امر" تي نگاهہ رکي، الله جل شانه جي ذات ۽ صفات جي معرفت هَٿ ڪرڻ لاءِ، پنهنجي "روح" کي وسيلو بڻايو؛ پوءِ جڏهن الاهي فيض ڪين حاصل ٿيو، ذات ۽ صفات جون تجليون سندن "روح" کي منور ڪنديون رهيون، تہ ڪين "حقيقت" جو مشاهدو ماڻڻ نصيب ٿيو- ۽ ائين ٿيڻو بہ هو؛ ڇو تہ انساني "روح" جو سڌو تعلق "ذات" پاڪ سان آهي. جڏهن الاهي تجليات ۽ ڪيفيات، براہ راست، روح کي حاصل بہ ٿي ٿي سگهيون، ۽ هيون بہ ڪنهن تغير يا فنا ٿيڻ کان مٿي، ۽ "ذات" پاڪ ۽ "روح" جي وچ ۾ بنا ڪنهن ٻئي

وسيلي جي ملي بہ ٿي سگهيون، تہ انهن سالڪن پنهنجي انساني جسم کي وساري بلڪ فنا ڪري ڇڏيو؛ ڇو تہ اها ضرورت محسوس نہ ڪيائون نہ ”جسم“ کي بہ وسيلو بڻائن. ڀٽائيءَ ڪين فرمايو آهي تہ ”گهڙو ڀڳو تان گهوريو، ڀڄي تان مَ گهڙي“،ڇو تہ گهڙو هڪ اهڙو وسيلو هو، جنهن جي معرفت محبوب تائين پهچڻ محال هوس؛ تڏهن وري ٿو ڀٽائي نصيحت ڪريس تہ ”پاڻ مَ ڪٽج پاڻ سين، ريءَ وسيلي وڃ؛ پيلو پيري پَجُ، اُڪَنَبُ ڪڻ عميقَ ۾“.

”وجودي“ سالڪن جو سمورو زور، ”روح“ جي قوتن کي مضبوطُ ۽ پاڪيزه بڻائڻ تي ڄميو رهيو.نتيجو هي نڪتو تہ سندن ڪشف جو سفر پنهنجي روح کان شروع ٿيو، ۽ سالڪ ”عالم امر“ جو سير ڪندو رهيو. انهيءَ سموري سير ۾، بلڪ منزل تائين، سالڪ جي جسم جو، يا جسماني خواهشات جو، يا جن تڪليفن کان جسم ڪيہائيندو آهي انهن جو، هن سان ڪو بہ واسطو نہ رهيو.

”نَڪو آدم اُتَهِين، نڪو جِسم جان؛
نڪَا جزا جاءِ تَهِين، نہ سِرت جو سامان؛
نَڪو قدر، نَڪو جَبر، نہ خوشي نہ ارمان؛
بيخبريءَ جو بيان،’ سچل‘ ڪندين ڪيترو؟“

حقيقتاً، انهن ”وجودي“ سالڪن پنهنجي جسم کي، ۽ جسم جي ترغيبن کي ”نفس“ڪري ڪوٺيو ۽ اُن جي مشابهت ڪتي سان ڏنائون، ۽ شروع کان وٺي انهيءَ لاءِ پنهنجي دل ۾ نفرت پيدا ڪندا رهيا؛ ڇو تہ سندن ڇوَڻ هو تہ اهو نفس ڪين ”عينيت“جي مشاهدي کان پري رکندو ايندو؛ جيئن سَچَل هڪ هنڌ چيو،

”نفس ميڏي دي اينوين شڪل جيوين ڪُتا گُلر ڪالا؛
نِت نِت ڪاوي،نِت نِت ڪوڪي، مَنگي نَرم نِوالا؛
اسين رانجهو هڪ ٿيو سي، ميان ’سچو‘ ٿيا نفس ميڏي دا منهن ڪالا.“

هوڏانهن "شهودي" صوفيءَ، "مَاخلَقتَ هذا باطِلاً" جي بنيادي ارشاد کي پنهنجي آڏو رکي، هي اصول قبول ڪيو تہ "عرفان حق" حاصل ڪرڻ لاءِ روح سان گڏ جسم جي ترقي بہ ضروري آهي- يعني "امر"ءِ "خلق"، جي بئي مظاهرا آهن "ذات" ءِ "قدرت" جا، تن ٻنهي جو گڏو گڏ سفر ڪرڻ ضروري آهي، نہ تہ "عينيت" اڌوري رهجي ويندي. سندن انهيءَ مسلڪ جو نتيجو هي نڪتو تہ جڏهن سالڪ کي رباني تجليات نصيب ٿيون، تہ هن ڏٺو تہ "معبود" سان گڏ "عبد" بہ آهي؛ نوراني روشنيءَ ۾ ڪيس خالق ءِ مخلوق جا ٻہ وجود نظر آيا.

مطلب تہ "توحيد وجودي" بہ عين عرفان آهي، تہ "توحيد شهودي" بہ عين عرفان آهي- جنهن کي جيڪا واٽ نصيب ٿئي!

جيئن اسين مٿي چئي آيا آهيون ، سَچَل فقير "وجودي" نظريي جو صوفي درويش هو، تنهن ڪري سندس ڪلام کي انهيءَ پس منظر ۾ پڙهبو تہ سندس روحاني تجليات جو مزو بہ وٺي سگهبو- ٻيءَ صورت ۾ سندس سلايل گُرَ سمجهڻ نهايت مشڪل آهن.

"تون" هِي سان "تون" هِي ليين،
"مون" ليان "تو" سان.



بسم الله الرحمٰن الرحيم

# وحدت نامو

اول ساراهہ ڪر سبحان جي، موليٰ جو ملڪن؛
مڙيائي محضوض ڪياءِ ڏسو ڏيهہ ڏٿين؛
ڪي ڪامل ڪُرسيءَ تي چڙهي، وَهِ وَهِ وعظ ڪن؛
ڪي ڪاتب ڪتابن جا، سوين سبق ڏين؛
ڪي مسئلا مسائل ڪيون، ناميان نبيرن؛
ڪي پڙهيا پاڻ پروجهہ سان، پڙهيون پڙهائن؛
ڪي وردن وظيفن ۾، شاغل روز رهن؛
ڏسيون وائسيون ورق ڪي، وريون ورائن؛
سِڪَ سچيءَ ڪَون ڪو نڪو، سبق سُورِ سِڪن؛
اڪر لِکن نہ دل تي، تا ڪاغَذَ ڪارا ڪَن؛
مَسُ ڪاريءَ جان مَنَ ڪي، تا ڪاري ڪارو ڪَن؛
مُدعا جنهن ٿئي ڳالهہ ۾، تنهن ويجهو ڪِين وڃَن؛
جو فرمودو واحدَ جو، تاڏي ڪَنُ نہ ڪَن؛
«وفِي اَنفُسكُم اَفَلاَ تُبصِرُونَ»، هِن ويسَهہ نہ وسَهِن؛
بِين مَعنائن ۾، ڪا هَت ڪَيون ڪَهن؛
اِهو فِڪر فائِدو نہ ڪري، توڙئون ڪي تَن؛
فڪر ڪَن نہ فنا جو، تا بقا ڪي نہ پُڇَن؛
هي آتي حيران تيا، اوڳا ۾ اڪَرَن؛
معنيٰ تن جي طرح سان، هڪڙي ٻي چَوَن؛
پڙهيو سمجهيون علمَ تي، عمل نہ آڻن؛
«مَن تَعلَمّ العلم لِلمُنَاظَرَة وَالمُكَابَرَةُ" اَهي منافق مَرن؛
هينئَون مِٽيءَ جي پسِي، تا پاڻ ئي لِڪائن؛

آهي آفتاب آبَر ۾، پَرَ لائق ڪين لَهَن؛
منجهايو ماٺهن کي، ماضين مَذهبن؛
محڪم ماٺهن کي ڪيو، تن جي زنجيرن؛
هُون حديثن ڪِينَڪِي، نہ ۾ آيتن؛
مجن تن کي ڪِين، ٿيو ملا تا مَجن؛
سي سوگها سيئي ڪيا، نامراد نِيرَن؛
اکيا اکين وڏڙا، توڙؤن ٿي ڏسُ تن؛
بِرهَ جي بَئِبان کؤن پاسي اوءِ پَوَن؛
سي پَسڻ کؤن پري ٿيا، ڪين پَساءِ پَسَن؛
محبت جي مهراڻ مؤن، جي مُلا چاش چکَن؛
تہ ڪنز قدوري ڪافيا، لهرن ۾ لوڙهن؛
ڪن سلام صرف کي، هوند نَحو نہ نِهارن؛
پرکَ لاءِ تنهن ڳالهہ جي، باس نٿا باسن؛
آهي رهيا اِتهين، مَٿي ڪِين چڙهن؛
ڪيئي آهن قالَ ۾، باتيون بَس نہ ڪَن؛
ڪي وجي رسيا حالَ کي، ڪي بينا باڏائن؛
ڪي لَنگهي هليا حال کؤن، نڪي قال ڪهَن؛
ڪي دنيا جي طلبَ ۾، هنيا حرص حَجن؛
"طالِبُ الدُّنيَا مُؤنث"، محبت ناهي تَن؛
ڪي ڪوڏيا عقبيٰ جا، ٿيا، هنيا لئہ حورن؛
"طالِبُ العقبيٰ مُخنث ،" مڙس سي نہ چئجن؛
عاشق جي الله جا، سي سائين سيبائن؛
"لاَ مَوجودَ اِلاّ الله"، حاضر ڪيون وتن؛
"طالِبُ المولىٰ مُذَڪر"، هن رسايا رمزن؛
ٻئي جهان ڦٽا ڪيو، ٿئا نئي جهان وڄَن؛
اَصلؤن ئي اختيار ڪيو، فقر فقيرن؛
"اَلفَقرُ خَزِينَةٌ مِن خَزائِنِ اللهِ" بعضن کي بخشن؛

"اَلفَقيرُ لاَ يَحتاجُ اَلِي اللهِ"، پيون ڏنائون پن؛
"اَلفَقرُ فَخري ولفقر مِني"، اِئين آتو عجيين؛
وَتَن ويڳاڻا وِرهہ ۾ نيڻين ننڊ نہ ڪَن؛
راتو ڏينهان روحَ ۾، چَپ نہ ڪو چورن؛
"مَن عَرَفَ رَبَّه كَلَّ لِسانهُ"، ٻڌِي زبان انهن؛
نَشي تن کي "نانهہ" ڪيو، مورئون "مان" نہ چوَن؛
"قُل كُلٌ مِن عِندِاللهِ" اِهو ڪيائون ڪَن؛
"وَالقَدر خَيرُه وَشرَه مِنَ اللهِ تَعَالىٰ"، سڀ اوڏاهون چاڻن؛
مولىٰ جي محبتَ ۾، ڪِيا ٿيا وَتَن؛
سڌ ڪا سَيَئِي سوز جا، پنهنجيءَ رات پَرن؛
آديسي اَرمانَ ۾، گهوماتيا گهَمن؛
ڪِين رئَڻَ ڪَؤن آن جيون، اکيون اوڪارن،
"هرآن سري كه با محبوب دارند،خبر نبودڪراماً كاتبين را سر اهو سائين؛
هَيهات هَيهاتَ، اِها عادت آداسن؛
پنهنجيءَ پَر ۾ پاڻَ کي، تا پَرتَئون پَچائن؛
نِهائينءَ ڪؤن نينهڙو سکيو ساميڙن؛
مَچ مَچايو مَنَ ۾، پاڻ نہ ٻهر وجهن؛
عاشقَ مَتَؤَن آگ جي، اولارا ڏين؛
طالب جي ئِي حَق جا، طَلَب نہ پئي ڇڏن؛
عينان سندين اوجاريون، اڃن اوجاڳن؛
انئي پَهرَ عجيبَ کي، ڪَنڌ اونڌي اورن؛
ڪا ساعت هَڏ نہ سنرا، انهين ري آهن؛
ظاهِر سي ئي زبان سان، پيو تاڪين ڪَهن؛
مامن سان ماٺهن کي، سالڪ سمجهائن؛
صَم بُكمَ سكوت ۾، اڳيون پئي عامن؛
"عينَها باكيةٌ و قَلو بُها ذاكِرٌ"، اهو ذكر چوَن؛
"عَينَهَا تَنَامُ وَلاَ تَنَامُ قَلو بُهَا" دل طرف دوسَن؛

آئي آڏو عامَ جي، اڳهين ڪا نہ ڪهَن؛
"اِنّ اَولِيائِي تَحتَ قَبَائِي"، لائق لعل لِڪن؛
"الصَّبرُ مفتَاحُ الفَرَح"، صبر صابرن؛
بعضي موحد وحدتي، اهڙا پِڀي آهن؛
مست ڪئين منصور جان، سوريءَ سِرَ سَتِن؛
محبت ۾ مخمور ٿيا، ڪامل ڪوڏَ ڪُسَن؛
ڪُرڪَن ڪِنجهن ڪِينڪِي، چڙ پار وِهانءَ وَڃَن؛
رتَ منجهارُون پانهنجي، وضو وِير ڪَرن؛
اِيءَ نماز عشق جِي، ٿهؤن پوءِ پڙهن؛
جي محبت وِڌا مامري، سي ڪيئن مُڙس مُڙَن؛
سوريءَ آتي صابري، ڪيون چيچ چڙهن؛
تَحتون تريءَ تي رکيون، صادق سِرَ ڏِين؛
ڪن سِرَ صدقِي دوست تَون، پيا پهہ ڪين پُڃن؛
نِينهن نهوڙيا نڪِٽيان، جنهن پَرَ ڪاپڙين؛
هِٽي درد دهيون ڪيا، سنديَ سپيرين؛
ڪڏهن اچا ڪپڙا ڊار نہ ڪنهن ڊکن؛
منهن ميرا مَٽي ٿيرا، اهڙيون طرحان تن؛
ڪائي تن جي ڪا نڪا، جُڙي لِيڙَ لِڱن؛
متين پيرين برهنہ، ايڏا سور سَهَن؛
پرٿيو پروانن جان، ڪاهيو تِت پِوَن؛
يَنيڙ باهہ عشقَ جي، سپورَن سَڙَن؛
ڪامِي لَهسي لُوسجي، لائق لعل ٿين؛
آوڙي عام نہ آن ڪي، جي سينڌائِي سچڻ؛
اَچو پَون آڙاهہَ ۾، سِرَ جو سانگ نہ ڪَن؛
ڊِچو ڪنهن جِس جهوپڙا، آڏا ڪين اڏن؛
اوڏنهن وٽ متان پَوي، گنگهر اِي گهارن؛

ري پِريان تن ڪين پيون، ڳالهيون ڪَس لڳن؛
ڏاڍا ڦٽ فـراقَ جا، تن جي چت چاڪن؛
ورهہ وڍي واڍوڙ ڪيا، رويو رت رئن؛
”مُو تُوا قَبلَ اَن تَمُوْ تُوْا“، ائين مَن مارِن؛
آهي مَرَڻ ڪون اڳي مُئا، ”مان“ ڪي ڪين مڃن؛
دشمن دوستَ هڪ ڪيون، گودڙيا گڏجن؛
ان جي آڪين آگم سِتيا، بوندان بس نہ ڪَن؛
سِرُ ڏيو سَنو پرا، وَٺِي ورهہ وَٺن؛
”تَرڪُ الدنيا سُنة طَلَبُ الَمولي فرْضٌ“ هو دِل ڌَرنِ؛
سو يون ڇڏيون سَڱڙا، گوندرَ گذران؛
جوڳي جانبَ ڪاڻ ٿيا، مثل مَستانن؛
اَبتر ڪيائون پاڻ کي، پَسَڻَ لئہ پِرين؛
هاءِ وِڃايو حالڙو، ويتر ويچارن؛
”هو مشتاق علي لقاءِ الله“، ائين محظوظ رهن؛
ڪي فِنا فراق ڪيا، ڪي مليا محبوبن؛
آهِ لقاءُ لطيفَ جو، عيدون عاشقن؛
محبت جي مڪان ڪؤن، لاهوتي لنگهن؛
واديءَ ۾ وحدتَ جي، دانهہ پيير ڌَرنِ؛
”تون- مان“ وجي وچ مون، تہ ڪي پاڻ پَسَن؛
شڪ يقين آتي ويو، برابر چَوَن؛
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نہ ڪن؛
عابد ۽ معبود سو، هڪ نگاهہ پَسَن؛
پاڻ پڙهي پاڻ ٻڌي، پاڻ ئي سجدو ڪن؛
”پاڻ“ مڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، نوڙي نِوڙَتَ ڪَن؛
پاڻ آتي، پاڻ ويهي، پاڻ رموز رکن؛
پُر جهہ مِڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، غير نہ پَسائن؛

ڪافر مومن هڪ ٿيو، پلا ٿا پائن؛
سوئي فَلَڪ سوئِي مَلَڪ، سوئي آدمن؛
سوئي اَحمد سوئِي علي، سوئِي هڪ سَمجهن؛
نانوَ، ڪَنِ اَڪِين جا، وچون ٿِي وجَن؛
بازيون بازيگر ڏِسِي، اِنهيءَ پَتِ پَلَن؛
تان اکيون، ڪَن، زبان سي، ٻوليون ٿيون ٻولن؛
اسين آهيون آدمي، بيحد مَون بشرن؛
ناتہ مِڙيوئِي پاڻ ٿيو، سميع بصير ڏسن؛
عين عليم ڪليم ٿيو، قادر قدرتن؛
هي مڙيون ٿي وصفان، اندر آدمن؛
هي مِڙيوئي حق ٿيو، پيا باقي ڇا بچن؛
وصفن انهن ساڻ، اصل آدمي سڏن؛
هِت آدمَ مون الله ٿيو، پيا سڀ شڪ پَچن؛
اصل الله مَون آدمي، ثابت صورتن؛
مورتَ صورتَ هڪ ٿئي، ڏسج دل نيڻن؛
سوئي ڏسڻ وارو، سو منظور مَجن؛
خالي ڪا نہ جاءِ ٿي، بنا محبوبن؛
سڀ ڪنهن هنڌين سپرين، ڇا جي جاءِ خسن؛
ڪاٿئين پترٿيون پٽَ جون، ڪاٿئين دلقاڪن؛
ڪاٿئين جامازر جا، ڪاٿئين پشمينا پَهرن؛
ڪاٿئين سَناسِن ۾، ڪاٿئين مَنجهہ مَلن؛
ڪاٿئين معرڪن ۾، ڪاٿئين منجهہ ڪُنڊن؛
ڪاٿئين مَسيتن ۾، ڪاٿئين ۾ دائرن؛
ڪاٿئين رهن تقويٰ ۾، ڪاٿئين ۾ ناچن؛
ڪاٿئين تماشن ۾، ڪاٿئين ساجن ۾ سيرن؛
”خَلَقَ الاَشيَاءَ فَهُوَ عَينُهَا“، منجهہ عربيءَ ائين چون؛
پاڻ چوندڙَ، پاڻ ٻڌندڙ، پاڻ ئي ۾ ٻولن؛

سمونڊ سر گردان ٿيو، پيو ۾ عَجَبن؛
”آءٌ اصل پاڻي آهيان، ڪيئن سمونڊ سڏن؛
نانو مٿم ناحق جا، رکيا الاجي ڪَن!“
جي رسيا وڃي وصالَ کي،سي ڇوُرنگ پار پَسَن؛
اول ڪفر پوءِ مَجَڻ، پوءِ تان مَنجهه ڪُفرن؛
پر ڪفر مسلماني هڪ ٿِي، مڙيوئي مَجن؛
نفيءَ مؤن اثبات ٿيو، پيا سڀ ”لا“ ٿِيَن؛
مرشد ڪامل هادي منهنجو، دائم درازن؛
عارف عبدالحق آهي، صوفي صاف سَيَن؛
هُئي شالَ چراغ سو روز شبان روشن؛
عارف جي اولاد کي، دعا سڀ ڪَرِن؛
حيرت ۾ هميشه سي، غازي سڀ هُئَن؛
عشق منجهه الوث هُئَن، سيئي صاحبن؛
تا گهٽين طرحين نوِڙا، مَٿي ”نانهه“ رکن؛
ڏيو روشن تن جو، تائين قيامتن؛
اَجرائي آفتاب کان، هادي شال هُئَن؛
اَظهر هُئن دارَين ۾، برڪت پنجتن؛
هوئن خليفا غوث جا، سي روشن ڪِانئن هُئَن؛
قائم مَسند تن جي، حَرمت خير سندن؛
”سچو“ سگ انهن جو، سندن دروازن؛
ڪَلمو چئو نبيءَ تي، تا چتو کان ڇپن.



# وحدت

## داستان پهريون

١
اَول پيري پَجُ، جي بَنـدَ خيـالاتَ جـا؛
تَنهِن پڄاڻا وَڄُ، حَلاّ جِي حيرتَ ۾.

٢
هِيءَ نہ واتَ هُئاءِ جي، آهي نـڪا تَقلِيدَ؛
تَحقيقاً توحيدَ، آهي راهہَ رسُولَ جِي.

٣
هِڪُ سَفَر ساعَتَ، ٻيو سَفر سالَ جـو؛
پهريون تا راحتَ، پويون تا پوءِ رَهيو.

٤
جي تو ادب آهـ، تا بَنداڻَن ٻَڌِي وَڌين؛
ڪَلَ نَہ پيَڙِءِ ڪاءِ، اُصولِي اِسرار جي.

٥
پُنيءَ جَڄَ نہ جُلُ، مَنجهہ تَماشي نہ پَوين؛
گهوٽُ ڪَري تون پاڻ کي، ڪَر هَنگامان هُلُ؛
پولِ نَہ ٻئي ڪَنهِن پُلُ، وَنِج حالُ حَلاجَ جو.

٦
پُنيءَ جَڄَ نَہ جُل، تون ڪَر پاڻ کي گهوٽُ؛
مَردَ نہ هِتَئُون موٽُ، پنيءَ لائي جَڄڙي.

٧

جَڏهن وِهين فڪر ۾، خاموڪري خيالُ؛
تَڏهن فرق وارا فِي الحالُ، بَندَ بَڌنديءِ وچَ ۾.

٨

حُڪم هَلي تو جَنهِن سان، سو ڪر پيدا پاڻُ؛
صورت سا سڃاڻُ، مُنهن ڪَري مورَتَ ڪي.

٩

"تون"هي سان "تون" لَيين، "مان" لَيان"تو" سان؛
"تون"، "هي"، "آءَ" سَيِهين، "لا"۾ موجودات ٿي.

١٠

جي تو جاتو "پاڻُ" تہ "آءُ" بيو ڪو آهيان؛
ڪَنديءَ غَرق گمان، گهلا انهيءَ ڳالهہ ۾.

١١

اَدبُ اَتئي اوٿ، اوٿِ تہ اڳاهون ٿئين؛
مار نغاري چوٽَ، عاشِقَ "اَنَاالحق" جِي.

١٢

جي فِڪر ڪَوَن فارغ ٿيا، ٿيا دنيا ڪان دور؛
هوندا سي حضور، آءُ ڳرهيون ڳالهڙيون.

١٣

بيرنگيءَ مَون رنگُ، پَسو جو پيدا ٿئو؛
ظاهِرَ ۾ پئو زَنگُ، موسيٰ ۽ فرعونَ جو.

١٤

تون جا پائين مَوجَ، سا مِڙيائي مِهراڻ ٿي؛
هِي اُنهن جا اوجَ، جَن سنبَت سوريءَ پَار ڏي.

١٥

ڏِين ڪُفر دِل دام، ڏج مـڙيوئِي مـوج ۾؛
تنهن کان پوءِ حُڪامُ، هَر ڪنهن هَنڌ تنهنجـو هلـي.

١٦

جـاڏي ڪياڙي، سـجدو تاڏي نـ ٿـئـي؛
جـاڏي مُهـاڙِي، سـجدو تِت صـحـيح ٿيـو.

١٧

ظـاهِر ڪَڪَرُ آنءِ، مِينهُن توئِي باطن ۾؛
پاڻُ آهـوئي پانءِ، جنهن وَسي سان وَسَ ٿئـي.

١٨

سوزُ گداز ءِ غَـمُ، مِـڙيـوئي معافـي ٿيـو؛
مار دَمامين دَمُ، عاشِقَ "اناالـحقَ" جـو.

١٩

جـي ادب کـان نِڳِئـا، سـي ئـي ٿيـا اللهُ؛
هُن وڃايو راهُ ، هـو هـاجي ۾ هـجِي وِيـا.

٢٠

تون تاڪـاتي آنءِ، پاڻُ اَول لَهُـ پانهنجو؛
جيلهان بِئي نانءِ، پَئين تيلهان تـفاوَت ۾.

٢١

چـاڻُ نـ َ تـفـاوتُ، عـبـد ءِ اللهَ جـو؛
هـو آهـي اَمرُت، هِـي پِـي ڏور نـ َ آن ڪـوئن.

٢٢

الله چاڻُ نـ هـن ڪـي، هِـي مِـڙوئـي حَقُ؛
نـاهـي شبهو شَڪُ، جو مَعـلوم ٿيو مرشِدَ ڪَئِن.

٢٣

معلوم ٿي مرشدَ کؤن، ٻي جا ڳجهي ڳالھہ؛
هِن جي چاهہ مجالَ، "هو" ليي "هُنَ" سين.

٢٤

هِي تا مور نہ وَڃٹو، ڇئو وڃي ڪاڏي؟
"هوُ" "هِي"، هِڪُ ڪري، مورک ڇڏِ ماڏي.

٢٥

جهڙو پائيندين، "پاڻُ" پَنهنجو پاڻهين؛
تهڙو ئي ٿيندين، هُت پڻ ساڻ يقين جي.

٢٦

جيڪي آهي هِتِ، هُت پڻ آهو ئي اٿئي؛
پَج اهائي پتِ، تان تون اهو ئي رَهين.

٢٧

جهڙو آهين تهڙو هوندين، فاني ٿيندين ڇا؟
سُڌ پنهنجي سرجي، ڪاملَ پيرَءِ ڪا؛
ڳالهہ نہ سمجهيئي سَا، آوازي "اَنَا الحَقَّ" جي.

## ڪافي ١

پيو ڪو چاڻڻ مَحض گناه،
هــر ڪـنـهـن صـورت آپ الله.

ڪِتـي گـدا گـدائِي والا، ڪِتـي شهنشـاه.
دونهان ڏيک متان ڪو پولي، اولي آبر ماه.
"وَنَفَختُ فِيهِ مِن رُوحِي" آهي، سَهِي ڪر سباه.
"خَلَق الاشياءَ وَ هُوَ عَينُها"، اِهو قول گواه.
صورت منجهہ "سچوءَ" جي، ٻولي پاڻ ٿي بيپرواه.

## ڪافي ٢

عاشق ڏِسڻ ۾ آيو، محبوب گل سَناسِي؛
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسِي.

برهي جِي اک بِينِي، ڪائي مثـال چيـنـي؛
توڙي رنگون رنگيني، چينيءَ جي مَٽ نہ ڪاسي.
گل آب جاءِ جاتـي، محبـوب راز تـاتـي؛
عاشِق ڏِسڻ ڪوئن ڪاتي، رَهندو پتنگ پياسي.
"صورتَ" ۾ جاءِ "دَمَ" جِي، "دَمَ" رِيءَ نہ "صورتِ" ڪمَ جِي؛
دَمَ ۾ جا لذت غَـمَ جِي، وه واه ڳـالهہ خـاصـي.
ابليس جِي وڏائِي، هَر سانس تي سوائـي؛
جِيوَڻ تہ دَم پِلائِي، نہ تہ تحت نَحس ناسِي.
ثابت "سچـل" سچـاري، يـارن جـي يـاد يـاري؛
وحدت جـنِين وساري، تَـنِ تَـنَ مِٽي اٽـاسِـي.

## * ڪافي ۳

هُتِ تان ڪير هُياسِ، ميان وو!
هــتِ تي ڪير آيس، نہ ڄاڻان!

نانءُ ٻئو هُتِ هو منهنجو، هِتِ ٻئي نانءُ ٿياس.
اڃڻ نہ هو هِت منهنجو، پَر ڪَنهِن تا خواهش ڪَنياس.
هُتِ هُيَسُ معشوقيءَ ۾، هِت عاشِق ٿـي آياس.
هـيءَ هَي هُئي هُت ڪا نَڪـا، هِت مَنجهہ پروڙ پياس.
”سـچو“ سـارو، وو، سَچ ٿيـو، وچَون ”آءٌ“ وياس.

---

* ڪافي ۳، اڳتي حقيقت، داستان پهريون ۾ ڪافي ۲۱ طور شامل ٿيل آهي،
ساڳي ڪافي رسالي ۾ ٻہ ڀيرا شامل ڪرڻ جو سبب اهو معمولي وڏاءُ معلوم ٿو
ٿئي، جو عام طور تي سنڌ جي بزرگن جي درگاهن تي عام ڳائيندڙ يا سنڌن
معتقد راڳي فقير طرز ناهڻ / ڳائڻ دوران ڪري ويندا آهن.
مثال طور هن ڪافيءَ جو ٿلهہ آهي:

هُت تا ڪير هياس، ميان وو، هِت تي ڪير آيس، نہ ڄاڻان!

جڏهن تہ حقيقت، داستان پهريون جي ڪافي ۲۱ جو ٿلهہ آهي:
هِت تا ڪير هياس، پلو ميان، تي آيس ڪير، نہ ڄاڻان!
ياٰ بندن ۾ رڳو اڌ دم ڪان پوءِ ”سائين الا“ جي معمولي وڏاءُ سواءِ ٻنهي ڪافين ۾ در
اصل ٻيو ڪوبہ فرق ڪونهي.

## ڪافي ۴

ميلو ٿيندئي، ميلو ٿيندئي، نينهڙو لايُو،
جُڙيا جانِي، مون سان ميلو ٿيندئي!

"وهُو مَعَكم" چيو وصالون، وري سو وره وسايُو.
"وَنَحنُ اقربُ" پاڻ اُتيوئي، موتِي تا بِرهُ بَچايُوَ.
"اسين تو سان، تون اسان سان"، پاڻ پرين فرمايُوَ.
زلفان ڪولِيوَ خيال اسان جي، ڏاڍو ڪو ستم سَهايُوَ.
ڪري امارو اڳيون اسان جي، تيرن ساڻ تَپايُوَ.
راند روئڻ جِي سِکِئين "سَچو" ري، ڏاڍوڪو پور پرايُوَ!

## ڪافي ۵

آءُ تا پيڙس اُتي، جِتِ جاءِ اَدب جِي ناهي.

نادانن ناداني آهي، بيهڻ اُتي بُتي.
وحدت جو پيو باز جتي، مو مرغ اَدب جو اُتي.
وهم خيال وڃايا غيري، خيال هڪڙي ڳُتي؛
سر ڪتايو، سو ڪيئن موتي، ويڙو جو شرط اُتي؛
"سچو" سَچ آهي اِهوئي، وسريءَ نِي پَنج سُتي.

## ڪافي ٦

نانءُ اِهوئِي، اِهوئي نانونَ وَارو، صورتَ مورتَ سائي وو.
اِسم خاني وِچوُن اِسما، اِهو تَسُ هادِيءَ جو جانِي، وو.

آهِ تَعجب اِهو جو، ڪَر لوڪان ذاتِي لِڪائِي، وو.
ڳاهي طاعَت ڳاهي عبادت، سَجدو سَهو سَهائِي، وو.
بئي پارون تان ڏئي ڏيڪاري، اوڙَڪ خَلق مُنجهائِي، وو.
"سچوءَ" سهي ڪئي اِها سَپائِي جا بازِي يار بنائِي، وو!

## ڪافي ۷

آءٌ، ادا سالڪَ، سهِي ڪر تون طلسمات کي؛
پَجُ دوئِي تا ڪل پويئي، دور ڪر درجات کي.

سِر اهو سارو سڻائج، ڪَن نہ ڏي ڪرامات کي؛
ظاهر تنئين تا "ذات" مون، پر سمجھ تون تہ "صِفات" کي.

غازي نہ پائج غير تون، هن محض موجودات کي؛
سِر سڃ، هِن سِر ۾، ڏي مُنهن نہ ٻـي مصلحات کـي.

بـي اعتباريءَ سان ڪرين، هَر هَر نفي اثبـات کـي؛
اثبات ڪوُن اڳنان لنگهي، ڪَر تَم تون طـاعات کـي.

ٿون ڪيئن وٺي ويهي رهين، هَي هاءِ حڪايات کي؛
ڳالهين مَنجهوُن تان ڪين تئي، پَج اوٿ عزيٰ لات کي.

"سچو" روئين چو هيترو، بس ڪر هن برسات کـي؛
تَصديعَ تون چو ٿو ڏئين، محبوت جي محلات کـي.

## ڪافي ۸

ڳالِهہ سَهِي ڪَيَم ساري، ٻَڙي جيڏيون، يارَ جي، وو:
پلو جيڏيـون، هـوءِ... هـوءِ... هـوءِ...!

جي مون وسَهو جيڏيون، آءٌ اهو آهيان آري.
پوءِ پَروڙڻ پاڻهنجي، لاتِي خَلقَ خواري.
پاڻِ ڪري ٿو پاڻَ کي، يارُ زوراور زاري.
"سچُو" ري سِر پانهنجي، ٻِرهُ ڪَيائوُن ٻاري.

# ڪافي ۹

هو سو سَڄَڻ مُون، سانڻ،
جنهن جي ڪارڻ مُون تي پوتيون پتايون!

"وَهُوَ مَعَكُمْ اَينَمَا كُنتُمْ"، آهي سَندس اُهڃاڻ.
جنهن جي ڪارڻ، مون تي فالون وِجهايون!
سَدا مون وٽ سپرين، مُحب ناهي مِهمانڻ.
جنهن جي ڪارڻ، مون تي واتون پُڇايون!
اَهڙيءَ اوڏائِيءَ ۾، ڪو نہ پِيو مُون ڄاڻُ.
جنهن جي ڪارڻ، مون تي راتيون لنگهايون!
هيڏي هوڏي تي ڏنُم، ڪِينَ پَروڙيم پاڻُ.
جنهن جي ڪارڻ، مون تي وِرهون وَسَايون!
پري پِيچُ نہ پنڌڙا، "سَچو" تون پاڻ سُڃاڻ.
جنهن جي ڪارڻ، مون تي ميڙيون سَنباهيون!

# *ڪافي ۱۰

هيڏي هوڏي نہ نِهارِ،
تُنهنجي ويڙهي سو تہ يار وَسي ٿو!

ساڻ سدا آهي تان تنهنجي، پريىن نَہ آهي ٻي پارِ.
قولهي لَهج، پاڻَ مَون، چو تو وَڃين وٽڪارِ.
"وَفِي اَنفُسِكُم اَفَلاَ تُبصِرُونَ" وِيجهو ڪِيمَ وسارِ.
پرِيَنِ نہ پُڇج پَنڌڙا، تُون "سچو" پاڻُ سَنيارِ.

* هيءَ ڪافي ۱۰ سَاڳي ئي وحدت، داستان ٻيو ۾ ڪافي ۳ طور شامل ٿيل آهي، فرق رڳو ايترو آهي تہ هِت آيل ڪافيءَ ۾ "بند ۴" اضافي آيل آهي، تنهنڪري هِن ڪافيءَ کي ئي مڪمل سمجهڻ کپي.

## ڪافي ١١

اُهو ويو هاڻي ڪاڏي، جنهن "سچوُ" سو نانءُ سڏايو!

مُڪڙيءَ مَنجهوُن ، نِي وي ميان، ٿيوگل پيدا، وي ميان،
مُنهُن ڪري بيٺو ماڏي.
سڌ نہ پئي، نِي وي ميان، طَرفَ اُنهي جي، وي ميان،
جان جُٺــو ويو جاڏي.
اهو هلي ٿو، نِي وي ميان، اهو چلي ٿو، وي ميان،
گوشو ڪيو وچي ڪاڏي!
ڏيهہُ ڏاڏاڻو، نِي وي ميان، اڳَہُ ڏنو سي، وي ميان،
پَلٽَ ڪَئي پڙ ڏاڏي!
نانءُ "سچوءَ" جو، ني وي ميان، ويو اوڏاهين، وي ميان
طَلب ويئي پــي تــاڏي.

## ڪافي ١٢

پــولِ نَہ پــئــي ڪَنهِــن پَـلَ،
تــون تہ آدَم نــاهيين.

لِڪو ٿــو لاتِيُون ڪَرين، جيئن بــاغَ اَندَر بُلبُلُ.
مَلڪن ٿي سجدا ڪيا، واه مِــٺــي تنهنجو مُــلُ!
ڪير ٿيائي، ڪير ڪُڏائي، شــاهہ بنا دُلـدُلَ.
اَحد مَنجهارُوُن عَبـد سـڏايو، هُئين تا پارُ اصلُ.
"سَچَل" چَوي سَچُ ٿي آئين، ڪونهي تنهنجو ٿلُ.

## ڪافي ١٣

آهــيــان آءٌ اِســــرارُ،
جيئيون مون کي ڪير پانيو ٿيون!

ڪَنُ نَہ ڏيان ڪيچَ ڏي، پَنيورڻ بيزارُ.
ڇڏي بادشــاهِي پانــهِنجي، ڪِيڙُم هِتِ شِڪــار.
آيُس هِنَ عــالَمَ ۾، باري چاڙهــي بــارُ.
آڻيو صِدقَ يقين سان، اديون ڙي اعتبارُ.
نوري ناري ناهيان، آهيــان ربُ جبــارُ.
مُرشِدَ پانهو نہ ڇَپو، تون "ســچو" آهــين سَردارُ.

## ڪافي ١٤

پَنهِنجي ذاتِ لِڪائي، ڪِيئن بِي ذاتِ سڏايان!

ظــاهِر ڪَريــان ذاتِ ڪــي، تــا هــي بُتَ پَجايــان.
مـنَصُوريءَ جي مَوجَ ۾، تــو "انالــحَقُ" الآيـان.
واديءَ ۾ وَحــدتَ جــي گــهـوري سِرُ گــهُمــايان.
"اعلىٰ اعـظـم شــانَ" جِي نوبَتَ نِيـهَن وَڄايان.
ظــاهِرُ بــاطِن هِڪـــڙو، آءٌ تــا حُڪــم هَلايـان.
"سَچُو" سارو سَچُ ٿِيو، حِڪمت هِيءَ چَـلايــان.

## ڪافي ١٥

اوهين سَـيـئي چونڊ چاڻـو،
نـانءُ مَتِـم آهي ڪهـڙو!

اِسم اصل ڪـون وِرهَ وَڏايـو، صـورتَ هِـيءَ سُجاڻـو.
پاڻِيءَ منجَهون پارو ٿيو پيدا، واهُ عجب ڪوئي واڻو.
شـاهُ جهـانِ جو پانـهـون ٿِي، ڪَرَ وائـيءَ هِنَ وِڪاڻـو.
ڏِسِي تَماشو اِهو سو سارو، وَتي تـان پاڻَ ويڳاڻـو.
نـانءَ وارو، سڻو ري سَرتيون، ٿيو هِتِ ڪِيئَن نِماڻو:
مَستيءَ واري ساڪَ نَہ سلجي، "سَچُو" تون ٿِيءُ سِياڻو.

## ڪافي ١٦

آهـي بـي نـام و نـشـان،
سِر اِنهيءَ جـو نـاهي امڪـان.

طرحِين طَرح پوشاڪان پهريئِن، ڪُل يَوم هُوَ فِي شَان.
ظاهِـر ذاتِ صـفـات سـهـي ڪَـر، سِري سِرهُ الانـسـان.
منصـوري آهـي راهُ اِهـوئِي، جوشَ تنـهـين ۾ آ جـولان.
غَرض گداگر يارَ اچي ٿو، ناتہ "سَچُو" ساروئي سلطان.

# ڪافي ١٧

پاڻَ پرين آهو آهي،
متان پينر پولو پانيو.

جنَهن تي آهي تنَهن تي آهي، نانءُ ٻئي تي ناهي.
پاڻُ پَنهنجو سَهي ڪَيوسين، ڪيچ وَڃُون ڪِيئن ڪاهي.
هيئن تَنهن جو اُوهين نہ جاڻو، ڇوَ تَڏهن ٻئو چاهي؟
"سَچو" سارِيَ صورت آهائِي، لوڏا لَڪَن جا لاهي.

# ڪافي ١٨

تاڏي مُنهَن نہ پيو، ڙِي مُنهنجو،
جاڏ ي لوڪُ لڙي تو.

جيڪو هُنَڙِس جيڏيون، ساڳو آءٌ ٿيو.
پاڻَ ٿي پُنهلُ آهيان، جاڻو ڪونہَ ٻيو.
ظاهِرُ مُنهنجي ذاتِ ڪي، ڪيچن پاڻَ ڪيو.
"سچو" سارو سَچُ ٿيو، وِڇوڻ وِرهُ وِيو.

# ڪافي ١٩

اُتي پيو وَڃي خيال منهنجو، جتي دَمَ قدمَ جي جاءِ نہ آءِ.

لا مَڪانَ مَون لهر لڙهِي، جَنهن مَتي سَبَ هوءِ هاءِ.
وحدتَ جي درياءَ مَنجهارُون، تون پِي وَڃي موجَ مَناءِ.
بِرهَ توتي بادَلُ آندو، "اَنَا الحق" جي هڪَل سڻاءِ.
قطرو پاڻ نَہ پانئِج عاشِقَ، سارويئي تون بَحر سَڏاءِ.
ٻَئي جهان هِڪو ڪَر جاڻين، جلوو تنهنجو جاءِ بجاءِ.
"سچو" آهين سِرُ سُبحانِي، ظاهر جو تُون نانءُ وِڃاءِ.

## ڪافي ٢٠

پاڻ ڪي يارُ نہ ڄاتوم، پينر پَلي آهيان.

ٻَڏيَس ٻيائِيءَ ۾، جو پاڻ نہ سُڃاتوم.
موڳائِيءَ جي مونجهہَ ۾، تي ورهُ وسايوم.
اتَڻُ ويهَڻ پانهنجو، هِي پينَر تي پانيوم.
خاص مُناري خاڪ جي، سو سرَتيُون سمايوم.
ڏِسَڻ ٻُڌڻ هِڪڙو، هي ڪاڏنهُن الايوم.
"يُنطِقَ" واريءَ رمزَ ۾، هِي سِرُ سَلايوم.
نالو آدَمَ جو رکي، هِن حيرتَ هلايوم.
نانءُ مَنجهَوُن نانهِ تِي، هِت "سچو" تي آيوم.

## ڪافي ٢١

ڪَجو اوهين ويساهه،

سرَتيون، مُنهنجي ڳالهہ سچيءَ تي!

آيو ڪنهِن تا ڳالهہ ڪَون: شهود ۾ شاهه.
لَدم هِهڙي هوتَ جو، ريجهائي مون راهه.
جوئي هدايت ۾، سوئِي آهي گمراهُ.
احد احمد هِڪڙو، آهي پاڻَ الله.
ساڳيون اتوَ پاڻ سو، چئو جو آرواح.
"سچو" سچيءَ ڳالهہ ۾، ڪَهڙو ڪَيُم گناهه؟

# ڪافي ٢٢

سڀ ڪنهن ويڙهي تون وسين، ڪونہ آهي پيو تو ري!

چاڻي هيئن چاتوم، توکي سانولَ سڃاتوم،
هر جا آهين تون حاطي.
هَرجا حاضر "تون" موٽي کھڙي آهي" مُون"،
هادِي ڪَڻُ حِجاب کي.
ڪاتئين قاضِي تئين، ويهِي نـاحق فتويٰ ڏئين،
سوريءَ تي منصور جي.
موٽِي تئين منصور، ڪَيئي مُلن جو منڪور،
شاهد تي بيهين شَرَع تي.
"اَنالحَق" آواز هِيِ، تا سارو تنهنجو راز،
ظاهِر ڪَيئي بيهي زمين تي.
سرمد تي اَسرارَ، ڪَيءِ عالم تي اِظهار،
وري وڌءِ شور شهرَ کي.
هي سَبِ ڪَم سنداءِ، آهن جاني جاءِ بجاءِ،
جيڪي ڪرين تون سو تي.
حاضر ناظر تون، باطن ظاهِر تون،
تُنهنجو هُل هَنگام هي.
اُڀريو آفتابُ، جهَليو تارَن هَڏِ نَہ تابُ،
گوشا ويا تِي گم سي.
"سچو" پَڃُ گمانُ، تي حيرتَ ۾ حيرانُ،
جو مولا مُون پانهون تي.

# ڪافي ٢٣

آحوال عشق لائي،
"سِر سِرهُ" ٻُلائي.

سِپِي شيخ عطار جِي، تـو چـوٽـئين چـلائي.
ڏنـوَ تماشو تيغَ جو، ڪُوپَن ڪَنڌ ڪَپـائي.
ديـنَ ڪُفـرَ مَوَن نِڪـري، تـو "انَالحَق" الائـي.
واديءَ ۾ وحـدتَ جي، ڪـوڙيـن سِرَ ڳنـوائـي.
"سَچوءَ"ڪي تنهِن صِفَت ۾، سائين مانَ سڌائـي!

# ڪافي ٢٤

رانجهو چاڪَ ٿي آيو،
نہ ڄاڻان ڪـهـڙيءَ ڳالِھ ڳُڻ.

پَڌر وِجهِي پاڻ کي، لالَن پـاڻ لِڪـايـو.
بَنگـلي ۾ آدمَ جـي، سـاجَنُ پـاڻ سَمايو.
سوئِي چَوندڙ، سوئِي ٻڌندڙ، ڪيائِين ڪو نہَ ڪِنايو.
"مَاراءيتُ شيئَاً اِلا ورأيتُ اللهَ فِيهِ" فـائِق اِئين فرمايو.
"لو ڪَفَ الغِطاء مَا زدتّ يَقـيناً، حـيـدر هِي رنـگُ لايو.
مَاٿهوءَ جي مَظهَر ۾، آٿي سـو نِيهنَ نِوايو.
"سـچـوءَ" جي صِفَت ۾، الله اِئـين الايـــو.

# ڪافي ٢٥

نانوَن حَق چيايو، پلو جيڏيون، وو... هوءِ، هوءِ، هوءِ!

هِنيڙي ڪي حيرتَ، يار وي، آهي آهائِي.
لَهرن بحَرُ لِڪايو.
هِنيَڙي سان لائين، يار وي، رمز اِهائي-
هاديءَ هِيئن سمجاهايو.
جان جسم جِي، يار وي، ڏيئي ڏيکاري-
لِڪ لِڪوتي ٿي آيو.
رنگَ بيرنگَ ۾، يار وي، طرحين طرحين.
يار "سچوءَ" رنگ لايو.

# داستان پيو

١

اَول گمراهي، آهي رباني راهه ۾؛
تنهان پوءِ هَمراهِي، آهي هيءَ هدايت جِي.

٢

جي اول هِدايَتَ، تَحقِيقاً جاڻيج تون؛
زيادہ ضَلالتَ، آهي اُنهينءَ وچَ ۾.

٣

قَدرُ هِدايتَ جو، آهي ۾ ضَلالتَ؛
جي ضَلالتَ نہَ هُئِي، تا ڪاٿي هدايَت؟

٤

جي تو نہَ تَجريدَ، تا آئين نہَ تَفريدَ ۾؛
ڪاٿي ٿِي توحيدَ، ڳاٿي بيهَڻ تانهِنجو!

٥

جِتي ماڻهن ميڙ آهِ، اَتَ تِتي ناهيان؛
سِيسِي سَنباهِيان، پُٺِيءَ شاهَ حلاجَ جي.

٦

جي مَڃِن تا آدمِي، سي نہَ مَڃان مان؛
ڪوئي آهيان آن، جو ٻانهو ڪَنهنِ جو نہَ ٿيان.

٧

پَسِي پَت پُليوس، تا آءُ آدمِي آهيان؛
وچان جان ويوسِ، تہ ساڳيو سائِين آهيان.

٨

ٻيائِي ٻانهَپ ڇڏِ، آءُ تون احديَت ۾؛
لَحمؤن دَمؤن لَڏِ، تا پاڪائِي پاڪُ ٿِئي.

٩

آڇِيا اول آهِ، پوءِ ٽِڪُت جو پنڌڙو؛
جڏهن ٽِڪت جاءِ، وڏُ تـڏهِن اُن حَد ڪي.

١٠

فِراقاءُ فَرقُ، شالَ نہ پوي جيڏيون؛
مون ڪي آهہ مَرَڪُ، سَدا سوزُ پِرين جو.

١١

جَهڙو پانيُم پاڻ ڪي تَهڙو آهيان آنءُ؛
باقِي رهيو نانءُ، "سَچو" مون صاحِبَ جو.

# ڪافي ١

ذاتيءَ مَنجهہ ذاتِ ڇپائي،
بازِي جا يارَ بنـائِي!

هاديءَ حقيقت حالَ جِي، مون کي ساري سُڻائِي.
سَيڪَنهن ۾ سَجڻنِ، نوبت نينهن وڄائِي.
ڪاٿئين "انا الحق" جي، تن چوٽ تہَ چَلائِي.
"انَا اَحمَد بلا مِيم"، اِها مَعنيٰ مڙيائِي.
ڪاٿئين مَسيتن ۾، ٿيو خاصو خدائي.
موتِي مَڙهين وِچ ۾، تَنهن مالهان قيرائِي.
ڪاٿئين وٿِ نہ وارَ جِي، ٿِي ڪاٿئين جُدائِي.
ڪاٿئين مَٿي تَخت جي، ڪاٿِئين گدائِي.
اندر ٻاهر هڪڙو، آهي صورتَ سَيائِي.
ڳالهہ نہَ سَمجهڻ جهڙِي، پر سَيا سَمجهائِي:
ڪافِر مومِن هِڪڙو، "سچو" ٻوڙج، ٻيائِي؛

# ڪافي ٢

سيَ ڪَنهن پارِ پرينءَ جو پَر تو، خوابون عينُ ڪلايو؛

وحدتَ مون، وو، ڪَثرتَ ڪِيائين، رَنگيءَ رنگُ رَچايو؛
تو مان جي پَردي مَون ٻاهر، سرتِيُون چو نہ سِڌايو؛
طرحين طَرح پوشاڪان پَهري، لالَن پاڻ لِڪايو؛
هي سَڀ حُسن هَاديءَ جو آهي، پينَر ڪِيمَ پُلايو؛
پاڻ ڳجهو ڪِيائين پَترائِيءَ ۾، هِيءُ تَنهن هنر هَلايو؛
"سَچيڏني" جي صورتَ ۾ تَنهن، اِهڙي رمَز رلايو.

## * ڪافي ۳

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تان يار وَسي ٿو.

ساڻ سدا آهي تان تنهنجي، پِرين نہ آهي ٻي پار.
قولهي لهج پاڻ مَون، چو ٿو وَڃين وٺڪار.
پِرِينءَ نہ پُڇج پَندڙا، تون "سَچو" پاڻ سَنيار؛

## ڪافي ۳

ناهي ٻاروچو ڪو ٻيو، آهي اهو جو مان روز ڏِسان ٿي!

وِيٺِي هُيَڙَس وَاٽَ تي، آچي وسيلو ٿيو؛
ماڙِيءَ مَنجهہ مَعشوقُ ڏٺوسِين، لالَن پائي لِيو؛
دريءَ مَنجهون ديدَ ڏٺيسُون، لالَن پاتو لِيو؛
جَتَن ڪَج جَتَن جو، سڳَ سَبب سان ٿِيو؛
صحِي سُجاتَم سُپِرين، يار يقينوءَن ٿيو؛
"خَلَق الاشيَآءَ وَهُوَعَينُهَا"، شَڪ وڃون ٻِيو ويو؛
ڪٽِي وِجان آءٌ خوشِيءَ سان، سَرتيُون جي سُنهن ڏيو؛
سَير ساروئِي صُورَتين، پاڻَ قريبَن ڪيو؛
يارَ "سچل" تون صحيح ڪر ڄاڻج، ڪيو خمارن ڪيو.

---

* هيءَ ڪافي ۲، سر اصل هِن ڪان اڳ ساڳي ئي وحدت جي داستان پهريون ۾ ڪافي ۱۰ طور شامل ٿيل آهي. فرق رڳو اِهو آهي تہ هِت ڪافي ۳ ۾ بند ۴: "و في انفسڪم افلا تبصرون" ويجهو ڪيم وسار. ڏنل نہ آهي، تنهنڪري هيءَ ڪافي واتوءِ اٿپوري سمجهڻ کپي.

## ڪافي ۴

حاجي حَجُ اَڄُ ڪيوسي، ڪعبو مُنهُن محبوبَ جو.

هاڻ حاصل سَرتيون، اَڪبر حَج ٿيوسي.
ٿيو قَبوليت مُنهنجو، جيڪو عرضُ ڇَيوسي.
هِيءَ تَنُ طَوافِي ٿيو، وچوُن غيرُ ويوسي.
هاريون ڙي حَرمين ڏي، سَندن نامُ نِيوسي.
اَنِهيءَ ٻاجهُون ناه ڪو، اِهو احرامُ ٻَڌوسي.
اَهو ڪَعبو اهو قبلو، "سَچو" ڏَسُ ڏيوسي.

## ڪافي ۵

تو ڪِيئن وڃايو پاڻ، ڳولي لَهِج پاڻ کي!

پاڻ وڃايو نَہ لَهِين، ڀَڃي شَڪ گمان!
آخر ڳَڏِيُئي ڳهرَ ۾، ميان سوئِي ڳهَرُ سُڃاڻ.
مَڪَڙُ اڪر هِيڪڙو، ميان سوئِي ڪِيرُ سنياڻ.
آهين ناهين آهہ سَيوئي، آهہ نڪو آهڃاڻ.
ڇا جي ڏيندو، ڇا جي لَيندو، صورت وچ سُڃاڻ.
"سَچو" تي سَچُ آئيو، ماڳ اِنهِيءَ مِهمانُ.

## ڪافي ٦

سَيڪنهن صورتَ ۾ سِرَين، سَرتيون ڙي، ساري ڳالِهہ سَليائون.

ڏيو ٻاري سِجَ ڪي، ڪاتي ڪِينَ ڏنائون.
ساڻُ روشِنيءَ سِجَ جي، پُرجهي سِجُ پسيائون.
وحدتَ ڪثرتَ هِڪڙي، جيئن مِينهَن ڦڙيون موراڻون.
"سَچوءَ" سندي ناڻءَ ۾، اِهڙيءَ طَرحَ اُتائون.

## ڪافي ٧

جيئَن سِجُ اَهي پريشان، سوئي ڳولي سِجَ کي.

مَچِلي جيئي آبَ سان، آب پچي طغيان.
تارو پڇي نجَم کي، موجَ پُڇي مِهراڻ.
قَبُرَي پُڇي مِينهَن کي، شاهُ ڳولي سلطان.
هو مِڙيئِي پاڻَ ٿِيو، کير ٿِيا حيران!
"سچوءَ" جي صفت ۾، اِهو باريءَ کيو بيان.

## ڪافي ٨

صورتَ سَي سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پَنهنجو تَماشو!

ڪاٿئين حَنبل، شافِعي، ڪاٿئين مالِڪ، نعمان؛
ڪاٿئِين پَئي پوٿيون، ڪاٿئِين پڙهي قرآن؛
ڪاٿئين اَنَاالحق چَوي، ڪاٿئِين ڦيرائي فرمان؛
ڪاٿئين طفوليّت ۾، ڪاٿئين پيرُ جوان؛
ڪاٿئِين مِير وزير ٿيو، ڪاٿئِين ٿِيو دربان.
ڪاٿئِين اَحمد بلاميمي، ڪاٿئِين هَنو مان؛
"سچُو" پيو صَبرَ ۾، هوءِ حَيرتَ ۾ حَيران!

## ڪافي ٩

بانهون يانءِ مَ ياڻ،
توهين مالڪ مُلڪَ جو!

"لاَ خَير فِي عَبدِي" اِهو اٿئي آهجاڻ؛
ياڻ پنهنجو پاٿين، صورت مَنجهِه سُجاڻ؛
تون ئي جاٽندڙ سَيَڪِي ميان، تِئين ڪِيئن آجاڻ؛
اللهُ الله چو چَوين، پاڻ ئي الله جاڻ؛
"سَچو" سائين هِڪڙو، ناهي شڪ گمان.

## ڪافي ١٠

آءٌ پُنهون ياڻ آهيان،
ڪاڪِيون مُنجان قاصِد ڪاڏي!

اِها صورتَ سَمجهِي ڏِنيَم، ساتِي بِيا ڪيئَن سَنباهِيان.
ڳالهِه پَري هُئي، تِي پِئِي اوري، ڪيڏي سي ڪانگ اڏايان.
مُدعا مَطلب هو مڙيوئِي، پوتِيون سي ڪيهُون پَتايان.
سُڌِ پِئِي مون سِر انهيءَ جِي، ڪيچ ينيور ڪي يايان.
"سچوءَ" مَنجهَون تيو سچُ پيدا، ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان!

## ڪافي ١١

مون سان تون آهين آهين،
ڪڏهن ڪِيئن ڪڏهن ڪِيئن!

اسان نماڻن توُن سُهڻا سائين، هَٿ هَٿئون متان لاهِين،
آءٌ ڪَنِيزڪ، تون تان سائين، سگهَ نہ تَنهِن سان ڪو ساهِين ساهِين.
ڪڏهن آرامِي ڪَرين اسان کي، ڪڏهن بَچِين ٿو باهِين باهِين.
ڪڏهن مَنصُوري دمُ انا الحق، ڪڏهن ڏسين ٿو ڦاهِين ڦاهِين.
حاضر ناظر آهين اسان سان، ڪِيئن چوان تان ناهِين ناهِين.
استَغفِرُ الله ڳالهہ اِهائي، جو ڪُجهہ مُون سان تون ناهِين ناهِين.
”سچو“جي عاشِقُ آهِين اسان جو، تِنِ نہ دردَ جون دانهِين دانهِين.

## ڪافي ١٢

تـو ۾ تَنـدُ تنـوار،
بُـڌيـن نـٿِـي بـوڙي، الا!

ڳالهہ اِهائِي ناهي سَلَڻَ جي، خَرچين سَو لکَ هزارَ.
ساٽِيڙَن، ميان، ڪيا هي سَڏڙا، لاهي سَبِ مَيارَ.
دم غنيمَت جا هِت آهِن، ڏينهَن دنيا ۾ چار.
”سَچلُ“ آکي عِشق مَنجهارئن، تڳان ٿُنهنجِيءَ تار.

## ڪافي ١٣

مَحبوب ڳولي ڏسُ مَــنَ ۾،
مَــنَ ۾ تـون، ڏسُ دل ۾ تــون.

واهَ ڪاريگر سـازُ بَنايُـئي، ”ڪُن فَـيَڪُون“ جي ڪُـنَ ۾.
بـي فـائِـدو بازار گهُـمين تـو، گُـلَ قُـلَ بـاغَ بَـدنَ ۾.
چوريءَ چوريءَ سيَـر ڪَرين تـو، ٿُنهـنجو چانـد چَمَنَ ۾.
”سَچَلَ“، سائين صَحي ڪَر جاتُم، يار گڏيو ڪَڪَ پَنَ ۾.

## ڪافي ١۴

مـون سـاري سُجاتِي، بـازي بازيگر جِي!

مَسـتِيءَ مَون مَنصـورَ جو، ٿِئين جي جَمـاعِتـي؛
سورهيـ بـاسِج سِرَتـي، تـون ڪُسَڻَ جِي ڪَاتِـي؛
غيـرُ نـَ آٿـِـج وِچَ ۾، آهِـين ظـاهِـر تـون ذاتِـي؛
مَتـان پِـائِين پاڻ ڪي، تـون ”سَچَو“ صـفـاتِـي.

## ڪافي ١٥

پاڻ سُجاڻڻ آيو، ڙي، سڄڻ پاڻ سڃاڻڻ آيو،
ڪَم نہ هُيَڙس ڪو بيو!

پاڻون جاڙي پاڻ سان، هِت لُون تا لائڻ آيو.
عَرش مَنجهارون اَلهي، هِت ورهہ وسائڻ آيو.
سوليءَ تِي مَنصُور ٿِي، هِت سِر سَلائڻ آيو.
مِصرَ جي بازار ۾، هتِ مُلهہ وڪامڻ آيو.
”سچو“ ري سنسارَ ۾، هتِ پير گهمائڻ آيو.

## ڪافي ١٦

توڙي پُنيءَ لڳي سارو جڳُ، تان بي چا ٿيو-
ناهي مَجتا ۾ مَطلبُ.

نَفِي سِري خفي اخفا، توڙي جاري ٿِيئي قلب.
ڳالهيَن ڪِئي ڪِين ٿِئي، مَنصوُري منصَب.
ڪاڻ تماشي ڪيترا، پُڇن پار عَرب.
ڪَري ڏيکارين ڪيترو، عالَمَ ڪي بہ عَجب.
نَفلَ نمازان وردَ وَظِيفا، اِهو ڪوڙ ڪَسبَ.
دائرا دَعوتَ جا قرين، ڪَرين تَسخِيرات طلب.
باجهَون عِشقَ اللهَ جي، ”سچو“ ٿِئي نہ سَبب.

# ڪافي ١٧

چئون ميان عشقا ڪيئن، ٿون سوين سيلَ بنائين تو!
يا ٿون آهين ذاتِ ديوانو، جو ڪيڏا ناه نهائين تو.

ڪاٿئين مُلا قاضي ٿون، ڪاٿئين سيد سڏائين تو.
ڪاٿئين مُغ برهمڻ تون، ڪاٿئين بانگ بڌائين تو.
ڪاٿئين مُنهن ۾ محراب، ڪاٿئين تلڪ لائين تو.
ڪاٿئين تسبيحان تون سورين، ڪاٿئين جٽيان پائين تو.
ڪاٿئين پيرين آهين پيادو، ڪاٿئين بور بچائين تو.
ڪاٿئين منبر واعظي، ڪاٿئين پوٿيون پڙهائين تو.
ڪاٿئن زربفت قبائون، ڪاٿئين ليڙا لڙڪائين تو.
ڪاٿئين ڏيئي شرعي فتويٰ، ڪاٿئين منصور مارائين تو.
ڪاٿئين هنومان ڪوٺائين، ڪاٿئين ڏهيسر ڏسائين تو.
ڪاٿئين ٿئين رام يا سيتا، ڪاٿئين لڇمڻ لڪائين تو.
ڪاٿئين نمرود ابراهيم ٿي، ڪيئي بيڪ بنائين تو.
ڪاٿئين ٿي فرعون يا موسيٰ، سڀ صورت ۾ سمائين تو.
ڪاٿئين ٿي بادشاه مُلڪ جو، سارو ديس دبائين تو.
ڪاٿئين ٿئين غرض گداگر، ڪاٿئين توليون ٽڪائين تو.
ڪاٿئين مفتي تون" خدائي"، ڪاٿئين" انا الحق"فرمائين تو.

# حقيقت

## داستان پهريون

١

هُو ٻِي ڪِينَ اچِڻو، هِي ٻِيِي ڪِينَ وِيو؛
نَفيءَ ۽ اثبات ڪَؤن، پَري خيال پِيو؛
"سچو" سَچُ ٿِيو، ٻِي ٻانَهپ ٻولِي ناهِ ڪا.

٢

"سَچُو" سَارو سَچُ ٿِيو، مَنجهان ڪَثرتَ ڪُلُ؛
الَف مَؤن آدَم ٿيو، ڪَري هنگامون هُلُ؛
هِندو مؤمِن سو ٿِيو، ٻول نہ ٻئي ڪَنهِن ٻلُ؛
"خَلَقَ الاشيَآء فَهُوَ عَينُهَا" اِهو آڻ عَمَلُ؛
ٿِج گلابِي گُلُ، مَرُ مارِ نِئِي مَنصُورَ جان.

٣

قلبِيءَ ۾ نہ قرارُ، آهي عاشِقَن ڪي؛
روحيءَ لڪَ رُلايا، نہ نفيءَ نفع دارُ؛
سِريءَ سَوَ وِڃايا، خَفِيءَ ڪيا خوارُ؛
اپَرَ اِخفا ناهِ ڪو، طالِبَ ڪي تَڪرارُ؛
رِيءَ پَروڙڻ پانهنجي، آهِ شيطانن شِڪارُ؛
"سَچُو"هِي سَنسار، سارو پاڻَ سَهِي ڪَرِين.

٤

سائرَ مَنجهہ سَهسَ، گهيڙا گهِڙڻ آئِيا؛
ڪوسِرُ سِيٽا هِيو ڪَيِي، ماني ڪَؤن مَسَ؛
"سَچو" لنگهي لَس، شَرط وَڃِي پيو شَهہ ۾.

٥

اچي اوَتڙياءُ، گهڙيس گهوري جِندڙي؛
چڙهِيَس ڏاڍي چاهَ مَونِ، مَستِي، مَوجَ مَتاءُ؛
تَڙَ لهِي تِرياءُ، شَرط لنگهي پيِس شَهہ ۾.

٦

جي وَجِي شَهہ پِيا، مُشڪل مونِڻ تن جو؛
چا نانگهي چا تارِ ۾، بِذي پَوَن بيا؛
جي وِچوِن پاڻ ويا، سي پاڻ ئي پاڻِي ٿِيا.

٧

گهِڙَن جي گهِيڙاءُ، تانگهو عِشقُ تَن جو؛
جن ڪي عشقَ عَلِيل ڪيو، سي ايندِيون اوَتَڙاءُ؛
جي سُورَ چَڪَنديُون سباءُ، ميهَرُ سي ماڻِينديُون.

٨

اسان پِرِين وِچَ ۾، وَهي ٿو دَرياهُ؛
آهي ڪونہَ اسان جو، هاديءَ ري هَمراهُ؛
سُپيريان توَن سَاهُ، "سچوءَ" تان صَدقي ڪِيو.

٩

ڏاها ڏوُريون پَنڌ، متان پائين پِريَن جو؛
حَبِيباڻو هَنڌ، وجِي ڏِسج اکڙِيَن سان.

١٠

پِرين مُنهنجا پَارِ، تون ڪِيئَن هِت ويلا ڪَرين؟
قاصِد قَريبَن ڏي، دوڙَڻُ تو درڪارِ؛
ڏسِي وَرج سِگهڙو، دوساڻِي دَربارِ؛
لڳِي اتَم لونءَ جِي، عَجِيبَن سان عَارِ؛
ڏاترَ مُون ڏيکار، صورتَ سانگِيڙَن جِي!

١١
آسان پريَن وِچَ ۾، دور وهي دَرياءُ؛
چُوليُوَن چَران ٿِي ڪري، پيو وِڇُڙي واءُ؛
سُٺي آهان آءٌ، ميان هِن مُشتاقَ جُون!

١٢
اسان پرين وچَ ۾، جَرُ وهي جاري؛
هِڪُ ڪَڙَڪو ڪُنَن جو پُوي، پيون ويريُون ڏي واري؛
هُت ساجَن جا سارِي، سا دَهلي ڪِينَ دَرياءَ کَنوَئن.

١٣
مُون تان توڏي موڪلِي، لِکِي ڪِتابَتَ؛
ڏَکَن جي هِنَ ڳالهڙيءَ، مُنجهائِي مَصلحتَ؛
ڪِيو فَنا فرض سُنتَ، سِڪَ تَوهان جيءَ سپريَم.

١۴
چَري چَري مَ چئو، چَريو آهي لوڪُ؛
جو چَرئي لَٿو ٿوڪُ، سو "سَچُو" آهِ نَ سبِ ڪنهن.

## ڪافي ۱

سالِڪ راهَ سُڄاڻِي، پاڻُ نظر ۾ آڻِين،

جاءِ نَظَر جِي آهِين اصلَ ڪوُن، يارَ يَقيناً ڄاڻِي،
پاڻُ وڃائِج نُور نَظَر ۾، تہَ وسرئِي ٻِي آڪاڻِي،
فنا ڪوُن اڳِي بَقا نہَ ڏِيندين، جِيئَن پارو ۾ پاڻِي،
صورتَ مَنجهان ڏِي ٻي صورتَ، وِچون گَرد اڏاڻِي،
هادِيءَ حقيقتَ هيءَ سَمجهائِي، "سَچو" ساهہَ سيڃاڻِي.

## ڪافي ۲

لوُن اُچي پاڻ لاَ پِيَو، ناتہ مون کي ڳَل نہ هوئِي،

اصلَ لاڪون عِشق لائڻ جِي، ڳالِهہ اِها خوش آيَوَ،
دَردَ فِراقِ جي ڏِنيو امَانت، اِها سانَولَ سيڃايوَ،
عَرشَ ڪَرسِيءَ جا ڪِين قبولِي، اها اسان ڏي هوت هَلاَيَوَ،
ڳالِهہ پُرجهَڻ جهڙي نا هُئي، پاڻَ سَڄَڻَ سَمجهايَوَ،
ڏينهَن انَهيءَ جي، يارَ "سَچوءَ" کون، سچي ڳالِهہ سَلايَوَ.

## ڪافي ٣

تُنهنجو دَردُ اصلَ کَئِن اِختيار ڪَيوسين، ميان،
تُنهنجي سُخَن سَچَن اُتي اِعتبار ڪَيوسين، ميان؛

ڪِي تا پُڇَن پرينءَ کي، ڪُرسِيءَ يَا عَرشَ اُتي،
تُنهنجن اِڪِن مَنجهان سُهٹا اِسرار ڏٺوسين، ميان؛

ڪي تا تابع تجليّ يا شُعلِي نوري يارو،
اسان صورتَ هِن ۾ تادِيدارُ ڏٺوسين، ميان؛

تنهنجو حُسن ڀِنهي جهانين، يار سَچڻ سَهِي ڪيوسين،
تُنهنجي سچيءَ ڳالِهہ هِنَ تي اِقرار ڪيوسين، ميان؛

هو جو ڪَيَڙُوَ مون سان، سو پانهنجو وعدو پاڙيو،
سِر ساهہُ صدقي صدبار ڪيوسين، ميان؛

"سَچو" سَگ دروازه آهي، روز اَزلَ کَئِن، ميان،
تو پيرَ عبدالحَق جو پيزار ڪيوسين، ميان؛

## ڪافي ۴

وڃِي اڪيون ڪاتي لايُئي،
حالَ حقِيقتَ جي سان:

فِڪر اِنهِيءَ ۾ ميان ٿِي فنا تون، پاڻُ پَنهنجو پايُئي.
اِهڙيون ڳالهيون سُڻ ري عاشِقَ، بسارو سو عشق وڌايُئي؛
محبت وارو دل جي اندر، ڏايو ڪو مَچُ مَچايُئي؛
ڪَنيئي پَلڪ ۾ پاڻهي ، پُولي ڪَنهن نہ پُلايُئي؛
جي تِئين عاشِق يار "سچو" ري، اِئين سو عِشقُ ڪَمَايُئي.

## ڪافي ٥

ڪَــلَ نہَ پَــونَــدي ڪــائِـــي،
عَـجَـب جيهي اسرارُ اُنهِـيءَ جـي.

هُئي حَلاجَ ذرو سُڌ سِرَجِي، تَنهِن سِيسِي ڪوڏَ ڪَپائي؛
لاهـي حِجابُ حـجابُ وڌائِين، هِـيءَ حِرفَتَ يـارَ هَلائِي؛
"سَچو" سوئِي صاحب آهِين، پر سڀ ۾ ذات سَمـائِي.

## ڪافي ٦

جِهڙو هـيءُ عجائب آهـِ،
نـاهـي عـجب ٻيو ڪـو اِهـڙو؛

هيڏي هـوڏي نـہ ڏسين، مُنهُن پاڻـيءَ ۾ پاءِ،
پوءِ تـصـور هـن ۾، ٻي بـازي ڪـا نـہ بـنـاءِ؛
اڪيون ٻَنـي جي ڏسين، هـادي آهـي هَر جـاءِ؛
"سَچوءَ" سارو سچُ چيـو، هـيءُ رمز دل ئـي سـان لاءِ.

## ڪافي ٧

اِهــو ڏاهــيـون ڏَس آهـــ،
ســانــول اِتـي وســي ٿـو؛
ڦولهي لَـهج پاڻ مؤن، پَـري نـہ پـيـرا پـاءِ،
دائِـم آهـي دوستَ جِي، تُـنهـنجي جيءَ ۾ جاءِ،
ڪَنـهِن جي ڪـارڻ ٿِي ڪَريـن، هـاري ڙي هـاءِ هـاءِ،
سوئِي ڏسندڙ ، سـوئِي سُڻـندڙ ، پاڻَ ئـي ڳالهيون ڳاءِ،
سارا ڏونگر ڏورئـين، ڪـاڪِي ڙي ڪَنهِن لاءِ؟
"سَچو" وڏو ساهـَ ڪـؤن، ڪـيـر چَـوي تـا نـاءِ!

## ڪافي ٨

هِي چَـڏيـج هـو وِنـيـج،
مـتان ڪا بِـي ڳالِهہ پُـڇـيـج.

دئيءَ واري دامَ ڳوُئن، پِهريون طالِبَ پاڻ ڪَيِيج.
مُرشِدَ جيئن فَرمائِيو، واقف سو تان ڏَسُ وَٺيج،
سِر سَهِي ڪَرِ پانهنجو، ٻئا آڏاٽا ڪيِم آڏيج،
لاري لَڳُ نہَ ڪَنهِن ٻِئي، عاشِقَ اِنهيءَ پَنڌ پئبج،
ويسَهُہ واريءَ واٽ تي، "سچو" ڙَي ڻون سِر سَٽيج.

## ڪافي ٩

پاٽَهين پارئن يارَ، قاصِدُ مون ڏي اَڄُ آيو!

اَچَـڻَ سَنـدي اَن جــي، اَتِي ويــا آزارَ،
ڏورو ڪيڏو تَن لايو.

ڏنا دلاسا دل کـبي، رهـبـر راتَ هــزارَ،
سَنَدن روحَ جو رايو.

هيڏي هـوڏي نہَ وجي، اَچج ۾ اِعـتـبـار،
مـحبت مِڙيوئِي مايو.

اَچڻ جا مَـحبـوبَ ڪَيـا، پَڪا قـولَ قَرارَ،
"سچو" توڏي هُـٿن سَعيو.

## ڪافي ١٠

يِلِي ڪَري آئـين، هِت ٿـون گهُـرجـين يـارَ!

هِت ٿنهنجِي گهُرَ گهَٽِي هُئِي، دوست مِٺا دلدارَ!
جاڏي تاڏي جَلوو ٿنهـنجو، عَجب ٿُنهنجا چَمڪارَ.
هِي يِي، هـو يِي هِڪُ، ديسُ تنهنجو، چَئِين ڪُنڊين چوڌار.
اَچِي ٿئِين هِڪُ "سَچوءَ" سان، لاهـي ٻـيـائِيءَ بـارَ.

## ڪافي ١١

عاشِق مَرندا ڪِينڪِي، رهندا ڪِينَ مَڪانَ ۾.

ديوانـي درياءَ جو، پِيتئون پيالو پُر ڪَري،
اَجر مَنجهہ امر ٿيا، اهـي گَڏيـا ڪِـينَ جهـانَ ۾.
غيبَ ۾ جي غَرق ٿِيا، تَن گـهاءَ گـَردَن ۾ لَڳا،
ٻولِي ٻولن ٿا ٻِـي نـڪـا، اهـي رَهـن "الاَمـانَ" ۾.
ڪيئِي پَڙهندي سالَ ٿيا، روزا نمازون نَفل نِي،
ٿَن ڪُنـَن ڪَلَ ڪانہ ڪا، باطـونَ جي بيانَ ۾.
چِين ولايت گهر ڪَري، گهَڙِي گهارن ڪِينَڪِي،
پَسَن هـادِي حَق کِي، رهـن ٿـا بئـبـانَ ۾.
هَردم آهـي دم دوستَ ڏي، اهي سُوُنهن ٿا سَرانجام ۾،
سو "سچوءَ" کي ئي مليو، هي گـَر اچِي تہ گِيانَ ۾.

## ڪافي ١٢

ڪِيئن وساري تو ويهون ويهون،
پريان سَندي پارَ جِي، ووميان.

ساهـَ سَنيون تان يادِ ڪَيُون، سي اُهِن عجائبَ جيهون جيهون.
کهڙيين ڳالهيين عاشِقِ اسان کي، ٽَڪَ لورايا تو ڏيهون ڏيهون.
اِهي عتابَ تون رکين تو ڪيها، پکي اسان جڙي پيهون پيهون.
هِنَ پچاڻئن مَتان آسان تي، ڳالهيُون رکين تَون ايهون ايهون.
"سچو" اسان جو تون، اسين تنهنجا ڳالهيون ڪرين پيون ڪيهون ڪيهون!

## ڪافي ١٣

اَءُ ڪانگا ڪَر ڳالِ.
اُهِن ڪيهيون آسان جيون ڳالهيون.

مون سان ڪَري جي ڪالَهہ وئين، اُهي تان وعدا پال.
هِنَ غريب سان پرين گَذائِج، بِرهَ ڪِيسَ بيحال.
هيڏي اچڻ جِي هُئِي اُنهن کي، ڪا تان قيل مقال.
باجهہ پَويئي وي باروچا، نِج نِماڻي نَال.
ياد ڪَرن تا هُتِ توئي کي، وجهہُ نـَ جيءُ جَنجالَ.
"فَاذڪُرونِي اذڪُر ڪُم"، پَئين ٿون ڪيهي خيال.
قولَ پرينءَ ڪَيا جي تو سان، سي تا سَبِ بَحال.
دل بَدَل آهي توءِ پرين جِي، "سچو" ٿون پاڻ سَنيال.

## ڪافي ١۴

پاڻَ پُنهون آءٌ آهيان،
اڙي پيئَر پُلي ناهيان.

تيو تيون مُنڪر ڳالهه اِنهيءَ ڪئن، چَو تڏهن پيو چا هيان؟
ڪيچ پنيور پري وسنو اسان جي، ڪهڙي طرف آءٌ ڪاهيان؟
هَر ڪو چَوي تا سَهسِين عاشقَ، نانءُ پاڻَ ئي توئن لاهيان،
هِت هُت آهي صورتَ منهنجي، ناهه نه ڪو پيو ناهيُن،
پَنهنجو پاڻَ ئي سان يارَ "سَچو" ڙي نينهُن اِهو ئي لايان.

## ڪافي ١٥

مَحبوبُ مِنو آهي مَنَ ۾،
معشوق مِنو آهي مَنَ ۾!

بيفائدو بازار گهُمين چو، اتئي بُلبُل باغَ بَدَن ۾؛
بِيائِيءَ سان تو باهر ڳولين، نه تئِي بَرَ بَحرَ ۽ بَنَ ۾؛
چِهرا چوريءَ چليو ڏسين چو، اتئي سو چاند چَمَنَ ۾؛
زلفَ زنجيرَ ڪُئن زاهِدَ پَڳا، اهي ظاهِر پَرَستَ ظن ۾؛
عاشِق سَوين احوالَ ۾، آڪِن اَنَا حَقّ" اَنَ ۾؛
سَت زيورَ سينگارَ ڪَري ني، دوست آيو درسَنَ ۾؛
"ڪُل يَوم، هُوَ فِي شَانِ"، آيو ورنهه هر ڪَنهِن ون ۾؛
دلبَرَ ديرو دائم دل تي، چو ديکين درپَن ۾؛
ڪري تو آهُون ڪِينَ سُٺي تو، اتئي قُدسِي ڪلام ڪنَ ۾؛
مُرشد ڪامِل سانولُ سُپرين، آيو صاف صَحَن ۾؛
فيض "فاروقِي" فائَقَ بَخشيو، فهماي هِنَ فَنَ ۾.

## ڪافي ١٦

سِگهَڙي لهج سَنيال،
هادي هِنَ جي حالَ جي،

ڪوتَه ڪَريو قالَ ڪي، آٽي ۾ آحوالَ:
سگهو موٽِج سُپرين، توريءَ ڪَيَم ڪَشالَ:
فنا ڪَريو فِراقَ ڪي، ويجهو ڪريو وِصال:
گهٽا لايوَ ڏينهڙا، ماريَس هِنَ مِثال:
آوهان باجهوُن سُپرين، هِهڙا ٿِيڙم حال:
اڱڻ هِنَ جي آءُ تون، "سچوءَ" مَج سوال.

## ڪافي ١٧

زاري پينَر زاري،
اڳيئن عَجيبَن جي آهي اسان جي!

روز اَزل ڳُڻ عاشقَن جي، سُوريءَ تي هسواري،
شاه مَنصور حلاج حُسَيني، سُوري ڪِيئن سينگاري.
هِيءُ ٿئي گم آهو ٿئي ظاهِر، چُپ چِپان چوڏاري.
"سچو" ساهه سِري ڪر صدقي، سَرِسُ وٿين سَرداري.

## ڪافي ١٨

تو دوستيءَ جو دمُ هڻين، پَر ڪيئن ڪُسِي قربان ٿئين.

مَهَند مَنصُوريءَ جي ٿون، مَنجهه مَعرڪي مَردان ٿئين.
وري صحِي "اَنا سِره" تَنهِن اسم مَوَن انسان ٿئين.
جي تو پوي سُڌِ سور جي، حيرتَ انهيءَ حيران ٿئين.
نعرو "اَنَاالحَقُ" جو هڻِي، تِي مرد سر ميدان ٿئين.
جي دم سُڃاڻين پانهنجو، ٿُون دين، تون ايمان ٿئين.
هِي پَنڌ سو پُرزا ٿئي، جي نينهن جو نيشان ٿئين.
"سچو" يَڪايَڪ، يَڪ ٿئين، تون شمع، تون پروان ٿئين.

## ڪافي ١٩

مين ماهِي دي لڳِ ماري،
ماري آئون ڦِر جياري.

چَونديَس پيش پِرينءَ جي، حال حَقِيقتَ ساري.
جا نالو ونَندي نينهَن جو، تَنهن ڪي اِيندي شَهَر نِڪاري.
دم نَ رهندي دوستَ ري، شوقُ سَندو شِڪاري.
مَستَن ڪي محبَتَ جي، آهي ڳِچيءَ ۾ ڳاري.
جي اَول ماريو پوءِ جيارن، تَنين ڪَڏ قطاري.
چِڪِي ٽِيَڙس چت ۾، دوستَ ڏني دلداري.
"سچيڏني" ڪي عِشق جِي، صاحِب ڏي سَرداري.

## ڪافي ٢٠

عاشِقَ ڪَيئَي اُداسِي،
وهَ واهِ ڳالِهہ خاصِي.

لَئِن لَئِن مَنجهہ روز ازل ڪنئِن، آهي وِرهہ اُوهان جي واسِي.
”عشق نار احِترَق“سٽِي اشارتَ، هيءَ دل تاڪِينَ هِراسِي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، بات اِها اسان باسِي.
برهہَ اوهان جي ڪِيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سَناسِي.

## * ڪافي ٢١

هُت ـتـا ڪير هُياس، پَلو ميان، تِي آيس ڪير، نہ ڄاڻان.

نانءَ ٻيو هُت هو منهنجو، سائين الا، هِت ٻئي نانءَ ٿياس.
اڄڻ نہَ هو هِت مُنهنجو، سائين الا، پَرَڪنهِن تا خواهش ڪنياس.
هُت هُيَس مَعشوقيءَ ۾، سائين الا، هِت عاشِق ٿِي آياس.
هَي هَي هُئِي ڪانہ ڪا، سائين الا، هِت مَنجهہ پَروڙ پياس.
”سَچو“ سارو سَچ ٿيو، سائين الا، وچَوَن ’آءُ‘ وياس.

* هيءَ ڪافي ٢١، پوئتي وحدت، داستان پهريون ۾ ڪافي ٣ طور شامل ٿيل آهي.
وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو صفحو 64 فٽ نوٽ.

# داستان پيو

١
جي اچين تا اچُ، نہ تہ هت پُورَن پَچاڙيو؛
محبَتَ باريو مَچُ، سِيني مُنجهہ "سَچوءَ" جي.

٢
ڪيم مَهِينا لاءِ، اَءُ پَلا پُلي آهِيان؛
اچِي اکَڙيُون ڪَٿِي، "سَچوءَ" کي سَرچاءِ؛
جانِي جوڙيَم جاءِ، تو لڳِ اکڙيُن ۾.

٣
چَشمَن جِيءَ چمَڪارَ، ساهہ مُنهنجو سوگهو ڪِيو؛
ويهي واٽڙيُن تي، رُئان زارو زار؛
هوت آچِج هيڪار، اگڙ آسروند جي.

۴
مات ڪريان تان مُشرڪ ٿيان، ڪُچان تہ ڪافِر؛
اِنهيءَ وائيءَ وَرُ، ڪو سَمجهي "سَچيڏنو" چوي.

٥
روئَڻ ڪان نہ رهن، اَيَل اِهي اکِيُون؛
سيڪنهن ويل وهَن، اَتن اٿر اوهِيرن جا.

٦
لَحظو نہ لاهِين، بارَ مَتَن بَرسات جا؛
اکين ڪي آهِين، اٿر اوهِيرن جا.

٧
بادلَ وارا بارَ، چشمَن تي چڙهيا؛
رئن زارو زار، آتن اٿر اوهيرن جا.

٨
آئي نِي مُند مِينهَن، آهي اڪڙين کي؛
رئن راتو ڏينهن، آتن آٿر اوهيرن جا.

٩
آهِ اِها ئِي تاتِ، آگم اڪڙين کي؛
ڏينهنَ آئن رات، آتن آٿر اوهيرن جا.

١٠
آگم اڪڙين کعي، سدائين آهين؛
سي ڪِيئن اوڳائِين، جن کي آٿر اوهيرن جا.

١١
اڪِين کي آگمَ، هِن سَدائين سَرتيون؛
گوندر گڏيون غَمَ، اتن اٿر اوهيرن جا.

١٢
لايون پِرت پَسن، آئون آگم اڪِن ميڙيا؛
سي تان ڪِيئن نَ وسَن، جن کي اٿر اوهيرن جا.

١٣
ڏسن ۽ رئَن، اِها عادت اکين کي؛
سي سرهِون شالَ هئن، جن کي اٿر اوهِيرن جا.

١٤
آهي ريجهه رئڻ، آيَل اڪڙين کي؛
هُئي تَن هُئڻ، جن کي آٿر اوهِيرن جا.

## ڪافي ١

آءُ تہ ’مان‘ ’تون‘ وَڃي، يار،
ٻِـي ڳالهہ ڪَر مَ ڪائِي.

ڳجهِي ڳالهہ هاديءَ واري دل تي دائِم،
فراموش ٿِي ٻي ورونهن وائِي.
بَحَر تي جا لهَر لڳي ٿي،
آسان پاڻ بازي اصل ڪوُن بَنائِي.
آهي هُوءِ حيرَت هَو جِي جِسمَ تي،
حَرفُ حَقَ جو آهي صورتَ سَيائي.
لٿو جهڙ جو هو نَظر ۾، ظاهِر ٿيو سِجُ،
ٿِي آجُ سرا سَر سَهائِي.
آهي "سَچو" سَچُ تحقيقَ ڄاڻين،
جنهِن مَست ماريو دمُ خدائِي.

## ڪافي ٢

سچا سي سخن هاديءَ جا، يارو، اڄ ياد آيا سي،
تَنِهن ڏينهَن لاڪُون اڄ تائين، آهي بَرچشم چايا سي.

ڪَيوَ تان قولُ سائِين هي، مِڙن آڌو پَڪو مون سان،
هوندا سين دمبَدم تو سان، اِنهيءَ وعدي وٺايا سي.

ڏيو هِي تن طاعَت ۾، گَڏيو هِي جان جانان سان،
پَري چاڙهيجو پاڙيءَ ڪي، لاڙي هِن يارَ لايا سي.

روزا ڪيئي، نفل نِمازان، توڙي سَو ورد وظيفا،
سَڀيئِي لڳَ ظاهِر آهن، سبق ساچن پَڙهَا سي.

پَئو جي خيال خاصي ۾، سچاڻو پانهنجِي صورتَ،
بِڌي، بولي ڏسي ٿو ڪير، فڪرَ بيا سي ڦَلايا سي.

ويٺو مَنجهہ بادشهہ محلي، بولي ٿو ڪِيئن آهي بولِيُون،
آهو بادشاه آهو بنگلو، نہ بي پولي پُلايا سي.

جيڪي ڪيا دوستن مون سان، آهي ڳڻ تان نہَ وسَرن ٿا،
هُئا گڏ جي حبيبن سان، چڱا سي دمَ لنگهايا سي.

شڪر الحمدلله ٿو پڙهان لکَ بار شڪرانا،
آهي پيهي پَڪي آيا، جَنِين لءِ پَنڌَ پُڇَايا سي.

"سَچو" سگ آهي دروازي ازل جي روز سائِن جو،
پَنهنجو سي ڪِيئن ڇَڏيندا هي، توڙي عيَبن اٿايا سي.

## ڪافي ٣

چو ڪَرين تو آرمان،
جيڪي آهين سوئي ٿيندين!

اُتر اُپَر اولهہ ڏکڻ، سَر زمين چا اُهو آسمان.
پاڻون جاڻي پيرَ گهُمايَئِي، ٿي صورتَ ۾ انسان.
اَتَڻ ويهَڻ چاڻ اِهو ئِي آهي، "ڪُلَ يَومٍ هُوَ فِي شَان".
"ڪُلُ شَيءٍ يَرجَعُ اِلىٰ اَصلِه" قادرَ ٿيو فرمان،
هاديءَ حقيقتَ هِيءَ پُر جهائِي، "سَچو" تون سُلطان.

## ڪافي ٤

بِرهہ جي بازار،
جيڪا ڏسَڻ اِيندي.

جيڪا جو ڏسَندي تجلو تُنهنجو، وهَندي سا ڪِينَ قَرار؛
سودو جا ڪندي سِرَ جو، وهَندي سا ڪِينَ قرار؛
چَوسُولَ اَندر سُرخِيءَ مائِل، تيز گهُمي تلوار؛
جي ڪَنهن چَمڪو ڏٺو تُنهنجو، سا سِرُ ڏيندي سَردار؛
"سچو" اِنهيءَ سيرَ ۾، آهي ڪُسَڻَ جي ڪَار.

## ڪافي ٥

پانهنجا وعدا پاڙيا، سانولَ سائِينءَ!

هو جي ڪِيائون اصل اسان سان، سي قولَ تہَ يار وساريا؛
ڏينهن اُهي مون ڪَڏَهن تا نہ وسِرن، جي مون گَڏ گُذاريا؛
سُخن سَچائِيءَ يارَ سَجَڻ جا، سي هِنَ ساهہَ سنياريا؛
اُنهن ڪارڻ شَهر بَحر هي، مون تان نِتُ نِهاريا؛
دوستُ "سَچوءَ" جا دور هئا جي، سي واليءَ هِت وِرايا.

## ڪافي ٦

جو تو ڳولين يار، سو تان تو ۾ آهي!

ڏونگر ڪيڏا ڏورئين، ڇو تون ڪني لاءِ؟
هيڏي هوڏي نہ وڃين، پاڻَ ئي ۾ مُنهن پاءِ؛
دل واري خاني ۾، سَندي جانبَ جاءِ؛
اِهڙيءَ اوڏائِيءَ جي، "سَچو" ڪَلَ نہ ڪاءِ.

## ڪافي ٧

سَل سوداگَرَ يارَ، ڙي مِيان،
ڪَهڙي ديسوَن آئين آئين؟

ظاهِر ٿئين ٿون وو اچي زمينَ تي، ڪَٿي ڪَنوريءَ بارَ؛
هَلِي اَنا هُونَ وو اچي اِتاهِين، هَنجين سو پُوتَئي هَارَ؛
طَرحين طَرحين وو اچي ڪَيَئي هِت، صورتَ جا سينگارَ؛
شاهہ آهين وو يا نہ گُماشتو، لايَئي ڪَيِ قَطارَ؛
اچي پِياسي ووسَڻُ "سَچو" ڙي، شوقَئِن مَنجهہ شُمارَ.

## ڪافي ٨

جهلِيو جَن تي حالُ،
اُنَهن کي اَءُ ڪِيئَن نہ سُڃاڻا!

مَجِن ماضِي ڪِينَڪِي، نَڪوِاستقبالَ؛
لِڪو ناهي لوڪَ کَوَن، اُنهن جو احوالَ؛
جي مُون پُڇِيو جيڏيُون، آهي ورهہ وصالَ؛
ووءِ ووءِ ٻاجهُون تن کي نڪو قيل نہ قالَ؛
"سچوءَ" سُڃاتو تن کي، جن کي عِشقُ ڪَمالَ.

# ڪافي ٩

مُون کي عِبرتَ آهي، آهڙي حالَ جي،
هاريون حيرتَ آهي اِنهيءَ ڳالِه جي:

ڪاٿِئن ڏاڍو، ڪاٿِئن هيٺو، ڪاٿِئين جوڙ جٽيا تو پائي؛
ڪاٿِئين ڪوري، ڪاٿِئين موچي، ڪاٿِئين سيد سڏائي؛
ڪاٿِئين تارڪُ، ڪاٿِئين سارقُ، ڪاٿِئين مڪ مِلائي؛
ڪاٿِئين شاهِي، ڪاٿِئين سپاهِي، ڪاٿِئين حُڪم هَلائي؛
ڪاٿِئين ڪافِر، ڪاٿِئين مومِن، ڪاٿِئين سوريءَ سِرُ هَلائي؛
ڪاٿِئين گسائين، ڪاٿِئين سَنياسِي، ڪاٿِئين بُتَ بَنائي؛
ڪاٿِئين سامِي، ڪاٿِئين اِنعامِي، ڪاٿِئين تِلڪ لڳائي؛
ڪاٿِئين قادر، ڪاٿِئين نادر، ڪاٿِئين "سَچو" نانءُ سڏائي!

# ڪافي ١٠

پِريَن سانَ پَتِ پَري، ڙي جيڏيون، منهنجي!

دعا ڪَريجو جيڏيون، وري سو هوتُ وري؛
ڏونگــَر مُون ڏورائِيو، سَنــدي ذوق ذري؛
سَهي سُڃاتم پاڻَ ڪَوَن، پُنهون ناهي پَري؛
تو ڪِئن سَري سُپرين، توريءَ مون نا سَري.

## ڪافي ١١

وٺي خَبَر خاطو آيو، خَيرِصَلاحَ جي مُون ڏي.

پارِ پنهورَ جي اڄُ صُبحاڻي، تان هو ڏٺِن ڪي سَعيو.
طرف تنهنجي آهِ اصلَ ڪَهُن، روحَ سندن جو رايو.
نِينهَن جي نياپَن جَڻُ اسان ڪي، محبَن ساڻ ملايو.
ٿيان قربانِي آءٌ تَنِين تَوَن، جَن تان نِينهَن نِباهيو.
اِيندئِي اُهي جن جي ڪارڻ، ويٺي تو ورهه وسايو.
پيو پِرينءَ وٽِ، هاڻي تُنهنجو، "سَچو" ڙي پَنڌُ سَجايو.

## ڪافي ١٢

جَن لائِي توڙِ نِباهِي، آءٌ صَدقي وڃان تَن تَوَن!

شَابس آهي اڪَڙين ڪي، جن وٺِي دل ورائـي.
يِلي ياڃِي پِريَن ڏنهن، اڄُ اسان ڏي آئِي.
راتو ڏينهان آهي ئي، واتِ اُنَهن جي وائِي.
ڏيهاڙي ڏسَڻ سان، مَحبت آگ مَچائِي.
ووءِ ووءِ وائِي واتَ ۾، "سچوءَ" آهي سَدائِي.

## ڪافي ١٣

سُهڻي سَڄَڻَ سان نِينهڙو لايوسي!

وردَ پَڙهِيَم تي وچَ ۾، اَديون ڙي، اَڌو عَشق آيو سي.
سَڀ وساريئين ڳالهيون ڏسڻ سان، اديون ڙي، ڏايو پُور پرايوسي.
هِن وجهي پيون ڳالهڙيون، اديون ڙي، ڳليءَ ڳليءَ يارُ ڳايوسي.
اول وقت عَجيب جي، اديون ڙي، اِنهيءَ گهُورَ گهايو سي.
"سَچوءَ" سَوَمبارڪان، اديون ڙي، چاهُن سِرَتي چايوسي.

## ڪافي ۱۴

شوريدن ڪوئن حال،
پيچ وجي پوءِ هنوءِ ۾.

مجلس وچ آن جي، تان ڏسني خاص خيال.
آگهه لهج آن جي، تان تو وٹ ٿئڻ آهي وصال.
ورقَ وسارج وچَ جا، تا فارغ ٿئين في الحال.
عقل اُچلج اَبَ ۾، تا بِرهُ ڪَرئي بيحال.
جي تون وسهين ويسلا، هي "سچوءَ" سَچ سوال.

## ڪافي ۱۵

ساري ڏيهه نہَ ڏي ڙي،
پانهنجي دل سَمجهه سَنيالين.

ڳالهه پُچين جي پرينءَ جي، حَرف حالئي جا هِي ڙي.
اُچل نہَ نِڪر پِترَ جان، نِينهُن پاڻَ ئِي سان ني ڙي.
هاريُون، انهيءَ حالَ جو، قُرب سُجاڻن ڪي ڙي.
پاٺهين آهِن پِدرا، "سچو" سالِڪَ سي ڙي.

# ڪافي ١٦

ٿنهنجي حُسن ماريا، سُوريءَ سي سنياريا، اِنهيءَ ڳالھ ڳاريا،
-هزارين هزار!

اهي يارَ آيا، نيزن جي نِوايا، نِيئي سِر سَلايا،
تنهِن تو اگهار.
جَنهِن موج آئي، تَنهِن سَدِ سَيائِي، ڪيهي ڳالھ ڪائي،
لنگهيا شهسوار.
ڪَمر جا بَڌائون، وري نا ڇوڙيائون، نَئِي سِر ڏنائون،
لاٿائون مَيَار.
مَچَڻ هَٿ هٿي سي، اِها ڳالِھ ڳَٺي سي، تَريءَ سِر ڪٽي سي،
ڪيائون نِثار.
جن موجن چڙهيا سي، لهرن لڙهيا سي، "اَنَالحَق" پڙهياسي،
ڪنيا هِن خُمار.
هِي نعرو هنيائون، "اَنَاالَحَقّ" پَڙهيائون، نَئِي سِر سلَيائون،
ٿيا گم غبار.
مَي جا پيتائون، هي سِهرا ڳَتائون، وڏي وِڪ وڌائون،
پاڙيائون قَرار.
پهلوانَ پاسي، نہ ٿيندا ڪَڏهان سي، اِها باتِ پاسي،
هَليا حُڪمدار.
مُلڪان مُلڪَ ۾، مَلڪَ ۽ فَلڪَ ۾، سڀئو سڀ خلَقَ ۾،
پَئِي هِيءَ پچارَ.
منهنجهوُن حُبّ هلياسي، مَاري چوٽَ چلياسي، وجي رنگ رلياسي،
تَنهِن هِي تَنوار.
اِها اعتباري، سوري جَن سواري، عجب خوشي خُماري،
ڪُٺن جِي قَطارَ.
نِشانا کوڙيائون، مُنهن نامُوڙيائون، ٻِئِي هَٿَ ٻڌائون،
ڪُٺا قُربدار.

تِي مَنصورَ مَستِي، ڪيئن گـُم هَستِي، هَنيائِين دو دستِّي،
تپش جِي تَرار.

تي شِبليءَ شابِس آءِ، سُورن جي سَراپاءِ، يڪيائين لِڱن لاءِ،
وجو دوُن وسار.

مُلا سو قاضي، ڪـڙي ڪيائون بـازي، منجهـن گـنوُ غـازي،
ڪـڙا ها جونجهار.

هنيئِين پير جَنهن تي، ڏنئِين سِرُ پِرِي تنهن تي، نہ سڌ هي سين تي،
تِئِين سَچُ سچار.

"سچو" سِڪَ تَنهِين جي، جِنب جاءِ جَنهِين جي، نہ پرواهہ ڪنهين جي،
رکي نِي سنيار.

ويي سِر پيچاڻون، "أنـا الحـق" واڻـون، اهـو سِر سُڃاڻـون،
آڻيو اِعتبار.

هنيائين هَڪل هيءَ، وئي تان شڪل هيءَ، نہ حاجت عقل هيءَ،
جَليا جلوه دار.

ڏنئون مُنهن مَتاري، نہ ڪاڏي نهاري، ستيو سِر سچاري،
دليون دوستدار.

سچي ڳالهہ ڪيائِين، نہ ڪوڙي چيائين، نِباهي نينهن نيائين،
ڪارڻ هڪ نظار.

باهِـن ۾ وڌائـون، پوءِ لهـرين لوڙهيائون، "اَنَاالحق" بڌائون،
تي هَي هي هونگار.

پِرِي بغداد سارو، مڙيو بَهت پارو، منجهـن نَر نعرو،
هڻي هوشدار.

"سچو" عشق ايندئي، اچي ڏاڻ ڏيندئي، "مـن و مـا" نيندئي،
ڪندئي گل بهار.

## ڪافي ١٧

هٿئون پيتو مون تان پير مُغان جي، جام شرابون شوري.

دَور ڪارائي دل کي ٿو، چشمان ڪيف ڪَڪوري؛
اصل ڪوُن منصور جو اُنهيءَ، ڪاتيو ڪنڌ ڪوري؛
نشي منجهه نواز ٿي، گهوريون هي سر گهوري؛
جنهن ساقيءَ سُرڪُ پياريو، اٰءُ ڪيئن پُڇان تنهنجي توري؛
پِنهان ڪيائين پاڻ کي، چِت "سچوءَ" جو چوري.

## ڪافي ١٨

مون کي آهن ياد،
مِٺيون تنهنجيون ڳالهيون ڳالهيون!

هي نماڻي ڏوهن هاڻِي، دوست پهچائين داد؛
پرين پنهنجي پار جو، عشق ڪرين امداد؛
"سچو" آهي اوهان جو، تَنهن جي دوست ڪريو دل شاد.

## ڪافي ١٩

مين ماري،
محبت تنهنجي، ميان!

ورتم دڳ درد جو، تنهن سڀ ڪا واٽ وساري؛
ڳِلا ۽ غيبت جي، سِر تي ڪنيم ڪاري؛
چنڊ آيري آئيو، ويئي سڀ آنڌاري؛
مِڙني مِٺياڻن ۾، نِينهن ڪئي نِرواري.

## ڪافي ۲۰

جـا چـوڻ جيـهـي نـاهـ،
سـائـي ڪـيـئـن چـوان؟

ڳجهي آهي ڳالهڙي، ڪنهن ڪَل نـ آهي ڪاءِ؛
اوڏي نـاهـي پـروڙ ڪـي، ويـجـهـي نـ ويـسـاهـ؛
هُئڙي سُڌ حلاج کي، تنهن سِسي ڪوڏ ڪپاءِ؛
پـوڻ آهـي اونـهـن ۾، جـتـي هـوءِ هـواءِ؛
"سچو" سر نـ سَلڻ جو، سو تان سڀ منجهاءِ.

## ڪافي ۲۱

جنهن دل تي آهي جوش،
سا دل سورن سان سنري.

اَءُ هـڏ گـهـوري اُن تؤن، جنـهـن تـي جوش خروش؛
ڳالهہ ڳرهڻ ڪهڙي، خلق اڳؤن خاموش؛
اثر اهـي عـشـق جـا، اول وڃـائـي هـوش؛
سـالـڪ سڪ نـ سرهـا، گـونـدر ڏي ڪـن گـوش؛
"خَلَقَ الانسَانَ عَلي صُورتِه" پادشاهي پوش؛
"سچو" سوريءَ وڃاڻا جي، مَي ۾ ٿيا مدهوش.

# سسئي

## داستان پهريون

١

نـاهـي ويـچاريءَ وَسُ ، جو ڪَري مـات پَـئِـي رَهـي؛
ڪَنهِين ڇَن نـ ڇڏيوم، سـندو گـورَنِ گَـسُ؛
ڏونگر منجهان ڏَسُ، پونـدم هـوت پنهـونءَ جـو.

٢

وَيَـم لالَـنُ لوءِ، هِـيءَ اُٺـاسِـي نـنـڊ ۾؛
پَلَيءَ هـيئَن نـ پـانئيـو، پِيـو پروڙڻُ پـوءِ؛
هـوتُ وِتِم جي هوءِ، تا سُڪ گـذاريون ڏينهـڙا.

٣

منهن ڏيئي آيام، جبل جهاڳـڻ ڪيـچ جا؛
طعنا تهمتَ لوڪ جـا، سِـر ڇَـڳا چايـام؛
پَت پَـلـيءَ پايام، سِهـرا سُـور پـريَـنِ جـا.

٤

هـيءَ نِماڻِي نـال، سنـگت ڀَڄـو سـاٿـيـو!
ايندي پُـٺـيءَ آن جي، جيهـي تيهـي حـال؛
هِن ڳوليندڙ جي ڳالهہ، ڪا هئي هوتياڻِنِ ۾؟

٥

رُئَـڻ زارو زار، راتـو ڏينهـان آهـ مـون؛
ڪـوڙي ڪان قـريبُ ويو، هِـنيـڙي مَنجهہ هـزار؛
هن ڳولـيءَ جي گـفـتار، ڪا پُـڌيَـوَ پـاروچـن ۾؟

٦

وڃڻ ذوق ضرور، هِن ڪاهِل آهي ڪيچ ڏي،
ڏسان شال اکين سان، هوتاڻو حُضُور،
منهنجو ڪو مَذڪور، بُڌوَ ٻاروچن ۾؟

٧

سرتيون سڪ سبيل، اندر منجهه عجيب جِي،
راتو ڏينهان تي ڪريان، زاريون منجهان زِيلَ،
هن ڪمينيءَ جي قِيلَ، ڪا هئي هوتياڻن ۾؟

٨

پِرين ڏيئي پور، ويا ويچاريءَ ڪي؛
تنهن دنيا جو دُور ڪيو، سيو شوق شعور؛
هن مُئيءَ جو مذڪور، ڪو ٻُڌوَ ٻاروچن ۾؟

٩

ريءَ ڪر تنهن گولي، آهيان آرياڻيءَ جي؛
جو ڏنائون ڏِيل کي، سو جهليم ۾ جهولي؛
هن ٻانهيءَ جي ٻولي، ڪا ٻُڌيوَ ٻاروچن ۾؟

١٠

ساريون پچي ساٿَ، سنديون ڪيچن خبرون؛
هيڏي اچڻ جي هئي، ڪيچَيڙن کي ڪا تہ؛
منهنجي پيي مَصلحات، ڪا ٻُڌيَوَ ٻاروچن ۾؟

١١

لَڪين ڏيئي لَت، پاڻ ئي ڪريان پڌرو؛
سارو وندر ووڙيان، جيڏيون ڪارڻ جت؛
منهنجي ڪا مَصلِحَتَ، هئي هوتياڻِن ۾؟

١٢

ڪري ساٿ سوال، تہ ڪيچن جي ڪا ڪَلِ ڏيو؛
جا ڇڏيائون ڇپرين، موٽڻ تنهن مجال؛
هَي هَي آرياڻيءَ ري، هوڙا تيڙم حال؛
سندي هِن سنيال، ڪا هئي هوتياڻين ۾؟

١٣

راتو ڏينهان رَت، اوتڻ آيم اُن ري؛
آيل عشق عليل ۾، شال نہ پوي ڦٽُ؛
جبل سبي جهاڳي وڃي، جيڏيون ڏسان جَتُ؛
هِن مُئيءَ جو مَتُ، پوي مذڪور پرين ۾.

١۴

اٿر ڪيو افسوس، مُئيءَ جي مِرُن ڪي؛
جُودَ تنهين جي جوش، سارو روح رتيون ڪيون.

١٥

گوندر گذاريام، سي تان پلا ڏينهڙا؛
سي ڪنهن ساعت سپرين، تي صحي ساريام؛
هي ڪشالا ڪاريام، ساعت هڪ سمهڻ جي.

## ڪافي ١

ڏونگر آهي ني ڏس، ميان، هاريون منهنجي هوت جو.

هلان تہ هلڻ نہ ٿئي، ناهہ ويچاريءَ جو وَس؛
راتيون رهڻ روهہَ ۾، ڪاڪيون آهي ڪس؛
ڪيَڙو عشق عجيب جي، هنيڙي منجھہ هَنبَسُ؛
آهي عجيبن جي، "سچو" سِڪ سَرس.

## ڪافي ٢

منهنجو پانڌيڙا پرينءَ کي، ڏيج هي نياپو-

ڏيئي ٻاهہ پنيور کي، هيءَ ڪيچ ڪندي ڪاپو؛
اصل لاڪُون آهي، منهنجو ساڻن سياپو؛
آهي اوهان جو سپرين، هن چوريءَ تي چاپو؛
منهنجو محبوبن کي پيو ڏيج نہ ڏوراپو؛
سدا آهين "سچوءَ" کي، تون جيءَ جو جياپو.

## ڪافي ٣

پري ٿين نہ شال، پرين پاڙيچا پرڏيهي!

ساڻن ٿيس نہ سنگتي، هَي هَي ههڙي حال،
جَتن ڪيڙم جيڏيون، جتِ سانُ مون جال،
دوستن بنا ديس ۾، جيئڻ منجھہ جنجال،
ڪنهن در ڏيان دانهڙي، هو جيٰ کهي ويڙم ڪال،
ڪوڙين ڪيَڙم ڪيترا، انهن ڪاڻ ڪشال،
سبي ئي "سچو" آئيا، جن لڳ وجهايم فال.

## ڪافي ۴

پينر هي پنيور، آسين چڏي ويندا سون!

وس نہ آهيان پانهنجي، پلو ميان، پورن ڪيڙو پور،
-هت رتي نہ رهندا سون.
جاءِ عقل جي ناهہ ڪا، پلو ميان، عشق ڏيکاريو هت زور،
-آهي وٺي ويندا سون.
پورهيو ڪنديس پرَ جو، پلو ميان، چڏي پيو تڪ تورُ،
-آسين جا ڪي جيندا سون.
ڪاڪيُون وَجي ڪيچَ ۾، پلو ميان، لاهي هِنئين جو هورُ،
-ڏُکَ ڏورا پا ڏيندا سوُن.
"سَچو" ڏٺي سَجَڻَن، پلو ميان، شوقَ مَچايو شورُ،
-تَن جي پکي پَهندا سوُن.

## ڪافي ۵

آهي ويچاري ڪا وَسِ، ميان، توکي معلوم مِڙيوئي!

ويٺي آهيان وات تي، گولِي ڪَجو گَسِ، ميان.
سارو وِندرُ ووڙيان، ڏاها ٿنهنجي ڏَسِ، ميان.
ماٿهو شَهر پَنيورَ جا، رُوحَ نہ آچَن رَسِ، ميان.
"سَچو"پوءِ پِريَن کَئِن، آهي پَنيوران بَسِ، ميان.

## ڪافي ٦

ڳوٺ ساري جون ڳليون ڳليُون، ور، نِتُ ڏِسڻ مون کي آئيون.

رَت روئڻ کون اهي اڪڙيون، ڪين سي جهلجَن جهليون جهليرن.
ڪيچئڙن جُون وَري قطارون، هيڏي ٻٽيونسين هليون هليون.
سي نہ وسرن ڳالهيون اهي ، يارَ سَچڻ جي تو سليون سليون.
چاڙهيئي آسان تي دردَ فراقَ جون، چُوهہ ڏاڍي مَون چليون چليون.
روز ازل کَون ڪيوَ" سَچوءَ" سان، يارَ يلا، ڪيئي پليون پليون.

## ڪافي ٧

هوت اچج هت هاڻين، پنهنجا ڏک ڏسينديس، ميان.

دوست اوهانجڙي آهيان، ميان، سائين لڳ سُڃاڻين،
-پاڻ گوليَن گڏينديس، ميان.

تون تان صاحب سُپرين، ميان، هيءَ نانءَ نماڻي،
-توکي سائين سڏينديس، ميان.

پَکا پَکن سامهان، ميان ، آرياڻي مون آڻي،
-توکي اوڏا اڏينديس، ميان.

پُنيءَ لڳس تانهنجي، ميان، حُبَ مَنجهوئن هوتياڻي،
-آءُ ڪا پاندُ چڏينديس، ميان!

سچو اُوتي سپرين، ميان، پنبڻن مان پاڻي،
-ڏک ڏورايا ڏينديس، ميان

## ڪافي ٨

هوتَ پرين هڪواري، مُون کي اچي مِلج، ميان!

ڏونگر ڏورَڻ موئن نہ ٿئي، ميان الا، آءُ اوري تون اَري.
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، ميان الا، زور ڪرينس زاري.
جا اوهانجڙي ڪونجي، ميان الا، ساتو ڪيئن وساري؟
هيجوئن ڪنيم سر تي، ميان الا، بارُ برهہ جو باري.
ويئي ڏسان واٽڙي، ميان الا، مونجهہ اَوهان جي ماري.
"سچوءَ" سندو سڄڻا، ميان الا، ٿيو فراقُ فراري.

## ڪافي ٩

آيَس آءٌ ڪي اُوڏِي، جهاڳيا مون تان جبل جالَ!

جي مون وِسَهو جيڏيون، آهيان ڪيچن جي آءٌ ڪوڏِي.
حُب جنهن کي هوت جي، درد نہ ٻئي ڪَنهن ڏوڏي.
ڪيئن ڪريان آءٌ ڪاڪيون، هوتُ منهنجو سو هوڏِي.
دَردُ جنهين کي دوست جو، لَکَن سَانا لوڏِي.
سيڻن خاطر سڻ "سچو" ڙي، ڳاهہُ ڪنديس ٻَڌي ڳوڏِي.

## ڪافي ١٠

وِيَڙا جي وٹڪار، اچا وري ايندا سي!

ڪي ڏينهن پهچڻ ڪيچ ۾، قصد ڪندا ڪوهيار،
- اسين ڪاڏي نہ ويندا سي.

پوءِ منهن رکي جيڏيون، پاٹون جاٹي هِن پار،
- آسين ڪاڏي نہ تيندا سي.

آيا جاٹي سپرين، جيءَ نِي پيڙو جار،
- نيهن نيبَهڻ نيندا سي.

هاٹي "سچو" مون ڪٹن وسري، ڪَترڻ واري ڪار،
- اسين جا ڪِي جيندا سي.

## ڪافي ١١

اُهي ڪهڙي طرف ويام، آءٌ ڳوٹ رَهِيس سَيِ ڳولي!

عشق تہ عاشقن جا، ميان، اڳهين تي پڌام،
- هاٹي ٹوليءَ مَون سو ٹولي.

ڪوڪان چڙهي ڪوهہَ تي، ميان ڪيچئڙن ڪيام،
- هاٹي چوليءَ مَون سو چولي.

ڏوريندي مون ڏونگرين، ميان، سرتيون سال تيام،
- هاٹي رمز لڌي مون رولي.

"سچَل" آءٌ تان ناهيان، ميان، ساري سڌ پيام،
- اِتي پاٹ پاروچل بولي.

## ڪافي ١٢

واٽ ونـدر جي ڪـو ڏسـي، وو ڏسـي، مون ڪـي جـيڏيون!

سپريان جي ساٿ جا، آهيون سو عاشق آسي، وو آسي.
سڌ تنهن ڪي سُور جي، جام پنهون جا پَسي، وو پَسي.
وهان ڪيئن پنيور ۾، خانُ ويو دل ڪَسي، وو ڪَسي.
پـريـان سندي پار ڏهون، مانَ ڪو رهبر رَسي، وو رَسي.
هيڪند ٿيان جي هوت سان، هينئڙو منهنجو هَسي، وو هَسي.
سِر "سچوءَ" جي سانوڻ وانگر، برهه جو بادل وسي، وو وَسي.

## ڪافي ١٣

ناهه ويچاريءَ جو وس نِي، توکي معلوم مڙيوئي، ميان!

آهي هن ڪميٽيءَ کي، ميان، ڏونگر سندو ڏس نِي.
چڙهي ڏونگر ڏاڪڙو، ميان، ويڙهي اسان جي وَس، نِي
حالُ هن جو هيٺو، ميان، پاڻ پنهون آچي پَس، نـي.
باروچاڻي جاتِ ۾، ميان، تون سانول آهين سَرس، نِي.

## ڪافي ١٤

مون وٽ هو مهمان، پلو جيڏيون، آچا ڪالهه قافلو!

آتم اوٺارن جو، ميان، آيل ڙي آرمان.
ڏئي ڏکيءَ کي ويا، سورن جو سامان.
جتن سندي جات لءِ، هَي هَي هيءَ حيران.
ڪندي وجي ڪيچ ۾، هيءَ برهه جو بہ بيان.

## ڪافي ١٥

صدقي صدقي هي سِر، ميان، آهي ڪوهيارل توئن صدقي!

ڪافَ ڪشالا ڪيچ جا، ظاهر ٻُجهَن ٿا زر، ميان.
جبل گهايا جوش موئن، گهائي ڪِيڙَڙوَ گهرُ، ميان.
محبت جي ميدان ۾، گهيڙ ڏسي وجي گهڙ، ميان.
ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، ترسان هڏِ نہ ترُ، ميان.
جيڏيون جانب جت لئہ، پئي پئي وَتي هِيءَ ٻرُ، ميان.
حبيباڻي هنج ۾، ڪِيهہَ ڪريٰ وجي ڪرُ، ميان.
"سچو" سچيءَ سڪ مَون، فاقو ڏِسِي نا ڦرُ، ميان.

## ڪافي ١٦

يار تون سان منهنجي زاري، آهي سوَلڪ واري، ميان!

ونـدر جـي وٹـن ۾، واجهہ وجـهي ويچاري،
-سا تان محبت ماري.
هـي تـا حـال حقيـر جـو، آچـي ڏس آري،
-ڪَنيَم برهہ باري.
آزل لاڪوُن آهِي ئي، يار تو سان منهنجي ياري،
-پاتم گچيءَ ڳاري.
سور ٿُنهنجا سپرين، چُڪِيءَ ڪي چوڌاري،
-وجهج گهوٽ نہ گهاري.
آهي هَٿِ حبيب جي، ڳالهہ "سچوءَ" جي ساري،
-ڪندا نِي پوئواري.

## ڪافي ١٧

پورهيت پاڻيءَ ڀوئِي، خان ٻاروچار ٿُنهنجي!

حاضر خدمت آچِي اوهان جي، حال چوندِيس روئـي؛
ساٿي اسان جي سڌ لهڻ لءِ، ڪڏهن نہ مُڪو ڪوئي؛
قولُ ڪيو هوءِ هوت اسان سان، سائِين پورو ڪر سوئي؛
ڪيئن وساري وهان اوهان کي، ڪَئِي تا هـهڙي توئي؛
طوطي جي ڳچيءَ سوَ سَلامن، "سچوءَ" مُڪا پـڻ پُوئي.

## ڪافي ١٨ *

هوت ڏهون هاڻي اَيُون، مان ڏي خوشخبران جي!

آچِي اڏيون اوڏڙيون، جاءِ تُنهنجَـڙيءَ جايون.
چڏي شهر پنپور کي، پـيـر وري ايڏنهن پايون.
ٿيون چِيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون.
"سچوءَ" سَنديون دانهڙيون، دوست وري ورنايون.

## ڪافي ١٩

ڙي جيڏيون، هاڻي هوت ويا جي، وڃ، سي موٽي مانَ اچن!

دعـا ڪـريـجو جيـڏيـون، پَري نـہ هـوتَ وڃن؛
سِگها موٽن پوئـتـي، اچـي ويـڙهـي هِن وسن؛
وجـي ڪـيـچ وٽـن ۾، پـورهـيـائِت پُـچَـن؛
ڪيچي ڪميٽيءَ جي هُت، ڪَچي شـآل نـہ ڪَن؛
"سـچو" آصـلـوئن آهـي، سرتيون سَـگ سـنـدن.

---

* هيءَ ڪافي ١٨، مترفق ڪلام ۾ ڪافي ٩٠ طور شامل ٿيل آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو صفحو 64 فٽ نوٽ.

## ڪافي ٢٠

يارَ ساٿيو، ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان...

پلو ڙي ميان، ڪيچن جي ،وو، ڪلَ مون کي ڪائي ڏيجو.
هيءَ نماڻي، وو، ورَ وڪاڻي ميان، نال نباهي نيجو.
ڪيم وساريو مُئي نہ ماريو، ميان، ڇوري تان مَ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن ايندا، ميان، لوڪوئن تان نہ لڏيجو.
آءٌ اوهانجِـڙي اصل آهيان، گولِي ساڻ گڏيجو.
جنهن ويلي، وو، هلو اِتاهون، "سچو" نانءُ سڏيجو.

# داستان پهريون

١

ڪوڙيين قرباني، تيان هوت پنهونءَ تان،
ساهه سِري صدقي ڪريان، سندن مهماني،
هي جوين جواني، تي اَجائي گذري.

٢

جبل جالون جال، سو مون ڏورڻ نه ٿئي،
وڏا وڻ وٽڪار جا، ڪافن ڪوهه ڪشال،
هي مون ڏسي حال، پاروچو پاجهه ڪري.

٣

پاجهه پاروچا ڪر، مون تَرُ تيليو نه ٿئي،
ويچاريءَ جي ور، ڪر بلوچا بَئبان ۾.

٤

اَچ آري چام، ڪو مُنهن موڙهيءَ جو ڪرين،
مون ڳوَن مير مُدامَ، هي تر تيليو نه ٿئي.

٥

آءٌ تون پنهون يار، ڏسي حال حقير جو،
هن نماڻيءَ نِڪار، هي تر تيليو نه ٿئي.

٦

هِن دم آري آءٌ، ناهيم حال هلڻ جو،
مون نماڻيءَ ڪانءٌ، هي تر تيليو نه ٿئي.

٧

ڏيهه سندو تيو ڏور، رهبر ٿيءُ رُڃَن ۾،
مون ويچاريءَ مُور، هي تر تيليو نه ٿئي.

٨
چپر تا مَ چڙهين، آءُ هوتياڻي جَتَ ۾،
هن ڪميٽيءَ ڪَڏين، هني تر تيليو نہ تئي.

٩
هَتان ويل ويام، ڪاڪِيون هاڻي ڪيئن ڪريان؟
تَيلَڻ تَر تِيام، هاڻي هوتياڻِن لءِ.

١٠
جي هئي ڪميٽيءَ ڪَل، تا صبح ويندو ساٿڙو،
تان مون تنهن مهل، پُرزا پُرزا پاڻُ ڪيو.

١١
هَي هَي ڪارڻ هوت، ڏونگر ڏورڻ آئيا،
ميان تائين موتَ، وُوءِ ووءِ تان نہ وساريان.

١٢
ووءِ ووءِ تان مَ وسار، متان ماٺ ڪري وهين،
تيو پِرُ تنهين پار، جاتي پيو ناهِ ڪي.

١٣
ڪيم وساري ويهہُ ، ووءِ ووءِ ڪر وندر ۾،
پچڻ ڪارڻ پرينءَ جي، پاڙي پاڙي پيهہُ،
ڏيهہ - ڏٺيءَ جو ڏيهہ، حاصل ٿئي جَت سين.

١٤
متان وهين ماٺ ۾، منجهہ جلديءَ جُل،
هتي ويهہ نہ، هل، تان ڪِي پچين پنڌ ڪي.

١٥
ويهہُ نہ وساريج، متان ماٺ ڪري وهين،
قولُ آهو پاڙيج، هو جو ڪِيڙئي هوت سان.

## ڪافي ١

ويجھا شال رھن، ميان، ڏور لايا جن ڏينھڙا!

سڳھا منھنجي سپرين، پڪي مان پھن،
وڏا طالع تن جا، جن جي راڄ رھن،
ھن منھنجي حال جي، سگھڙي سڌ لھن،
طعنا ڏيو تن جا، ڏاھيون سي ڏھن،
"سچو" صدقي تن ٿيان، جي ٿا ڪيچ ڪھن.

## ڪافي ٢

ڙي جيڏيون، آءُ تان پيو نہ ڪندي،
منھنجو پيچ پُنھل سان آھي!

آءُ جنھين جي آھيان، سو تان مھر نہ لاھي!
ڪيو ڪميٽيءَ ھوت سڄڻ سان، سڱ سيباپو ساھي.
ھٿ وجي پئي ھوت جي، وَس نماڻيءَ ناھي.
سوال "سچوءَ" جو اھو آھي، نينھن سندن نيباھي.

## ڪافي ٣

ھوندي سي پرسائين ساڻ، جيڏيون،
ھيءَ پورھيو بندي وجي ڪيچ ڪندي.

ڪالھ ڪالھوڻي سپرين، اڄا مون وٽ مھمان.
لڳي ڪافن ڪيچ جي، پُرزا ڪنديس پاڻ.
آئن، اوئارن توئن، آءُ ڪا ڪيون ڙي قربان.
ھٿي ويڙو نڪري، پاروچو مون ڀاڻ.
ويھڻ مون ڪي وھ ٿيو، چيٽڪ ڪيڙس چاڻ.
"سچو" سوز فراق جو، ڏئي ويڙم ڏاڻ.

## ڪافي ۴

پينر هيئن نہ پايون، تہ هوتَ ڪندا هِهڙي!

عشق تا آتش جهڙو، لالن وچن لايُون.
ڏينديس پاروچڻ ريءَ، پنيور ڪي باهيُون.
سَرتِن سُڌ نہ سور جي، هي تَن وچن تا تايُون.
ڏِئون ڏين ٿيون ڏِيلَ ڪي، سنديون جتن جايُون.
"سچو" وچن ساٿڙو، چُپ چُپاتِيون چايُون.

## ڪافي ۵

آءُ اڱڻ منهنجي آري، تو ڪي صاحب ساريان ٿي!

ونڊر جي نِي وٹنِمِ، ميان الا، هوتَ مِلِج هڪ واري،
توکي گهٽونهاريان ٿي.

پرين وَڙِ، وو، پانهنجي، ميان الا،دوست ڏيو دلداري،
- سارو ڏينهن سَنياريان ٿي.

دوست اوهان جي، وو، لرد سان، ميان الا، گچيءَ پائي ڳاري،
- سارو روهہ رئاريان ٿي.

ڪڏهن ايندين،وو، تون پرين، ميان الا، "سچوءَ"ڪج ستاري،
- هت هنجون ني هاريان ٿي.

## ڪافي ٦

مون کي هوتن هاڻي، ڪوڻي پنهنجو ڪيو!

جَت گهٽا پيا جڳ ۾ سائين، مُنهنجو هوت آرياڻي،
- ڪنديس ڪو نہ پيو.
لڪين پُڇن پرينءَ ڪي آءٌ تا ڪير نماڻي،
- سندن نيتهن نيو.
جيهِي تيهِي در دوستن جي، عاشق هَيءَ اگهاڻي،
- سارو ڪم ٿيو.
ڪيائون ڪناري پانهنجي، هيءَ تا پاڻون جاڻي،
- جڏو جيءُ جِيو.
پرين ڪيو پانهنجو، سچو سڳُ سڄاڻي،
- وڇوڙ ورهہ ويو.

## ڪافي ٧

پرين نہ چڏج پئي پار،ساري تنهنجيون ڳالهيون رُئان آءٌ!

اڳڻ آسَروندَ جي،والي ايندين ڪهڙي وار؟
ماري هِن مشتاق کي، ڪانڌ نہ وج ڪوهيار.
آهين جنهينَ تون آسرو، سا ويچاري نہ وسار.
نماڻيءَ جي نِجهُري، آءٌ گهڙي هڪ گهار.
ڪيئي "سچوءَ" سان واعدا، سي پرورلج تون پار.

## ڪافي ٨

شال اوڏاهون ايندا، وٺي خاصيون خبران، خبران!

مون هن نماڻيءَ کي،اچا دلاسا ڏيندا،
پرين پاڻهين پاڻ سان، هيءَ گولي گڏيندا.

محبت مون مسڪين سان، شال نباهي نيندا،
ڏک سک پائي سپرين، هن ڏکيءَ سان ٿيندا.

ڪيچي ڪڏهن ڪينڪي، هيءَ چَپَر چڏيندا،
جيڪي اڳيون پويون، بديون سڀ بخشيندا.

پَڪا پَڪن سامهون، آٿي اوڏا آڏيندا،
پاجهه پريا پاجهه موءِ،ڪري ”سچو“ سڏيندا.

## ڪافي ٩

نٿي وٺي ڳالهه ڪا بي، ڙي جيڏيون، مون کي نٿي وٺي!

اَءُ نہ ڪنديس، وي،اهڙي،پلو ميان،
ڪيچن جا مون سان ڪي.
آوهان مِڙن ۾، وي ، مست جو ٿيڙس،
پيالو عشق جو پي.
اوهين مڙيئي، وي، عقل واريون،
اَءُ جو بيراڳڻ ٿي.
”سچوءَ“ پچاڻا، وي، سپرين، پلو ميان،
ڪوه ڪنديس هِت ڪي.

## ڪافي ١٠

اصل اسانجڙو آهي، ننگ ٻاروچل توتي!
ڇڏڻ مناسب ناهي، ننگ ٻاروچل توتي!

هيءَ ڪنيزڪ ملهہ خريدڻ، سگ ّ تني ڪو ساهي.
ڏرڙو جنهن ڪي ذوق تنهنجي جو، ڇپَر تنهن ڪي چاهي.
جيئن هلائين تيئن هلان تي، ڏور وڏي تو ڏاهي.
هيءَ پاڇاڻي پرين سان پرتيوَ، باب سنڌيو توڙي ناهي.
جيهي تيهي يار اوهان جي، ڇڏڻ لائق ناهي،
ٿرين برين يار ٽڪيءَ ڪي، رس ڪوهيارل ڪاهي.
ساهہ "سچوءَ" جو در تنهنجي ڏانهن، هڏ نہ آسرو لاهي.

## ڪافي ١١

حال هلڻ جو مون ناهي، آءٌ تان ڪيچ پهچان ڪيئن؟

ناتو نماڻيءَ جو، اصل توسان آهي،
- هيءَ هوت نہ ڇڏج هيئن.
تون تان صاحب سپرين، سگ ّ تني ڪو ساهي،
- ڪر جاني وڻيئي جيئن.
پسي حال حقير جو، آءٌ ڪوهيارل ڪاهي،
- ڪر "سچو" پنهنجي سيئن.

## ڪافي ١٢

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو!

هيءَ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، ڪين هٿوئن مون ٿيو،
حرف اسان تي آهه اصل جو، وقت ويسَر ۾ ويو.
پلئي پائي مَديون، پيش پنهونءَ جي هي پيو.
"سچو" ڪوئي پانهنجو، پاڻ قريبن ڪيو.

## ڪافي ١٣

اديون ڙي آهيان، ٻانهي سا ٻاروچن جي!

ڏکيا سکيا ڏينهڙا، شال لالن ساڻ لنگهايان.
هنيڙي کي هن جيڏيون، کهڙا سور سلايان.
ونڌر سنديءَ واٽ تي، چاهوَن سِر چَلايان.
ويهان آءٌ ڪيئن ويسَلي، ويندا چو نه ورايان.
ڪيهي پئي تان ڪيچ ڏٺن ڏيٰ، "سچو" ميڙ سنيايان!

## ڪافي ١٤

ويهي آءٌ ڪوهُ ڪندي، جيڏيون ڙي پنيور ۾!

چونديس حال حبيب کي، ڳچيءَ پائي ڳَندي.
ڪُني سا ڪيڏي وجي، جا برهه تنهنجي بندي.
جيهي تيهي حال آهيان، "سچو" صاحب سندي.

## ڪافي ١٥

چڏي هوتَ حُجت، مِيان ڙي، ٿيس آءٌ نانءِ نماڻي!

اچي مون کي ڪينڪي، چڏي لوڪ لذت، ميان.
وڏو آهي مامري، مون کي تان محبت، ميان.
ويا نِڌر ڪان نڪري، اوڻِي رات اُچت، ميان.
سوڙَ ٿُنهنجا سپرين، رڳائِي راحَت، ميان.
مون کي ٿيلڻ آئيا، پيرن سان پَربَت، مُيان.
"سچو" سِڪ اوهان جي، واڳيو ۾ وحدت، ميان.

## ڪافي ١٦

بانهي باروچل جي آهيان، وي آهيان!

پريان سندي پار ڏنهُن، آسرو هڏ نہ لاهيان، وي لاهيان.
صورت وارا سُپرين، آءٌ نِماڻي چاهيان، وي چاهيان.
هوُ تان سائين، آءٌ تان گولِي، سگھُ نہ ساڻن ساهيان، وي ساهيان.
ڏينهن لنگهيم هِت ڪيترا، ڪيچ وڻن ڏي ڪاهيان، وي ڪاهيان.
هٿُڻ "سچوءَ" جو آهي تنهين سان، انهن ٻاجهون ناهيان، وي ناهيان.

## ڪافي ١٧

ڙِي جيڏيون هاڻي شال ٿئي، منهنجو پاڙو پرينءَ سان!

مان مُئِي تان گھوري، جاني شال جِئي.
هِنَ تان پُورُ پرائيو، هاريون هوت وئِي.
باروچي ڪا ٻاجهہ پَئي، هِيءَ تا نالِ نئِي.
سارو مطلب مون ٿِئو، پُنِيءَ هوت پئي.
شال "سچوءَ" کي سُپرين، ڏوراپو نہ ڏئي.

## ڪافي ١٨

آءُ ڪيچ ڪندي، وجي پورهيو پرينءَ سان، ڙي جيڏيون!

جيهي تيهي يارَ سڄڻ جي، چڱي توڙي مَندي.
آءُ تَنِين جي آهيان، برهـ جَنِين جي بَندي.
چونديَس حالُ حبيب کي، ڳچيءَ پاٿي گندي.
اڻ مُلهـ بانهي آهي، سڀَ پَر سائِن سَندي.
"سچو" سارياڻِي دلڙي، رَمزَ تَنِين جي رندي.

## ڪافي ١٩

ڙي جيڏيون، آءُ تان حالُ پُنهل سان ڪندي!

اصل لاڪون آهيان سائين، بَلوچاڻي بَندي.
وَسُ ناهم وارَ جو سائين، آهيان سائِن سَندي.
ڪَندي وڃي ڪيچ ۾، دانهون سي درد مَندي.
سُڌ لهنداسي وري، برهـ جَنِين جي نِي بَندي.
"سچو" اڳَئُون سڄڻين، ڳچيءَ پائي گندي.

## ڪافي ٢٠

سارو ڏينهن روان ري، هيس جيڪي هوت پنهونءَ سان وعده.

پُڌڻ وارو ناهـ ڪو، جنهن کي حال چوان، ري.
قاصد اچي ڪو اوڏاهون، پيرين تَنهن پَوان، ري.
ڏڪايو تان ڏيل کي، اديون اڄ اوهان، ري.
اُنهن پاجهون سَرتيون، نِت نِت سورَ نوان، ري.
ماريوُن محبوبن جي، طلب ناهي توهان، ري.
غرض نـ رکان لوڪ جو، هِڪُ سائين هُئَڻ سَوان، ري.
"سچو" پاجهون سوزَ جي، پيون لاتيون ڪين لَوان، ري.

# داستان ٽيون

١

ڏکن مَنجهان سُک، مُون تا لَڌا جيڏيون؛
ڏورينديءَ کي ڏُک، سُونهان ٿيڙا سَڄڻان.

٢

هَنِ سَهانگا سُک، جي ساري عالم آئِيا؛
ڏور مهانگا ڏک، جي ورتا وِرهه وارئين.

٣

سينڌيون جي سُکن، تنين گوندر گهوريا،
ڏنم ڪاڻ ڏکن، هي سِرُ سارو سَٽِ ۾.

٤

سُکيون ڪوه پُڇن، سنديون ڏکن خبران؟
سي هِن وهاڻءِ وڃن، ڏِيل ڏکايل جن جا.

٥

ڏکيون پُڇن ڏک، سکيون پڇن سکڙا؛
هن کي حاصل جو ٿيو، جيڪي منجهان جُکَ؛
نيهن وارن جي نُکَ، لڳي لوريءَ وارئين.

٦

گوندر ڪيئن گهوريان، جنهن ڪيَس سينڌيِ سڄڻين؛
جان تِڪ پئي توريان، تان ڏک موچارا سُک کؤن.

٧

جي گوندر گوشِ نہ ڪن، ڪُهہ پيون سي سرتيون؛
جَن سنگت ساڻ سُکن، سي پاڻؤن هوتَ پري ڪيون.

٨

گوندر گهمي جي لهان، تان سُک سَوين ساڙيان؛
آءُ پڻ ڪيئن پاڙيان، ڏک سکن سانُ سرتيون.

٩

جنين گبوندر گوشُ، آءُ گهٽو تَنِ نهاريان؛
جال اُنهن ۾ جوش، سدا آهي سرتيون.

١٠

جي سارو پُچان لوڪ، تا گوندر وارو نہ لهان،
ههڙو پيَلو توڪُ، ڪهين پاڳ پرائيو.

١١

گوندر ڏينهن گذار، جان تون جئين جِندڙا،
سوئي عهد پار، جوئي ڪَيُي پرينءَ سان.

١٢

سُکن واريون سَوَ، ڪا ڪا ورهُ وارئي،
نرت انهيءَ کان تَوَ پڳيون آتڻ واريون.

١٣

آتَڻ واريون آئيون، تيون آتَڻُ اُجارين؛
جي گوندر گذارين، آتَڻُ تن اُوک تيو.

١٤

سارو لوڪ سُکن، پوءِ رهايو پرينءَ کوئن؛
ڏسو واهَ ڏکن، هوتُ وهاريو هنج ۾!

## ڪافي ١

سرتيون منهنجو ساھہ، ھاڙھي سي ھوت وٺي ويا!

ڪو نہ ڪميٺيءَ جو ٿئي، ھاديءَ ري ھمراھہ.
ڀينر شھر ڀنڀور ۾، آٿيندن الله.
ھَنڌٿون جنھين ھوت ويا، روئي چمان سو راھہ.
پرڏيھين تي ناھہ ڪو، وريتيون ويساھہ.
آھي رفيق رُجن ۾، سندو سوز سپاھہ.
ناھيم ٻئي ڪنھن لوڪ جو، پاڙيچون پرواھہ.
معاف "سچوءَ" ڪي سي ڪندا، جيڪو ڏوھہ گناھہ.

## ڪافي ٢

آچي ڪو نہ ايڏاھون، ماٺھو شھر ڀنڀور ۾!

منھن ڪري انھيءَ پار ڏي، ميان، ويٺي ڪيم الاھُون.
ڏسي حال حقير جو، ميان، آچن مانَ اڳاھُون.
ڪو پَلُ پاڇاٺيءَ ڪوڻ، پَري تي نہ پَراھُون.
تَر تَڪائي آھيان، ميان، پَڪا آڏج اوراھُو ن.
سٹِي موٹ "سچوءَ" جون، ميان، آرياٺي آھُون.

## ڪافي ٣

وٺي ٻاروچي ٻولي، سدا تان ساھہ منھنجي ڪي.

ھُئي پناھہ ۾ يار سجڻ جي، ٻاروچي جي ٽولِي.
ٻاروچاٺي ذات جي، گولن جي آھيان گولِي.
ڪاڪيون ويندس ڪيچ ڏي، ڏونگر ڀايان ڏولِي.
"سچو" سامَ انھيءَ جي، آھيان عيبن اولِي.

## ڪافي ۴

ڪي ايندا، هيڏي ايندا، آلو، وهنيان ٻاروچا؟
ساٿي مون کي سچ چوَ، دوست دلاسو ڪو ڏيندا؛
هوندا ڪي مون وٽ هميشه، وري ڪي پوئتي ويندا؛
هيڪَندَ شهر ڀنڀور ۾، ساڻ تَڪِيءَ اچي ٿيندا؛
ٻاروچا سي ٻاجهه ڀَرِي، آءٌ چڱي ڪي چِيندا؛
سورَ "سچوءَ" جا سرتيون، نال پنهنجي ڪي نِيندا؟

## ڪافي ۵

اڙي جيڏيون، مون کي چو ٿيون پرينءَ ڏنهَن جهليو!

ويهان ڪيئن ڀنڀور ۾، جو روحُ اُنهن سان رليو.
ساٿُن ٿيندس سنگتي، جو هوت هاڙي ڏي هليو.
پِريان سندي پارَ ڏنهن، پاڙيچُون نا پَليو.
سجڻ سارو پانهنجو، سِر "سچوءَ" ڪي سَليو.

## ڪافي ٦

پانڌي، دلاسو ڏي مون، ايندا آرياڻي ڪي اوڏا!

آڏيءَ رات چو، وو، ڪيائون سانياهو، حال ڪيا ٽَن هي مون،
- ويا تا ٽِرڪي توڏا.
ڪيو قبول، وو، پنهونءَ ڪارڻ، ڏک سوين نِي سي مون،
- لڪ ڏئي لڪ لوڏا.
محبت ڪوٺن تان مُنهَن نہ موڙيان، پرزا ٿيان هِت جي مون،
- گَسي وجن توڙي گوڏا.
سر تان صدقي، وو، آهہ "سچوءَ" جو، ڪاڪيون چَون هِت کي مون،
- درد ڏيندو سو ڏوڏا.

## ڪافي ۷

آءُ وڃان تو توڻ گهوري گهوري، ميان!

ڏونگر رهيس ڏاڪڙا، تنهنجي ڪارڻ ڏوري ڏوري.
تو ٽڪائِي، وي، آهيان، آڇج آرياڻيءَ تون اوري اوري.
پـلا هن پنيور ۾، تِر نہ رهنديس توري توري.
مون ڪي وڏو مون پرين، جهٽڪ اوهانجڙيءَ جهوري جهوري.
"سچوءَ" جوني سُپرين، هنيڙو نيو هي هوري هوري.

## ڪافي ۸

پيو ڪَير حامي منهنجو ٿيندو، لڪي پارو چَلَ پاجهون!

درد منديءَ جي دل انهيءَ ڪي، پاڻون دلاسو ڏيندو.
ڪين ڇڏيندو ڇپرين، سوئي نال نِماڻي نيندو.
اڪـڙين سان سَيئي ڏسنديون، اڳڻ آرياڻيءَ سو ايندو.
پاڻ پنهنجو يار پيارل، ساڻ غريبِ گڏيندو.
ڏنگاين ڏي ڪين ڏسندو، بديون تان بخشيندو.
مِهَر پنهنجيءَ ساڻ ڪنهن ڏهاڙي، "سچو" سو نانءُ سڏيندو.

## ڪافي ۹

آءُ ويندي پُنهل جي پار، ميان، تَڪِيس ڪِين ٿَرن ۾!

مون مَن گڏي گوندرين، ڪيچي ٿِيَم قرار.
ذات جتن جي جيڏيون، جيءُ وڏو آهي جار.
ڪندي وجي ڪيچ ڏي، ڪنيزاڻي ڪار.
آهي ڪاڻ قريب جي، وڃڻ مون وٽ ڪار.
پُرڻ اتم پنڌ ۾، دوست پُنيءَ دڙڪار.
سارو ڪم "سچوءَ" جو آهي، اُنهن جي اِختيار.

## ڪافي ١٠

اڄ اهو ساڳي مون سڃاتو، آهي ٻڙيون ٻاروچو!

اصل لاڪُون آهي اُنهن سان، هن نماڻيءَ جو ناتو.
اچي ڏنم اوچتو، پيچُ جَنهن مُون سان پاتو.
ڦِريس ڦيريدار جان، چاڻ نـ مون هيئن چاتو.
لٿو لحظي هڪ ۾، اديون ڙي اوراتو.
صدقو "سچو" تَنهن اتون، عشق جنَهن سان تو لاتو.

## ڪافي ١١

وڃي ڏيهہ پرين، ڙي ساٿيو، منهنجو ڏيجو سنيهو!

اوهان ٻاجهون سُپرين، ڏکيا ڏينهن لنگهن.
ويٺا ڏسون واٽَڙيُن، اڳڻ مانَ اچن.
ڪو نـ ورندي ٿو ڏئي، ونڊر جي ٻيي وڃن.
ڏکيا آهي ڏينهڙا، جي پاسي ڪان پرين.
ٻينر شهر ٻنيور ۾، شال ٻيرو ڪن.
ويچاريءَ نـ وساريو، جا لڳي ساڻ لَکن.
جيهو تيهو آهي ٿي، "سچو" سگ سندن.

## ڪافي ١٢

ڪيچن جي ڪَيَ ڪاهِ، متان ويهين ڪِين وساري!

ڏسنديِنءَ ڏونگر چوٽِئين، بَلوچاڻي باه.
ڦولِجِ ٻاڻ فقير ٿي، ونڊر جي وٺراه.
ساري شهر ٻنيور جا، لاڳاپا سبِ لاهِ.
متان ويهين ماٺ ڪري، ڏونگر ڏورج ڏاهُ.
عرض وڃي ڪر روبرو، ٻيا ساٿي ڪيم سَنياهِ.
ٻانهي تج ٻروچ جي، ڪو تون سَڳَ نـ ساهِ.
روح رهي هِت هوت ريءَ، "سچو" ڪنهن نـ صلاح.

## ڪافي ١٣

پيو ڪير پڇي ٿو حال منهنجو، خان پاروچل پاجهون!

توريءَ آهيان يار سڄڻ، ميان، اداسي آهنجو.
جَنهين ڪَنهين سان پيچ پاتوسين، غرض رکي سو نہ ڪنهن جو.
خيال اسان ڏي آهي جنهن جو، آءٌ پڻ سو آهيان تنهنجو.
آسان چاتو صحيح سڄاتو، عاشق آهين توں آسان جو.
دروُن پيهي پاڻ پُڇَندو، آهين "سچو" توں ڪِي سَهنجو.

## ڪافي ١٤

اڪَڙيُن اِسرارُ،مون کي ڪو جو ڪَيو، ميان!

آنهن تان ڏيکاريو، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
تِنهين ڏهاڙي ڪيو، بِرهہَ بي اختيار.
ڏونگر ٿو ڏورائي، چشمن جو چمڪار.
ناز نيڻن جو سَرتيون، ووڙائي وٺڪار.
سوز سڄڻ جو سرَتيون، "سچوءَ" کي سينگار.

## ڪافي ١٥

يار پُنهلَ پيغامي، ڪڏهن مُڪو ڪو نہ مون ڏي!

روز ازل ڪوُن يارَ اوهان کي، منهنجو ساهہ سلامِي.
اوهين نہ ايندو آسين اينداسي، اِها آسان جي انجامي.
پرين ڏِسجو وَڙَ پنهنَجي ڏي، آهن عيب اسان ۾.
جان جُٺي، جانِ ڪِي، ٿيندي نہ طلب تمامي.
ڳالهيون اوهان جون ٻارڻَ ٻارن، ويِنديون سي ڪين وسامي.
ڏيئِي اسان کي قَٽ فراق جا، ٿئين تون يار آرامي.
درَ اوهان جي جِي يارَ "سچوءَ" تان، مَڇِي آهي غلامي

## ڪافي ١٦

پوءِ هت ڪيئن ڪندي، پاجهون يار جي آءٌ!

پيرين پَوندي پرينءَ جي، ڳچيءَ پائي ڳَنڊي.
وَهي ٿي واڪا ڪيون، نيڻن مَنجهوُن نَدي.
سپ پَر سَنديَن آهيان، چَڱي توڙي مَندي.
دل "سچوءَ" جي سَرتيون، بِرهَ تَهِين جِي بِندي.

## ڪافي ١٧

آءٌ وري تون تان ويهُ، سجڻ آءٌ تان تنهنجڙي آهيان!

آهون عاشق جون سڻي، چڙ پرين پَرڏيهُ.
پڪي پاچياڻين جي ميان، آءٌ پرين تون پيهُ.
اصل لاڪون آهي ٿي،هِي ڏاها تنهنجڙو ڏيهه.
"سچو" جوني سپرين، آءٌ ساري ساڻيهه.

## ڪافي ١٨

گولن جي آءٌ گولِي،
خان پاروچا تنهنجي!

آءٌ نہ ڪنديس ڪڏهين، پانهپ ريءَ بولِي.
سَدَ اچي لهہ سِگهڙي، آهيان سا عيبن اولِي.
هِن ڏهارڻ جهڙي ڪا، لهندين ڳوڻن مون مس ڳولِي.
نانءَ سائينءَ جي يار سجڻ ڙي، ڪر "سچوءَ"سان سولِي.

## ڪافي ١٩

ساٿ سلامت آيو، پڪي پاروچَل جو.

ڏينهن فراق جا لنگهيا اسان توُن، مولىٰ سو محب ملايو.
ميلاپي جو مِهر پئي تان، والىءَ ورق ورايو.
وَڙَ پنهنجي ڏي پاڻ ڏنائون، ويڙهو هي يار وسايو.
ميرا لاهي اچا ڪياسي، هوتن تان نيهن نباهيو.
ڏيو مبارڪان سيئي ”سچوءَ“ کي، جو سورن اڄ سِڏايو.

# داستان چوٿون

١

مَتان وساريـن، ووءِ ووءِ ڪَر ونـدرَ ۾؛
جي گونـدر گذارين، سي تو چڱا ڏينهڙا.

٢

چڱو گوندر غَمُ، جي مون پچو جيڏيون؛
مَنجهہ ڪشالي ڪَمُ، آهي وِرهہَ وارئين.

٣

گوندر آهي غَرضُ، جي مُون سڱو سَرتيون؛
فنا سپ فَرضُ، ڪري سو سُنتَ سين.

٤

گوندر جن گُذاريو، ڪاٿون سي لَهان؟
هڪـڙي رات رهان، وجي وِرهہ وارئين.

٥

گوندر جَن گذاريو، ڪاٿون لهان سي؟
حال پنهنجو هي، وجي ڏسيان ڏکَن وارئين.

٦

گوندر جن گذاريو، آءُ تَنِين گولي؛
هِنيَڙي ۾ هولي، هوندي ڏکن وارئين.

٧

گوندر جن گذاريو، سُورَ پُچَن سي ئي؛
پِرهہ جِي پيئِي، تَنين مَتي ماڙي.

٨

گوندر جن گذاريو، پيهي سي پُچان؛
اُنهن لَڳ لُڇان، گهٽو آءُ اُباڻڪي.

٩

گوندر جن گذاريو، آءُ پکي تن پيهي؛
وتانئُن ويهي، وتان واسُ وِرهه جو.

١٠

گوندر جن گذاريو، آءُ تَنين گهوري؛
سدا مون جهوري، آهي ورهه وارئين.

١١

گوندر جن گذاريو، مُنهن تَنين مَشعَلَ،
ڪا مون پوي ڪِل، اُنهن جي افسوس جي.

١٢

گوندر جن گذاريو، مُنهن تَنين مَهتاب،
سنديون نيهَن نواب،آهن ورهه واريون.

## ڪافي ١

آڏو مانَ آچن، وو، ڏسي منهنجو حال - پَلو!

هو جي ڪيڙم ڪاف ۾، ڪوڪان پوَنِ ڪَن.
ڪيچڙن جا ڪاڪيون، تان رهبر واٽ رسن.
خبران ڏکن سنديون، اگيون پاڻ پچن.
پاروچان باجهہ پئي، چڱي آءٌ چون.
پنڌَ ڪريندي پرينءَ ڏي، مَرُ پُرزا پيرَ ٿين.
"سچو" پنهنجي ساٿ سان، نماٽي بہ نِينَ.

## ڪافي ٢

آءٌ بانِهن جي سا بانهي، آهيان عيبدار، ميان!

عمر سچيائي ڪوڙ ڪمايَم، بخش اُهو مون کي جاني.
روز اَزل کئون اَبد تائين، آهي ڳچيءَ منهنجي ڳاني.
ڏوهہ ڏنگايون ڏس نہ منهنجيون، محب ڪرين مهرباني.
ڪيئن "سچوءَ" جي دل سا دلبر، دوست ڪَيو ديواني.

## ڪافي ٣

مون کي نال نئين ، نِي، اِهو ڪيچِيَڙن جو قافلو، ميان!
اڱڻ شال اچي،نِي، اهو سپرينءَ جو ساٿڙو، ميان!

پنيءَ هوت پنهونءَ جي، ميان، هلڻ سان هنئين،نِي.
پُچاٽان پرين جي، ميان، جِند ڪيئن جِئين، نِي.
وڏي باجهہ بروچ کي،ميان، اَتي چَون اِئين، نِي.
"سچو" چون سُڌير ٿي، پلو، پوندي مَهر مِئين، ني.

## ڪافي ۴

مانَ اچن اُهي ڪائُون، مُئي ويا جي ماري!

سپريان ريءَ سرتيون، آهيان اُباٽي آٿون،
-ويهان سي ڪيئن وساري.

پرين ڏِس، وو، پاڻ ڏي،ميان، آهيان ڏهارڻ آئون،
-نِپندا سي نال قطاري.

اچي اسان وٽ سپرين، ميان، اديون ڙي شال اوڏاهون،
-مانَ ڪو ڏينهن گذاري.

آيا قاصد ڪيچ جا، ميان، اِئين سو مون کي اُتائون،
-يارُ سجڻ توکي ساري.

آڏيءَ رات اُتي ڪري، ميان، جَتَ ويا هُئم جائون،
-تائون سا نِتُ نهاري.

هاري تو سان هوءِ جي،ميان، ڪي جي قول ڪيائون،
-پرين اُهي سپ پاري.

ويهين وساري وو اِتهين، ميان، هيءَ نِڪار چَيائون،
"سچو" دوست سَنياري.

## ڪافي ۵

ڏايو جدائيءَ جَلُ، ميان، ووءِ، ووءِ، ووءِ،
-مون وٽئُون هوتَ مَ هَلُ.

اچي ويهُ اڪِن ۾، پاسي تيءَ نہ پَلُ.
ڪيچ وٽن ڪم ڪهڙو، ڳالهہ سانول اِها سَلُ.
مُئي ڪان منهنجا پرين، چوريءَ يارَ نہ چَلُ.
ڪري ڪَشالا ڪاف ۾ لڌم ڪوهيارل.
"سچوءَ" جي ني ساهہ سان، هُيا سي رلمَل.

## ڪافي ٦

ڪندي سا ڪيئن قرار، جيڏيون،
جنهن جو جيئڙو جَتَن سان!

وِرهه وارن کي سرتيون،ويجهو آهي وٽڪار.
پَڙيون، پاروچَل جو، نيهُن لڳم نروار.
محبت گِڏي نہ لَيي،خرچين لک هزار.
ڏسنديس اکڙين سان، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
چڏي لاڳاپا لوڪ جا، عشق ڪيم اِختيار.
سدا آهي ”سچوءَ“ کي، پينر برهہ بهار.

## ڪافي ٧

هلانَ پنهلَ تو ساڻ،
ساڻ هلي تنهنجي گولي گذاريندس.

چُلي پيَس چَپرين، سَڱ تہ توئي ساڻ.
ڪوجهي ڪاري هان تنهنجي، پنهل پاڻ سجاڻ.
توري توريندؤ ڪيترو، محبت وارو ماڻ.
توڙ نباهج تون ڏٺي، سهڻا” سچل“ ساڻ.

## ڪافي ٨

ڳالهيون ڳَنڍَ تنهنجا يار سَچڻ، مون کي روز رئارن تا!

سِرَ تي سوز فراق جا، باري چاڙهيئي بار، سچڻ،
- ايڏانهن نيڻ نهارن تا.

منهنجو اندر آڏَ ڪيو، جانب تنهنجي جارَ، سچڻ،
-مون کي ماٺا تنهنجا مارن تا.

پرين پاڙج پانهنجا، جي ڪَيَڙَءِ قول قرار، سچڻ،
- منهنجو جيءُ جيارن تا.

ماٺهو شهر ڀنڀور جا، مِهڻا لک هزار، سچڻ،
- مون کي ڏيهہَ ڪوُئن ڏيارن تا.

قاصد چون، وو، ڪيچ جا، تو هُت سار سنيار، سچڻ،
توکي "سچو" پاڻ سنڀارن تا.

## ڪافي ٩ *

ڪنهن کي حال چوان هي،
آديون ڙي، واويلا، وو!

ڏيرن ڏيئي ڇڏيا، مونِ‌ي سور نوانَ هي.
مهڻا محبوبن جا، ڏنا پاڻ اوهان هي.
سُکَن اتي سرتيون، ڏيان نہ سورَ سنوان هي.

* هيءَ ڪافي ٩، سسئي، داستان ٧ ۾ ڪافي ١٣ طور شامل ٿيل آهي. هِت ڪافيءَ ۾ آخري بند: "سُکن اتي سرتيون، ڏيانِ نہ سُور سنوان هي" آهي. جڏهن تہ سسئي، داستان ٧ ۾ ڪافي ١٣ ۾ هيءُ بند شامل نہ آهي ۽ ان ڪافي ۾ شامل آخري بند:

"سچو سرواڻن کي، وڃي پيرين پوان، هي حال چوان!"

هن ڪافي ۾ شامل نہ آهي.

## ڪافي ١٠

مون کي دوست ڏنيون دلداريون،
جِيَس آءٌ تان،ني، وو جيڏيون!

ٻاجهہ ٻاروچا تو پوي، سٿِي ضعيفِ جون زاريون.
سئيون سيپيئي سچٽن، عاجزِ جون آريون.
لتا فلڪ فراق جا، آءٌ تا گڏ گذاريون.
توکي تان تِرَ جيترو، وار نہ وساريون.
سي ئي "سچو" آئيا، جن لءِ جهُونگاريون.

## ڪافي ١١

مون کي محب ويو ماري،
ڪنهن در ڏيان هيءَ دانهڙي!

سوزُ ٿنهنجو سُپرين، ڪوڪان ٿو ڪاري.
هوت نماڻيءَ هِنَ ڪي، ويهہُ نہ وساري.
نيو پورهيت پاڻ سان، پنهنجي ڪَڏَ قطاري.
ويو ٻاروچو نڪري، عاشق هيءَ آزاري.
راتو ڏينهان سُپرين، "سچو" سَگ سنياري.

## ڪافي ١٢

مون کي آڏر ڏي،ميان، سُهٽا ساتيڙا، ڙي!

وجي چئج پرينءَ کي، حال منهنجو هي.
پريان سندي پار ڏهُون، قاصد آچن کي.
وعدا پاڙج پانهنجا، جاني ڪِيڙِءَ جي.
هو جي ڪَيَو ڳالهڙيون، ساهہ نہ وسرن سي.
"سچو" سنگت پانهنجي، نانوَ ڏٽيءَ جي ني.

## ڪافي ١٣

ڏونگر ڇو ٿو ڏکائين، پير پياديُن جا، ميان !

پنڌ ڪَرن جي هوت پنهونءَ ڏي، تَنِ ڇو روهَ رهائين.
اِهو ڏوراپو ٿيندءِ اوڏاهين، ڇو طالِبَ ٿو ترسائين.
هيئن تو گهرجي عاشقن سان، ميان ڪا مدد ڪرائين.
ڪَر ڪو ٿورو سڱَ "سچوءَ" سان، مُحبن ساڻُ ملائين.

# داستان پنجون

١

ڪيچوَن آيو قافلو مون ڪَر پُڇيائون؛
ڪَرمَ ڳَنيائون، هن مون نِماڻِيءَ تي.

٢

ڪيچوَن اُچي ڪافلو، مون وٽ ٿيو مِهمان؛
"سچل" ساري ساٿ جو، هو آرياڻي اڳوان؛
موليٰ مهربان، نِذر نماڻيءَ تي ٿيو.

٣

ڪيچوَن آيو قافلو، رات موچاريءَ روءِ؛
مڙيوئي خوشبوءِ، ٿيو سارو شهر پنيور جو.

٤

ڪيچوَن آيو قافلو، ڪٽي ڪٿوريءَ بار؛
هر ڪَنهِن هَنڌ هُبڪارَ، ڪِيئِين سارو شهر پنيور جو.

٥

ڪيچوَن آيو قافلو، روءِ موچاريءَ رات؛
سنديءَ جَتَن جاتِ، واسيو شهر پنيور ڪي.

٦

ڪيچوَن آيو قافلو، ڪٽي عطر عنبيرُ؛
تنهن سَرهائيءَ تاثير، ڪيو ساري شهَر پنيور کي.

٧

ڪيچوَن آيو قافلو، ڪٿوري ڪٽي؛
تنهن جي هُبَ هَٽي واسيو شهر پنيور کي.

٨

ڪيچوَن آيو قافلو، خوب ٿيس خوشحال؛
چڱو ٿِيَڙم حالُ، پَسَڻ ساٿ پريَنءَ جي.

٩

ڪيچوئن آيو قافلو، پينَرُ منجهہ پنيور؛
هيءَ ڪميٽي ڪمزور، پر پرينءَ پنهنجو وڙُ ڪيو.

١٠

ڪيچيڙن مون ڪالهہ، دم دم دلاسا ڏنا؛
هَيَ هَي منهنجي حال، جي ويهي هِت وساريان.

١١

شال نہ وسرين هوتَ، پيو سيو مون وسري؛
مون ڪي تائين موت، هئين اکڙين ۾.

١٢

ويَم نڪري قافلو، آءٌ مٿي راهہ رهي؛
باروچا بَهي، هِت تي ورهہ وسائيان.

١٣

ويم نڪري قافلو، هاٿي ڪيئن ڪريان؟
ويني ڏک ڏريان، پرين ريءَ پرڏيهہ ۾.

١٤

ويم نڪري قافلو ڏايو ڏيئي ڏک؛
ويني ساريان سک، جو هِيڪند هيس هوت سان.

١٥

ويم نڪري قافلو، ڪائي نہ پيئي ڪَل،
سيني آندر سَل، اٿم آريءَ جام جا.

١٦

ويم نڪري قافلو، آديون آڏيءَ رات؛
باروچاٺي ذات،ڏسان شال اکين سان.

١٧

ويم نڪري قافلو، ڪَل نہ مون پيئي؛
حال سندم هيئي، مانَ بُڌي باروچو وري.

۱۸

ويم نڪري قافلو، آءُ مٿي راهہ رهياس؛
جيڏيون آءُ ڇياس، جي مُنهن پاروچي ڏسان.

۱۹

ويم نڪري قافلو، آيل،چُپ چُپات؛
پاروچاٽي ذات، مانَ مون سين ڪوڙ ڪري.

۲۰

ويم نڪري قافلو، آءُ پيرين پيادي؛
ٿئي مُون شادي،جي منهن پاروچي ڏسان.

۲۱

ويم نڪري قافلو، آءُ پڻ ڪٺان پيرَ؛
ڏک ڏيئي ويا ڏيرَ، مانَ پاروچو پاجهہ ڪري.

۲۲

ويٺي ورهہ وسائيان، ڪانڌَ، اچي لهہ ڪَل؛
جانِي تنهنجي جَل، منهنجو آندر اڌ ڪيو.

۲۳

منهنجو آندر اڌ ڪيو، فَنا هِن فراق؛
مري ٿي مُشتاق، ڪا ڪر ور ولهيءَ جي.

## ڪافي ١

مون ڏي واڳ ورائيندا، سرتيون، سِگهَڙا پيلڙا ڪوهيارا!

پَڪا پَڪن سامهون، اوري آٿي آڏيندا.
پينر هن پنيور جا، وري پاڻ وسائيندا.
سپيئي ڏسنديون سرتيون، روندي هوت ڪلائيندا.
پاڇياٺيءَ جا پاٺهين، پَڪا پاڻ پُڇائيندا.
سور "سچو" ڙي، هوت سان،هِيءَ غريب گڏائيندا.

## ڪافي ٢

آءٌ هَلي ڏس حال، منهنجو پاروچل ڙي، ميان!

راتو ڏينهان روح ۾، تنهنجو خاص خيالُ.
آوهان پاجهُون سُپرين، ساعت پايان سالُ.
مون تا نماٺيءَ سان، ڪر پلائي پالُ.
سارڻُ سِڪَڻُ آن جو، مون ڪي مِلڪِ آئون مالُ.
مرشد سارو مَجيو،"سچوءَ"جو بہ سوالُ.

## ڪافي ٣

پڇُون ڪِينَ پرن،ميان،حال منهنجي جون خبران،
ساٿيو ڙي، پانڌيو ڙي!

آهي پاجهہ پروچ ڪي، مٿي مَعذورن، ميان.
ساهہ سِڪي تو جن لۓ، سي مون ڪي سارن، ميان.
هِن دم دلاسا ڏنا، سرتيون مون ساٿن، ميان.
تون هِت ڪهڙيءَ ڳالهہ ۾، تو هُت ياد ڪرن، ميان.
تون جنين جي آسري، سي تو ڪٿي ڇڏنِ،ميان.
"سچو" سَنگت پانهنجي،مانَ غريبِ گڏنِ، ميان.

## ڪافي ۴

ڪيچي ويڙم ڪالهہ،آءٌ ٿي ورهہ وسايان!

مانَ نماڻيءَ هِن جي، سِگهي لَهَن سنيال.
پينر آهي پَنيورَ ۾،جِيَڻ منجهہ جنجال.
جَن لءِ ڏونگر ڏوريان، سي ئي ڏسان شالَ.
آءٌ پيادي نہ پُڄان، ڏايا ڪافَ ڪشالَ.
مون جِياريو جيڏيون، سَندن خوابَ خيالَ.
ساڻ "سچوءَ" ڪَنِ سُپرين، پَلائيءَ جا پالَ.

## * ڪافي ۵

باروچي لَوُن لائِي، وو مِيان، ڪوهياري لوُن لائِي!

ڳالهہ نہ ڳَرهڻ جهڙي، ڏاڍي سُورَ سَلائي.
سرتيون مون سان سورَ ۾، پينر ڪا نا پائِي.
هِيرَ وٺي سا هانوَ ڪي، ڏانهُن عَجِيبن آئِي.
سِر ڏيوڻ سچڻ ڪي،"سچو" آهي سَچائِي.

---

* هيءَ ڪافي ۵، متفرق ڪلام ۾ ڪافي ١٣٢ طور پڻ شامل ٿيل آهي.

## ڪافي ٦

آهي ڪاڪيون ڪوهيارا،
اڄُ اڱڻ منهنجي آيا!

پيهي پاڻهي آئيا، جَن ڏور ڏي ڏسايو؛
هَٿوئَن جَنِين هنيڙو، آديون مون ڏي ڪَسايو؛
جَن جي ڪارڻ جيڏيون، مون ڏي پانڌي پُڇايا.

هُيس جَنِين ڪاڻِ آءٌ، آيَل اُباڻون؛
دل ۾ درد منديءَ جي، وڏو ورهه وڌائون؛
پوڻيون پَڌايَم جَن لءِ، آهي مَوليٰ مِلايا.

وعدا پانهنجا سرتيون، آهي پاڻهي پاڙيائون؛
نِماڻيءَ جي نجهري، آچي پَڪا آڏيائون
اُنهن ڪارڻ ڪاڪِيون، مون ڏي وِرهه وَسايا.

ڪَرم ڪيائون پانهنجو، هاڻي حال ڏسي هيئي؛
وائِي فلڪ فراق جي، هاڻي وڇوَن ئي ويئي؛
"سچو" گڏيو سَڄڻا، جنهن ڏي ڪانگ اُڏايا.

## ڪافي ٧

مُڪا دلاسا ڏيئي، ري سڄڻ مُون ڏي!

دوستن دلداريون ڏنيون، حال ڏسي تان هيئي.
پَسي عيب اسان جا، مِهَر پنهونءَ ڪي پيئي.
وريو ورق وصال جو، وائي هِجر جي ويئي.
ماريون ملاقات جا، وس ڪيا هم ڪيئي.
"سچو" سي ئي آئيا، جيءَ گهُريا هم جيئي.

## ڪافي ٨

آهي منهنجو سَڱُ، تان پُنهَل توئي ساڻ!

آءُ اوري تون وَج نہ پري، ساهہ وٺي وڃ ساڻ.
هوت جي ني هلڻ جو، ڪو نہ پيم اَهڃاڻ.
چِلي پيس چيرين، سڱَ پنهل تنهنجي ساڻ.
لڳو آهي دل کي، پاروچل تنهنجو پاڻ.
سِر "سچوءَ" جو يار اوهان تئِن، ڪوڙين ٿئي قُربانڻ.

## ڪافي ٩

جنهن جي آهيان عشق اندوهي، تنهن پاروچي کي پاڄهہ پوي!
آءُ حال چونديس روئي، تَنهن ڪوهيارل کي ڪَهَل پوي!

سا نہ ڇڏيجو چيرين، جا لَعَلن تو سان لوئي.
پريان سَندي پار ڏنهُن،قاصِد اچي ڪوئي.
سوئي ايندم سُپرين، جانب جيءَ جو جوئي.
پورهيو ڪنديس پرينءَ جو، ڳچيءَ پائي اوئي.
سَمَر تيڙم سَج جا، حُبَ توئي سان هوئي.
اکيون عجيبن ڏي، بيٺيون جهُرَ جهوئي.
"سچو" سَڱ اوهان جو، پور وڏا جنهن پُوئي.

## ڪافي ١٠

آءُ اوهان تَون گهوري،اڙي ڪيچيو، ساڻ نيجو!

راتو ڏيهان روح کي، آهي اوهان جي جهوري - اڙي ڪيچيو!
دائِم وڏيَو دل کي، هِن ڏکَن جي ڏوري - اڙي ڪيچيو!
ويهان ويهَڻ نہ ٿئي، ڏاڍي سا لا يوَلوري - اڙي ڪيچيو!
ڪرڻ مناسب ناهي تان، ساڻ ضَعِيفن زوري - اڙي ڪيچيو!

## ڪافي ١١

مون کي هيئن نہ ڇپَر ڇڏ،ميان، اڙي پلو پُنهَل يار!

پرين پاڇياٽي پانهنجي، گولِي گولِن گڏ، ميان.
تون تا صاحب سُپرين، هيءَ ڏهارڻ ڏڏ، ميان.
اَءُ اوهان جي آهيان، هُوُن هُوُن هڏ، ميان.
ٿنهنجي صاحب سُپرين، شال نہ سِڪان سڏ، ميان.
جايون جانبَ پانهنجيون، اڳڙين ۾آڏِ، ميان.

## * پ ڪافي ١٢

ڪنڌي، اَءُ ڪوهہُ رهِي رهِي، جيڏيون هِت هوتَن ريءَ.
اَندر ورهہ وتاڻ ڪَيا،لوُن لوُن مَنجهہ لَهِي لَهِي.
ڇڏي شَهر ڀنڀورَ کي، ويندِيَس ڪيچ ڪَهِي ڪَهِي.
ڪونهي مُنهنجو ڪوهيارلَ ريءَ، سرتيون هِت سَهِي سهِي.
قول پاڙيندو نِي پانهنجا، ڀاروچَل ڀهِي ڀَهِي.
"سچو" گڏيم ساٿ جا، پنڌن منجهہ ڀَهِي ڀَهِي.

## ڪافي ١٣

اَءُ ڪِي تان اوڏي اَئِي، جهاڳيا مون سي جَبل جالَ.

سَل ساتِي، "ڪيچُ ڪاتي تيو"، ڪَلَ الله لڳِڏي تون ڪائِي.
اوني ادا ڙي ڀُڏيئي ڪا، وري ورڻ جِي هيڏي وائي.
شهر ڀنڀور ڏي ڀيرو ڪندا ڪو، ڏايي اسان سان هوتَ لائي.
اڳَڻ تنهنجي،سڻ "سچو" ڙي، ميان، جانِي اَچي تورات جائي.

---

* هيءَ ڪافي ١٢، متفرق ڪلام ۾ ڪافي ١١٨ طور شامل ٿيل آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو صفحو ٦٤ فٽ نوٽ.

## ڪافي ۱۴

ٻانَهڻ ڙي پَرڏيهِي، نــاهــي ايــذائِـڻُ تــوڪــي؛
نــاهــي واجب ’پرڏيهــي،ادا،اِيـذائــڻ تــوڪــي!

ڏينڍءِ ڏوراپو يار اسان جو، وٽ توئي جي ويهي.
پير ڦيهين ٿو نِتَ نماڻيءَ جا، ڳالهـ ڪريان ٻي ڪيهــي!
هيءُ اميد، وو، هئِي نہ تو ڏنهن، جبل ڪيئي مون سان جيهي.
جيهي ڪندين ڪوهــ! اسان سان، ڳالهـ ڪنديس هُت تيهي.
”سچو“ سجاتو سنگَ توئي کي،آهي عادت تو ايهــي.

## ڪافي ۱۵

حيلا ڪيـم هزارين، مانَ تِڪَـن مـون وٽ رات.

ڪَــرهـ قطاري هليـا، بـودا پـلاڻـي پـرِيـات.
آءٌ سُـتـي هـو هُليـا، توڏن جـي ڪيـوَن تـات.
سورَ ڏنـائون سـوڪـڙيـون، ڏک ڏنـائـون ڏات.
پـرين ساري موڪلِي، ڏانهن ”سچو“ سـوغات.

# داستان چهون

١

مون ڪان ٿئي نہ پنڌ، آري ڄام اڇيج تون؛
هاٿي ڏي مون هنڌ، پاڻ ٿي ڌاري سُپرين.

٢

آريءَ جي اڇڻ جو، روز نهاريان راهُ؛
آڻيندس اللهُ، مون سِرُ صدقي ڪيو.

٣

آري اچين شالَ، نماڻيءَ جي نِجُهري؛
هِيءَ مون ڏسي حالَ، ڪرين غور غريب جو.

٤

ڳهٽا ڏينهن ٿيا، مون ڏورينديءَ ڏونگرين؛
جي مون سڌ ڪيا، سي ٻَڌي ٻاروچا وريِن.

٥

ٻڌي ٻاروچا ورين، هِنَ عاجز جئن آهيُون؛
درد پَري دانهُون، ڪري ٿِي، ڪافن ۾.

٦

جي مُنهُن ٻاروچي ڏسان، تا سَيَڻي تينَم سڪَ؛
ڏور ٿين مون ڏڪَ، پَسَڻ ساڻ پريِنءَ جي.

٧

ڪر ٻاروچا ٻاجهہ، هِن مون نماڻيءَ تي؛
ويٺي وجهان واجهہ، اوهان جي اچڻ لءِ.

٨

مون هَٿان پيئي، ڏوهہُ نہ مٿن ڪو ڏيان،
حال چوان هيئِي، هَلي هوتياڻِين ڪي.

٩

هن ڏکيءَ کان ڏيرَ، وڃهي وِٺِ وڏي ويا؛
ڏورڻ هاڻي آئيا، سرتيون سَپِ سُميرَ؛
پُڇِي لهان پيرَ، اَيَلَ اوٺارن جا.

١٠

اتي ويا اوٺارَ، کٿي سات سويلَ جو؛
هاڻي آديون، آئيَا، ڏورڻ مون ڏونگار؛
بيا پيي هوت هزار، منهنجو پيچ پُنهونءَ سان.

١١

منهنجو پيچ پنهونءَ سان، ازل لاکون آهه؛
هاڻي ويهڻ چاهه، پينَرُ هن پنيور ۾؟

١٢

کريان کوه پنيور ۾، پنهونءَ پُڇاڻاءَ؛
سوز چکايو ساءَ، ويهَڻ مون وهُ تيو.

١٣

کريان کوه پنيور ۾، ور بنا ويهي؛
جيهي جي تيهي، آءٌ تان سندن آهيان.

١٤

کريان کوه پنيور ۾، پُڇاڻا پرين؛
وارُ نه سي ويهَن، جَنِين مَٿي مامرو.

١٥

کوهُ کريان پنيور ۾، هاريُون بِنا هوت؛
مون تان تائين موت، ووءِ ووءِ هٿِ نه وِسري.

١٦

گولِن گڏ گذرانُ، کاکيون، کنديس کيچ ۾؛
آريءَ تئي ارمانُ،مانَ ڏسي حالُ حقِير جو.

١٧

چڱي پنهونءَ چت، سدا آهي سَرتيون؛
هوت بنا مون هت، ڪريان ڪوهُ پنيور ڪي؟

١٨

شالَ نہ وسرين تون، لوڪ سَپوئي وسري؛
مطلب اِهو مون، جو پاٹوءُن پَري نہ ڪرين.

١٩

ورَ مَ وساريج، هيءَ تان سنديوَ آهہِ؛
وجي ڪيچ وٹن م، هيءَ سَترَ ساريج؛
تينَر مَ ماريج، جيستر توکي نہ مِڙان.

٢٠

ساري شَهر پنيور جي، چڏي لوڪ لذت؛
تو ريءَ ڏئي ڪو نہ ڪو، ماڻهو عام عِزت؛
تئي ساهہ صِحَت، جي پيهَر پاروچا آچين.

٢١

ڪيو ڪميٹيءَ ڪَچُ، جو سُتي سَويلي رهي؛
آنهيءَ جي افسوس سين، ڪيو مَحبت مَچ؛
پنهون جامَ پَرچُ، ناميا نِماٹيءَ سان.

٢٢

تيون هِن هَتَاءُ، ڪيئي مُورائون مَنديُون؛
پنهون ڏسي پاڻ ڏي، آسَڻ منهنجي آءُ؛
سانول توريءَ ساءُ، آچي ماڻهن ڪين پنيور جي.

٢٣

پُنهون پُنهون تي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ؛
آديون تِيس آچاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ ڪي.

٢۴

جان پروڙيم پاڻ کي، تا آءٌ پنهون آهيان؛
ڪنهين طَرف ڪاهيان، جو طَرف مڙئي 'تُم' ٿيا.

٢۵

پيهي پروڙيوم، تان پنهون پاڻ ئي آهيان؛
پاڻ ئي منجهان پاڻ کي، هيءُ پَڙلاءُ پيوم؛
صحيح ڪن ڪيوم، ته غير گمان آٿي ويا.

٢٦

"سچو" ڪج صَبرُ، متان خيال ڪڙو رهين؛
ڪِينو ۽ ڪِبر، پري ڪرين پاڻ کون.

٢٧

چَٽَ ڏني چُٽڪي، سورن سَرسُ سمُيرَ ۾؛
سا سَچلي "سچيڏنو" چوي، چُوهه منجهون چٽڪي؛
جا لڪَن منجهه لٽڪي، تنهن سان حمايت هوت جي.

## ڪافي ١

ڪيچئڙن جي ڪاڻ، جيڏيون منهنجو جيئڙو جهڄي ٿو!

پريان سندي پار ڏنهن، الله اوٺي آڻ.
ڇڏي شهر ڀنيور کي، هاڙهي ويندي هاڻ.
روئڻ ڪوُن جهلن سي ئي، رئن اکڙيون اڪاڻ.
جيءُ وڏائون جار ۾، ٻاروچاڻي ٻاڻ.
سگهو ايندو سُپرين، پينر منهنجي پاڻ.
"سچو" اَءُ تان آهيان، پريان جي پَرياڻ.

## ڪافي ٢

اوڏانهون جي اچن، ڙي جيڏيون، انهن اَءُ ڪيئن نه سڃاڻان!

پريان سندي پار جيون، ڪيهون ڳالهيون ڪن.
مون هن نماڻيءَ کي، دلاسا تا ڏين.
ساهه منهنجو سرتيون، نيو نياپن.
هي بُت بيراڳي ڪيو، ڪاڪيون ڪيچيڙن.
"سچو" چو نه سُڏيرُ تين تو هُت پاڻ پچن.

## ڪافي ٣

يڄي پاهڻ ٿي پاسي، مٽان ڏايو ڏک پويئي!

پنهونءَ سندي پار ڏي، اسين تان پنڌ پياسي،
- ترس اهو مانَ تئيئي

چو ٿو سمهين پير مٿيءَ جا، اڳَهين نيهن نياسي،
- ڏک ويا ڏير ڏئي.

سڻ ڙي ڏونگر حال "سچوءَ" جو، ونڊر جي اسين وياسي،
- ڇَڱيان پاڻ ئي هوت چوي ئي.

## ڪافي ۴

دوست دلاسو ڏجي، ڏاها ڏکوين.

اَول لائي پوءِ نہ چنجي، پرت نباهي نِجي.
پُرجهي ڏسج پرين پانهنجو، هيئن نہ ڪا پُل ڪجي.
ڳالهيون تنهنجيون يار پاروچا، راتو ڏينهان هِن هِجي.
ورهَ وارن سان يار ڏهاڙي،ڏک پائي اَچي تجي.
قاصد ايڏنهن جا چَون اِئين مون، هوت اِينڊءِ اَچ اِجهي.
ڏنگاين ڏي ڏس نہ منهنجي، سپ اوهان ڪؤن تو سِجهي.
اَچڻ ڪارڻ هوت اوهان جي، ”سچو“ فالان ويٺو وجهي.

## ڪافي ۵

وندر آءُ ويندياس، وٺي اهو سوز سجڻ جو
وٺي اهو پور پرينءَ جو!

پيرن آتي پرَجي، ڳوڙها ڳاڙيندياس.
ڪاڻ ڪوهيارلَ ڪاڪيون، جهولا جهليندياس.
آهُن ۽ دانهن سان، ڪَرڳَل ڳاڙيندياس.
باجهون باروچل جي، ساٿيهہُ ساريندياس.
پنهون وٺي تان پاڻ سان، آديون آٿيندياس.
پاڻ پنهنجو پورَ موئن، چُنجن چاڙهيندياس.
سِر پنهنجو سرتيون، گهوريون گهوريندياس.
وٺي مَهار مَيَن جِي، لوءِ ڏي لاڙيندياس.
”سچو“ باجهون سوز جي، پيا ورق واريندياس.

## ڪافي ٦

مون کي ميڙين الله،
سڀگهو آڻي الله،
وو ميان پاروچا!

اُنهن ڪارڻ ڪاڪيون، وڃهان وڃاڻا،
سانول پنهنجو سرتيون سَوَ ۾ سُڃاڻا.

ڀيهر شهر ڀنڀور ۾ آڻين الاهي،
ڀيرين پئي تن کي ٿيون پاڻ ٿي صلاحي.

اوڏنهُن آڏيءَ رات جا ڪانگل اڏايان،
جي پَري آهيان تن ڪوُن تان پِريِ سنڌين سڏايان.

ڪڏهن مُڪو ڪونه ڪو پرين پيغامي،
اصل لاڪوُن اَن جو آهي ساهہُ تہ سلامي.

ڪڏهن ايندم سُپرين، ٿي پوتيون پٽايان،
"سَچو" سوالن سان اُهي ويندا ورايان.

## ڪافي ٧

جي وٺي حُب وڃن، ڙِي، انهن کي ڪيئن نہ سُڃاڻا!

چڏي لاڳاپا لوڪ جا، پرِيان .پند پون.
ڏونگر سي ڏوريندا يون، محبت جن کي مَن.
آيل عاشقن جون، ڪوڪان پيڙم ڪَن.
آديون هن ارواح کي، تاسِف ڏنو تَن.
"سچو" صدقي اُن تان، جي وٺي درد وڃن.

## ڪافي ٨

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو، مون ڪي!
هيءَ ڪنيزڪ مُلهہ خريدڻ، ڪيئن مَٽئون مون ٿيو.
حَرف اسان تي آهي اَصل ڪوُن، ويسر ۾ وِيو.
"سچوءَ" ڪوٺي پانهنجو، پاڻ قريبَن ڪيو.

## ڪافي ٩

منهنجو سگ نہ سِياپو، ڪاڪيون ڪيچ ڏٺين سان!

هِتوَن هَلِي اُتهين، آءٌ نہ ڪنديس، ڙي، ڪاپو.
پانهي خان بروچ جي، تِنَس لاهي لاڳاپو.
شال نہ ڏکيءَ کي ڏين، ڪنهن ڏوهئن ڏوراپو.
جيڏيون هِنَ مُئيءَ جو، آهي جانب جياپو.
"سچو" سچڻ سان ڪندو، منهنجو مولٰي ميلاپو.

## ڪافي ١٠

يا پيلي ڙي، متان مون کيٰ هِت ڇڏين!

هِيءَ نماڻي عشق اوهان سان،
هيءَ محب پيلي ڙي، پاڻُ غريب سان گڏين.
ڪنهن در ڏينديَس دانهڙي،
پيارا پرين پيلي ڙي، آٽي پڪا اوري اَڏين.
لَهہ "سچوءَ" جي، وو، سَڌ سجڻ سائين،
ساڄهر سويلي ڙي، يار ايندين تون ڪَڏين.

## ڪافي ١١

ڪنهن لـڳ ڏونگر ڏوريان، جيڏيون ڙي،
محب آهي منهنجي مَن، ميان.

"وفي انفسڪم افلاَ تبصِرون"، ڪاڪيون ڪَجو هي ڪن.
اسين توسان،پَري تون قولين، اولانيا هي اچن.
پاڻ سنيالج پانهنجو، پرين اِئين چَون.
اِهـڙيءَ اوڏائـيءَ ۾، ورهـِي مِينهن وسَن.
"سچو" سي ئـي پَري پِيا، جُدا جاتو جَن.

## ڪافي ١٢

مون کي ماريو مونجهاري، ووءِ ووءِ،
سانگِي مون سي ئي ڪيا.

سوزُ تنهنجو سپُرين، هِت ڪوڪان ٿو ڪاري.
اُنهيءَ باجهُون سرتيون، هيءَ گوندرَ گذاري.
ڏايي ذات جتن جِي، جي عاشق ويا آزاري.
وندر جي وٿن ۾، ٿي ڪيچي نهاري.
"سچو" سپرينءَ کي، تون ويهـُ نـ وساري.

## ڪافي ١٣

گولِي مانَ سڏين، اُنهن جي نِي آهيان، جيڏيون ڙي!

پڪا پڪن سامهون، اوري مانَ اَڏين.
آريجا عاجِز کي، چَپَر تان نـ چڙين.
باروچان تا باجهہ پئي، گولي ساڻ گڏين.
هُونِ هميشہ مون پرين، لحظي تان نـ لڏين.
اصل لاڪون آهيان، هِنئين آئوُن هَڏين.
اڻ مُلهِ بانهي آهيان، "سچو" پاڻ سَنڌين.

## ڪافي ١٤

هِتوءِن اُتي تنهنجا هوتَ ويا، تون تان پي نـ ڪوشش ڪَرين!

پيرَ پُٺِن تون نـ ڪٽي، ٻُڌيون سي ڳالهيوُن ڪرين.
توکي تان ترسائِيو، پاچياٽي، پَنڌَ پَرئين.
اُتي ڪر پنڌ پهاڙ جا، متان تون پوئتي ورين.
"سچو" پُڇج سُپرين، ميان، متان تون تان نرين.

## ڪافي ١٥

پنهنجو ڪيو، هي تان پنهنجو ڪيو، مون کي يار پنهل ڪُوٺي!

دوست گَڏيو دلجاءِ تي، وڃوءِن ستارو وڇوڙو ويو.
آڏر تي ارواح کي، جِڏيون ڙي، منهنجو جيئڙو جيو.
رهجي اچي يار سان، ڏاهيون ڙي، اهو ڏسڙو ڏيو.
اڱَـڻ آسَروند جي اچي، ميان، لالن پاتو لِيو.
ساهـ "سچوءَ" جو سرتيون،نيڻن سندي ناز نِيو.

## ڪافي ١٦

ٻانَهن جي آءٌ ٻانهي آهيان،
ٻاروچي جي ذات جي!

ڪيم جهليو مون جيڏيون، دوسنَ جي ديوانِي آهيان.
آءٌ ڪنيزڪ مُلهـ خريدڻ، شاهَن جي ڪا شانِي آهيان؟
اُنـ اوشارن توَن، ڪوڙين آءٌ قربانِي آهيان.
جي مون پُڇيوجيڏيون، سورن ۾ ساماني آهيان.
پُڇو "سچوءَ" ڪوءِن سرتيون، محبن جي مستانِي آهيان.

## ڪافي ١٧

تو ريءَ ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪنديس، اءُ وَر واڳ ورائي!

واٽ نہ وندر جي لهان، وڏيس مونجهہَ مُنجهائي.
سِڪَ تنهنجي سُپرين، ڏونگر تي ڏورائي.
هيڪاندي هيءَ حَبَ ۾، ويٺي ورهہ وسائي.
طعنن شهر ڀنڀور جي، وڌم تَنُ تپائي.
جيهو تيهو سُپرين، ”سچو“ سَندوَ سڏائي.

## ڪافي ١٨

ٻاروچا ٻئيوَ ٻاجهہ، ڇپَر مون کي هيئن نہ ڇڏيجو!

مهرَ نہ لاهيو مون پرين، مَتان هِن محتاجَ.
آهي هن عاجز جي، تو تي لالَن لاجَ.
هيءَ ٻُڌيءَ پئي تنهنجي، مَنجهوَن ساري راجَ.
ڳچيءَ پائي ڪَپڙو، اُت ڪريان ايلاجَ.
پورهيو ڪنديَس پرت جو، هَتين ڪنديس هاجَ.
گهوريان گهوٽ اوهان تان، سڀ مَڏيون ۽ ماجَ.
اوهان جي تہ آچَڻ لءِ، ”سچو“ وجهي تو واجهہَ.

## ڪافي ١٩

هيءَ نماڻي نالِ، نِجو، ادا ڙي، اوٺيو!

هي ڪميٽي ڪُوڙي، بِرهہَ ڪئي بيحال.
پُنيءَ اِيندي آنهن جي، جيهي تيهي حال.
پرين نيندا پاڻ سان، پَلا پنهنجي پال.
اوهان ٻاجهون سپرين، جيئڻ آهي جنجال.
ٻاروچا تان ٻاجهہَ پئي، ”سچو“ سگ سنيال.

## ڪافي ٢٠

ٻاروچا ميان،هيئن نہ ڇڏيو، هيءَ نِيو نِماڻِي ساڻ!

سُڌِ تَهين کي سوز انهِيءَ جي، جنهن لڳو ٻاروچاڻو ٻاڻ.
ٻانهي گولي تانهن جِي، پنهون پاڻُ سڃاڻُ.
پرين ڏسج پاڻ ڏي، آهيان آءٌ اڄاڻ.
بخش ”سچوءَ“ کي سپرين، سندو نِيهَن نياڻ.

# داستان ستون

١

توڙي ماڙ نہ مُون، سڻ منهنجا سپرم؛
مون کي گهُرجين تون، لوڪ رُنو ئِي گهوريو.

٢

عُمر اجائِي گذري، وهِي اُيَم هِيءَ؛
اَءُ سَباجها سُپرين، پَروَرَ ڪارڻ پِي؛
جيئڻ ڪونهي جِي، ڪا وَرَ ويچاريءَ وَر ڪيو.

٣

عُمر اَجائِي گذري، اچا تيا اِظهار؛
زاريون ڪَيو سُپرم، رُئِان زارو زار؛
مَتِم آهي مَيارَ،هوتَنِ حَرَف نہ هيڪڙو.

٤

عمر اَجائِي گذري، ڪارن مَٽيو رنگُ؛
مون نهارڻُ نہ ٿئي، سانوَلَ سارو سَنگُ؛
هِن نِماڻِيءَ جو ننگُ، آهِ اُوهان تي سُپرين.

٥

عمر اَجائِي گذري، ڪَئِي جويَنَ جاڙَ؛
بالا هِنِ بِلورَ جا، چَئَنِي طرفين چاڙَ؛
پاروچَل جي پاڙَ، مون کي روهين رولِيو.

٦

عمر اجائِي گذري، هوتَ نہ گَڏيَس آن؛
اهڙي ئِي احوال جي، ووءِ ووءِ آهي ماَن؛
ٿئي نہ ميلو جان، تان ساهُ نہ وجي سرَتيون.

٧

عمر اجائي گذري، هھڙو تِيَڙم حالُ؛
ڪَنهن سڻايان سرتيون، اندر جو احوالُ؛
آرياڻِي الحالُ، ڪندو غور غريبِ جو.

٨

مَتي راھہَ رَنجُور، ويچاري واڪا ڪَري؛
سِگهِي ويندي نِڪري، هوتياڻين حضور؛
موتي هَٿِ نہ مُور، پَسَڻَ ريءَ پِرينءَ جي.

٩

جان مون مِلان هوتَ، تيسين تائين نہ مَران؛
مادر تائين موتَ، اِهو اَتمَ آسرو.

١٠

وندر جي وڻَن ۾، ڪَري واڪا ويچاري؛
جا مَحبوبن مارِي،تَنهنجو موڻُ مَسَ ٿئي.

١١

وندر جي ئي وڻن ۾، زور ڪَري زاري؛
ڇڏي ويا ڇَپَرين، ڏوھڻ ھِيءَ ڏاري؛
هِڪ واچوڙا واٽَ تي، ٻي وسي ٿِي واري؛
بِرهہُ آهي باري، هَي هَي هوتياڻِنِ جو.

١٢

وندر جي ئي وڻن ۾، زور ڪَري زاريُون؛
نِيلا نيرَ اکين مان، هاڙهي ويس هاريُون؛
اديون آريءَ ڄام جا، ويا روڏا رئاريوؤ
هِنَ مُئِيءَ کي ماريون، هوت وڃن تا نِڪريا.

١٣

وِڃي ڪيچ وڻن ۾، تئين ڪوهيارَل قَرار؛
يا ڪُٺِي مُئِيءَ کي مارِ، يا پِرين ني تون پاڻ سان.

۱۴

وڃي ڪيچ وٽن ۾، تِنئين سانولَ سَڪِ؛
هِيءَ ڏکوئي ڏکِ، وڃهي گوندر ۾ وَئين.

۱۵

وڃي ڪيچ وٽن ۾، تون خاصا ٿين خوشحالُ؛
هتِ هِيءَ نماڻيءَ حالُ، مانَ وَري ڪووڙُ ڪَرين.

۱٦

وڃي ڪيچَ وٽن ۾، ڪامل تِنئين قَرارِ؛
ويچاريِ مَ وسار،جا آجهي آهي آنهِنجي.

۱۷

وڃي ڪيچ وٽن ۾، تنئين جانب جاءِ؛
هُو جي اوري ڪيچَ ڪوَّن،سي مون لڪَ لنگهاءِ؛
پنهنجو پاڻ پساءِ، نا تہ ٿي دوست دمُ ڏيان.

۱۸

ڪاڪيون ڪيچ وٽن مَوَّن، هِيرَ اچي جا هِيِ؛
پاڙيچون! سان پِي، هِنَ مون کي آڄ ملائيو.

۱۹

ڪاڪيون ڪيچ وٽن ڏنهَن، هي جو واءُ وريو؛
سندو ساهہَ سَريو،مطلب سارو مَنَ جو.

۲۰

ڪاڪيون ڪيچ وٽن ڏنهَن، وري واءُ وريوم؛
سارو ڪاڄُ سَريوم، چڻ هاٺي گڏيَس هوت کي.

۲۱

هو جا ڪيچ وٽن کي، وڃي لَڳي واءِ؛
سا وري شهر ڀنڀور ۾، اچي سرد هواءِ؛
جانب تنهين جاءِ،سا جيءَ اُنهيءَ سان هلي.

٢٢

هو جو ڪيچ وڻن مَوڻن، اچي واءُ وري؛
سو مون کي محبوبن جي، ڏئي خبر ڪَري؛
وڃان تامَ مَري، جان پاروچي مُنهن ڏسان.

٢٣

هو جو ڪيچ وڻن مَوڻن، وَريو اچي واءُ؛
ماريون تنهن مٿاءُ،هيءُ سِرُ ڪريان صدقي.

٢٤

هو جو ڪيچ وڻن مَوڻن، واءُ تہ آئي واسُ؛
هِيءُ سِرُ سارو ساسُ، ڪوڙين قرباني ڪَريان.

٢٥

هو جا ڪيچ وڻن مَوڻن،هاريون اچي هيرَ؛
ٿئي صحت مَنجهہ سَرِيرَ، ڏور وڃن مون ڏکڙا.

٢٦

هو جا ڪيچ وڻن مَوڻن،هاريون هِير اَچي؛
تَنهِن سان مَنُ مَچي، محبت ۾ محبوب جي.

٢٧

هو جا ڪيچ وڻن مَوڻن، اچي هِير هَلي؛
سا پينر آهي پَلي، جنهن سان ساهُ سُڌير ٿئي.

٢٨

هو جا ڪيچ وڻن موڻن، ٿي هِير اچي هاٺي؛
تَنهِن آرياڻي آئي، جَڻُ مون سان اچ ملائيو.

٢٩

هو جا ڪيچ وڻن مَوڻن،اچي هِيرَ هلي؛
تَنهِن ساري ڳالهہ سِلي، پرِيان سندي پارَ جي.

٣٠

هو جا ڪيچ وڻن مَوڻن،لڳي تيز تَنوارَ؛
سندي پرِيان پارَ، تَنهن ڏنا دلاسا دل کي.

## ڪافي ١

نِينهَن نِهوڙي آهيان، هاڻي جيڏيون ڪاڏي وڃان!

پنڌ پري ٿيو پرينءَ جو، عشق اُلارو اڃانِ.
ڪَتڻ وڻڻ نہ ٿئي،چرخو ڦيرائي پيچان.
پِريَن نايُون َپت ۾، عشق سنديون سي چڃان.
موٽڻ واري ڪڏهين، "سچو" نہ مَصلحت مَڃان.

## ڪافي ٢

هئان ٻاروچي نال، وو نال، َپلڪ نہ پري پِرينءَ کؤن!

ورهيہ ويڙم گذري، هَي هَي هھڙي حال، وو حال.
ساڄنَ تنهنجي سوز جي، ڪريان ڪنهن سان ڳالهہ، وو ڳالهہ.
ٿي گذاريان ڏينهڙا، تنهنجي خاص خيال، وو خيال.
پُنيءَ لڳل پانهنجي، پنهون سائي پال، وو پال.
ساهہ "سچوءَ" جو صدقي، آهي اُتون آل، وو آل.

## ڪافي ٣

گوليءَ جي گفتار، پُڌيوَ ٻاروچَن ۾ ڪا!

ڪُتا ڪانَ قريب جا، هِنيَڙي منجهہ هزار.
آءُ پيادي نا پُڄان، سارو ساٿ سُوار.
اُنهن ڪارڻ آئيو، رئڻ زارو زار.
لڌم پير پنهونءَ جو، منجهوئن گرد غبار.
اچي شال پنيور ۾، ٻاروچو پيهار.
پاٽوئن پانهي پانهنجي، دوست نہ ڪجو ڏار.
ڪَن "سچوءَ" ڏي سچ جِي، مَجَهوئن، نِينهَن نهار.

## ڪافي ۴

يار لڳي آءُ هَلندي تو سان، وو،

رهنديس ڪِيئن پنيور ۾.

پاءِ رڪاب پرينءَ جي، هَي هَي هاريون هوسان.
پائي مَندڙا پورَ مَوُن، راهن تي روسان.
اَوهان پاجهون سپرين، چاهي مُنهنجو لوءِ سان.
سورن سهرا سِرَ تي،پارئون تنهنجي پوسان.
"سچو" ساعَتَ نہ رهي، دم پَاجهون دوسان.

## ڪافي ۵

گولَن جي آءُ گولي، پاروچاٹي ذات جي!

سمجهي سگهان ڪينڪي، پاروچي جي بولي.
عبث آءُ پيي ناهيان، ڳالهہ ڪَيَس ڪنهن ڳولي.
ڪري ڪوهيارل ويو، هنيڙي اندر هولي.
روئي اُنهن واسطي، چڪَ ڪيم هيءَ چولي
"سچو" صدقي تن تَوُن، جِندُ جَنهِين هِت گهولي.

## ڪافي ٦

اڙي الو الو، منهنجي يار سَجَڻ جو، ساٿ سلامت آئيو!

اَجُ سي اڱڻ آئيا، مون جن لءِ وِرهہ وسايو.
اُهي ڳڏ مسافر هِنِ ڳڏيا، مون جن لءِ پَنڌِ پُڇايو.
ڏيئي دلاسا دل ڪي، تن ريهي روح رچايو.
حال پائي اَچي سي ٿيا، جن تان چيٽڪ لايو.
وريتيون وصالَ جو، هاڻ واليءَ وَرق ورايو.
"سچوءَ" کي ڙي سرتيون، اهو موليٰ مُحب مِلايو.

## ڪافي ٧

سنديوَ سار سنپال، يار مون کي آهي، منهنجا ميان!

مون هُون ڏورڻ نہ ٿيا، الا، آهن ڪاف ڪَشال.
آوهان ٻاجهون سُپرين، جيڻ منجهہ جنجال.
ڪريو فنا فراق کي، وجهان واجهہ وصال.
ٻاجهہ ٻاروچا تو پوي، ههڙا ٿيڙم حال.
راتو ڏينهان روح ۾، جَڪان لاءِ جمال.
سِڪ "سچوءَ" کي سُپرين، آهي جِي ۾ تنهنجي جال.

## ڪافي ٨

تون آءُ ڙي قاصد آءُ، ميان،
ڪا خبر ڏيهوَن ڪِيئن جي!

پرين سندي پار جو، ڪو لهي آج سماءُ، ميان.
منهنجو ٿئي هِت ڪينکي، ٻاجهوَن هوت هلاءُ، ميان.
ملڻ ٻاجهون دوست جي، ڪندو ورهہ وڌاءُ، ميان.
"سچو" سمجهين ڪينڪي، اهو اَٿئي ڪو لقاءُ، ميان.

## ڪافي ٩

آءُ تان صدقي اُن توَن،جي آيا پُنهل جي پار!

مُڪم نياپا نينهن جا، هوتن ڏنهن هزارَ.
محبت محبوبن جِي ڪئي، هنيڙي ۾ هُشڪار.
وجي ڏسنديس اکڙين سان، ورڻ سندا وٺڪار.
سِڪ "سچوءَ" کي سرتيوَن، ڪيا اندر ۾ الغار.

## ڪافي ١٠

اوڏانهن آئين ڪانگل ادا، لنؤن تون چَگي اچ لات ڪا،
ڪِي هُت هئي محبوب ڪي، مشتاق جي مصلحات ڪا؟

هيڏي اچڻ جي ڪا هُين، ڏي تون مون ڪي تسلات ڪا،
مون هن نماڻيءَ وٽ اتي، رهندا اچي هِت رات ڪا؟

ٻي تان هوندي هيٺي ادا، ظاهر نہ جهڙيم ذات ڪا،
پيغام مون ڏنهن پرت جا، ساٿي آندوَ سوغات ڪا!

شب روز عاشق رئڻ ۾، چاڻن نہ هڏ ٻي بات ڪا،
جاني جدائيءَ جيهڙي، آهي نہ ٻي آفات ڪا!

هيڪند هئڻ جي هوت سان، سائين ڪندم ساعات ڪا،
دلبر ٻاجهون هڪدم "سچو"، بيهي اُها برسات ڪا؟

## ڪافي ١١

عشق اول آزمائي، ڪاڪيون ڪيچن جُو ميان!

سِر تي سهج، وو، سور ستاٽا، ٻاروچو ٻولائي.
صحيح ملندم هوت حقاني، رانولُ مون رولائي.
عاشق صادق سڻ "سچيڏنا"، ٻول نہ ڪنهن ٻولائي.

## ڪافي ١٢

سانول، سوين ڳڻ تنهنجا تي ساريان!

هاڻ منهنجي هنيڙي اندر، سي تا ڪيئن وساريان.
واتان اچڻ جون، وو، تانهنجون ويٺي سي نت نهاريان.
اوهان پاجهون سپرين گوندر ڏينهن گذاريان.
جهري جهوريءَ ۾ پيو، هينڙو ني هيڪاريان.
"سچو" سگ در تنهنجي جو، تنهنجي ڪيڏ قطاريان.

## ڪافي ١٣*

ڪنهن ڪي هي حال چوان آديون ڙي، واءِ ويلا جو!

ڏيرن ڏيئي چڏيا، موٽي سور نوان - هي حال چوان!
مهڻا محبوبن جا، ڏنا پاڻ اوهان - هي حال چوان!
"سچو" سرواڻن ڪي، وڃي پيرين پوان - هي حال چوان!

---

* هيءَ ڪافي ١٣، سسئي، داستان چوٿون ۾ ڪافي ٩ طور اڳ ئي شامل ٿيل آهي. هن ڪافيءَ جو آخري بند "سچو سرواڻن ڪي، وڃي پيرين پوان، هي حال چوان!" ان ڪافي ۾ آخري بند طور شامل ٿيل نہ آهي. اهڙي طرح ٻئي ڪافيون اڻ پوريون آهن.

## ڪافي ١۴

عشق تنهنجي ماري آهيان، اۓ اچي ڏي دوست دلاسو دل ڪي!

سگهه نہ ساريان پنڌ ڪرڻ جي، پلو ميان، ڪيچ وڃڻ ڏي ڪيئن ڪاهيان!
آۓ تان بانهي تون تان سائين، سگهہ نہ پيو ڪو ساهيان!
ڪم اچي جي هي سر تنهنجي، ميان، تان پيي ناٻر ناهيان!
آۓ اڻ سونهين سونهين ناهيان،ڪاڏي ڪرهل ڪاهيان!
هوت ڪرين ٿو هھڙيون، ميان،آسَر هڏ نہ لاهيان!
اگڻ آۓ تون يار پيارا، سب پلايون ٿي پانيان!
ورهہ اوهان جي ڪيئي ولوڙيا، "سچو" چوي آۓ چاهيان!

## ڪافي ١۵

دل ناهي سا منهنجي وسَ، ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

انهن اکڙين ڪي، ناهي ڏسڻ ڪوَن بس،
- ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
اصل لاڪون آهيان، پاڙيچون پروس،
- ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
ڪاڪيون آهي نہ عام سان، روح هنهنجڙو رس،
- ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
پاجهون ويڙهي دوست جي، ٻي ڳالهہ نہ لڳي ڪس،
- ڙي جيڏيون ، ڪيئن ڪريان!
ساهہ "سچوۓ" جو سرتيون، دوست وٺي ڪيو وس،
- ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

# داستان انون

١

مارڳُ مٿاهون ٿيو، مارڳ چڙهي ڪيرَ؟
سا ُپچي سات سويرَ، جائي مارڳَ تي مري.

٢

جي تون مارڳَ تي مرين، وڏا طالع تو،
سانولُ ساڳي سو، مٿان تو هٿ ڏئي.

٣

مَلهِي مارڳ مرُ، تان تون تنين جي ٿئين؛
جبل هار نہ جرُ، ارتو اڳڙين مون.

٤

مارڳ جي مُئينءَ، تان هُئينءَ هوتياڻين هنجَ ۾؛
وڃي ڪيچ سُئينءَ، تان ويچاريءَ وسُ ڪيو.

٥

مارڳ مرن جي، ورتنين ڪي ويجهڙو؛
هُي هَي هوتن ڪي، ٿئي ارمان انهن جو.

٦

مارڳ مرڻ آهہ، گهوريو جيڻ جيڏيون؛
پير نہ پوئيون پاءِ، عاشقَ مرُ اڳي ٿئين.

٧

مارڳ آهہ مرڻ، جيڏيون هن جيڻ کون؛
وس ويچاريءَ ايترو، ڪوڪان ڪانڌ ڪرڻ؛
پاروچا پُرڻ، ٿيو ڪم ڪوهيار جو.

٨

مارگ مران شال، دعا ڪريجو جيڏيون؛
هوت هھڙي حال، مانَ مٺان مون هٿ ڏئي.

٩

مٺي راھ رئان گھڻو، ڪا مون لهن ڪل؛
ماڙيون سڀ محل، ويٺي ورھ وسائيان.

١٠

مٺي راھ رئان گھڻو، آءٌ اوٺارن ڪاڻ؛
هاريون ايندم هاڻ، ڏک ڪيندم ڏيل مون.

١١

مٺي راھ رئان گھڻو، آءٌ تنهن لَعلَن لڳِ؛
جَتَ پيا پِيي جَڳِ، منهنجو پيچ پنهونءَ سين.

١٢

مٺي راھ رئان گھڻو، ڪارڻ ڪيچيڙن؛
سِگھا شال اچن،ڪَرن غور غريب جو.

١٣

مٺي راھ رئان گھڻو، ڪارڻ ڪوهياري؛
مُئيءَ ڪي ماري، وڃ م منهنجا سُپرين.

١٤

سَچو بَڏي سندرو، لَڪين ڪندي لوچَ؛
بَڙيون لڳ بروچ،مٺي راھ رئان گھڻو.

١٥

اديون آريچن جي، ڪافوئن پونديم ڪل؛
ڪارڻ ڪوهيارل، مٺي راھ رئان گھڻو.

١٦

هُو سياڻا سُپرين، عاجز هيءَ آڄاڻ؛
آءٌ ڪوهياري ڪاڻ، مٺي راھ رئان گھڻو.

١٧

هوندي هوتياڻن جي، هيءَ ويچاري وڃ؛
آءٌ تنهن لالن لڳ، متي راهه رئان گهڻو.

١٨

اندر آڳ عشق جي، وِئو پاروچو پاري؛
ڪارڻ ڪوهياري، متي راهه رئان گهڻو.

١٩

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ٿڪيءَ مون نه ٿين؛
جيڏيون ڪاڻ جتن، متي راهه رئان گهڻو.

٢٠

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن مون نه ڪيا؛
وتون هوت ويا، ڪٽي سات سويل جو.

٢١

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ٻچن مون نه هٿاءِ؛
آچ آرياڻي آءٌ، تي ونيلو وٺڪيا رِم.

٢٢

ڪاف ڪشالا ڪيترا، پري آهن پنڌ؛
رويون چُمان رند، اُڀل اونارن جا.

٢٣

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڀارڳ آهه منزل؛
آهه ڪوهيارل ڪل، ناميا نماڻن جي.

٢٤

ڪاف ڪشالا ڪيترا، هزارين فرسنگ؛
نهاريءَ ڏي ننگ، ڪرور ويچاريءَ جي.

٢٥

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪوڙين آهن ڪوهه؛
مون ڪوِن جهاڳڻ نه ٿين، رُڪون ڏايا روهه؛
تنهنجي پُچان توهه، نا تہ ناهم حال هلڻ جو.

٢٦

ڪاف ڪشالا ڪيترا، آهن جال جبل؛
لهہ ڪميٺيءَ ڪَل، پاروچا پاجهہ ڪري.

٢٧

ڪاف ڪشالا ڪيترا، دقت اوڻ تصديع؛
آچي پَهچج پِيي، مون هن نماٺيءَ تي.

٢٨

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن ڪين ڪيام؛
سلهاڙي ساٿ سان، ڪٺي هوت ويام؛
ووڙڻ وڻ پيام، قسمت سانگي ڪيچ جا.

٢٩

ڪاف ڪشالا ڪيترا، مارڳ مٿاهون؛
چوريءَ ڪي چپرين، چڏي وئين چاهون؟
توکي ڪري سپرين، دردمند ڌانهون؛
تون اچج اَڳاهون، ناتہ تي دوست دم ڏيان!

٣٠

ڪاف ڪشالا ڪيترا، جِتِ جانارن جايون؛
غفائن غارن ۾، اَتَ بيحد بلايون؛
مانديءَ ڪي مارڻ لءِ،نڪتيون نِنايون؛
مون سِر تيِ سهايون، سپ اَريءَ سندي عشق ۾.

٣١

ڪاف ڪشالا ڪيترا، بَر وڏا بئبان؛
لانگها هِڪَ لڪَن جا، پيا ڪوهن ۾ ڪُهدان؛
اڳيان ڏينَم ڪينڪي، هلڻ هي حيوان؛
آءَ آرياٺي اڳوان،ترُ نہ مون ٺيلهيو ٺئي.

٣٢

ڪشالي موڙن ڪمُ، تُوري ڏينهن موڙن تَئي؛
ســـوز ڳـداز ۽ غـم، رهـبـر ٿيـنـدو راهـ ۾.

٣٣

قدر منجهہ ڪشال، مون تان لڌو جيڏيون؛
وڏي وِٿ وصال، يڪسان يڪايڪ ڪـوڙن.

٣٤

موتي آيس مات ۾، تان ڪيو شوق شڪار؛
هَي هـن نماڻـيءَ ڪـي، ووڙڻ ٿيـو وڏڪـار؛
طلب سين تڪرار، ڪشالي موڙن ڪم ٿيو.

## ڪافي ١

پارؤن تان پرينِ، جيڏيون، اچن اهي اولانيا.

تيلهان ترسين تار ۾، جيلهان محبت ناهي من.
ڪيئن چانگار چڙن جي، ڪوڙي پيڙ ڪن؟
سڪ سچي جن ساهہ ڪي، سي تارؤن نا ترسن.
ڪين اسان ڪؤن آنهنجون، ڳالهيون ٿيون وسرن.
آءُ اسان جي پار ڏي، پيون تا ڏيئي ٻن.
عشق "سچو" جَن آهيئي، سي تان روءِ رَسَن.

## ڪافي ٢

ڪاڪيون مون ڏي ڪالهہ، دلبر لِکيا دلاسا!

اِينڌا اَڱڻ سي تانهنجي، جَن لءِ سِڪينءَ ٿي سال.
هاريون! هجر فراق جو، واريو ورق وصال.
سَرهو ٿيڙو ساهڙ مون، لاتؤن ڪُل ڪَشال.
ڪَرم ڪيائون پانهنجو، مُنهنجي نِي چاهي مجال.
تِرُ نہ ماندو تون ٿِئين، لَهندءِ "سَچو" سنڀال.

## ڪافي ٣

دیواني هِن جي دل ڪَيَو ڪِي دوست دلاسو ڏيو!

تو پاجهوَن سانول سائين، چئو ڪير ڪو پُچندو پيو؟
توهون الاجي ڪيئن سائين، سو واعدو وسري ويو؟
گهُرجي سعيو تَنهن جو گهڻو، جو پيش اوهان جي پيو.
ڪنهن کي ڏيان هيءَ دانهڙي،هَي پِره بيراڳي ڪيو.
هَي هَي نِي ههڙو حالڙو، اَي يار تان توريءَ ٿيو.
هِيءُ ساهہ منهنجي سَرير موُن، هَي تان تنهنجي نازن نِيو.
نِجهري نِماڻيءَ جي اَچي، هڪ ڏينهن پاءِ لالن لِيو.
ڪيو ڪالهہ هادي قول تو،مِڙني اڳيان مون سان اِهو.
هوندس "سچو" توساڻ آءٌ، تو پِير 'عبدالحق' چيو.

## ڪافي ۴

عشق اکين نيئي لايو، مَستانن محبوبن سان!

سِر مٿي مون سَرتيون، وِرهي مينهن وسايو.
البت ويندیس اوڏهين، پَلُ پاڙيچون نہ پايو.
آءٌ ڪيئن ويهان ماٺ ڪري، سورن هت سِجهايو.
جا سيبايَوَ سَرتيون، ڳالهہ اُهائي ڳايو.
حاصل آه حبيب جو، "سچوءَ" تي سڀ سايو.

## ڪافي ٥

مون کي مِهڻا ڏئي، مَرُ ڪا پاڙوُن پرينءَ جي!
هيءَ تا حبيبن ري، پيالا زهر تِي پئي،
ڏوڙو ڏک مون پرائيو، هَي دوست جي وئي.
روز پرينءَ جي پار ڏي،مون کي نينهن ٿو نئي.
سارو ئي ڪم "سچو" ٿيو، پُٺيءَ دوست جي پِئي.

## ڪافي ٦

پائي ڏوهه پنهنجي اندر ۾،آءٌ دوست تو در آئيان!

راتو ڏينهان پنهنجي روح ۾، تنهنجا سوين ڳڻ ڳائيان.
ڏث ڏوراپو پُڏي،آءٌ پلوٌ توڪي پائيان.
زاريون ضعيفيءَ موُن ڪري، پرين توکي پرچائيان.
جا تو پٽي پيزار جي،سا ڪهه لِڱن کي لائيان.
سڀ ڳالهه پنهنجي سِرَ جي، توکي "سچو" سمجهائيان.

## ڪافي ٧

وجي شال ڏسان،پنهون، تنهنجو ڪيچ واليءَ وسايو!

آديون اوٺارن کي، آيل، رتيءَ منجهه رسان.
ڪاڪيون ڪوهيارل کي،آيل، پُڇِي شال پسان.
وندر جي واٽن تي، آيل، گوڏن پر گسان.
هاريون هوتياڻن جي، آيل، ويڙهي منجهه وسان.
وجي ڪيچ وٽن ۾،آيل، هوتن ساڻ هسان.
"سچو"سپيرين سان، آيل، ڪنديس چاهه چَسان.

## * ڪافي ٨

ٿيون ورڻ جون وايون، يار سانگيڙي جون!

هت ڀانڊيءَ جي، ڀاروُن ڀرينءَ جي، اهي سي خبران آيون.
ڪُونجان هزارين ڪيچ وٽن ڏهون، اسان ڏي يار اُڏايون.
اگڻ اُهوئي اسان ڀرين جو، شل جدا نہ هونديون جايون.
ڪيئي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي سي هوت هلايون.
ناهن ڳالهيون هي ڳَر هَڻ جهڙيون، "سچو" ري سوز سَلايون.

## ڪافي ٩

هاڻي ڪنهن سان ڳَرهيان ڳالهہ، هاريون، پنهنجي حال جي!

ڀرين نيندا ڀاڻ سان، ڀينر، پنهنجي ڀال.
ڪرڻ عرض عجيب ڪي، منهنجي ڇاهي مجال.
ڪندي پورهيو ڪيچ ۾، جي نين نماڻي نال.

## ڪافي ١٠

منهنجي ساهہ سڄڻ ڪي ساريو،
مون ڪي ڳالهہ تنهين جي ڳاريو،
هوءِ هوءِ هوءِ!

آديون آرياڻن جي، وڃي توڏن تونگ تنواريو.
مون من گڏي گوندرين، ڪيچي ڪيچ قراريو.
هيڙن هوتاڻن ڪي، وريٿيون نہ وساريو.
جيءُ سَچوءَ جو سرتيون، سندن عشق اُجاريو.

---

* هيءَ ڪافي ٨، سسئي داستان نائون ۾ ڪافي ۴ طور شامل ٿيل آهي.

## ڪافي ١١

چَپَر تا نہ چڏيندين، پلوڙي، پنهل يار!

پاڻ سجاڻي پانهنجو، گولي ساڻ گڏيندين.
اگڻ آسروند جي، آرياڻي تو ايندين.
اهو اتم آسرو، نال نماڻي نِبيندين.
پڪا پکن سامهون، اوري شال اڏيندين.
سڪ ۾ سور ”سچوءَ“ کي، بلوچا، بخشيندين.

## ڪافي ١٢

گهوريو هي تہ پنيور، مون سگهَ پاروچن سان!

مَرَڪَ تان معذور ڪي، سندو هوتن هور.
راتيان رئان وڏقـڙا، ڏينهن ساروئي ڏور.
آهي آرياڻيءَ جو، ديوانيءَ کي دور.
سچو ڳالهہ اُنهيءَ جي، شوق مچايو شور.

## ڪافي ١٣

ديس اسان جڙي آيو،
پڙيون، پاروچو؛
مولا سو آڻ ملايو!

اَچڻ پاروچي جيءَ کل نہ اَن کي، تيلهان تيون ورهہ وسايو.
ويڙهي اوهان جي وسي پاروچو، پري چو پنڌ پچايو؟
اگڻ اوهانِ جي آهي سدائين، گهوري تان پاڻ گهمايو.
آءٌ نماڻي عيبَن هاڻي، پاڻَ پرينءَ پرچايو.
پنڌُ ويڻي يار ”سچوءَ“ جو، ڪيو سو هوتَ سَجايو.

## ڪافي ۱۴

آچن تا پرين آچن تا،
سِل ڪي ساتي، آچن تا؟

طرف اسان جي هين تياري، پَهَ اچا ڪي پَچن تا؟
اديون آتش عشق جا، من ۾ مچ مچن تا.
پَسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، نينهَن وارا هِت نَچَن تا.
”سچو“ سُورهيہ ڪيترا، رنگ انهيءَ ۾ رچن تا.

## ڪافي ۱۵

اها ڳالهہ سچڻ تنهنجي،ڪنهن سان آءٌ تان ڪريان؟

اوهان باجهون سپرين، ويٺي هِت ڏکڙا ڏريان.
هي سِرُ سارو ساهہ سان،آڏو تنهنجي دوست ڌريان.
وِرهہ اوهان جي هت وساريا، پاڇاڻن ڪي پنڌڙا پَريان.
دوست اوهان ريءَ ديس انهيءَ ۾، سورن جا ٿي سڏڪا ڀريان.
”سچو“ چوي سپرين، تنهنجي صورت ريءَ ويٺي سور تريان.

## ڪافي ۱۶

منهنجو هوت پنهونءَ سان،نينهڙو لڳو!

پَرو پيڙم پاڻ مون، پينر ڙي منهنجو پول پڳو.
پيائيءَ جو بند پيو، ڪاڪِيون ٽوڙيو عشقَ ٺڳو.
مون ڪي اوڏنهن آئيو، سرتيون سندو وِرهہ وڳو.
پرين ”سچو“ آهي پاڻ سان، جيئن سئيءَ منجهہ سڳو.

# داستان نائون

١

باري برهه بلوچ جو، رڱوئي راحت:
ساريان سا ساعت، جا فيڪندَ هُيَس هوت سان.

٢

باري برهه بلوچ جو،آهه مَتِم مَحڪُم:
سندو دوستيءَ دمُ، ڇڏيان نه ڇن ڪهين.

٣

باري برهه بلوچ جو، آهه نسورو نورُ:
راتو ڏينهان روح ۾، مُحبن جو مَذڪورُ:
وڃڻ آهه ضرور، ڪاڪِيون ڪيچيڙن ڏي.

۴

باري برهه بلوچ جو، هيڙن جو همراهه:
روح مَنجهارون راهه، ڪاڪِيون ڏسي ڪيچ جو.

۵

باري برهه بلوچ جو، سَدا مُون شامل:
ڪيچ ڏٺي ڪامل، مون ڪي پورَ پَسائِيو.

٦

باري برهه بلوچ جو، اونداهيءَ اوجَرُ:
ساٿي آهه سيَر،سو نه ڇڏيندو ڇَپَرين.

٧

باري برهه بلوچ جو، اديون سِر آيوم:
چاهُون چُمي تنهن کي، چشمن تي چايوم:
وِرهه وسايوم،نِينهَن پنهنجي نِجهري.

٨

باري برهه بلوچ جو، تَنَ کي تقويت؛
سنديءَ سورَ صِفَت، پُڄين نہ پَر ڪَهِين.

٩

باري برهه بلوچ جو، هاريون هِدايَتَ؛
ڪَندو ڪفايَتَ، پاڻون جاڙي پَنڌ ۾.

١٠

باري برهه بلوچ جو، سارو سعادَتَ؛
هيٺن حمايتَ، ڪاڪِيون آهي ڪاف ۾.

١١

پِريان سَندي پارَ ڏي، پَنڌعجائِبُ آهه؛
گهوري سِرُ گهُماءِ، مٿي در دوسَن جي.

١٢

پَنڌُ عجائِب پرينءَ جو، سَندو پيرَنِ ناءِ؛
هِنئين ساڻ هَلاءِ، پاڻ پَنهنجو پرينءَ ڏي.

١٣

پند عجائب پرينءَ جو، آهه هلڻ سان حال؛
نڪا قيل مقال، بي نا جُڙي آتهين.

١٤

پند عجائب پرينءَ جو، خاصو ساڻُ خيال؛
فِڪر سان في الحال، وڃي پسنديںءَ پرينءَ کي.

١٥

پند عجائب پرينءَ جو، سِسِي پيرَ ڪرڻ؛
اِنهينءَ ڏيان ڏ رڻ، آهي قدم ڪيچ ڏي.

١٦

پَنڌُ عجائِب پرينءَ جو، "مان" سان ڪين هلي،
سائِي چاهه چَلي، جنهن "مان" چڏي وچ ۾.

١٧

پَنڌ عجائب پرينءَ جو، هلڻ هڪ نظر؛
پاڙيچي ڪنهن پَڙَ، اهو خيال ڪڙو رهي.

١٨

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويچاري ويندي؛
سڄڻ نہ سيندي، آءٌ تان آهيان جيڏيون.

١٩

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويندي ويچاري؛
ضَعيف زاري، ڪندي در دوستن جي.

٢٠

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هاڙهي کي هلنديون؛
سور وجي سَلنديون،ڪَشالا ڪافن جا.

٢١

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هاڙهي هلنديون سي؛
جَتَن اُتون جي، سِرُ ڪرينديون صدقي.

٢٢

روئي هارج رَتُ، هَي هَي هوتياڻن لءِ؛
تنهن پوءِ جيڪس جتُ، مٺان تو هٿ ڏئي.

٢٣

راهين هارج رَتُ، ڪاڪي ڪيچيڙن لءِ؛
هو جو ڏونگر ڏاڪڙو، ماري پُڇج مَتُ؛
ڏاڍيون مهٽان مِير جون، جهلي ڪج جهَتُ؛
نہ پاٽون چاٽي جَتُ، تنئي رفيق رُجن ۾.

٢٤

اُهي زورئون زور، جي تو محبت من ۾؛
ڏونگر ڏوريون ڏور، هڙن هوتياڻن لءِ.

٢٥

هَنجون رتْ هاريج، تان روهن کي رهسو ٿئي؛
وار نہ وساريج، هُهڙن هوتياڻن کي.

٢٦

هاريون نہ هارين، آرتو اکڙين مَون؛
تون ڪيئن وسارين، هُهڙن هوتياڻن کي؟

٢٧

آهي روح رتِي، مون سين مون پرين جي؛
هٿان لَڪَ لتِي، هُهڙن هوتياڻن لءِ.

٢٨

آهي ڪا نہ اٽڪَ، آيل، عِشق وارئين؛
هٿان لتي لڪَ، هُهڙن هوتياڻن لءِ.

٢٩

وڏڙيندي وٽڪار، ٻَڌي سَندرو سچ جو؛
پنڌ اڙانگا پَبَ جا، ڦابو نہ ڪوهيار؛
آهي رڻَ زارو زار، هُهڙن هوتياڻن لءِ.

٣٠

گولِن گڏ گَڏيان، پاڻ پنهنجو ڪيچ ۾؛
پَلَوَ تان نہ ڇڏيان، هَهِڙن هوتياڻن جو.

٣١

گولِئين گَڏيندي، پاڻُ ڪميڻي ڪيچ ۾؛
ڪنهن ڇَنِ نہ ڇڏيندي، هَهِڙن هوتياڻن کي.

٣٢

گولئين گڏيندياس، پورهئي ڪارڻ پاڻ کي؛
پنهنجي تان پرينءَ کي، "سائين" سَڏيندياس؛
ڪنهن ڇَنِ نہ ڇڏيندياس، هِهڙن هوتياڻن کي.

٣٣

هاريون تيس نہ هيئن، جو ننڍ نماڻيءَ نہ ڪئي؛
تيان پيرايو تَن جِي، جَت ويڙم جيئن؛
ڪاڪِيون ڙي آءٌ ڪيئن، هِھڙو هوتُ وساريان؟

٣٤

سَوين ڳُڻَ سندانَ،مان تِي ساريان سَرتيون؛
سِگھا تيندا سُپرين،مون تي مهربانُ؛
ويهان ڪيئن ماٺ ڪري، جيءَ متي جَولانَ؛
آءٌ ڪيئن ۾ آرمانَ، هِھڙو هوتُ وساريان؟

٣٥

موتِي ايندُم شال، ٻاروچو ٻاجهہَ پئي؛
اَتَم آريچن ري، جيئَڻ منجهہ جَنجالَ؛
هَي هَي منهنجي حال، هھڙو هوت وساريان.

٣٦

جان جان يَڪا يَڪ نہ ٿيان، تان تان ماٺ نہ مُون؛
”چِرا“ ۽ ”چُون“، برابرَ ’بي چوُن‘ ٿئي.

## ڪافي ١

پُڇيون ڪي پريَن، حالَ منهنجي جيُون خبران، ساٿيو ڙي!

ساهه سِڪي ٿو جن کي، مون کي ڪِي سارِنِ؟
هِنِ دم دلاسا ڏنا، سَرتيون ساٿيڙنِ.
تون هِت کهڙيءَ ڳالهه ۾، هو هُت ياد ڪَرِن.
آهين جَنين جي آسِري، سي تو ڪاءِ چِٽن.
"سچو" سَنگتِ پانهنجي، مانَ غريبِ گَڏِنِ.

## ڪافي ٢

پَسَڻَ ڪارڻ پريـنءَ جي، ڪيا آگَمَ اَکڙيَن!

مِلَڻ لءِ محبوب جي، ٿيون راتو ڏينهن وسَن.
جهُورَ نه لَهي جهڙَ جِي، ٿي ڪڏهين ويڳاڻن.
سدا ساوڻ تَن کي، بوندان بس نه ڪن.
"سچو" سُپرين لءِ ٿيون، جهوريءَ منجهه جهڄَن.

## ڪافي ٣

بِرهه بيراڳي ڪيو ڙي جيڏيون، مون کي درد ديوانو ڪيو!

پُڇو ڪيم طبيب پيا،مون کي نِينهَن سو نِيو.
هاريون اَچي اوچتو، پُور پريَن جو پِيو.
آندوهه عشق عجيب جو آهي، ڏکيءَ کي نِي ڏيو.
جو آمُرَ اوراٿو ڏنو، سو تان ساڳِي ٿيو.
سَرتيون ٻاجهوُن سوز جي، آهي جُتِن ڳاڏون جيو.
راتو ڏينهان روحَ کي، خيال ڪيو هِن ڪِيو.
"سچو" باقِي سَچُ ٿيو، غير وچوُن تان ويو.

## * ڪافي ۴

تيون ورَڻَ جيون وايون، يا سانگيڙي جون!

هَت پانڌِن جي پارؤن پرين جي، اِهي سي خبران آيون.
ڪونجان هزارين ڪيچ وٽن ڏنهُن، اُهي سي دوست اُڏايون.
اگڻ اهوئِي اسان پرين جو، جدا نہ هونديون جايُون.
ڪئِي ڪتابتان پنهنجي اچڻ جون، مون ڏي هوت هَلايون.
ناهِن چڱالهيون هي گرهَڻ جهڙيون، "سچو" سي سوز سلايون.

## ڪافي ۵

گهٽا وجي ڏينهڙا لايا، يارَ پياري، ميان!

آءُ ڙي پانڌي ڪلَ ڪائِي ڏي، هُئن اچڻ جا سبعيا؟
اُنهن ڪارڻ راتو ڏينهان، مون تي وِرهہ وسايا.
ڏينهن انهيءَ ڏي ڏسان ڏهاڙيون، هُن تي ڪانگ اُڏايا.
يار مسافر مولٰيِ مهر سان، ساڻ غريب گڏايا.
ٿورا تَن جا "سچو" سنيارين، جي اِجهي چَون اَچ آيا.

## ڪافي ٦

حال منهنجو ڪو نہ هو، جيڏيون ڙي، پنهنجو ڪرم ڪيائون!

معاف ڪيائون منديون، ڏوهَن ڏي نہ ڏنائون.
جيڪو حال احوال هو سائين، پاڻؤن ڀاڻ پُڇيائون.
پاڻ پنهنجو پاٿهين، ساڻ غريب گڏيائون.
"سچوءَ" ڪي ڪيئي سرتيون، تي دلاسا ڏنائون.

---

* هيءَ ڪافي ۴، سسئيءَ داستان اندر ۾ اڳ ئي ڪافي ٨ طور شامل ٿيل آهي.

## ڪافي ٧

گھوري گھوري گھوري، وو ميان،
جند سڀڃڻ تو تان گھوري!

راتو ڏينهان، وو،آهي اوهان جي،سائين، جهوري جهوري.
ڳچيءَ وڌيوَ عجب جيهي، سهٹا، ڏوري ڏوري.
تَندُ نہ ڇاڻان، وو، ڪنهين هيءَ، سُهٹا، چوري چوري.
دل ڪسيائي، وو، لٽ نيتيائي، حاڪم، زوري زوري.
اول آساني ڳالهہ تي پوءِ ڪيڙءِ، سائين، ڳوري ڳوري.
"سچوءَ" لايوسڇَ منجهاروُن، لالن، لوري لوري.

## ڪافي ٨ *

ڙي جيڏيون، هاٿي گھوريو هوتن ري، سارو شهر پنيور !

لاهيندا، وو،لُطف مان، ميان، هن ڏکيءَ ڪوُن ڏور.
هي هالاٺي آن جي، شعلو وڌڙو شور.
منت نہ منهنجي موٽيا، زاري آهي نہ زور.
درسن ساڻ دفعي ٿيندو، سندو هنيڙي هور.
"سچو" سندين راهہ تي، هڪ جفا پيو جور.

* هيءَ ڪافي ٨، متفرق ڪلام ۾ ڪافي ١٢٢ طور شامل ٿيل آهي.

## ڪافي ٩

اَڄ هوتن ريءِ هِت هاڻ، ٻيا ڪير لهن مون ساران!

قاصد ڪيچ وڃن ڏنهن، آڻت سِگهڙو آڻ،
- تـي روزوڄهايان ڦارآن.
وِجهان وِجاڻا ڪيترا، قريبن جي ڪاڻ،
- يار ملن شل ياران.
آيون اِنهيءَ پار ڏهون، اديون ڪَرڪاڻ،
- ڪونجن جون پيي قطاران.
سَنجهي صبح سرتيون، ميان پاروچي جي پاڻ،
- آهِن "سچو" کي سنياران.

## ڪافي ١٠

ڏک وڏو وئين ڏيئي ڏيئي، وو، يار سڄڻ اَڄ مون کي!

اوهان ٻاجهون يار پيارل، حال اسان ڄڙو هيئي هيئي.
پرين ڏسيجو وڙ پانهنجي ڏي، اسان هٿئون جي پيئي پيئي.
ياد ڪريجو ڏينهن اهي ئي، ڳالهيون ڪيوَ ڪڏ ڪيئي ڪيئي.
هوجي ڪيون ڳالهيون توئي سان، نينهن "سچوءَ" ري سيئي سيئي.

## ڪافي ١١

ڪالهه، اسان تو ڪيون ڪيون، يار سڄڻ، ڳجهيون ڳالهيون!

ٿين پراٿيون ڪينڪي، نِت سي آهن نيون نَيون.
رهيون آهن روح ۾، چڱيون اوهان جي چَيون چَيون.
ڪين وسرن ساهَ ڪڻ، اهي تان پاڙڻ پَيون پَيون.
مٺيون ڳالهيون تانهنجيون، هن "سچوءَ" ساهَ سَنيون سَنيون.

## ڪافي ١٢

تون تہ پاڻهي تو سائين چاڻــي،
ڪيهو حال چوان تو کي هاڻي!

دل ديواني ڪِي اسانجي، مُحب اوهان جي ماڻي.
ڏوهن ڏي ڏس ڪين اسان جي، سائين تون پاڻ سڃاڻي.
دردمنديءَ جي دل تو ئي سان، اڪِن اڙائي آڻي.
ڪڏهن اسان وٽ ايندين دلبر، ويٺي وجهان ويڃاڻي.
سوال "سچوءَ" جو اُهي اهو ئي، تنهنجو عشق نہ شال اُڪاڻي.

## * ڪافي ١٣

آءٌ آرياڻي اوري، آءٌ دامن لڳــڙي آهيان!

سِرُ پنهنجو سُپرين، گهَرون آيَس گهوري.
هِيءَ ڪميڻي ڪينڪِي، ڏونگر سگهي ڏوري.
ڪا جا تَندُ طلب جِي، چِتِ وئين تون چوري.
نيو پاچياڻي پاڻ سان، تِرُ نہ رهي تو ري.
"سچو" سَگ اوهان جو، ڪيئن پُڄي تنهنجي ٿوري؟

* هيءَ ڪافي ١٣، متفرق ڪلام ۾ ڪافي ١٠٧ طور شامل ٿيل آهي. تفصيل لاءِ ڏسو صفحو 64 ڦٽ نوٽ.

## ڪافي ١٤

ڏِس کهڙيون ڦيريون پائي، اِهو لِڪ لِڪوڙي يارُ سڄڻ!

غمزي هن غيرت ٿي، جو عشق لڳن سان لائي.
علِم عقل ويو اڏري، عين عشق جي آئي.
طَبل پيا سڀ تم ٿيا، جڏهن نوبتَ نِينهُن وڄائي.
نحو صرف ويو وسري، جاتي پاڻ خيال ڳپائي.
رَمز پنهنجي راز جِي، تو "سچوءَ" کي سمجهائي.

## ڪافي ١٥

اڙي مهر پئي، مون کي يار سَڄڻُ، دارون ڪو دل جو ڏئي!

قدر پيو مون کي ڪاڪيون، نِي وو وو، ويچن وِئي.
اٿر منهنجي درد جو اديون، شال طبيبن ٿِئي.
ورهيـ ويڙا گذري، هِن عاشق آهون ڪِئي.
وِرهـ وهايم جيڏيون، پوئتان پُرجهڻ پِئي.
ٻُڪي ڏين جي باجهَ جِي، تان جِيءُ "سچوءَ" جو جِئي.

## ڪافي ١٦

آهـِ علاجُ نہ ڪوئِي،
هِن اَکن ماري آهيان!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، حال اِهو ئي روئِي.
ڦڪِيون ٻُڪيون لکين هزارين، ڪيون طَبيبان توئِي.
ناحَق ٻڌين پَٽِيون، ڪل نہ حاذقَ هوئِي.
ويچ وٺي وڄ واٽ اِهائي، سانولُ اِيندم سوئِي.
دست سڄڻ جي دارون آهي، "سچو" يار سَيوئي.

## ڪافي ١٧

نِينهَن ڏاڍي سان لايوسي، آءُ تان هاٺي ڪيئن ڪريان؟

عشق سَوَلو سَرتيون، هُت سَيَر پيايوسي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو تان پَلءِ پايوسي.
پُڇي آسان جا پَڪڙا، اديون، اِجهو آيوسي.
پينَر شهر پنيور جي، هِت طَعن تايوسي.
سوئِي ”سچو“ سِر تي، هاٺي چُمي چايوسي.

## ڪافي ١٨

منهنجو هينئڙو هوتن ساڻ،
ڪهڙي ڪريان بِي آءُ تان ڳالهڙي!

ونڌرَ سنڌيءَ واٽ تي، پُرزا ڪنديَس پاڻُ.
آچِي لڳو مون اوچتو، باروچي جو باڻُ.
دعا ڪريجو جيڏيون، شالَ مونِي مُئيءَ جو ماڻُ.
ويڙو درد فراقِ جو، ڏيئِي ڏکيءَ کي ڏاڻُ.
اڳڻ ايندو تانهنجي، ”سچو“ سو سَرواڻُ.

## ڪافي ١٩

ڪالهہ آسان وٽ ويهي ويهي، وو يار سڄڻ، ڪَيَو ڳالهيون!

سي نہ وسرن ساهہ منهنجي کي،
ڳالهہ ڪريان ٻـي ڪيهي ڪيهي!
ٻهَر ٻاروچا ٻاجهہَ ٻَڌي تون،
آءُ پکي هِن پيهي پيهي!
ڏينهن ٻہ ٽي چار دوست اسان جي،
رَمزُن سان دل ريهي ريهي!
هُج هميشہ يارَا سان وٽ،
پرين نہ تِج پَر ڏيهي ڏيهي!
ڪيو بيراڳي ڏينهن تنهن لاڪوُن،
دوست "سچوءَ" جي ويهي ويهي.

## ڪافي ٢٠

يار چڱي تو تان مون سان لائي،
ڙي دلـــبـــر، لائِـــي!

دوست دلاسي جي درد مندن ڏي، مُج ڪتابَتَ ڪائِي.
تنهنجي اچڻ جي يار پرين ڙي، هِتِ وري تــي وائـي وائِـي.
جا وٽيوَ دل پنهنجيءَ کي، ڪيوَ سانول سائي سائِـي.
خبر خوشيءَ جي پاروُن اوهان جي، اَج اسان وٽ اَئِي آئي.
حال ڏسي ڪري يارَ "سچوءَ" سان، تيءَ اچي ڏکَ پائي پائِـي.

## ڪافي ٢١

اِجهي آيا، ڪِلي گڏيا سي، جن جي ڪارڻ پانڌي پُڇياسي!

فلڪ فِراقي ڏينهن ڏهيلا، اهي سي ئي وسري وياسي.
پاٽوڙن جاٽي، سي پيهي آيا، جن جي ڪارڻ چِلا ڪياسي.
اسان پانيو تان آرام ٿيو سي، ناز نيڻن جي ناگهه نِياسي.
جيئن وٺي ڪين تيئن ڪرن سي، وس پرين جي وجي پياسي.
ويڙهي اسان جي "سچو" آيا سي، طرف جنهين جي قاصد ڪيياسي.

## ڪافي ٢٢

متان تون مون کي ڇڏين،
سُونهان ڙي سجڻ جا!

محبوبن سانءُ نانءُ ڏٺيءَ جي، نيئي غريب کي گڏين.
نٿو جاٽان ڏينهن اهوئي، تيندو الاجي ڪڏين.
جڏهن تون حاظر ٿئين حضورين، نانءُ "سچو" ڪري سڏين.

## ڪافي ٢٣

ڪاڻ اچڻ تنهنجي ڪندي آءُ، هِتِ حيلا هزارين وي!

پرچ پرين ڏِس پاڻ ڏي، بِرهه اوهان جي بندي آءُ،
- وري مان نهارين وي.
پَرچي اگڻ آءُ تون، پايان ڳچيءَ منجهه گندي آءُ،
- يار گڏ گذارين وي.
جيهي تيهي هوت اوهان جي، چگي سا توڙي مندي آءُ،
- سا تون چو ٿو وسارين وي.
اوهان باجهون سُپرين، نيٺوڻ وهايان ندي آءُ،
پيو "سچو" پنارين وي.

## ڪافي ٢۴

آهي صبح انجام، پرين، تنهنجي پَلا پار ڏي!

آسان ڪنيو تان تنهنجو، سِرَ تي ڪُل ڪمامُ.
دانهون ڪري درد موُن، بِرهہُ نہ ڪر بدنامُ.
جي تون پُڇين ڳالهڙي، طلب نہ ڪَج تمامُ.
اگڙ اچن تا تانهنجي، عاشق ڪر آرامُ.
"سچو" سَيو تانهنجو، ڪَيوسي قبول ڪلامُ.

## ڪافي ٢۵

ناهي ويچاري سا وَس، هِيءَ تا بيوس آهي، ميان!

پرين پنهنجي پارَ جو ڏاهيا ڪو پَهہُ ڏَس،
- تنهنجي ڪَس، نِي، آهي، ميان.
اول آخر آهي ئِي، رانول منهنجِي رَس،
- تنهنجي وس، نِي، آهي، ميان.
اوهان باجهُون سُپرين، ڳالهيون نہ اچن ڪَس،
- روحَ رَس نہ آهي، ميان.
پُڄاڻا پرين جي، آهي پنيورَ ڪوُن بَس،
- سو تان جَس نہ آهي، ميان.
ساڻ "سچوءَ" تون سُپرين، هوتَ ڳالهائِج هَس،
- پيو ڪو جَس نہ آهي، ميان.

## ڪافي ٢٦

هوتَ اسان وٽ اِيندا،
وٽِي نال پِي نيندا!

سَوَ دلاسا سَرتيون، هِنَ ڏکيءَ کي ڏيندا،
- گوڙي پاڻ گڏيندا.
پَکا پاچياٽِن جي، اوڏا آڻِ اُڏيندا.
- چوري تان نہ چڙهيندا.
جانچي ڏسجو جيڏيون، هِڪُ ٿَڪِيءَ سان ٿيندا،
- وري پوءِ نہ ويندا.
پَسِي حال حَقيرِ جو، بَديون تان بخشيندا،
- "سچو" نانوُ سڏيندا.

## ڪافي ٢٧

جِي آئِين، پِلي آئين، ڪيچي ڏٿوَ ڪالهہَ ڪاتي!

سِڱهو سِڱهو تون ڏيج سَنهيا، ڏينهن گهٽا چو لائين.
ٿورا لائين ٿو هِن ٿَڪيءَ تي، پير اڱڻ جو تون پائين.
پاڻ توئِي توِن ڪريان قربانِي، جو ڳالهہ سجڻ جي تو ڳائين.
طَرفوَن تنهنجي هِيءَ نماڻِي، سَبَ پلائِي تِي پائين.
ڏيهہُ سجڻ جو ڏسيون ڏهاڙيون، "سچو" تو ڪانگَ اڏائين.

# داستانُ ڏهون

١

ڪيچيڙا ڪالهہ ويا، مان تي اَگڻ نهاريان؛
ساريو سُپريَن کي؛ هنجون آءٌ هاريان؛
گوندر گذاريان، هَي هَي سارا ڏينهڙا.

٢

ڪيچيڙا ڪالهہ ويا، پوءِ تي اگڻ نِهاريام،
ڪين لهان ڪاتئين، وڏيءَ ويل ويام؛
وجي ٿاڪ ٿيام، ڪاڪيو ڪيچ وٽن ۾.

٣

ڪيچيڙا ڪالهہ ويا، تَنگ اُنن تاٽي؛
هوتن ريءَ هاٽي، اگڻ نِهاري نہ سگهان.

٤

ڪيچيڙا ڪالهہ ويا، اجا مون وٽاءِ؛
پرين پڇاڻاءِ، اگڻ ڏسي نہ سگهان.

٥

ڪيچيڙا ڪالهہ ويا، جات اُوِلي جَتَ؛
هَي هَي هٿان هٿ، اگڻ ڏسي نہ سگهان.

٦

ڪيچيڙا ڪالهہ ويا، تون تي اگڻ نهاريين،
ٻَڙي ٻاروچن لءِ، رت هنجون هاريين،
ساريون سنياريين، ٻاروچاڻي جاتِ ڪي.

٧

ويئي ڪيچيڙا ڪالهہ،تون اَج تي پيرَ نِهارئين؛
هو لنگهي لَڪَ سنوان ٿيا، تو هِتِ مهڙا حال؛
ڪنڌِئي سارَ سنيالَ، وجي ڪيچ وٽن ۾.

٨

ڪري ڏمرُ ڏير، آئي آڌيءَ رات ويا؛
تون ڪٿين وقت صبوح جي، پيرائِنِ جان پير:
هو پُڪيو ساٿُ سوير، وڃي ڪيچَ وٽن ۾.

٩

جان جان تِيَرَسِ جاڳ، تان ساٿَ سَويلو لَڏيو؛
اَرتو اوتي اڪيون، موتيون ڏسي ماڳ؛
وَرُ وَرائي واڳَ، مانَ نماٽيءَ جي نِجهَري!

١٠

اگرُ ساڳِي اوءِ، پَر ڪيچن کي ڪاٿون لهان؟
ڏيئي قَتْ فِراق جا، پورهيتَ چڙيون پوءِ؛
هاٿي راهُن مَتي روءِ، سڌ ڪريندي ساٿ کي.

١١

وڃي ڪيچَ وٽن ۾، مَنَ ڪَرن نماٽي ياد؛
آندهُون آزاد، ڪندا ڪمينٽيءَ.

١٢

وڃي ڪيچ وٽن ۾، ياد ڪرن مون مانَ؛
انهيءَ ۾ ارمان، ساه وڃي تو سرتيون.

١٣

وڃي ڪيچ وٽن ۾، مانَ پڇن پورهيت؛
تہ هُئي نماٽي هِتِ، پاٽيءَ ڍوئي پانهنجي.

١٤

وڃي ڪيچ وٽن ۾، مانَ پورهياتِ پُڇن؛
اِئين پاڻ چون، تہ ويچاري ويجهي ڪريو.

١٥

وڃي ڪيچ وٽن ۾، ڪنهن ساعت سنيارين؛
مانَ وري نهارين، پينر شهر پنيور ڏي.

١٦

وڃي ڪيچ وٺن ۾، پُڻ تيندي پورهيتِ؛
جَتُ منهنجو جِتِ، اَءُ اُت گولي تي گذاريان.

١٧

ڪري پورهيائِت پانهنجي، مانَ وڃي نانءُ سڏين؛
گولِن گڏ گڏين، ڪَنِ پاٿيءَ پوئِي پانهنجي.

١٨

پورهيت جام پنهونءَ جي، اصلَ ڪوَن آئين؛
تون گولِن سندي گولڙي، هو سندءِ ٿيا سائين؛
ڪاپو ڪمائين، ڪُلو ساري ڪيچ جو.

١٩

پورهيات پنهونءَ جي، هيءَ اصل لاڪون آهر؛
ٿِي ڪاپائِتِ ڪيچ ۾، ويندي لالن لاءِ؛
ساهه نه اُچن ساءِ، هي ماڻهو شهر پنيور جا.

٢٠

هيءَ پورهيائِتِ پنهونءَ جي،اُصلَ ڪوَن آهي؛
سَڱَ نه ڪا ساهي، بَرُيون، پاروچَن سين!

٢١

چوتِ چڙهي چانگارَ، ڪندي ڪيچيڙن ڪي؛
پوندي ڪَن قريب جي، گوليءَ جِي گفتار؛
پاروچا پيهارَ،ڪندا پيرو شهر پنيور ۾.

٢٢

ڪوهِ چڙهي ڪوهيارلَ ڪي، ڪا جا ڪُوڪ ڪيام؛
ڳوڙها جي ڳَلَن توَن، ڳَڙَن جيئن ڳاريام؛
اِهي سڏڙا، "سچيڏنو" چوي، پاروچَل پُڌام؛
گونَدرَ غمَ ويام، جڏهن ٿيس هيڪاندي هوت سان!

## ڪافي ١

اَءُ ڪانگا ڪا ڪر، ڙي، مون سان هَر هَر پيوڪر، ڙي،
-مِنِي ڳالهہ پرينءَ جي!

ڏاها ڏنوءِ ڪِي وجِي، آهي پرين ڪهڙيءَ پَرِ، ڙي؟
ڪِي حال پچيائون هِن جو، ڪا ڪندا ويچاريءَ وَرِ، ڙي؟
مُحبن جي ميلاپ جِي، ڪا ڪندين پيٽِي پَر، ڙي؟
اَءُ توئِي توَن صَدقي، هوئين دوساٽي دَرِ،ڙي.
پِريان سندي پار جِي، آهي سِڪ "سچوءَ" کي سَرِ، ڙي.

## ڪافي ٢

ڪالهہ قاصِدَ اوڏاهون آيا: چي، جاني اِيندءِ اَڄ جائِي!

اسين تان اوڏاهون اڄ آياسي، هُئن اَچڻ جا سَعيا،
- ڪيچ هُئِي هيءَ وائِي.
سِڪين سارين جن کي، وو ميان، واليءَ پوءِ وَرايا،
- اچي تيندءِ ڏُکَ پائي.
ڏينهن گهٽا تو هوت پنهونءَ ري، وِرهي مينهن وسايا،
- آئي اُڏاهون واڌائِي.
اِجهي اِيندءِ سپرين، وو ميان، ڏينهن گهٽا جنَ لايَا،
- ڪَلَ نہ پوندءِ ڪائِي.
"سچو" سِڪندي سال تيا، وو ميان، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا،
- وجي هِيءَ عُمر اجائِي.

## ڪافي ٣

ڙي ساٿيو، منهنجي يار جي، ڪا ڳالهہ اَچي مون سان ڪَريو!

آهي آرامي ڪي يار اسان جو، ٻـئي سا ووءِ ووءِ وَريو؟
جيءُ هيڪَندَ ٿِيان هوت سان، تا ڪاج سيو مون سَريو!
ٻيهرَ مون سان ڪيچ ڏي، ڪي وڪان ٻہ ٿي چو نہ پَريو!
ڏوٺ ڏوراپو يار سجڻ تي، مَتان ڪو پانڌِ يَو ڏَريو.
سوز "سچوءَ" جو سَگَ سُڻ سان، ڳوڙها سو ڳاري ڳريو.

## ڪافي ٤

وجي ڀِڪا پُڇائيج،تون ساٿِي ڙي، سجڻ يار ڇا!

هِي تنان حال حَقير جو، وجي سارو سڻائيج.
هِي نياپو نينهن جو، وجي پانڌي پَهُچائيج.
پانڌ ڳچيءَ ۾ يار ڪِي، پارؤن مون پائيج.
ٻِهَر ٻاروچا وري، وو، اَچي وِرهہ وسائيج.
"سچوءَ" ڏي ڪوڻ سُپرينءَ ڪي چڱو چوائيج.

## ڪافي ٥

مون ڪي نيڻ تا نِيَنِ، هَر هَر حبيب ڏي!

دل جوش ۾ خروش، اڪيون روز رت رُئن.
شُڪر آهہ خداء جو، ديدان ديدار ڪَرَن.
پارؤن يار لَک هزار، مون ڪي مِيهَٽا ڏيَن.
سِرَ تي "سچوءَ" سي سَهايا، پينبر پِلي چوَن.

## ڪافي ٦

رهبَر اِئين چَون، اَڄ اڱڻ تنهنجي اِيندا!

ٿون ڪيئن وسارين تَن کي، جي تو گهٽو پُڇَن.
در تنهنجي دوست آهي ئي، اڄ تا اِجهي اَچَن.
پَکا پانورَ ڪَٽِي ڪري، اوڏا تنهنجي آڏن.
"سچوءَ" سندي حالَ جِي، ساري خبر لَهَن.

## ڪافي ٧

داروَن نہ پيو ڏئين، آهي طبيبُ عشق منهنجو!

ڏيليون دارونءَ سنديون، موٽي نال ڇو نِئين؟
ڳالهہ اِهائي عاشقن ڄِي، هيءَ لاءِ سان هِنئين.
اوڏنهَن اولانيو آئيو، ڇو ويچَ ڏي وئين؟
رک "سچو" ڙي سوز سيني ۾، تان تون 'سچو' ٿئين.

## ڪافي ٨

ياد اهي مون کي اَئُون، ڪيئي ڳجهيون جي ڳالهڙيون!

اُوهان جي ٻہ اَچڻ جون، ٿيون وري هِت وايون.
درد منديءَ جي دل کي دلبر، ورهہُ وڃين ڪيئن لايون؟
نانءُ سائينءَ جي سهٽا سائين، چِٽُ نہ وڃ مون تان چايون.
اَءُ تہ ڏينهڙا گڏ گذاريون، هِت وينا ورهہُ وسايون.
ڏوهَن "سچوءَ" جي ڏي نہ ڏسو، جو هِت تا سَندوَ سڏايون.

## ڪافي ٩

دوستَ ڪي دانهون سٽي،مَنَ مِهَر ڪا مون ڏنهَن پوي!

دردمندن جي دَرَ اُتي، ٿو ڪانگ لاڪيٽو لوي.
پيغامَ پرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويهو چَوي.
عاشق آهي اُڪندبو گهڻو، ٿو راند روئڻ جي رَوي.
سِرَ پَرِ اسين ايڏنهن اَچون، يا ڪي اوري ايندءُ اوهي؟
"سچو" سَدا سِڪَ سوز ڪوئن، پيو ماڻ محبت جو مَوي.

## ڪافي ١٠

مُحبِن مُڪا مون ڏي وري، اج ڏوث ڏوراپا ڏئي!

سٽي سَنيها يارَ جا، بولي بَڌيَم بانهون بِئِي.
دل ديري ڏي دوست جي، وهندو اِنهيءَ ويلي وئي.
مون ڪي وساريو ڪيئن اَتئي، مون پرت توئي سان پِئِي.
تنهنجي اسان جي وچون، ڏس ڏينهن ويا گذري ڪئي.
مون تان ڪيون تو ساڻ جي، سانيج "سچو" ڳالهيون سَئِي.

## ڪافي ١١

اجُ اَڱڻِ اِجهي اَيَم، پَرديسي گـڏيم، ميان!

پَيهي پکي آئيا، لنوْ جنِين سان لايَم.
ڪوڙين قاصِد ڪيترا، هوتن پار هَلايَم.
پُڇيم جَن لءِ پَنڌڙا، سي والـيءَ پوءِ ورايَم.
اُنهن ڪارڻ سرتيون، بسِرَ تي سورَ سهايَم.
سيئي "سچو" آئيا، جَن لءِ ڪانگَ اُڏايَم.

## ڪافي ١٢

ناهي ڏوراپو ڪو ڏيڻ اوهان کي، يار تو سان مُنهنجي زاري!

روز ازل ڪوَن چاڙهيئِي اسان تي، بارُ برهه جو باري.
جاتي ڪاتي صاحبَ ساريان، يارَ اوهان جِي ياري.
راتو ڏيهان ڳالهه اَوهان جِي، ٻِي وائِي مون تہ وساري.
درد منديءَ سان، ڪنهن ڏينهن دلبر، ڪر ڪا وروهَن واري.
حال اَحوالَ جِي آهي اوهان کي، سُڌ "سچوءَ" جي ساري.

## ڪافي ١٣

آءٌ تنهنجي، سارو عالم ڄاڻي، يار چڱيٰ تو تان لائِي، وو.

گهوريو پرين پرديس اوهان توَن، ڪَر اَچڻ جِي وائِي، وو.
اَندر آسان جي يار سڄڻ وي، سَنديَوَ سِڪ سَمائِي، وو.
طرف اسان جي شالَ اوهان جِي، ٿئي ورڻ جي وائِي، وو.
مِهٹا ڏئي تو لوڪ مِڙيوئِي، دوست تو توَن دل چائِي، وو.
شالَ "سچوءَ" جِي يار پيارا، لهين تان سُڌ سُپائِي، وو.

## ڪافي ١٤

آءٌ ٻانهي تُون سائين، وي،
پاتم پاندُ ڳچيءَ ۾ ڪپڙو!

طرفوَن تنهنجي يار پيارل، ڪانگ اَچن مَن ڪائِين، وو.
نانوُ مولا جي مهرَ ہَوَئي ڪا، ٿورا مون تي لائِين، وو.
روز ازل ڪوَن تنهنجڙي آهيان، غير نہ مون کي پائِين، وو.
هڪڙي ساعت اڱڻ "سچوءَ" جي، پير مُبارڪ پائِين، وو.

## ڪافي ١٥

اهي اڱڻ منهنجي آيا، وو، جَن ڪاڻ سي پيرَ پُڇايَم تي!

پڪي آسان جي پيهي آيا، ڏينهن گهٽا جن لايا، وو
- جن ڪاڻ سي پوٿيون پَنايم تي.
جن لهِ روز نهاريم راهان، مولا سي محب ملايا، وو
- جن ڪاڻ سي ساٿي سَنيايم تي.
هِنَ غريب کي ڪَڏ نِيَڻ جا، ڪيا سي سجڻ سَعيا، وو
- جن ڪاڻ سي ڪانگ اڏايم تي.
ڏينهن فِراقي لَنگهيا اسان توڻ، روئندا دوست ڪِلايا، وو
- جن ڪاڻ سي ڏکڙا لنگهايم تي.
رهيا آهن روح منهنجي تي، فائِقَ جا فرمايا، وو
- جن عشق جا سبق پڙهايم تي.
دل "سچيڏني" جي تي اصلوڻ، هاديءَ حُڪَم هَلايا، وو
- جن ڪاڻ سي ورهہ وسايم تي.

## ڪافي ١٦

ڪڏهن اَلاجي ايندين، پيهي پُڇڻ پنهون يارَ!

پاڻ پنهنجو پاڙهي، ساڻ غريب گڏيندين.
پَڪا پَڪن سامُهان، اوري شالَ اڏيندين.
اِهو آتم آسرو، چَپَر تان نہ چَڏيندين.
سگ پانهنجي در جو، "سچو" تانوءَ سڏيندين.

## ڪافي ١٧

اِهي ڏوراپا ڏيئي، موٽِي مُڪا يارَ مون ڏي!

هوءَ جا ڳالهڙي ڪالهہ ڪئي سون، ڪِيئن وسري تو وِيئي.
اَسان ٻاجهون، سڄڻ ڙي سائين، ڏينهن گذاريوَ ڪيئِي؟
ڪهڙن ڳالهين ۾ تون تان آهين، پِرت منهنجي تو سان پيئِي.
چئِي مُنجين تو هَٿِ پانڌن جي، تہ حال اسان هِتِ هيئِي.
ڏوهہَ گُناهہ، وُو، تنهنجا بَخشا، "سچو" ڙي، يارَ سيِئِي.

## ڪافي ١٨

مون کي مُرڪڻ سان تون، ڪِيئن ماري وئين!

ڪَيئِي پُچندي پانهنجي، موٽِي ڏوراپو تو مون کي ڏِئين.
آءُ اِيلازڻ دوستَ توئِي کي، يارَ وجي اِتي يا ڪِي ٿِئين.
آءُ مُئِي تان گهوري جانِي، سدائين سو تون تان جِئين!
ڪهڙين ڳالهين يار سجڻ وي، هِيءَ نماڻي نال نہ نِئين.
آهي "سچو" جئن يار توئِي سان، هُجِ تنهن سان تون پِي تِئين.

## ڪافي ١٩

آءُ وري تون تان ويهہُ، سجڻ،
آءُ تان تنهنجڙي آهيان!

آهون عاشقن جون سٽي، چَڏِ پرين تون پرڏيهہُ.
پَڪَن پاباٽن ۾، آءُ پرين تون پيهہُ.
اصل لاڪون آهي، هِيءُ ڏاها تنهنجو ڏيهہُ.
"سچو" چوي سُپرين، آءُ سارءِ ساٿيهہُ.

## ڪافي ٢٠

گهوري جانيءَ ري جدائِي،
گڏ گهاريون، هوءِ هوءِ هوءِ!

معلوم توکي پرين، سائين سا ڳالهه سيائِي.
شال ڪَنِ سان نہ سُڻان، تنهنجي وڃڻ جي وائِي!
تو سان چِنڻ ڪارڻ تان، يار نہ مون لَڙهہ لائي.
بَن وچوڙي جيَ شاهِي دلبَر، وَر سان گڏ گدائِي.
ساڻ "سچوءَ" هو ميان سِپرين، سائين تون گڏ سدائِي.

## ڪافي ٢١

اهي ٻڙيون، ٻاروچا، اَج اڱڻ مُنهنجي ايندا!

هيءَ شريڪت ڪا ڪندي، اَڙي سرتيون، سائن ساڻ،
ناهيان ثانياڻِي تن جِي، جا پُرجهي ڏنم پاڻ،
- ٻانهِي ڪري پانهنجِي، اُهي صاحب سڏيندا.

اَتي ويني تانهنجيون، هن واتيون وِرونهان،
ڏين سَيِپئي سرتيون، مون کي لکين تيون لوهان،
- اِهو اَتم آسرو، گولِي گڏ ڀِي گڏيندا.

ڪِينَ جُون مون کي خبران، اَٿي پانڌيءَ پهچايون،
هيون هوتن سنديون، هيڏي وَرَڻ جون وايون،
- "سچوءَ" جن جو آهين، سي ڇَن نہ ڇڏيندا.

## ڪافي ٢٢

وڃي ڪا مِنت ڪري،
منهنجي يار ڪي، وو!

هو سدائين سان مُون، پرين نہ وڃ پَري.
حال نماڻيءَ جو ڏسي، وري سو پوءِ وَري.
وٺي ڪا دامن دوستَ جي، اڪيون تان آب پَري.
ساريو توکي سُپَرين، هِت مَريضِ مَري.
رُسَڻ نہ تن سان، جن ريءَ "سچو" نہ ساهہ سَري.

## ڪافي ٢٣

لَٿي هَلاڪي هاڻِي، دوستِ وسي مُنهنجي ويڙهي!
ڪوٺي ڪَيَو پانهنجي، پرين پاڻَون جاڻِي.
ناحق اوتيم هوت ريءَ، پنبڙين مان پاڻي.
سي ئِي آيا هُيَس جنين لاءِ، جيڏيون ڙي، جوڳِياڻِي.
وٺي وِيهاريوَن ويجهڙو، "سچو" سو سَگَ سُڃاڻِي.

# داستان يارھون

١

اَڻ مُلهي آهيان، ٻانهي ٻاروچن جي؛
سڀ ڇپَرُ ڇايان، آهن ۽ دانهن سين.

٢

هَي وڃي هي قافلو، ڇپاتي ڇايُون؛
مُنهن ڏئي آيون، آهُون دانهون عِشقَ جون.

٣

رات لهي ويا ريجُ، نماڻيءَ کان نڪري؛
ڪاڪيون هاڻي ڪيئن ڪريان، جو ڪاڏي تيڙم ڪيچ؛
پَرَ پيو پنهونءَ سان پيچُ، سو اتي رهڻ نه ڏئي.

٤

سَهي جان نه سُتينءَ، جوُ ڪُڙڪ ٻُڌي ڪُڙڪِي وڃين؛
چِٽيان چانگن جون ٻُڌي، تون ڪُوڙي ڪين اُٿين؛
غافل هِڏ ڳُتينءَ، سڀِ ٻَرِ "سچيڏنو" چَوي.

٥

ٻانديين ڪوُن ٻُڇي، تي ٻَهہَ، پرينءَ جا پيچرا؛
سَهِلي "سچيڏنو" چوي، هيءَ لالَن لاءِ لُڇي؛
ڪنهن سان ڪين ڪُڇي، اُٿس ووءِ ووءِ وائِي وات ۾.

٦

چاڙهيون لاهيون چُنج جِيون، ڪوڙين آهن ڪوهہَ؛
ڏئي مهتان محبت وارئين، ڇپَرُ ڏايي ڇوهہَ؛
ناگهہ نِستِ نينهن ڪي، تا رئارن روهہَ؛
آچي منجهہ آندوهہَ، مَتان تون ماندي ٿِئين.

٧

لاڪون لاکينَ لڪَ، نبيرڻ نہ ٿيا؛
ڪوڙين آهِن ڪيترا، راهُن اُتي رڪ؛
هَي هَي ڪارڻ حق، هِي سارو ڏونگر ڏوريان.

٨

روئِي هارِيان رَتَ، ووءِ ووءِ واتَڙين تي؛
جيڏيون ڪارڻ جَتَ، سارو وندر ووڙيان.

٩

اُچج آرياڻي ، تون وري شهر پنيور ۾؛
آن ري اکَڙينَ موُن، تو پَرتِ وهي پاڻي؛
هوت اُچي هاڻي، هيءَ نالائق نوازيو.

١٠

هوت نہ ڇڏيو هِتِ، نيو پورهيتِ پاڻ سان؛
تو ريءَ ٻي ڪا چِتِ، ڪانهي ڪميڻيءَ کي.

١١

عمر اُجائي گذري، ڪارڻ مِٺي رُوءِ؛
خام منهنجي خوءِ، ڪَر وَر ويچاريءَ جِي.

١٢

جَتَ موچاريٰ جاتِ، چڱي جاتِ جَتن جِي؛
وائِي تن جِي وات، سدا اُتم سرتيون.

١٣

پورهيائِتِ پنهونءَ جي،آهي اُصل ڪوُن هِي؛
جيڏيون جَتَن ري، ويني وِرهہُ وسائيان.

١٤

آهي ڪو نہ غرض، محبوبن ڪي منهنجو؛
ڏيڻ سِرُ فرضُ، "سچو" سندن سَٿِ ۾.

١٥

لوهي لاغرضي، سُپيريان جي سارَ؛
مارڻ لءِ مُشتاق جي، آهي محبن کي مرضي؛
سِر ڏيڻ تنهن سَتِ ۾، آهي فقيرن فرضِي؛
ڪڏهان ڪو قرضي، "سچو" نازڪَ تنهنجي ناءَ جو.

١٦

پيس تنهنجي پيچ، پنهون ڪين چڏيج مون؛
باني ڪري پانهنجي، وجي بانيڻ کي ويچ؛
مَر ڪميٽي ڪيچ،پورهيو ٻانهِن جان ڪري.

١٧

روئِي ڏنو رنگ، ڪو جو ڪامِڻِ ڪوهـَ کي؛
سو شَمه شَفَق سان ٿيو، سُرخيان شارو سنگ؛
منهنجو نينهن نِسَنگ، پيو سموَرو سُڪوتَ ۾.

١٨

اُتي ڪمر بند، لوچ، تہ لَهين سُپرين؛
هوتاڻِن جو هنڌ، ڏسيڙ اَکڙينِ سان.

١٩

مِلي مارڳَ جي مرين، ٿئي قدر ڪيچيڙن؛
ٿورو وڏو تَنِ، تنهنجي آچڻ جو ٿئي.

٢٠

مِهَر مَ لاهـِ مٿام، آءٌ اوهان جي آهيان؛
جي ڪامِل سَڏَ ڪَيام، سي ٻَڌي ٻاروچا ورين.

٢١

ٻانيڻ جِي ٻاڪار، ٻُڌي ٻاروچو آئيو؛
ورَ وسارج ڪينڪي، جا واقف نہ وٹڪارَ؛
سِگهڙي لهج سنيار، سائينءَ لِڳ "سچو" چوي.

۲۲

سَرواڻن مون ساڻ، پَلوءَ پَلائِي ڪَئي؛
جن جاڳايوجوش ڪي، آءُ اُتن قربان؛
پاروچاڻو پاڻ، تڏهن لوءَ لوءَ منجهه لڳي ويو.

۲۳

پيئَر هِن پنيور ۾، منهنجو ڪار نہ ڪمُ؛
اُتم آريءَ جام سان، دوستيءَ وارو دمُ؛
ماڻهن ليکي غمُ، پر سُک "سچو" تو پانئيان.

۲۴

ڪيچيڙن مون ڪالهہ، اَچا وڙ وڏا ڪيا؛
اُن جي ڪارڻ ڪاڪيون، ڪنديس ڪافَ ڪَشال؛
هَي هَي هِن جي حال، جو هيڙا هوت وساريان.

۲۵

عمر اجائِي گذري، هَي هَي هيڙي حالَ؛
تائين اَڄ نہ مون ڏٺي، سَندي هوت سنيال؛
مون ڪان پُڇن ڪينڪي، ڪافَن جا ڪَشالَ؛
پنهنجي قربَ ڪمالَ، ڪا وَر ويچاريءَ جي ڪريو.

۲٦

عمر اجائي گذري، هيڙا حال ٿيام؛
چُپ چپاتيءَ سرتيون، وڃوءَ هوت ويام؛
هو جي ڏونگر ڏاڪڙا، قولڻ سَي پيام؛
اَڄ صبح ايندام، ڪندا ور ويچاريءَ جي.

۲۷

وندر ۾ ويهان، قولن پيون پرينءَ ڪي؛
نالِ جَنين نيهان، هوت تنِين جي هنجَ ۾.

٢٨

پَرتُ هوت پنهونءَ کي، آڻي عشق ڪيو؛
"سچو" سَڱَ ٿيو، هھڙن هوتياڻن سين.

٢٩

مِهر مَ مٽان لاهه،مون تان نماڻيءَ تؤن؛
هِيءَ ڏکوئي ڏاهه، آڻ مُلهه آهي آنهنجي.

٣٠

مِهَرمَ لاه مٽام،اَءُ اوهان جي آهيان؛
جي ڪامل سَڏ ڪيام، سي بُڌي پاروچا ورين.

٣١

جيهي تيهي حال سين، پاڻُ وجهڻ مون پنڌِ؛
روئي پَبوڻ رند، پنيءَ جام پنهونءَ جي.

٣٢

هَي هوتا تو سندي، آوڙڻَ جهڙي ناهيان؛
حال پسي مون هي، مان نماڻي نال نئين.

٣٣

سانڌُ سويلو سرتيون، وڏيءَ ويل ويوم؛
وندر جي وڻن ۾، ڦولڻ هوتُ پيوم؛
ٿيلهڻ تر تيوم، هاڻي هوتياڻن لءِ.

## ڪافي ١

مون کي تنهنجي آهه، اڇڻ جو وڏو آسرو!

جوڙي چڏيم، وو، جائيون، ميان الا، لوئن لوئن ۾ تولاءِ!
اڱڻ آسروند جي، ميان الا، پير مبارڪ پاءِ.
جڏهن ڪڏهن تو ڏسان، ميان الا، توکي جاءِ بجاءِ.
ڪين جُڙي پيو جيءَ ۾، ميان الا، تُنهنجي سِڪ سواءِ.
تو گذاري گوندرين، ميان الا، ”سچو“ تُنهنجي ساءِ.

## ڪافي ٢

لڳيءَ دل جو دارون، ناهِ ڪو پولڻ پيارا!

عشق جون واٽان، بِرن لاتان، تنهن مَوِن نڪرن درد جون چاٽان،
- پوءِ ٿيون پَون هي پچارا.
عاشق تا ڪن درد جون دانهان، عشقَ منجهاروُن اِهي آهان،
- رُئن آهي زارو زارا.
آءُ تان بِانَهي، تون تان سائين، پاند ڳچيءَ وچ پَلوُ پائين،
- اڇڻ جا ڪر قول قرارا.
ڳالهيون مون سان تو جي ڪيون، مور نہ مون کي وسري سي ويون،
- دم دم تنهنجي ياد آ يارا.
هيڪر مون کي جانِي جياريو، ڳالهِن تنهنجن ڳجهن ڳاريو،
- وصل جا ڪر وري وارا.
”سچو“ تون تان ٿِيءُ نہ ماندو، پرين تنهنجو الله آندو،

## ڪافي ۳

آڏيـــون ڙي آڄ آهـــِ،
آسان مُـحــبــن جـو مــيـلـو!

دلبر سِڪندي ڏينهن ٿيا، سُپيريان جي ساءِ.
ڦَـنـا ڪيائون فراق ڪي، ٻُڌو جـاءِ بجـاءِ.
ڏک لنگهيا سُک آئيا، لڳـڙي ٺـڏڙي واءِ.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا "سچو" ساعت سُهاءِ.

## ڪافي ۴

مـاريـو هـوتَ وڃَن الا، ڪنهن در ڏيان دانهڙي، پـلـو لـو!

ڪاڪيون، ڪڏهن ڪينڪي، منهنجي مِنت مَڃن، الا.
پُنـيءَ پيس جَن جي، سي پِـي سـورَ سَڃَن، الا.
دعا ڪَريـجو جيڏيون، پـيرو تان نـ پَڃن، الا.
اهـوِ آتـم آسـرو، ڏيـنـدا آب اڃَـن، الا.
"سچو" سهمي ڪينڪي، روحُ تـ ڪانءُ رُڃَـن، الا.

## ڪافي ٥

هُنَئَوُن هوتُ هَلي، ڙي، دوست دلاسو ڏيندو!

وجهج ڪم ڪريم تي، ٻي ڳولج ڪامَ ڳِلي،
- پاڻهين پُنيءَ تو ايندو.
پَڪا پَڪن سامهان، تنهنجي ماڳ مِلي،
- اوڏا آئي آڏيندو.
آچڻ سندي اُن جي، ويندو روحُ رلي،
- تورو توريائيءَ تيندو.
جا ڳُجهي هوتن مَنَ ۾، سا ساڻن ڳالهه سَلي،
- پُنهل پاڻ سان نيندو.
مهرَ پنهنجيءَ سان تو پرين، اِنهيءَ پَت پِلي،
- ڙي "سچو" ناڻ سَڏيندو.

## ڪافي ٦

ذري ذري ڪَن چَشمان چُور،
نِين اسان کي ٿيون وَهلور!

تَن مَن سڀ تاراج ڪَرِن ٿيون، ديدن جو آهي هي دستور.
خوني وتَن خيال پنهنجي سان، ڪَسِن شهزادن شعور.
ناز نياز سان هِڪي واري، چاڙهن سولِيءَ تي مَنصُور.
ساڻ ڏسڻ جي مشتاقن سان، ڪَيفِي ڏاڍو ڪَن ڪَلُور.
"سچو" ڪير ويچارو آهي، وجهن ڦيري دل،ڪَرِن فَتُور.

## ڪافي ٧

پاڻهي پئيو سڌ سورن جي، وو، عِشق لڳيو جي اديون!

ساري خبر وجي تن ڪوُن پُڇجو، جي ورهه سڄڻ جي وڍيون.
ڪين لِڪن سي لوڪ اڳيون، جي اهِن ڏکن جون ڏڌيون.
مُحب مسافِر ٿيا جَنين جا، ڪُوڪان اُهي لڪ ڪنديون.
ورهه ولوڙيا جي وهنديون تن جي، نيڻوُن نيرَ جون نديون.
پاروُن پرين جي سٽو سيپئي، لوڪ پِلي ڏي بَديون.
اڳيون پويون سي معافي ڪيون، تنهن محب "سچوءَ" جون مَديون.

## ڪافي ٨

اوري آڻ سي اوري، ڙي الله، جنين ڪاڻ سِڪيَس سال!

ڏسُ نه مون کي ڪو ڏئي، ڏيهه رهيس آءٌ تان ڏوري.
واٽَ جنهين ڪوُن لنگهيا، گهوري هِيءَ جندڙي گهوري.
هيڪند تون ڪر هوت جي، ساڻ ٿڪيءَ ڪنهن توري.
ساهه "سچو" جو تنهن ڏهاڙي، ريا چاڪ وجهي چِتُ چوري.

## ڪافي ٩

ڏينهن پُڇاڻوُن آئين پِلي آئين ڙي يار مُنهنجا!

اڱڻ اسان جي هوتَ باروچا، پيرَ جي اَج پائين - پِلي پائين.
پَري آسان ڪوُن يار پرين ڙي، ڏينهن چولائين - ڪيئن لائين.
ڏوهه ڏنگايون يار سڄڻ ڙي، ڪيئن پِليءَ ڏنهن پائين - چو پائين.
هيئن نه گهرجي يار توکي، چِتُ چُڪيءَ توُن تو چائين ڪيئن چائين.
عَرش ڪرسيءَ توُن اُچي اُتاهين، مَن "سچوءَ" جي تون مائين - پِلي مائين.

## ڪافي ١٠

ٿنهنجي پانڌي پيغامَن، الا، منهنجو جيءُ جياريو!

هِي تان تَنُ توان ڪيو، آڙي سباتِي سَلامَن.
تو تَوَن اَءٌ قربان ٿيان، ڏنهن آئين عجيبن.
مَنهنجو چِت چَريو ڪيو، هِن نيهَن جي نياپن.
درد منديءَ جي دل ڪي، ڪيو قابو ڪلامَن.
ڪيائون ياد حقير ڪي، اُسرئي ايامن.
ڪَيئون مِهروَن پانهنجي، گوشُ ڏي غلامن.
مُنهنجو وِرهہُ وڌايو، ان جي انجامن.
جيهو تيهو آهي ٿي،"سچو" سگ سندن.

## ڪافي ١١

ڪري سانگ پرين وري آيم اهي، ديس آساڏڙي، الو الو!

وري وطن آئيا، پينر ٿيڙم ڀَلو ڀَلو.
پريَن اڳيوَن پيشوا، هاريون مون سان هَلو هَلو.
اصلَ لاڪوَن آهي اُنهن سان روح منهنجي جو رَلو رَلو.
اُنهن ڀاجهوَن ناهِ ڪو، ڳولڻ مون ڪي ڳَلو ڳَلو.
سِر سچڻ جو لوڪ ڪي، ساهيڙيون نہ سَلو سَلو.
"سچو" سچيءَ سِڪ ۾، شال نہ پوندو ولو وَلو.

## ڪافي ١٢

ناهي هِنَ درد جو دارون، توئِي وٺ يارَ طَبيبا!

تِرُ تفاوت درد نہ ڏيندءِ، چوڙين جا سِيرَ سَراروُن ـ
ڦَڪِي ڏيڻ سان هَي وجي تو؛ هِنيڙو هاٺي هيڪاروُن.
سوز گداز، نِي وِي، غم فراقان، لائن تا قول قطاروُن.
دوا دردَ جِي سوئِي ڏيندو، جو ايندو پرين جي پاروُن
ناز پِرين جيون يار "سچوءَ" جي، هِن تان ساهہَ سنپاروُن.

## ڪافي ١٣

منهنجو شرم سَيوئِي آهي، جيڏيون تان پير مُغان تي!

وري ڏنائون پاڻ ڏي پاڻهين، نا تہ هئا حالَ اسان هي.
اُهي پاڙيائون پاڻهي پانهنجا، هو جي قول ڪيائون ڪي.
جَن پيياريو پُر پيالو، شالَ ساقي جِيَن سي.
سَدَا آهي وسَن اسان وٺ، جانِي جِيءَ جا جي.
سِر "سچوءَ" ڪي ڏسيو ڏيهاڙيون، پنهنجي يار هَٿوُن ڏي.

## ڪافي ١٤

ڏنِي ڏيکاري، ڙي ميان، صورتَ سُپرينءَ جِي.

حَسن حُسين جي ڪارڻ، زاري، ڙي زاري.
ورتم ساري لوڪَ ڪوُن، پينر ڙي بيزاري.
مَحبت محبوبن جي، مون اَصل اِختياري.
چوان حقيقت حال جي، هيءَ سجڻ ڪي ساري.
هِت هُت ڪندا ڪاڪيون، اُهي مون سان موچاري.
"سچوءَ" سدائين گهُرجي، يارن جي ياري.

## ڪافي ١٥

ڏيئي مون ڏيکاري، لَڙي وريو ويو در توئن دلبر!

ڏٺُم اَڪِڙين سان، هوءِ هوءِ حسن هزاري.
وسُ نہ هِن جو ڪو هُيو، هوشُ نئين هَسواري.
دينَ ڪفر اسلام ڪوئن، بِرهہَ ڪئي بيزاري.
ڪنهن در ڏيان آءٌ دانهڙي، مونجهہ اِنهيءَ مون ماري.
سوز سَفيران لايون، هِن چُڪيءَ ڪي چوڏاري.
حاجت هن جِي نہ هُئي، جا قاتِل فوجَ قراري.
گهٽيءَ مدت کان پوءِ آچي، دوست ڏني دلداري.
باسيائون تان بِرهہَ جي، ميان "سچوءَ" ڪي سَرداري.

## ڪافي ١٦

پرين اوهان ڪوَن پوءِ، هِت راتيون رهنديس ڪا؟
پُنيءَ اِيندي تانهنجي، لالَ وري هِن لوءِ،
- پوءِ سورَ سهنديس ڪا؟
واعدا ويڙا وسري، هوتَ ڪيَوَ جي هوءِ،
- بئي بول بَهنديس ڪا؟
پرين تنهنجي پار ڏنهن، قا صِد اچي ڪوءِ،
- وري هِت ويهنديس ڪا؟
سچو سِڪَ اوهان جي، هنيڙي ۾ هوءِ هوءِ،
- بئي ناهہَ نهنديس ڪا؟

## ڪافي ١٧

مون ۾ عيب اَپارَ، سَڄَڻ تُنهنجي ٻانهڙي آهيان!

ٻانهن جي آءٌ ٻانهي آهيان، ساري سڀ چمارَ.
هُئان هميشه هوتَ سان، شالَ نه ٿيان ڌار.
هِي سِر صَدقي تو توڻن، سِيسي ساڻ ڪپارَ.
اوچَڻ ڪنديس اَکيون، پٿر ڪنديس وارَ.
پاڻُ تو ئي تَوڻن صَدقي، سِيسي ساڻ ڪپار.
ساهه "سچوءَ" جو سوگهو ڪِيڙو، رکي يار اٿو يارَ.

## ڪافي ١٨

سو ڏاڍن جو آهي ڏيههُ، جاتي نِينهڙو وو نيڻن لايو!

جاتي پُهچ نه پَکيءَ جي ميان، سو سيڻن جو ساٿيههُ.
جي ٿِي وڃان در دوستن جي، ميان، چُمان پيرن کيههُ.
جي ڪونيو ڪُهن سُپرين، ميان، وڃي پَکڙي تَن جي پيههُ.
"سچو" عاشقُ جي آهين، ميان، وايوڙين وڃي ويههُ.

## ڪافي ١٩

پلو، آءٌ تان يارَ سڄڻ جِي،ٻانِهي گولِي آهيان!

آءٌ نماڻِي عيبَن هاڻي، ڏوهَن ۾ آءٌ تان اولِي آهيان.
جيهِي تيهِي آهيان، ڙِي جيڏيون، جانب جِي آءٌ تا جهولِي آهيان.
پَلپَل پُڇَن حال مُنهنجڙو، ڳالهه انهيءَ جي تان ڳولِي آهيان.
هيڏي هوڏي نه وڃان، مُحبن جي آءٌ تان ڏولِي آهيان.
ڏِسُ "سچوءَ" ڏي سُپرين، نا ته چِيِّرَ هِت چولِي آهيان.

## ڪافي ٢٠

آديون آهي اَچ آيا، ڏيهہَ جَنين لءِ ٿي ڏوريان!

ڏيو مبارڪ سرتيون مون کي، مولا سي مُحب مِلايا،
- چرخو ڪيهو آءٌ چوريان؟
در پيهي سي، وو، آئيا، سائين الا، جَن لءِ مون وِرهہ وسايا،
- پاڻُ مَٿانئن گهوريان!
پَر ڏيهہِ ويا ها، وو، مون پرين، والي سي پوءِ ورايا،
- تَڪِ ڪيها پيا توريان؟
"سچو" اتي، وو، دوستُ ڳَڏيوسي، ڏينهن گهٽا جَنهن لايا،
- ونڊر ڪنهن لءِ ووڙيان.

## ڪافي ٢١

پينر ڙي بيوس، وڃي آءٌ پَئيان!

وس نہ آهيان پانهنجي، واڪو ڪَيم بيوَس،
- مين ديوانڙي ٿئيان.
لوڪُ ساروئِي سرتيون، روحَ نہ اَچي رَس،
- حالـَوُن هُـڻ مين ڳَـئيان.
مَچُ ڏايو مون سِر آئيو، ڪوئِي نہ اَچي ڪَس،
- قابو عَشق ڪَئيان.
بِرهہ واري باتِ ڪوُن، "سچو" نہ ڪَري بَس،
- مِهٽا ڏيَن سَنئيان.

# جهولڻو

(سسئي ۽ پنهونءَ بابت)

١- سَرتيون سڀ ٿِيَس صلاحِي،
هوتان راهه وٺي پياهه راهِي،
چو ٿينءَ ڪِيَ تَنِين جي ڪاهِي،
ڏونگر ڪِيم ڏَسائج، ڏاهِي،
حَبَ ۾ ڪونه ڪَنڌُئِي همراهِي،
تڏهن چَپ ڪرڻ تو ڇاهِي،
پَر هو اِهڙو امر اِلاهِي:
پيا سڀ ويهُه تون وهَم وساري.

٢- چي ڙي،مون سان مُور مَ ٿيو مَصلحاتِي،
ثابت سِڪَ رهي ڪا ساتِي،
هاريون هِٿي جا آهي حياتِي،
تن ڪي روهه رسان ٿِي راتِي،
پائيِنديس جهَر تَتي جهَنگ جهاتِي،
ڇاجي ڇڄي پوي مون ڇْاتِي،
ڪنديس وڙ سَنديَن ويلا تِي،
اِينديسِ ساٺ وٺي پَڙ پاتِي:
ڏسنديُونءَ هوت مِڙئِي هِڪواري.

٣- چي ڙي، ويهُ وسار وجَڻ جي وائِي،
توسان لَعلَن جنهن لَوَن لائِي،
تُنهنجِي دل ڪيتَّن تَنهُن تائِي،
سو اِج جاڙَ ڪري ويوءِ جائِي،
ڏيئي ڪَن بُڌج تون بائِي،
ٻوهن پاس نه ٻوڙج ٻاهِي،
سُرت صلاحَ تون سَمجهج سائِي،
اِها ڳالهه اَمرَ ۾ آئِي:
ڏونگرُ ڏورُئن ئِي ڏهڪاري

۴- آيَل، اڄ مُلهِي جا آهي،
سا ڪيئن سَگهُ سچڻ سان ساهي،
پيو تا ناهه نه هرگز ناهي،
ڏاين ساڻ شَريڪت ناهي،
جا پَئي سيِ لاڳاپا لاهي،
چَپَر چوهه اَڳيانئس چاهي،
ڪيچن ڪَيڏَ اُها مَرُ ڪَاهي،
ڪٽندي گام تہ پُڄندي ڪاهي:
محض اُنهيءَ ڪي مِيرُ نہ ماري.

۵- چي ڙي، رَهه روين تِي روڙي،
اَڏو پِينگ بُجهي ٿي پَوڙي،
هيبَت هول هراست هَوڙي،
ڪامڻ ناهين اسان ڪي ڪوڙي،
ٿون تَنهن ديس مَ وَڃ ٻوڙي،
پَرڏيهيءَ جي پُٺِ مَ پوڙي،
ٿَرَ ۾ ترسَ اٿئي ٿڪَ ٿوڙي:
هِتِ تا ڪانہَ گهڙي هِڪ گهاري.

٦- آن دل آرياڻيءَ سان اَٽڪِي،
مان جا ريجهہَ اَديون تَنهن وٽڪِي،
هَي هَبي گهوري تا هِنَ گهَٽڪِي،
رهنديَس ڪِين هِجَر ۾ هَٽڪِي،
جانبَ ڪاڻ نہَ جاڳيَس جهٽ ڪِي،
پِنيءَ ويلَ وڃان مَرُ لَٽڪِي،
ڪنهن جي فَهم نہ هَٽڪا ڦَٽڪِي،
هاٿي سِر توڙين مون سَٽڪِي:
هِنَ ڪي ڪا مَ هَلڻَ ڪوڻِ ڪاري.

٧- چي ڙي، سڀ پَر سڄَ جُلي ٽِي جاٽِي،
پُرجهجِ پَبَ نہ اَٽيئي پاٽِي،
وسهج تو دل جَنهن سان واٽِي،
سَسئي سو تان ٽِيُئي نہ ساٽي،
ناحق تانگهہ تنهين ڏي تاٽِي،
چو ڪيءَ خواب ڪٽِيُ تو ڪاٽي،
ڪِيئن ٽِي آبُ اکين ۾ آٽِي،
حِيلا ڪَرمَ هلڻَ جا هاٽي:
پُچنديءَ بام پَسِي بَرُ باري.

٨- جيڏيون جبلَ چَوَ ٽيون جيئِي،
ساجهُر سَنگَ لتاڙيان سيئِي،
گهوريان گهوٽ بِنا گهرُ هيئِي،
سائِي وَسَ وَٽانئُم ويئِي،
رهندَمُ روحُ نہ هِت تَن ريئِي،
وينڙم دوست دلاسا ڏيئِي،
هِيءَ تان پَلَوَ پُنهونءَ جي پيئِي،
هُن تان ڪامِڻَ ڪِيڙس ڪيئِي:
نِياڻُونس وَرُ وَني ويساري.

٩- چي ڙي، گهورين ڪاڻ، جنين جي ڳهَرڙا،
اَٽئي تَن اَڙانگا اَرڙا،
آڏو تاڪُ نہ ڏيندءِ ٽرڙا،
ٽِيندءِ زور مَٽي تو ذرڙا،
بيدل بَس ڪَرائيندءِ بَرڙا،
اوجهڙ ڪوهہَ اَٽئي سي ڪَرڙا،
گهائي پيرَ ڪائيندءِ ڪَرڙا:
سگهنديءَ نارِ نہ وَرُ نِهاري.

١٠- ثابت ڳالهہ سٹو هِيءَ ساري،
جبل واٽ نہ جيڏيون جاري،
پَرَ پِي بِرهہ جنهين سان باري،
سا هنڌِ ماڏي مور نہ مَاري،
ڇا جي وَر وِنگا وَڏَ وارئي،
تايِي درد منديءَ ڏهڏاري،
توڙي کوهہ کري تو کاري،
کندو پاڻ پنهون پوءِ واري:
تا پڻ سَرسُ سِکائِي ساري.

١١- جيڏيُن کَيَس وراٽِين جوڙي،
هُت تو روهہُ رڙندا روڙي،
تَنهن جو تابُ نہ سگهندي توڙي،
آڏون مِير مَيائِي موڙي،
رائو ريگَ ٿرَن کوُن توڙي،
سگهنديءَ پيرُ نہ کَر ڳَل کوڙي،
تون تان لعلُ لَهين کِيئن ووڙي،
کَنهن جي کَامَ کَمر ڇَڏ ڇوڙي:
بيا ٿِي ماڳ مِرون ڇوڏاري.

١٢- جيڏيون جَتُ مُنهنجو آهي جائِين،
آءُ تان وينديَس آڄ تَنهن تائِين،
آهيان پانهي آن جي آن ئين،
پاٿوُن گهٽ پينَر ٿِي پائِين،
آن کي پَلوَ ڳچيءَ ۾ پائين،
دَمُ دَمُ دُرس کريج دعائين،
مون کي سَڄڻ ميڙيين سائِين،
کيچيڙن کي پَهچان کائِين:
بِرهہ جِي باهہ ڀَهون ويا ڀاري.

۱۳- چي ڙي، آڏو لَسَ بَگهيڙَ ڪَن لوڙا،
ٿَن ڪوُن ڪَنَ ٻَئي ٿين ٻوڙا،
چوهڻون چِپَر چِني ٿو چوڙا،
تاتي تاڪَ ٺَڪَر جا ٺوڙا،
سَهمناڪَ سُنڌا سي سوڙها،
ڏيوَن مارَ مَٿي ڏين موڙا،
سي ئِي ڏُرت ڏورَٽ جا ڏوڙا،
ڏينيو ڏنگَ هَٿن تا ڏوڙا،
آهِن هاڙي مَنجهہ هَزاري.

۱۴- چي ڙي، چا جي مَستُ مِرون هنئن مارا،
چُرڙين نانگَ چُرَن چوڌارا،
سي ئي ورهہ اڳيون ويچارا،
هٿندا شينهَن ڏسي شوڪارا،
هو جي هاڙي مَنجهہ هاڪارا،
سَرتيون سَنگ نهاريان سارا،
ڪيا جُڪ جانب جي جيءَ جارا:
وَرَسان ڪانہ ايندي ڪا واري.

۱۵- چي ڙي، هُيَڙئِي جي جَتَن جِي جا ڪا،
توکي سَمجهہ پيئِي چَوَ سا ڪا،
ويَڙَئِي ناز نهوڙي ناقا،
ڏونگَر ڪين اَتئي ڪي ڏاڪا،
لوهي لَس وجهندئِي لاڪا،
چِپوُن چُوهہ لنگهنديئن جهاڪا،
آڏو فَلڪ فِڪر آهِن فاقا،
ونگَن وِچ واسينگَن واڪا:
هُت توپِپُ وِجهي پاتاري.

١٦- ڪاڪيون ڪامَ ٽِڪي هُت ڪانِي،
جـاڏي ڄَـتَ وڃــي ويس جانِـي،
سـورج آهـي نـ تـن جـو ثانِـي،
تـاڏي ٿـرتُ وڃان آءٌ تانِـي،
ڇـا جـي ٻِرِ نـ هونـدس پانـي،
ڇَـپَـر ڇوهـ اڱيانٿس ڇانـي،
تـوڙي ٻرهـ وِڃايـس ٻـانِـي،
لـوچـون ڪِين ڪنديَس سالانِـي:
اِهــو عَـرض اَتــوَ اِظهـاري.

١٧- ڄَلَـدوَن ڄَت وڃـي ويئي ڄـوري،
پوري ڇو نـ پـريـنءَ تَنهـن پـوري،
گـادر هـاڻ مَحَل گـهـَر گـهـوري،
ڏونـگـر ڏرڙَ سَـگهِين ڪِيئَن ڏوري،
عـاجِـز عـام ٿينـدِئي، هِت اوري،
ٿَـرَ جـي پـنـڌ نـ ٿَـڪِيئَن ٿـوري،
تـن ڪـي تـوڙَ سَـري ٿِي تـوري،
وجـهـ مَ جِيُ ٻَلا ڪَنهـن جـهـوري:
مَـرنـديءَ گامَ ڪنيـو ڪوڪاري.

١٨- ڇي ڙي، بيحد ڪِيم ڪِهو ٻيون ٻاتِيون،
ڇـو تـيـون لَسَ لوايـو لاتِيون،
ڪَنهـن ڪي ڪَنڌ نـ اِينديون ڪاتِيون،
رهـنـديَس روز نـ اِتــي راتِيـون،
وينـديَس سِڪ سَڄڻ جي ساتيـون،
ڏاتَـرُ ڏِس جـو ڏيـنـدُم ڏاتيـون،
پـائِيـنـدس جالَ جَبَل ۾ جهَـاتِيـون،
مُـحـبن هَـس اِهـي مَصلحاتـون:
هَلِـي آ مَـردِ ساڻ اُمـاري.

١٩- ڪامڻ منَت ڪَريون ڪَنهن ڪيهي،
سي جَتَ جاڙَ ڪري ويئي جيهي،
ڪيَڙي پُرجهہ نہ تو پب پيهي،
ڪا ڪَر ڪاهہ تِنين پُٺ تيهي،
تون تان نِينهَن نسوري نيهي،
ووڙج وَرُمَ وِرچج ويهي،
ڪيائين دُرس ديوانِي ديهي،
اول عِشق نِشاني اِيهي:
تَڙقڙزاتِ ڏينهان تڪراري.

٢٠- ڪيچين ڪَيَ لڳي هوءَ ڪَهڪي،
پهريين پُور تَڪر سان تَهڪي،
ڪامڻ ڪوهہ ڏسي نا ڏهڪي،
اُتي روحَ نہ تنهن جي رَهڪي،
توڙي پير ڦِٿَس پَب ڦَهڪي،
تان پِي نارِ نہ بالڪل نَهڪي،
توڙئن ڪِين تنهين هَڏ تَهڪي،
اوجان عاشق اهڙي اَهڪي:
ڏونگر سي وڏائين ڏاري.

٢١- توڙي جهَڪَ جهَڪي ڪئي جهولي،
بِي تان بولي هَڏ نہ بولي،
ڦيريون ڏئي، پِرين ڪي ڦولي،
چوهڻ پاڻ چِپَرَ ڪي چولي،
گورَن رَند ڏسي سِرَ گهولي،
ڳڙَ ڳڙَ ڳوڙها ڳاريو ڳولي،
ڏونگر ڏرڙ ڏڪوئِي ڏولي،
قادر شال قريبَن ڪولي:
ڪنڌو گام ڏکر ڪوڻ ٺاري.

٢٢- پهريون ڪانءُ پهاڙَ پُڇيائين،
هِت ڪي ويٺا هوت هَنڌائين؟
هَر هِر توکي سُرت سڃائين،
ڪي هئا رات توئِي وٽ سائين؟
ڪَر ڳَل الله لَڳ اَلائين،
پيو هَڏ سور نہ سَنگ سليائين،
مون ڪي مُحبن ساڻ ملائين:
عاشَقِ هَي هَي ويا آزاري.

٢٣- پوءِ تا تيڙس جبل جوابِي،
پِنيءِ ليلَ لنگهيا بشتابِي،
ساڳِيين سارو ساٿ ثوابِي،
سي سڀ هُئڙا گُل گُلابِي،
وچندا وِيڙا رات ربابِي،
اصلوء اَڙينگ هئا اَعرابِي،
توسان ڪِيائون خام خرابِي،
اوني عن هئا عاذابِي:
هتوءُن ڪاهہ آڙاهہ اُنڌاري.

٢٤- ڏونگر ڏَسُ چُڪيءِ چَڏ ڏيئي،
تو وٽ رات تنين ڪا پيئي؟
آهہ هي وَسَ تنين ڪوءُن ويئي،
ڪِي تان لنگهيو ساٿ سنجهيئي؟
هاٿي حال سڄ مون هيئي،
ويَڙس ڏک وڏو هي ڏيئي،
هُو هُئا ڏايا سُپرين سيئي،
جانب آهن منهنجا جيئي:
ماري آهہ ويا آتاري.

٢٥- حَجر چِيَس آهي هِنيڙي هاري،
جي تون محبوبن جي ماري،
آهي عشقِ سَندءِ آزاري،
وجهج ڳَلِ ڳچيءَ کا ڳاري،
مون کي تِر نہ کج تَکراري،
پُنِنِ کاهہ نہ تيءَ قراري،
اَٿئي بِرهہ بلوچي باري،
يَکدِل کانئن مَنگج ياري:
وينديئي عشق نہ هڏ اوتاري.

٢٦- ڏونگر ڏيرن ڏي ڏس کوئِي،
اَوڙي روحَ نہ بيو رسُ کوئِي،
ناهي ويچاريءَ جو وَسُ کوئِي،
لاهي کو نہ بيو کَسُ کوئِي،
ناهي جانبَ جو جَسُ کوئِي،
کُٺي غَم ڏِسِي کَس کوئِي،
خاطِر منجهہ نہ پيس خس کوئِي،
وٺي درد ڦِري ڏس کوئِي:
بيٺِي عِشق منجهوُن اوساري.

٢٧- چُکيءَ چوٽ وٺي ورچاتي،
وِيڙا وِرهہ توئي سان واتي،
آندي عِشق تڏهن اورهاتي،
کُٺل کيچ وجج کنڌ کاتي،
پيٺئي زهر منجهوُن گهٽ گهاتي،
توکي آندو عشق آڳاتي،
ڳولج جامُ پنهونءَ گهر گهاتي،
هَي هَي لَعلَن ويو لوهاتي:
هُئڙي جن جي هِيءَ اَجهاري.

۲۸- هَي هَي ماري عشق اَميران،
وٺي وِرهه وَڪيل، وَزيران،
توڙوَن هيئن لِکيون تقديران،
پانهِن هٿ تيون تقصيران،
ڏاڍيون عشق سنديون تڙ پيڙان،
پُنيءَ منهنجي بِرهه بَهيران،
هَلَن هُت نَڪي تدبيران،
مون سان سندين سوز سفيران:
ورتئي ورهُ ڪنهين وَڄاري.

۲۹- اَول بابين برهه پَڙهيائين،
تنهن پوءِ سورن منڍ سَڙيائين،
سَسئي ساڻُ فِراق ڦَڙيائين،
اَصلوَن ڪيچن ساڻ ڪَڙيائين،
جَڙان جيءَ ۾ جال جَڙيائين،
تيلهان متي روهه رَڙيائين،
مَحبت منجهه مريض مَڙهيائين،
توڙوَن غير خيالَ تَڙيائين:
پيئي هَٽ بِرهه هاڪاري.

۳۰- هِيءَ دل لالَنُ وِيَڙس لُٽي،
وِڌس باڻَ بِروچ جِي ٻُٽي،
وَرَڪوَن شالَ فقير نه ڦُٽي،
ڏُنگر ڏک چَريءَ کي چُٽي،
کيائين ڪيچن منزل ڪُٽي،
آنديس عِشق گهٽيري گهُٽي،
متو پيرَ ڪرايون ڪُٽي:
هَي هَي ڪيو تِي سَا هونگاري.

٣١- وَرَ جا وِرهہ پياريَس وَٽِي،
توڙي سسئي سِورنَ سَٽِي،
تَنِهن دل ڏانهَن نہ مُحبن مَٽِي،
چوکَو عشق نہ آهي چَٽِي،
سُورن سوز کِلڻ کَوڻ کَٽِي،
مُحبت کانءُ نہ گهايل گهٽِي،
سسئي سوزَ فِراق جي ڦَٽِي،
پائين پَبُ پَٽولا پَٽِي:
روئي ڦوڙائِي جان ڦوهاري.

٣٢- لوٽِي بَک مٽِي ٿي لَتِي،
ٻوڙي تيزَ منجهاروُن تَتِي،
محبت مَنِ تنهين جي مَتِي،
وجي کيچ وِزهہ مون وَتِي،
گهوري گامَ گهٽيري گهَتِي،
ڏکَ جي چِتِ هنيائونس چَتِي،
روئي ريتِ تنهين سپ رَتِي،
چاٽي پَب سَيو هکَ پَتِي:
عاشِق عِشقَ منجهوُن اُچنگاري.

٣٣- هَرٽيوُن کِنيرُ پيارڻ آيس،
کِرهَڙ دانهَن کري سَپ کانيَس،
کوکن سَاڻ چِپَر سپ چانيَس،
ڏونگر ڏکَ منجهاروُن گهايَس،
چِلنگيون عشقَ ڏکن ٻُٽ لايَس،
ڳالهيون کيچ کيچيڙن ڳايَس،
بَر کي بِرهون بازر پايَس:
حِجَر ڳاريَس ساڻ هوکاري.

٣۴- هَي هَي هوتُ ڪري وِيس هولِي،
تنهن محبت باروچي جِي ٻولِيٰ،
ڏونگر ڇُٻوُن پاين ڏولِي،
ڪوهيارَل جِي ٻانِهي گولِي،
ساٿي ڀَڀِ پِرينءَ جي ڦولِي،
تَنهن تا جانبَ تان جِند گهولِي،
روئِي ڪيائين ڇَپَر ڇولِي،
سَنگ جِي راهه ڪيائونس سولي:
نيندس ڪيچي نالِ قطارِي.

٣۵- منجهوُن نِيهن هنيائين نعرو،
سُٽندي سير سڙي ويو سارو،
منَ ۾ محبت وِڌس مارو،
ڪيائين واري اَتي وارو،
اَندروُن عشق ڏِنس اوٻارو،
ڏيئِي مَٿي سَنگ سَرارو،
ڪائين مانَ ڏسان ڪوهيارو،
محبت ريءَ آهي مُنهن ڪارو:
”سچيڏنا“ ڪون سنياري.

٣٦- مٿي روهه ڇِيائين روئِي،
هيءَ ڪَلَ ڪوهيارلَ ڏئي کوئِي،
عاشقِ تنهنجي عشق اندوهِي،
محبت مَنجهه هَلاڪِي هوئِي،
لڳِي لالَن تا لَڙهه توئِي،
توڙوُن سُورَ وِڌائين پوئِي،
ساٿِي تيُس ”سچيڏنا“ سوئِي،
جانبُ آهيس جِيءَ جو جوئِي،
قابِرُ ڳَڏُ تَنهين سان ڪاري.

۳۷- هيءَ جا هنيڙي تي حيراني،
محبت ماڌ ڪَئي مَستاني،
دلبر ڪاڻ هُئي ديواني،
باقي نِيهُن رهيُس نِيشاني،
ڪيَڙي فوج فِراق جي فاني،
ڪيائين ساهه سَريرُ قرباني،
گَڏيُس شالَ جَبَل ۾ جاني،
تَينديُس رَحم اُتُس رحماني:
آئي هيئڙن نِينهن نغاري.

۳۸- محبت محبوبن جي ماري،
ڪا جا باهه پاروچَلَ پاري،
ڳالهين ڪيچيڙن جي ڳاري،
ڪيائين جانِبَ تَوَن جِندُ واري،
منجهوَن ذوقَ چيائين زاري،
هيءَ دل آهي سجڻ تَوَن واري،
ڪُوڪان ڪوهه ڪري ڪوهياري،
توڙي وِرهه ڪَئي ويچاري:
راتيان ڏينهان گهنگهر گهاري.

۳۹- مٿي روهه ڏسو سا رَمڪِي،
ڪا جا عِشقَ چَڪايَس چَمڪِي،
ڏسِي سُجَ نه دم پر دهمڪي،
محبت مُور نه ڪامِڻ ڪَم ڪِي،
گوندر وِچ گُذاري غَمڪِي،
هاديءَ جانبَ سان نئين جَمڪِي،
تنهن تا تانگهه نه تِر هڪُ تَمڪِي،
مٿس وڄ وِرهه جي چَمڪِي:
تنهن جي شور وِڌي شوڪاري.

۴۰- چڙهندي چُنج نہ عاشق اَڙکِي،
ڪا جا فوجَ مٿائنس ڪڙڪِي،
لڳِي لعلَ پُنتيءَ سان لڙکِي،
لڳيس باهہ بِرهہ جي پڙڪِي،
جو هَر جوشَ سَڄَڻ جي جهَڙکِي،
رنجيءَ روهہ اُتوّن جا رَڙکِي،
سارو سَنگُ پيو سَپ سڙکِي،
ٿڪرُ سپ پيو تان تَڙکِي:
اهڙو سوز هلِي سينگاري.

۴۱- جانِبَ ڪاڻِ ڇڏيائين جايُون،
فوجان عِشقَ اڳِيانُٽس آيُون،
ڪلان ڪوهَ سَنديَس کَهڪايُون،
سيئي وِرهہ وِساريُس وايُون
وجي خاڪَ لِڳن ڪي لايُون،
تنهن جي سوزَ ڇَپَر سڀ ڇايُون،
روئِي روهہِ ڏنائين رايُون،
پيان پپ چڙهي جَڻ پايون:
اهڙو عشق هَلي اختياري.

۴۲- ڇَپَرُ ڪا نہ ڇڏي سا ڇوري،
جنهن تان گهوٽَ اُتَوّن جِندُ گهوري،
جا ڪِي پورَ پرين جي پوري،
هيڪَل هوتُ نِهاري هوري،
ڳولي تَنين جنين ٿَر ٿوري،
لُوّن لُوّن قابو لڳيس لوري،
هُئڙس جهورَ برابر جهوري،
تنهِن جي هٿ سڄڻ جي ٿوري:
اِنهيءَ ڳالهہ وِڏي سا ڳاري.

۴۳- آهــي ريءَ عـجـيـبَ اُبـائـون،
اَچي شـالَ كـوهـيـارل كـاڻون،
جنهن سان لوهِ لَڌيون هُـم لائوُن،
هَـي هَي جَت وتـي ويا جاڻـون،
تـنـهـن تـان ڏَس پُڇي ڙِي تـاڻون،
ننـڌر هـيءَ جا نال نـ نِياڻون،
تنـهـن جِيـون زِيلان هُت سُيـاڻون،
هِـهـڙس ڏونـگـَـر حـال ڏنـائـون:
ويچاري ڙِـي تونگِ تنواري.

۴۴- مـوتـي چاهـ پرينءَ جـي چائِـي،
تَـنهن كـا ڳالهـ محبت ڳـائِـي،
چَـپَـر سَـپ كـيـائـين چـائِـي،
ڏاڍِيءَ تِـكـَ تَـنـهـين جي تـائِـي،
”ويـجـهـي آيـس“ هُـئـڙس وائِـي،
روئِـي روهـ ڏنـائـين رائِـي،
گهِـتِـن منجهـ قلـم گهُـمـائِـي،
تـان تـان اوڏي وَسـئـون آئِـي:
آئِـس مُحبُ اڳـيـون منهن پـاري.

۴۵- كـُـونـجـن هَـت مُـكـائـين روئِـي،
دانهـن ڏوگـهـ منجهـاروُن ڏيـئِـي،
سـا تـان كَنِ سَجَـڻ جي پيئِـي،
آتـي هـلـيـا هـوت هَـنـڌ يـئِـي،
جـانـبَ جِـيءَ گهُـريـا هَـسِ جيئي،
آيـس سَجَـڻ پـاڻَ سنجهيئِـي،
جـن جي كـاڻ ويچـاري ويـئِـي،
وجـي كـيـچ اُهـا ڳـل پيـئـي:
پنهون پِـريَن گـڏيو غم ٽـاري.

۴٦- سسئي چامُ پنهون هڪُ هو تان،
ڪامڻ جانب ڳوليو جو تان،
ساڳي پاڻ پنهون هئِي سو تان،
پيچي هيءَ ڳجهارت ڪو تان،
چاجي ڪاڻ ڪَرين ٿِي ووءِ تان،
چِپَر ڳولي ٿِي سا چو تان،
"سچو" دَست دوئِيءَ ڪانِ ٿوتان،
ساجَنُ ڪيئن صَحِي ڪَيو تو تان:
پَر جي عشق اُچي اوجاري.

۴٧- آهي "ڪُل شيءٍ" سو هادي،
"خَلَق الاَشياءَ" ڪَوَن آبادي،
"وَهُوَ عَينُها" ٿِي آزادي،
واندِي غير ڪَنوَن هيءَ وادي،
لَتا شَڪ شُبها ٿِي شادي،
"سِري سِره" ٿِي اِمدادِي،
جنهن ڪي سَمجهه تنهين ڪي تَعدي،
سوئِي مَرد نه آهي مادي:
سَي وِچ صورتَ يارَ پياري.

۴٨- پَنهنجِي پاڻَ ڪري ٿو وائِي،
تنهن تان ڳالهه اها ڳالهائِي،
ڪافر مؤمن صورَتَ سائِي،
انهيءَ رَمزَ ڏنائين رائِي،
جانب ڏسُ ڏنو هي جائِي،
"فَاَ ينَمَا تُوَ لُوا" آيتَ آئِي،
تيڙو اَجُ بَهاني پائِي،
اَحمد وحي هِڪو هِڪ هئائِي:
'احمد' 'اَحد' هُئا اِسراري.

۴۹- "عَرفتُ رَبِي بِرَبِي" آيت اَئِي،
نوبت " اَنَاالحَق" وجائِي،
"اعظَمُ شَانِي" رَمز رلائِي،
كيَڙي "لَو كَشَفَ" اجرائِي،
"يَسمَعُ يُبصِرُ" آهي هِكڙائِي،
"بِلاميم اَحمدُ" اِها وائِي،
"اِني اَنَا اللّٰه" آگاهِي،
هُئڙي صُورت هِك سيائِي،
سوئي بندو سو مولائِي،
سوئِي هيٺ سو بالائِي:
عالَم اللّٰه مونُ اِظهاري.

۵۰- ظاهِر سِجُ تہ سپ كنهن جائِين،
هيءَ پي رَمز تون دل سان لائِين،
تون تان آئينو تي آئِين،
پنهنجو پاڻ ئِي ۾ مُنهن پائِين،
"مَين" كي چوڙ تہ ٿِيون "سائِين"،
پولو مور نہ هن ۾ پائِين،
توكي صَحِبي سَچ سڻائِين،
كا شَي ناهي بِنا حق كائِين،
"كلُ شَيءٍ ناطقٌ بالحق" ڳالهہ اِهائي ڳائِين:
هَر جا پاڻَ غَنِي گفتاري.

# نوري
## داستان پهريون

١

تون سَمو سردار، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تنهنجيءَ شفقت مِهر جو،آهي ڪو نہ شُمارُ؛
گنديءَ گاندَر گهر ڪان، ڪيو ساري عالم عارُ؛
مٿي تَنهن مَدارُ، تو ساريءَ ڪينجهر رکيو.

٢

تون سَمو سائين، آءٌ ميئي مُهاڻي آهيان؛
مون لَڄ رهائين، جو پَلي لڳيس تانهنجي.

٣

آءٌ ميئي مُهاڻي، تون سَمو ساري سَر جو؛
قرب منهنجو ڪهڙو، ڄاڻيو تو ڄاڻي؛
ڪارِي سرِ ڪنيم ٿي، ڇڄيءَ ڪِڪَيءَ هاڻي؛
راڄا تنهنجي راضَ سان، ٿيس راڻِنِ جي راڻِي؛
تو سَما سِيباڻِي، نہ تہ هيس بيهودي بڇڙي.

۴

ڪلسا ڪلوري، ڪِنَ ڪالورا ڪينجهرين؛
پيهي وچي پَن ۾، ڪَنِ ٻڪين ٻوري؛
روز تنِي، ڪي راوَ ڏنهن، تيا چانور اڻون چُوري؛
جي هيون اڏوبَند ۾، سي ڪن ڪپڙا قصوري؛
هيٺ مَٿي تَن تي، ڍڪيون سالان سموري؛
واسيا وتَن ويسَ ۾، هُيَن ڪُهنبي ڪَتُوري؛
چچيءَ ڪِڪيءَ تارِ جي، سي اپَر عَطوري؛
تِي مُلڪين مشهوري، سَمي جي سُهاڳ جِي.

۵

پيَرَ آئون مُنهن نيرا، پاٽيءَ پوندا جَنِ هٿا؛
سي اڄ ٻَڌيو وتن سرَتي، چاهه منجهوئن چيرا؛
ماڻڪَ موتي مُنهَن تي، هٿ تَنهين هيرا؛
ڪاتَ سيئِي ڪيرا، سُگهَڙ سَمي چامَ جا.

٦

وَهين وَهلَ لَپيوُن، تي پيٽَ پاريا تنِ پانهنجا؛
ڏنيون ڏَٽ ڏَپَ جون، تي جهَبيرن جهپيوُن؛
ڪِڪيءَ خاطِر ڏَبيريون، ڏٻَن منجهه ڏپيوَن؛
جي ڪائِن پَبرِڻ پَپيون، سي چُوريءَ تي چَريون ٿيون.

٧

جي جهاڳيون وتَن جهاڳَ، ميئون ڪارڻ، قوتِ جي؛
سي اعليٰ درجي آنديون، سَمي جي سُهاڳَ؛
مَنچر مَها وچ ۾، ڪَن رنگيليون راڳَ؛
هُنا حال جنين جا هِهڙا، تَن تي پلي ڪيا پاڳ؛
ڪينجهَر بن ڪنڌين جي، تي هٿ اُنهن جي واڳَ،
هِيرا ۽ ياقوت پيا، اڄ اُنهَن وٽ اجهاڳَ،
بيا پِري لَڪين لاڳَ، تنهن ڏَلين ڪي ڏيئي چڏيا.

٨

بيحد پيگوڙيون، هُين ٻولِ نہ ڪنهن ٻونديون؛
ناپي ڏٿ آئون ڏپَ جون، ڪن خرارين کوڙيون؛
ٻُوريءَ ڦرها ڦَريون، اچن ملاحيون موڙيون؛
جوڙون سڀ جوڙيون، چامَ تماچيءَ تن جون.

٩

ٻولِ نہ ڪنهن ٻونديون، پَر هُيون سَمي جي سهاڳَ تي؛
ڪينجهر سنديءَ ڪنڌئين، ڪَنَ ٺوريون آئون ٺونديون؛
چِڪَ جيهون چونديون، ٺو چام وهاري وَٿِ ۾.

١٠

هُيون لڳين ليڙيون، مُنهن نہ موچاريون؛
سي ٺو چام وهاري وَٿِ ۾، ڪري ملاحن ميڙيون؛
ٺو پڳيون جوڙائي ڏئي، ٻَهڳڻ ٺَن ٻيڙيون؛
وٺن ماٺڪ موتئين، تنهن کوئن جهَبيون ۽ جهيڙيون؛
توڙي اِهڙيون اَويڙيون، تہ بہ سَمي چام سُهائيون.

١١

جَن تي پالِيا پيٽَ، ڪِمنَ ڪالورَن سان؛
سي تا تيل ڦليلَ سان، ٺيون مَلائِن ميٺَ؛
چام جواهِر جي ڪري، ٺو اُنهن پارِ اُميت؛
ڪَئي لاکيٺي ليٽَ، سَمي مير مُهاڻن ڏي.

١٢

هئا وڏا جَن تي ويلَ، ٺي قوت مِلين،ڪِين ڪي؛
خاصين سي خوراڪن تي، تان ڪَن مُهاٺيون ميلَ؛
مڙي جُهڙي پاڻ ۾، ڪن سيلابين سيلَ؛
پوءِ لاٺا چام لطف سان، زبونِن ٺوُن ذيلَ؛
ٺن سي تيلَ ڦليلَ، اچ عطر ڳاڏڻَ اوٺيا.

۱۳

جَنهين اَڏوبَندِ، هُئي عُمر سَيائِي. اِهڙي؛
سي سَمي جي سهاڳ تي، آيون ڏاڍي اَنڌِ؛
تنين جي طولان جيون، پيون هاڪان هنڌو هنڌِ؛
ڏليون ڏوليين چڙهيون، پيرين پَوَن نہ پنڌِ؛
سَپ اَندامين سَنڌِ، جَڙيون جواهر ۾.

۱۴

چولِيون جَن چِڪِ هُيون، اَڄ تيون لالين لاٿو،
جُتيون جَڙاٿو، پايون وتَن پيرَ ۾.

۱۵

نوريءَ نادر چامَ ڪي، ڪي چَڪايون چاتيون؛
تنهن ڪي ڏسڻ سان ڏياريون، ڪنهن قِڪَل قيراتيون؛
وتان سو واتيون، تو ڏئي ڏهاڙي اُن ڪي.

۱٦

هون مَڪَ هِڪَ ٺراڻ، چار ٺرارا موتِئين؛
تنهن برابر نہ ڏيان، توڙي ڏين چال جَوهارُ؛
جو پلءِ پيڙو هوڙو، مهاڻيءَ مَٽيارُ؛
تنهن مَرُ ڪينجهرَ پَرِ قرارُ، جنهن چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

۱۷

تارازيءَ جي توري، مَڪ موتِنِ تي نہ ڏيان؛
پيٺا تيٺا نہ وٺان، توري نہ توري؛
گهوري آءَ گهوري، جو چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

۱۸

مَڪَ برابر نہ ڪريان، ماڻِڪَ موتِنِ ساڻُ؛
سَمو چام سُڃاڻُ، جنهن چارو چام ڪُلهي ڪيو.

# داستان ٻيو

١

مَتي جَن مُوڙا، هئا چارين گندئين گودڙئين،
بئنسر بئينان زر جا، تن جهابا آئون جُهوڙا؛
جَن ٻانهين ڪُلهين ڪِين هو، تَن چُوڙِ تائين چوڙا؛
سمي جي سهاڳ سان، تن ننگن نپوڙا؛
ڪوڙيون ۽ ڪوڙا، سچا سميَ سڀ ڪيا.

٢

رنگ ڪاري روُيون، هيون مڙني مَلاحَن جِيون؛
سي ڪنيون ڪارَن ۾ اَچن، دَرا ۽ دُويون؛
جِت بيحد بدبُوِيون، اُت الله عطر اوتيا.

٣

هڪ دَرا ٻي دُوءِ، پيون گوجان مارنِ گانگَتيون؛
تَن مون ڪِڪيءَ جِي آچي، برابر بدبوءِ؛
اچي مُشڪ عطر جي، آچ منجهانئن خوشبوءِ؛
رنگ سوني جِيءَ رُوءِ، صورت انهين سُوهٽي.

٤

منهن مِٽيءَ ميريون هيون، بيهوديون بچڙيُون؛
گهڻ گهڻ نوريءَ گهنگرو، چِم چِم تيون چيريُون؛
سمي پاڻ سهاڳ ڏئي، هِي جي هُنَ هيريون؛
لوهاٽِيون لوريون، پارسَ لڳي سون ٿيون.

۵

پارس لڳي سون ٿيون، لوهاٽيون لوريون؛
جَهلَ جهُڳَنَ کي ڪانـ ڪا، وَريون ۽ ويريون؛
محلين رَهن ميرَ جي، مُهاٽيون ميريون؛
سمي ڏنا سُهاڳ، کي، سَهجَ ۽ سيريون؛
ڪوجهِن مان سهٽيون ٿيون، جهٽ پَٽ جهَبيريون؛
تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪِنيون ڪٽِي.

٦

مُنهن مِٺيءَ ميرا، هئا بيهودا بڇڙا؛
سمي جي سهاڳ تي، ٿيا گاندرَ گـُنيرا؛
ڏسو ڏهاڙي ڏئي، ٿو در تنين ديرا؛
ساجهُر سويرا، ٿا کائِن طعام خوشيءَ سان.

٧

تَرڪو جَن تَريون، پيا ڪونئر ڪُڙهيون ڪَچ ۾؛
تَن اَڄ لَڙهان لَڙڪن موتئين، پيون سنديون سون سريون؛
زيور آئون پازيب پئا، زري ۽باف زريون؛
ڪِينجهَر پئِي پـَريون، انهن کي انعام ٿيون.

٨

جَنين دوءَ دَرا، ڪَچين ڪـَمَ ۽ ڪـُوٺيون؛
سي مٺي پيرين بَرهنه، هئا گاندرَ سَيُ گـَرا؛
اُهي پاهان پاڻ پَرا، ٿيا سَمي جي سُهاڳ سان.

٩

جي ڪونئر پِرن ڪَمَ، تن ناتو ناپي سان هئو؛
تـَرن جا تن تار ۾، ٿي رَوان ڪِيا رَم؛
پوءِ اچي تماچيءَ جام جي، پئي در تنين جي ڏم؛
جي هئا گوشائت گـَم، سي پَلءِ لـڳي پـَدرا ٿيا.

١٠

بِهہَ ڏوڏا جَن ڏاجُ، قوت جنين ڪُمَ ڪوٺيون؛
انهن جو احتياج، تو تماچِي ڪيڏو ڪيي.

١١

نہ ڪنهن روءُ نہ رنگ، هئا بيهودا بُڇڙا؛
اڄ پڻ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺ پَلنگ؛
مِياٺيون معافي ٿيون، نہ اَبوابَ نہ اَنگَ؛
پَٽُ اوڍين اڙبنگ، سي سَمي جي سُهاڳ تي.

١٢

پوءِ ڪِيُون لَسَ پَلا، تي مُهاڻن ماريا؛
لَکَ هزارين حاڪمين، تي ڪاڌا تَن ڳلا؛
ڪُڙهيون جن ڪَنڌن تي،سي ٿيا لڳي پاڳ پَلا؛
دمڙي تَن نہ دَستَ ۾، هئا نهريَل ڪين نَلا؛
اڄ مَيئن جي گهر مالَ جا، ٿيا ٿم ٿَلا؛
پَر هُيڙي اڪڙين ۾، ڪا جا مِيني ڪَلا؛
ڪينجُهر گهُمن لاڏڪِيونَ، ڪَيون رسَ رَلا؛
اَڳلا جي سَڳلا، سَمي نانوَ سُجاڻبا.

١٣

حَريران ۾ حُلا، ڏنا ڄام تہ ڄارِن وارئين؛
جي هيون آڏو بنڌن ۾، تَن چوتِيون چُوڪُلا؛
ڪينجهُر سَنديءَ جاءِ تي، تن بنايا بَنگلا؛
اَڳلا جي سڳلا، تا سَمي نانو سُجاڻبا.

۱۴

ڪينجهَر سنديءَ ڪَنڌئين، رهن پريون جي پَيُور:
تن ميئن متي آئيا، سالو ۽ سالُورَ:
چڙهيو سا چوڏول ۾، تي حُڪم هلائي حُورَ:
راتو ڏينهان راءِ جا، تيا مَلاحين مَذڪور:
سي حاضر منجهہ حضور، وهن تماچيءَ چامَ جي.

۱۵

تون سَمو سرتاجُ، آءُ ميئي مُهاڻي آهيان:
لاڻُئي پنهنجي لُطفَ سان، اسان ڪوَن احتياجُ:
ڪينجهر سارو تو ڪَيو، مون ميءَ سندو محتاجُ:
تنهنجو مون ڏنهن راج، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جي.

۱٦

لانگوٽيون لاشون، هيون وَهَ وَهلَ جي وچ ۾:
سي پلءِ لڳي پوءِ چامَ جي، ٿيون خوراڪين خاشيون:
لَعلَن ياقوتن جون، وَتَن ڪينهن ڪَماشون:
جن پاسا هِريل پَنِ تي، تَن فرشين فَراشون:
تا پي تماچيءَ ڪيءِ، ڪن طرحين تلاشون:
روءِ هيون راشون، پَر سمي چام سُهاٽيون.

۱۷

هٿا خامَ خسيسَ، ڪينجهَر سنديءَ ڪَنڌئين:
سي موراڻو مَڇيءَ جا، هَمه ڪُل حَريصَ:
تڏيون تنوُريون تن ڪي، پاتاريون سپ پيسَ:
جڏهن تِي تماچيءَ جِي، ميئَن سان مجليسَ:
سي سون رُپي سرسا ٿيا، لٿن هڪ بئي جي هيسَ:
واتين ڪري تو آن جِي، هرِ هر چامُ حديثَ:
مهرَ آئون شفقت جي، ڏئي آنهن کي آسيسَ،
تَن سان ڪير ڪَريندو ريسَ، جي سَمي چام سُهاٽيون.

١٨

جن واتين وَهـَ و هلَ، بانس آئِي تي بُچڙِي؛
تَـن ويهـاري وَتِ ۾، ڪيـا شـاهـ شغـل؛
اُهـي چـڙهيـا پالـڪئين، آهـي سـيَ سهَـلَ؛
جتـي جهَپيرن جهوپڙيون، تيا ماڙيون تِتِ مَحَلَ؛
سمـو چـامُ انگَلَ، اچـيـو اُنهـن سـان ڪَـري.

١٩

چچيءَ جي هـُئـي چِتَ، تي آئِي عـام خلقَ ڪي؛
وَهـِ وجـائـي وَهـَ ۾، ميئي مـجائي نـ مَت؛
نوريِ چام تماچيءَ سان، ڪِلي چڙهِي هُئي ڪَتَ؛
سـرلاچـو سَـرِيَـت، مَـلاحِـڻ مشـرو يڪيـا.

٢٠

جنِين ڦاتوڙيون هيون، گنـديـون گـودڙيـون؛
تَن پيـريـون بافـتن جيُون، جُـنگ ڏئِي جوڙيُون؛
اُچليو اُنـهـن ڏي وجـهـي، سـون رُپـو روڙيـون؛
پانـوَ پـاسـي مـيـيَ جي، ڦَنـاتـان ڪـوڙيُون؛
گهوڙا ۽ گهوڙيون، تـو ويـنـو ڏيـهـاڙيـون ڏئـي.

# داستان ٿيون

١

نوريءَ ڪيو نازُ، ٿِي ريجهائي راوَ کي،
نِت نِت چام نيازُ، تو اَچيو اُنهن جو ڪري.

٢

تون تماچي جامُ، آءٌ ميئِي مُهاڻِي آهيان،
ڏنو تو آرامُ، ڪينجهر ٻِن ڪنڌيُن کي.

٣

تنبوءَ جي طَناب، اچ ڪُٽي ڪينجُهر ڪنڌئين:
ناد وڄن تا نادري، ٻيا ٻي رودَ رَباب:
جِتي ڪِڪيءَ ڪوڙَ هئا، قيمنا تِت ڪباب:
وَتن مُهاڻا مستَ ٿيا، ماڇي بي مهابَ:
تَن توُن سڀ حسابَ، موراڻِين معاف ٿيا.

٤

پَلَئہ مون پاتوءِ، تون راجا لَڄَ رَهائيين:
سَما سُڄاتوءِ، ڪاملَ پنهنجي قُرب کي.

٥

ڏَٿُ جَنين ڏوڏا، پَهرڻ پاپوڙا تَنين:
پينا وَڄن تن جا، گَپَ اندر گوڏا:
سو پَنّن جي پينگهُن ۾، تن لالُ ڏئي لوڏا:
اُهي آڻيون اوڏا، تو وير وهاري وَٽ ۾.

٦

ڪوجهيون رنگ ڪاريون، منهن نہ موچاريون اهَي؛
سي ڪيو ڪالورن جيون، سِر ڪٽن ڪاريون؛
ڪيئي ڪٽي اُن جيون، تہ تماچي آريون؛
سي آج سالون يڪن سِرَ تي، ڪُلهين ڪيناريون؛
زور چڙي زاريون، تہ تماچي تَنِ ڪي ڪري.

٧

لاڏڪيون لاڏ لـڏن، ڪينجهر سنديءَ ڪَنڌئين؛
ڪاريون ٿيون ڪڏن، سَمي جي سهاڳ تي.

٨

ڏليُن ڪي ڏولئين، جامَ تماچيءَ چاڙهيو؛
لعلان زمردَ تَن ڏئي، تہ جواهر جهولئين؛
زريءَ ڪلاباتَ جا، تَن چڪمَ تي چولئين؛
چٽڪائي چولئين، هيرا لڪان لڪنئين.

٩

هئا لانگوٽيا لُول، ڪوجها ڪنهين نہ ڪَم جا؛
تَڏي مَڏي ڪانَ تَن، سي ڪَن جهَروڪين جُهولَ؛
فَرش فُروشَ آئون غاليچا، تہ ڏئي تَنين ڪي طُولَ؛
مَڏيون مال ڏسي اهي، غمزا هٽن غُولَ؛
قَدرُ تَن ڪي ڪهڙو، جي آهن اولَجَلولَ؛
پيا اِهڙي منجهہ الولَ، تِن چاريون چار وساريا.

١٠

ڪوئر جَن ڪڙهيون، هُيون هميشہ هٿَ ۾؛
سي لوڙهن جي لَڙهہ لہءِ، تي لڙئي منجهہ لڙهيون؛
جهڳن جهل نہ اُن جي، ڪونتلن ڪڙهيون؛
ڪي وَتَن چيڪ چڙهيون، ڪي تازي طَويلن ۾.

١١

هُيون لَسَ لانگوٽيون، پاڻِيءَ پوندي جن جيُون؛
تَن مِياڻيون معافِي ٿيون، بِي چَر سَيا چوٽيُون؛
اُن جون ڪٽي ڪيتريون، چام سَمو توٽيُون؛
جو ميئون ريجهائي راوَ کي، ماڻُن سان موتيُون؛
ڪَريون جي ڪوٽيون، تہ پِيي پيون پلئہ چامَ جي.

١٢

ٿي پُڻ هُوءَ هُپيون، پورهيو ڪَندي پَن ۾؛
لِيڙَ نہ جن لِڱن تي، ٻاهين ڪَنين ٻُتيون؛
پَلئہ لڳي پوءِ چامَ جي، چِيهن ڪانءَ چِٽيون؛
اُنهن لانگوٽِنِ لُٽيون؛ ٿي مُهران لَعلان لاڏَ سين.

١٣

بيهودا بي آب هئا، اڳي ڪينجهُرَ ڪنڌئين؛
پَلئہ لڳي پوءِ چام جي، ٿيا تنهن جا جوڙَ جوابَ؛
بِيا سَڀ حرفَ حسابَ، مَلاحَن معافِي ٿيا.

١۴

پيرين اُگهاڙي جي گهُميون، تن لڳيون سَو سُتيون؛
ساڻ جڙاوَ جُتيون، ٿي ڏنيون تماچيءَ تن کي.

١۵

مُهاڻيءَ مَرڪَ، جان تماچي طُريلُ ٿيو؛
مَٿي ميِيءَ گلابَ جو، تو اوتي پاڻ عرقُ؛
ڪيائين ڪو نہ فَرقُ، پاڻ گڏيائين گاندرين.

١٦

جَنِ مَون بُچڙي باسَ، آئي ٿي عامَ کي؛
تن سان سَمي چامَ جا، ٿيا ايذائي اخلاصَ؛
ٿي عامَ نہ ڏٺو جن ڏي، سي ٿيا خاصاً خاصُ؛
عطر عَنبير ڪچور جا، اُهي وِڳين ڏيَن واسَ؛
لَڪين ڪن لباسَ، زريءَ آئون زَرباف جا.

١٧

تون سمو سُلطان، آءٌ ميئي مهاٺي آهيان:
تون مون ڏنهن مِهربانُ، مون ڪيهي ڪاڻ ڪَرَم جِي.

١٨

ڪَييو ڪالوڙا، ٿي آنديئون آڏوبَند ۾:
جن پيرين لِتَر ڪونه هو، سي ڪن جڙائو جوڙا:
تن مُهران سون سَمو ڏئي، ٻيا رُپي جا روڙا:
ڏيهن ۾ ڏوڙا، ٿئا سَمي جي سُهاڳَ سان.

١٩

ٿِي لانگوٽِين لوڙَ، ٻيو ڍويو ساريءَ ڍَنڍَ ۾:
ناپي ۾ ڏٿ ڏَپَ جا، آٿيو ڪَنِ آروڙَ:
تني مُشڪَ عطَر ٿيا، هٿا جِتِ ڪِڪيءَ جا ڪوڙا:
سي ڪن ڪِنارئين ڪپڙا، ٻيا جواهِرَ جوڙ:
مَتي ٻَندي موڙ، گهِڙيو تماچِي تَن ۾.

# داستان چوٿون

١

مَکَ برابر نہ ڏيان، توڙي پَرين موتئين ماڻ؛
جو مون ڪميٽيءَ ڪاڻ، چارو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

٢

چامَ ڪنيو چارو، مُرڪِي مَلاحن جو؛
تيلهان مَکَ متي موتِنَ جي، ڏيان تِيٽو تُرارو؛
سي ڪينجهُر ڪنارو، مُهاڻن معافِي ٿيو.

٣

موتي متي مَکَ جي، ونان نہ بِيٺا؛
پِري برابر نہ ڪريان، جي بيٺا ڪِي تِيٺا؛
آسين تا هِيٺا، پَر چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

۴

مَکَ موتين تي نہ ڏيان؛ توڙي هُئن پاتون پاتِ،
ڪوجهِي مان ڪَم ذات، پَر چارو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

۵

پَلئي لڳِي آهيان، آهيان آياڻِي،
سَمي سُجاڻِي؛ چارو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

٦

هئا تولا کين توٽَ، پر نادر چام نوازيا؛
جَن ناپا لوڙهہ کَلور ٻيا، تـي ڦَکيائون ڦوٽَ؛
سي اچ ڪِيا وَتَن خمارَ ۾، اَنئِي پَهرَ اَلوٽَ؛
ڪِينجهَر ٻن کنديَن ۾، ٿِيا لانگوٽيا، لَک لوٽَ؛
پينگهن آئون سُک آسٽِين، کَن جَهبيرا جهُوٽَ،
هِڪُ ڪُلهين کوبئر سئيل کَن، ٻيا منهن لائِن منهن سُوٽ؛
ڇِڇيءَ هاٽن چوٽَ، کيون مَرد مِياٽيون.

٧

جن تي ڦَکيا ڦَٽَ، ٿيا ڪُلين قيمَن هيروان؛
اَچ تَن دُشالا سِرَ تي،ٻيون شالون ٻنڌَن ٻَٽَ؛
زمرد آئون ياقوت جِي، تي لَعلين هيرين لَٽَ؛
سَمي سپ معافِي ڪئِي، تَن ساٿِن تان سَت ڪَٽَ؛
لَـتا ذِيل اُنهن تـون، ٻـي ڪَلِـي ٿِين چَـرَ چِٽَ؛
عـيـبَ ڏسِي عامَن جا، ڪيائين کـان اُپَٽَ؛
اُنهـن چـامُ اَڪـَتَ، مـوتـي مـاٽِـڪَ تـو ڏئـي.

٨

هيث مٿي پوتِي، هئي ماڱين مهاڻِن رکي؛
پـاٽـيءَ پوندي تَن هُئي، چِڪَ جيهِـي چـوتِـي؛
اچ گـانـدرِ سِر گلابَ جي، ٻي عطر عنبر اوتِي؛
مُنهن لَڱُس موتِي، تان جهولي ٿِي جـواهِـرَ ۾.

٩

چارو چام کٽي، تو مُرکيو مَلاحن جو؛
زريءَ آئون زرباد لَئي، ٿِي چِڳيـر چِٽـي؛
سَهـجَون سون رُپا ڏِئي، .ماڻِـڪَ ميـيَ مَـٽـي؛
خِيمـا خوب قناتان، هيجَـون تِتِ هَـٽـي؛
ڳَاٽـاتـي نـ ڳٽي، ڏي جالَ جواهَـر تَـنِ کـي.

١٠

تماچي طـُرا، تو سڏيـون ٻـڌائي اُن کـي؛
سـي شوق وَتن شِڪـار تـي، ڪنيـو زور زُرا؛
ڪُڏائِين ڪُرا، سي ٻنهي ڪِينجُهـر ڪَنـڌئين.

١١

راتو ڏينهـان ڏِٻَ، هــو مَرَڪَ مَلاحن جو؛
تـي ٻـوڙيون وَهـَ وَهل ۾، ڪئِي جَهبِرن جهِٻَ؛
هو روز جَنين جي رِٻَ، سـي اَڄ ڪُلين حلون هيروان.

١٢

مُهاڻِـيءَ جــي مــن ۾، نـ هــو گِپـرَبُ گـاءُ؛
نيـئـن سـان نـازَ ڪـري، ريـجهـايـائـين راءُ؛
سَمــو سَيِنِي ڪانءُ، وَئي ويـنـي پـاڻ سـان.

١٣

هُئِي ويـنـي بـازر وچ ۾، هُئا هـٿ ڪِڪِيءَ هـاٿَس؛
دَرَن ڪـــاڻ دُٻـَن ۾، تــي پـَنَ وِڌا پـاٿَس؛
هُئـي مُهاڻِي ماٿَس، پر هِن سان ڪَرم ڪَريم ڪيو.

١۴

ٻيون پِـي چار چُري هَليون، ٻڌي دعويٰ دانايُون:
”هلي تـ ڪِڪيءَ ڪوڙ سـان، گَـچ ڪِي گِالـهايُون؛
مضمون چا هي مَلاح جو، جنهن سان راءُ ڪـٺي رايُون!“
نوريءَ اگِيون نازَ مَون، جڏهن چِتِ اکيون چايُون؛
تڏهِن سَهمجي سـايون، ٻوليندِيون ٻاتِيون ٿيُون.

١٥

لَـٽـو لانگـوٽـين جـي، پَکـــي جـامُ جُلِـي؛
مَنَهـن مَنَهَـنِ پيون مَسندان، جهُـڳي پاس جهُلِـي؛
مــاٽِــڪَ ۾ موتئين، چـولِـي چـولِ چُلِـــي؛
ڪِنجهرُ سڀ ڪُلِي، جَنِ اَصليءَ ڪنئن آهڙو هـئو.

١٦

فارغ ٿِـيَـن نـ فِـراقَ ڪَـون، ويـجها ڪين وصالَ؛
ڳَـم ٿِيڻ ڳَوَنِ ڳـم ٿِيا، نَـڪا سُـرت سنيـال؛
اتي قِيل نـ قـالَ، ”سـچـو“ صُـمٌ بُـڪُـمٌ ٿـيا.

# مارئي

## داستان پهريون

١

سارَيم اَڄ سَنگهارَ، جن ڏني مون ڏينهن ٿيا؛
سي لَڪَ لَنگهي پيهي ويا، پانورَ منجهہ پَنهوار؛
هَٿِي وينا پَکڙا، هُتِ سُکِ تي آجَڙوارَ؛
جن جي ساه سنيارَ، سي آڄ پَنهوارَ پَري ٿيا.

٢

آڃا ڪالهُون ڪالهہَ، هُيس مارن گڏ ملير ۾؛
سي ڏينهن وِيڙا گذري، جَڻ منجهہ خوابَ خيالَ؛
اڄ پرئين ڪنڌئين پکڙا، جوڙي وينا جالَ؛
جن جي ساهَ سنيال، سي اڄ پنهوارَ پري ٿِيا.

٣

تڏهن مُڪئون جيڪَر، مون ڏي خاصا خابَرو؛
لَهَڻ سُڌ سَنگهارِ جي، نَڪو پانڌِي پنياڻون؛
پَر پَري شايد پنهوارَ ويا، جو سُڌ نہ لڌاڻون؛
پَکا پانورَ ڪَنڌئين، نئين هيجوُن هَنياڻون؛
ڇڏي مُلڪ ملير ويا، هُنَ تَرِ تيلهاڻُون؛
اِئين اُتاڻون، تہ هِت ڌَرُ ڌريجو ناهہ ڪو.

۴

ڪڏهن ڏيهہ ڏنام، تي ساعَتَ ساعَتَ سومرا؛
مارو ڪالهہ مليرِ ۾، پَر پَري اَڄ پيام؛
آهِن ڪينَ اُنهن ريءَ، اڪـڙيون ۾ آرام؛
سَدا وتن سِڪنديون، پَر سانيڻ سُورَ تيام؛
سي پُڻ ڪين وِيام، جَن سان ڳَرهيم ڳالهڙيون.

۵

جي هوند اُتيئي، هئا ماروئڙا مليرِ ۾؛
سُڌ لڌائون سِگهڙي، حال ٻُڌي هيئِي؛
پَر تَر چڙهي ويئي، جيڪُسِ وَسئن ويڙهيچن جي.

٦

پَنهوارن پيغامَ، جيڪَر مُڪا تَڏهين؛
پَر مون ڪان اَڄ پَري ٿيا، ويڙهيچا ورِيامَ؛
تيلهان مون ڏي نہ آيا، ڏنهن سنگهارَن سلامَ؛
هئا مليرِ مُدامَ، پر ڪو سانگِن آچي سانگُ پيو.

٧

هِيءَ وَس چِڏيائون، هُن وَسِ ويا واهٽِين؛
پَڪا پانورَ ڪَنڌئين، نَئين عُمَر آڏيائون؛
پَٽي اوريان پَڪڙا، وجي هُنَ تَر هَنيائون؛
پانوَرَ سَنديون ڪَنڌيون، وجي اُتي واسيائُون؛
چِڏي مُلڪ ملير جو، ويا ٿَريچا تاڻُون؛
اُڪنڊَ جن آئون، سي اَڄ پنهوارَ پَري ٿيا.

٨

ٿيا پنهوارَ پري، آءُ ڪنِ ڪي ڏوراپا ڏيان؟
اُنهن ٻاجهوُن مارُئِي، ٿِي مِيان هِت مَري؛
نئين قبَر ڪَري، ڪو اوڏي اباڻن ڪي.

٩

جي پيڪَن پوءِ پيامَ، سي تا ڏکيا ڏينهڙا؛
هيئن نہ پائڻُ ڪا هَيَم، تا ڪي هيئن ڪندامَ؛
پَرَ وڃِي ٿرِ ٿيام، سي سُڌ لَهندڙ سومرا!

١٠

پري ڏينهن پيانِ، جيڪُس سانگِن ڪو سانگَ پيو؛
پکا پانورَ ڪَنڌئين، ٿروُن ڏور ٿيان؛
هوند ڏوراپا ڏيان، پَرَ پَنهوار پري ٿيا!

١١

پَري ٿيم پنهوارَ، جَن وري وَرَڻُ نہ ٿيو؛
ڏيان ڏوراپا ڪَن ڪي، ٿيا سِهج ڪاڻِ سنگهارَ؛
عُمَر اُباڻون آهِ مون، جو دم تَنهنئون ڌارَ؛
اُهي اَجَڙوارَ، مانَ مِلائي مُون ڏئِي!

١٢

پَرئين ٿَر پنهوارَ، جيڪُس وڏو وڇڙ ڪري ويا،
ڪڏهن ايندم اوڏڙا، سومرا سنگهارَ،
رڻُ چڏي ريبار، مَن ڪَرن مهڙ مليرَ ڏي!

١٣

پانورَ پاس پيا، وڏا ڏوتِنِ ڏينهَڙا؛
ٿانهر وجي ٿرَ ۾، ٿريچا ٿيا؛
لَنگهي ملڪ مَلير جو، ويڙهيچا ويا؛
عُمَر ايڏي پَنڌ تي، ڪنهِين سانگ نِيا؛
قادر شال ڪِيا، مون کي ويجها واهِڻِين!

١۴

اَتم سارَ سَندين، پَرَ اَڄ پنهوار پَري ٿِيا؛
مشڪل موٽَڻ تَن جو، جي هي لَڪَ لنگهِين؛
وري هيج ورينِ، جي سانگِنِ ڪَنو سانگ پيو.

١۵

جي لويُون پَڪي لوءِ، ڪڏهن اِيندا ها آجڙي؛
آڄ هٽي پَڪا پانورين، عُمَر وينا اوءِ؛
تَن پنهوارن پوءِ، موٽِي آچڻ نہ ٿيو.

١٦

جي هُوند اُنهِين جاءِ، هئا اَباٹا اوڏڙا؛
تہ هِنَئُون اَڳِي وَسَ ڪِيا، تَن منهنجي اَچڻ لاءِ؛
پَرَ اُتَن عِتاب نہ آءِ، جي ٿوري ٿَرِ چَڙهِي ويا.

١٧

جي اوڏا هوند هيام، ماروئڙا ملير ۾؛
تہ پڻ پيغامِ فراقَ جا، مارُنِ ڏنهُن مُڪام؛
پَرَ پَرئين ٿَرِ ٿيام، ناهِ عِتاب اُنهِن تي.

١٨

لنگهي مُلڪ مَلير جو، ويا پَرئين ڏيهہِ پنهوار؛
تَن موٽي اچڻ جِي نہ ڪئِي، اَي سومرا سردار؛
هاٹي ساريو، هِتِ سَنگهار، ڳَچَ هِنيانءَ ڳَريو پَون.

١٩

چا هُون چِڏيائون، نـ چاڻان مُلڪ ملير جو؛
پَکا پانوَرَ ڪَنڌئين، نَئين عمَر آڏيائون؛
اَنَئِي پَهَر اُباڻِڪِي، اُنهِنِ ري آئون؛
ڪو موتي ڪاڻون، مَنَ ماڻهو مُلڪَ ملير جو!

٢٠

اَج نـ حوضين هُوءِ، مارو نانهرِ ملير ۾؛
ايندا هئا اَجڙي، ڳليُون ڳنيو ڳُوهرِ؛
جيڪُس ميان پَرَ جُوءِ، اُهي ويا ويچارا واهُڻين.

٢١

عُمَر اَباڻي پارَ جي، فانِي ڪَيَس فِراق؛
جي هُئا ريجاڻين رَهاڪَ، تَنِ تَرِ وجي تاڻا ڪيا.

٢٢

تي ڳَڏَ ڪيَمُ ڳُڏرانُ، جَنِين جهانگِيئَڙَن سان؛
ڪاتي اَج اُهي ٿِيا، سومرا سُڄاڻ؛
ڪاتي پيس آءٌ اَچِي، آهِ اِهوئِي اَرمانُ؛
حَيرتَ ۾ حيران، آءٌ اِنهِينءَ تان آهيان!

٢٣

مُون جاليو سان جَنِ، موتِي تَن نـ پُڇيو؛
حالَ هِنَ جون خَبران، پيون، هُوندن ڪَن؛
پَکا پانوَرَ ڪنڌئين، توڙِ هنيان اَج تَنِ؛
ڏيان ڏوراپا ڪَنِ، جو سَنگهارِئِي ساٿيهـ ٿيا.

٢۴

جيڪس سنگھارَنِ، اُھو ڏيھہ وِڃي ويو؛
وري ھيج وَرَن، جي سانگِن، ڪو سانگُ پيو.

٢۵

جيڪس سنگھارَن، وري وَرَڻ نہ ٿيو؛
عُمَر اباڻن، ھُو اَڄ ڏيهُ وِڃي وَيو.

٢٦

ويجھائِيءَ لَئہ وِجھُلان، سَندِيءَ اَباڻن؛
اُھي ھميشہ ھُئن، جي سَڌ لَھن سڀ حالَ جِي.

٢٧

ڏينھَن اُتي جا ڪي، اَڄ اَچي مون ياد پيا؛
پَھُون پنھوارن جون، صبح ويلي سي؛
آٿيا اَچن آبَ لِءِ، مٿي آنھہ آھي؛
ھئا آڌل جھانگِي جي، تَن سانگن ڪو سانگِ پيو.

٢٨

آريُون اَباڻن ري، بِئا تان ڪٽندم ڪير؟
ھي جي ڳَھَ ڳِچيءَ جا، ظالمَ پانيان زيرِ؛
سَنگھارنِ ساويرِ، مِلان شال مليرِ ۾!

٢٩

ايندم اَباڻا، ڏورِ لايا جَن ڏينھڙا،
ڪير سَھندم سومرا، ري مارئڙن ماڻا؟
ھاڻي نہ جاڻان، تہ ڪا موٽِي ملنديس مارئين.

## ڪافي ١

سومرا سائين توکي، وو،
ڳالهيون چونديَس اڱ حالَ جون، هوءِ هوءِ!

عمر اباڻي پارَ ڏي، ڪِرڙ ڪڪوريا ڪي، وو.
ڪوڪَڙ چونديان ڪانڌَ سان، پٽ چڙهي پيڪي، وو.
سِگَرَ ڪِيئَن سقڙا، سَئين جا سيڪي، وو.

## ڪافي ٢ *

جاليم جن سان ٿي، وو، تا مارو ڪيڻ وِيا؛
هوءِ هوءِ حالڙو ڪنهن سان ڳرهيان!

پَڪا پٽي اُتهون ويا، پَرئين پنڌ ڪٽي.
راتو ڏِينهان روح ڪي اوڏنهن ڳهُرَ ڳهِٽي.
گهڙي جا هت گهاريان، سا ويڙهيچن نہ وِٽي.
جهليان شالَ وجِي اُن پَنهنجن جِي ٻہ ٻِٽِي.
مون من ماندو مارئين، چاٽي هڪ ڏٽي.
پکا پانورَ ڪنڌئين، هو وينا حالَ هٽي.
جدائيءَ ڳون جهانگيڙن جي منهنجي باب ٻِٽي.
”سچو“ سنگهارن جا هِت ويٺي ڳڻ ڳِٽِي.

---

* سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي طرفان ڇپيل ٽن ڇاپن ۾ ڪافي ٢ کان ڪافي ٦ تائين بيتن جي نمونن تي (٢) (٣) (۴) (۵) (٦) ڏنل آهن. جڏهن تہ ترتيب موجب ڪافين ”ڪي نمبر ڪافي ٢ ڪافي ٣ ڪافي ۴ ڪافي ۵ ڪافي ٦ هئڻ کپن. هن ڇاپي ۾ اِها درستگي ڪئي وئي آهي.

## ڪافي ٣

ڪانگل ڏج سنيهڙا، مان ويراڳڻ آهيان!

اوهان ٻاجهون آءٌ گهٽيري، مَحلَن ۾ مُسجان.
قسمت قيد الماء جي ايرادي آهيان.
چانور چِا چورمان، آچِن نِت نوان.
ڏونرا پُسيون ڏيهہَ جا، ساريون هِت رئان.
زهر پيالا سوز جا، اوتيون آءٌ پيان.
اوهان ٻاجهون سپرين، مَران آءٌ ڪِي جيان!
ڏکَن ڪارڻ ڏيهہَ ۾، نِپايَس اوهان.
”سچو“ اَکڙين مَوُن، ميان، هاري رتُ رئان!

## ڪافي ٤

متان منڌ مارُن تَون، وهين آسرو لاهي!

بَنڌُ تُنهنجي بابَ ۾، اَصلَ ڪوُن آهي.
سَگڏ اسان جو سومَرا، چِنَڻ جيهو ناهي.
پِرين نِيندا پاڻ سان، سگر ڏي ساهي.
نِيرَهِي جي نِينهن جا ڪير سگهي لاهي.
رکج منهن ملير ڏي، ناه نہ ٻيو ٻاهي.

## ڪافي ٥

وري آءُ وطن، منهنجا ساريون نيڻَ سِڪَن،
-موٽ سلامت سپرين!

اکڙيون اوهيرا ڪَري، واٽ ڏسيو وجهلَن.
پِرينَ پرديسن لاءِ، جهوريءَ نيڻ جهِڄَنِ.
عمر آباٽي پارَ ڏي، وڃون ٿيون چمڪَن.
ميڙائي جا مِينهَڙا، ويجهو شال وَسَن.
الله آندا مون پرين، داروں درد مندن.
"سچل" سِڪَ سبيل ٿي، پارئون جا پِريَن.

## ڪافي ٦

مون تان چيو تو اڳهين، نـ تون دل ڦاساءِ!

آهون دانهون چو ڪَرين، سَبَر سيڻ سَنداءِ.
ڪُچ ڪنهين سان ڪينڪي، بولي ٻي نـ ٻڌاءِ.
وچڙيا ڳَـنڍ ڳنڍي پرين، ڪو والي ورق وراءِ
تـوري ڳهٽي ڏينهڙين، ڪنڌءِ ماڻ خداءِ.
سانگِي ويڙا سانگ تي، پنهنجي سانگِ سُٺاءِ.
پاٽوُن جاڙي پريت موئن، ڪوهـ ڪَرين هاءِ هاءِ.
"سچو" سُپرينءَ لاءِ، ڪوڙين ڪانگَ آڏاءِ.
تو پئي ساريو جن ڪي، تنِ پِيي سِڪَ سنڌياءِ.

# داستان پيون

١

عمر اَباڻن ۾، لَـدمَ لائون لالڙئين؛
ڪُهه موتِي مالهڙئين ،هارَ گهوريا هِن حالَ تون.

٢

جو ڏاڏاڻو ڏيهُ، مُونهوءَن مور نہ وسري؛
سو ڏاتَرَ لَئہ ڏيڪار مُون، سومرا سأٽيهُ؛
ريءَ پنهوارن پَرڏيهُ، هِيءُ مِڙيو ئِي پائيان.

٣

ڏيهہ ڏاڏاڻي، شل سِگهي ويندِيس سومرا؛
مون ڪي ماروئڙن ۾، چِڏ عمر اُماڻي؛
ڏينهن گـذري ڏکَ ۾، تـو چاڻيندڙ چائي؛
سُکَ ڏکَ سنديون ڳالهڙيون، وجي اوريان آباڻي؛
نہ تہ سُڌ لَهندڙَ سِگهڙا، الله اُهيَ آڻي؛
جو هُن بِنا هاڻي، گهَڙي هِت نہ گهاريان.

۴

وَس نہ وِساريايم، سُرها وَڻَ ساڻيهَ جا؛
اَهي هيڪَند ڏينهڙا، تي گَڏجِي گذاريام؛
ياد ڪيون سي ڪيترو، سانگِي سنياريام؛
اوڏنهن آڏاريام، ڪَلَ لَهَڻ لَئہ ڪانگڙا.

٥

جهڙي هُيس مَلير ۾، جي هِت تيان تِهڙي؛
پَرَ ڳالهہ ڪَريان ڪهڙي، جو قابو رهيس ڪوٽَ ۾.

٦

هُيس ڪير ملير ۾، هِت تِي آيَسِ ڪيرَ؟
جيڪُس پيڙمَ پيرَ، فقط لَڳِ فِراقَ جي؛

٧

ڪاتي آءُ هُياسِ، ڪاتي آيَسِ سومرا؟
هُتان هلي هِتِ آچي، پورَن منجهہ پياسِ؛
هنجن هابُ ڪِياسِ، وڇوڙي جي ڏينهڙي.

٨

شال نہ رهن ڏورِ، هُئن اباڻا اوڏڙا!
ميان تَن ريءَ موراُمُون هت جالَڻُ نہ ٿئي.

٩

ڏوٿِي ڏورئون ڏورِ، عمر اَڄ مون ڪي ٿيا،
سَمهَڻ جاڳڻ سورِ، مون گذارَڻ آئيو.

١٠

جڏهن آءُ جاياسِ، ڪنهن وِتِي، وِهَ جي نہ ڏني!
جڏهن ساماياسِ، تڏهن آيَس اوراتَن ۾.

١١

هي سامائِجڻ گهوريو، جنهن بت ڪَيو بيرڻ؛
وچي شَلَ ويڙهيون، ڏِسان ڏوٿيَڙن جون.

١٢

ڏني ڏوٿيَڙن ڪي، گهٽا ڏينهن ٿيا؛
جالڻُ جُدائِيءَ ۾، جيڪي پَلَڪ پئا؛
سي وٽواند ويا، سارا سنگهارن ري.

١٣

هُت تا لوءِ لَچَن، سَٽِي ڳالهيون سومرا؛
پيهي ڪِئَن نہ پُچن، جي هُئَن اَباڻا اوڏڙا!

١۴

پاڙو پاڙي ساڻُ، شَلَ هُئان اَباڻن جي؛
پکي تَن جي پاڻُ، آءٌ تا سُکيو پائِيان.

١۵

مون کي رَبُ رکي، شل پَردي ساڻ پناهَ ۾!
تہ هئان منجهہ پکي، عُمَر اَباڻن جي.

١٦

پَردي منجهہ پناهَ، مون کي رَبَ رکيج!
اُڪنڊ هِن اَرواحَ، آهي اَباڻن جي.

١٧

ڏِسي ڪيتَ ڪَٽِي، ويا ماروئَڙا ملير مَون؛
پَکا پانوَرَ ڪنڌئين، وينا جالَ هٽِي؛
اڳي پنهوارن پاڻ ۾، تي اِها ڳالِهہ ڳٽِي؛
هِت رَتِي رهَڻ ناهِ ڪا، جاڻي هِڪُ ڏٺِي؛
جا عادت زور ظلم جي، هيءَ حَمير وٽِي؛
رَعيت جي رَنجڻ جي، تيس گهُر گهَٽِي؛
هاڻ بَرسَر هِيءَ بَٽِي، سنگهارن تي سومرا.

١٨

پلَڪ نہ ٿيان پاسي، شَل عمر اَباڻَن گوِن!
گڏ گڏين ها سي، سين سان سي سومرا.

١٩

ڪاڏي اَڄ رهي، آءٌ ڪاڏي اَباڻان؟
هاڻي نه جاڻان، ته ڪا موٽي مِلنديس مارئين.

٢٠

اَڃا نه آيا، سنگهارا ساڻيهه جا؛
ڏينهن جهَجها لايا، پانوَرِ پنهوارن پاڻ ۾.

٢١

جيڪس نه آيا، سنگهارا ساڻيهه تي!
نه ته ڪيتن خابرو، تڏڙهئين هَلايا،
تن ڏينهن وڏا لايا، وڃي پانورَ ڪندئين.

٢٢

وڃن تامَ پري، شل آباڻن اوڏي هُئان!
جو سُڌِ لَهَن مون سِگهڙي، ذري منجهه ذري؛
اکيون آب پَري، تي ويجهائيءَ لئه وجهُلان.

٢٣

بيوسِي آهيان، هِن ماڙن ۾، مارو!
وِساري ويهي رهيوَ، جڻ منجهانئوَ ناهِيان؛
لالچ نه لاهيان، پَسَڻ پَنهوارَن جِي.

٢٤

موٽِي شال اَچن، ماروئڙا ته مَليرَ ۾!
اَچڻ سندي تا ان جي، ڪَر پوي مون ڪن؛
تا سيِيئي سُک ٿين، گوندرَ وڃن گُذري.

٢٥

ڏوراپا ڏيئي، ڪنهن هَٿ مُنجان مارُئين؟
تہ وساري ويهي رهيَوَ، حال پڌي هيئي؛
مڙي اَچو مون گهرين، آهيو جهانگيڙا جيئي؛
جي آهيو اتي ئِي، تا لهو سُڌِ سنگهار جِي.

٢٦

موٽي ماروئڙن، سُڌِ نہ لڌي ساهَ جي؛
لاهي چڏيو دل ڪؤن، اَڏيون اَباڻن؛
ڪنهن ڳُٺؤن سنگهارن، جيڪُسِ ويڙس وِسري.

٢٧

ڪي ڏينهن هُيس قرار، مارُن گڏ مليرِ ۾؛
درد نہ هو ڪو دِل ڪي، هُيسِ مِٽَن ۾ مختيار؛
ريءَ اَباڻن آرِ، هاڻي ڪنديس ڪَن سان.

٢٨

آچ ساريم سنگهاري، جَنَم لنگهايَم جَن سان؛
هيءَ وچوڙي تَن جي، ميان هِت ماري؛
عمر سيا مون سانگئين، ٿِي گَڏجي گذاري؛
منهنجي يار پنهوارَ جي، آهي تاڪون تياري؛
هاڻ لکي منجان مارئين، هِيءَ حقيقت ساري؛
ڏينهن هيترا ڏوتيو، ڪِيئن اوهان وِساري؟
جيڪُس ڏرئون هُئِي ڏاري، تيلهان ويَڙَوَ وِسري!

٢٩

منهنجي مَن ميان، هِن ڳالهيون ماروئڙن جون؛
ڏَٿ ڏاڏاڻي ڏيهہَ جو، وجي خوشيئون هُتِ ڪِيان؛
ڪائِي ساعت سومرا، جهانگِن ري نہ جِيان؛
وڃِي تر ٿِيان، شَلَ سَنگت سنگهارن جي.

۳۰

ويجھا جڏھن ھُئام، ماروئڙا تہ مليرِ ۾؛
تڏھن ڳالھہ احوال جي، تَن ڪَنين ڪين وڌام؛
ھاڻ وڃي تر ٿيام، اُھي سڌ لھندڙ سومرا.

۳۱

ٿيا پنھوار پَري، آءٌ ڏيان ڏوراپا ڪن ڪي؟
وَھندو شالَ وصالَ جو، ڪو پڻ واءُ وري؛
نَئي ڳڏ ڪري، سو مون ڪي ماروئڙن سان.

## ڪافي ١

مارن ڏي اڄ وڃان وڃان! هادي الله، الو پلو!
لاوان لهنديس ڪيت پنهنجي سان.

سرتيون تيندیون مون ڇڄان ڇڄان.
ڪَيِ بندياڻي بند موڻ، ڪُرف ڪڙا ٽِي پَڇان پَڇان.
واٽَ جنهين ڪوڻ سانگِي ايندا، سائِي واٽ مان وڃان وڃان.
"سچو" سائِل آهي اوهان جو، سِرُ سائينءَ اڳيون سَڃان سڃان.

## ڪافي ٢

لَڇايان نہ لوئِي، وو،
عمر آنديم جا اوڏانهون!

جي تا ملڪَ ملير ڏنهن، قاصِد اَچي ڪوئِي، وو.
سارو سنگهارَن ڏي، حال منجان روئِي، وو.
وڃهان پَرنديءَ باه ۾، شالون پَٽ سيوئِي، وو.
ڪِٽِي ڪَنيَم ڪِيئَن جي، اَڌو پَنڌ جا هوئِي، وو.
آنديم ڪِٽِي ڪوهَ توئن، آب پِري اوئِي، وو.
پِيَڻ ڪاڻ پنهوار جي، ڳَلي مُون تان پوئِي، وو.
اهڙي اڳي ڪنهن نہ ڪئي، جهڙي ڪيڙي توئِي، وو.
مون سان مدد ني ڪنلو، "سچو" صاحب سوئِي، وو.

## ڪافي ٣

وينا منهنجيون ڳالهيون ڪن،
هُت ماروئڙا بہ ملير ۾!

عمر آنديئي مارئِي، تاسف ڏيئي تَن.
سَدا آهِن سومرا، مارو منهنجي مَن.
مون جيڏيون ملير ۾، چانگن پاس چَڙن.
چِڏي پانور ڪنديون، مَنهيون اوري آڏن.
"سچوءَ" جي سَريرَ ۾، ويڙهيچا تا وسن.

## ڪافي ۴

غم ۾ ڪِيئن نہ گذاريان، اَديون، تن وچڙن مون کي ڏينهن پيا!

ميان مُلڪ ملير ڏي، ڪنيو نيڻ نِهاريان.
پَڪا پنهوارن جا، ساعت ساعت سنڀاريان.
راتيان ڏينهنان روح ۾، ساهيڙين کي ساريان.
وَسُ جي هوڪو منهنجو، گڏ هُنِ پاڻ قطاريان.
پَٽ پنهنجي پاٽهين، پنهوارن سان پاڙيان.
ياد ڪيو سَي ڳالهيون، پنهنجو پاڻ ٿي ڳاريان.
موڪل ڏينم مٿين مڙان، گهڙي هِت نہ گهاريان.
ٻَڪَر ٻاٻاڻن جا، چَهرائيءَ سان چاريان.
جي مون روحَ رڳن ۾، ويڙهيچا نہ وساريان.
ڄا لوئِي اَنديَم لوءِ ڏنهن، عمر شال اَجاريان.
حال پَسي هِيءُ پانهنجو، مارُوئڙن لڳ مارِيان.
پَٽَ پَٿيهَرَ گهورُيا، طولَ پايان تلواريان.
ڪَرَ لَهَڻ لَئہ ڪانگَڙا، اوڏنهن روز اڏاريان.
"سچو" سنگهارن ڪَئن، هِي سِر هڏ نہ واريان.

## ڪافي ۵

شالَ نہ وِسارين، مارو مون کي، شالَ نہ وِسارين،
-درد جنين جو آهي دل کي!

اَنئِي پَهر اوڏهون، نيڻَ تا نهارين.
پَهون پنوهَرَ پانهنجا ويجها وهارين.
جوڙُ اسان جا جهوپڙا، ماڙيون ٿيون مارين.
هَردم طلب جون تَن ۾ تارون تنوارين.
سنگهارن جون ساه کي ڳالهيون ٿيون ڳارين.
"سچو" سارين جن کي، سي پِي تو سارين.

# داستان ٽيون

١

جهانگيـڙن لـئـہ جِـيءُ، هِت عمر آهہ اُباڻکو؛
نَـئِـي گـڏائج اُنَ سـان، حالَ منـهنـجو تا هـيءُ؛
سـانگيـڙن ۾ سُـيءُ، آهہ اَجا تـوڙِي تـانهنجـو.

٢

ڪـو نـہ وري آيو، مـاڻهـو مُـلـڪَ مليـر جـو؛
جـو ڪِيئن جون ڏئي خبـران؛ ساٿِـي سَـوايـوَ؛
ڏورائـيءُ ڏوٿِن جـي، هـيءُ مـون کي مُنجهـايو؛
ميـان مـاڙوئـڙن جـي، هِت طـعنَ تپـايـو؛
ڪـر سـومرا سايو، تـہ وجان ويڙهيـچـن ڏي.

٣

قـاصد آيـو ڪونـڪو، ۽ ڪـو نـہ لکيائون خط؛
جيڪُس هُيس ڪيـنـڪـي، ريگسـتـانِـن رَتُ؛
پنهـوارن پـاهَـتُ، تيلهان مـون سان نـہ رکيـو.

٤

قـاصِد آيـو ڪـو نـہ، ريگسـتـانـي راجَ ڏهُون؛
جـَو تـو مون کي تارِ ڪيو، سـومـرا ۾ سونَ-
ليهہ پتـو روحَ کي، هُت هَـي هَـي جيڪس هِو نـہ!
چيهـون هِـتي چـو نـہ، تيان آهـڙن عتـابن سـان.

٥

پنهوارن پيغامَ، اَڄ ڏنئي مُڪا مُون مٺين:
"ڪڏهن آيا ڪينڪي، تو ڏنهن هت سلام:
"ڪائي اتي محظوظ ٿئين، طرحين طرحين طعامَ:
"پيرُون چوندئي پَٽَ جا، ٿي ڪڏهِن لاڙيو لامَ:
"ڏسي عيش اِنعامَ، اَڄ اُهي ويلان وِيُڙئي وسري!"

٦

پَري ٿين نہ شالَ، هُتَن اوڏائي آجڙي!
اُتي ويٺي آن جا، اَتم خوابَ خيال:
سدا سانگيڙن جي، مون کي ساه سنيال:
هِتِ مون ههڙا حال، هُتِ عِتاب اُنهن جا.

٧

عمر مون ڏي آئيا، آباٺئون عتاب:
"ٿيئن اتي تون مارئي، ڪائي خوش ڪبابَ":
هِت مون اکيون پنهنجيون، جهليون روئي آبَ:
جهوريَس هِن جواب، ويڙهيچن وساريو.

٨

مُنجن هيئن چَيون، مون ڏي مارو ۽ سومرا:
"وجي عمر ساڻ تو، ڳالهيون ڪالهہ ڪيون:
"سي ٻڌ پنهوارن ۾، پَڌر هِتِ پيون:
"اِهي پَچارون تانهنجون، ويڙهيچون نہ ويون:
"ڪيتن هاڻ ڪنيون، پکيُون ملڪ ملير مَون."

٩

ڪو نئين نياپو، منهنجو ماروئڙن ڏي:
"مون ڏي اوهان موڪليو، ڏيئي ڏوراپو؛
"تہ لوئي لاهي سر ڪيئي سونَ رُپي چاپو؛
"مون ڪؤن وسري ڪين ويو، آهي جهڻ اُهو جهاپو؛
"ايندين سِگهي ايڏهين، لاهي لاڳاپو؛
"مولي ميلاپو، ڪندو سِگهڙوسنگهارن سان."

١٠

آءُ پُڻ چا تہ چوان، موتِي ماروئڙن کي!
"هَئي هَئي هِن جي حال جِي، ناهي ڪَل اوهان":
هِت اُنهن ري سومرا، نِتُ نِتُ سورَ نوان؛
پَکي شالَ پهان، مان وجي پنهوارن جي.

١١

ڪٿي ساڻ ڪِتِي، جا آنديم مُلڪَ ملير ڏنهن؛
سا اَج توڙِي تا سِر تؤن، لَحظو ڪين لٿي؛
لوئِيءَ سنديءَ لَڄَ ڪؤن، مون يڪيا پٽَ نہ ٿي؛
هِت سُورن آهہ سَتِي، اَئين ٿيون ڏوراپا ڏيو!

١٢

ايڏانهين ايندياس، ڪنهن مهل موچاريءَ ماروئا!
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، ساچن نہ چڏيندياس؛
توڙي تَهباران ٿيئي، تہَ بِر مور نہ مٽيندياس؛
اَچي ڏوتيڙن کي، آچا ڏوراپا ڏيندياس؛
تہ ڪيئن وساري ويهي رهيو، تورا هِين ٿيندياس؛
مَنَهيون،مَنَهَن سان اِتي، آٿي آڏيندياس؛
ڳَاَلهيون ڳرهيندياس، سرتن سان ساٿيہ ۾.

١٣

الله اَباڻن سان، مون کي گَڏ ڪرئين!
جي ويا تَر پَرئين، سي موٽي اَڻ ملير ۾.

١۴

عمر آباڻن ري، آءٌ تان ڪوجهي آهيان؛
هيءَ لوئِي نہ لاهيان، جا آهہ نِشانِي اُن جِي.

١۵

جا اَباڻن ڏني، سا لوئِي هَڏ نہ لاهيان؛
ڪنديس ڪين ڪِني، وني ويندِيس ويڙهہ ڏي.

١٦

عمر ڏيهہ اَباڻي، مون چڱا ڏينهن گذاريا؛
هِت اَچِي هاڻي، پيو هِنيڙو هَلاڪت ۾.

١٧

عمر اَباڻن وچڙي، ڪنهن اعراضي آندياس؛
وجي خوشيون ڪائينندياس، پَڪا پيرون پانهنجا.

١٨

ڪاڻِي پلڪَ پَري، شال عمر آباڻن نہ تيان!
ذري منجهہ ذري، هُئَن پچندڙ حال جا.

١٩

جڏهن هُيس آباڻين، مَحل نہ مارُيُون مون ڏٺا؛
لَئي ۾ لاٽين، هيون پيهيون پنهوارن جون.

٢٠

ڦِٽي ڦوڙائِي، آءُ مِيان ماروئڙن جي؛
ڏنيون مون کي تو هتي، آهن ماڙيون جوڙائي؛
ويهان وچ نہ انهين، ٻُڙو ٻوڙائي؛
هِن هنڌن ۾ سومرا، تو لکيو لوڙائي؛
جنهن آندم ٽوڙائي، پکن مُون تہ پنهوار جي.

٢١

ريگستاني راڄَ جي، آءُ ڳالهہ ڪريان ڪيهِي!
ڪَن پَچارون پاڻ ۾، سي واريءَ تي ويهي،
تہ "ايندي ماروئين مارئِي، شل پَکن ۾ پيهي"؛
اُڪنڊَ مون ميلاپ جِي، آهہ جهانگن کي جيهي؛
منهنجي تن تيهي، آهي سِڪ سنگهارن جِي.

٢٢

مان اُنهن کي ساريان، هو بِي سارن مون؛
جي راضي ٿئين ٿون، ڏي موڪل ماروئڙن ڏي!

٢٣

مان اَباڻن ساريان، هُت اَباڻا سارين،
واتان نِهارين، منهنجي اَچڻ سنديون.

## ڪافي ١

پَلپَل پونم پُور، عمر تن ماروئڙن جا.

دمدم منهنجي دل ۾، مارُن جا مذڪُور:
سرتيون سورن جا.
سانگيڙن ڪي سدا مانُ ساريان، هنيڙي هونم هُور،
پل پل پنهوارن جا.
منِ مَچائي "سچو"ويا سانگِي، دونهن جا دستور،
خاصَن ڪورن جا.

## ڪافي ٢

پاڙيچون نِي پرين جو، مون ڪي پُور اڄ نِي پيو.

انتر جنتر مَون تي، هَي نيهڙي نيو.
جيڪي چيو نجوميءَ، سو تا صحيح ٿيو.
چرخو پَڃي چيهاڙيون، مون تي ڪاڪيون ڪَيو.
هِن جان تئي جميعت، لالَن جي پائي ليو.
ڪو ڏس اچي پريئن جو، هِن ڏاهه ڪي ڏيو.
جي در اچي سو دلبر، تا جِيءُ، "سچوءَ" جو جيو.

## ڪافي ٣

مارو مون ڪي نہ وسارين، آهيان اُنهن جي! ميان.

درد جنين جو دل ڪي، ڪَرم سين اُڪارين.
اُٺ ئي پَهر اوڏهين، تا نيڻ نهارين.
هردم طَلب جون تَن اندر، تارون تنوارين.
"سچو" سارين جن ڪي، سي پي تو سارين.

## ڪافي ۴

هلي هھڙي حال، ميان،
وڃي ڏوٽن کي ڏسان!

پيڪَن مون پھچائين، پيلا پنھنجي پالِ.
منھنجو ماروئڙن ريءَ، جيئڻ آهي جنجال.
هھڙي وڇوڙي جي،ڪنهن سان ڳرهيان ڳالهہ.
هئڻ سدا خوش سومرا، مارو پنھنجي مالِ.
"سچوءَ" جي تہ سَرير ۾، مارن جِي آهي قالِ.

## ڪافي ۵

ڏوٽن ڪوئن نہ ڏور، آهيان جيڏيون،

آءٌ اوڏي ان کي! سائين الا.

ناهيان پاهر تن کوئن، ميان، هڪڙوئِي دم دور.
"اَلاِنسانُ سِرِي وَاَنَا سِرہُ"، دوسن جو دستور.
هِي مڙيوئِي آهي تان، ميان، مارن جو مذڪور.
"سچو" سا پُڇ ڳالهڙي، ميان، مارن جِي مَستور.

# داستان چوٿون

١

تون حمير هِنِي، اَءُ تورياڻين آهيان،
جا لوئي آندم لوءِ ڏنهن، ويندِيس ساڻ وٺي؛
ڪڏهن تيندي ڪانڪا، مانهوءَن شال مَنِي؛
ڪتابت قولن جي، مون ڏي پنهوارن پَٺي؛
هيءُ بندُ بندياڻيءَ کي، هو لکيو رات ڇَڻِي؛
اَن سانگِن ڪاڻ سَنِي، مونمِڙِيائي سومرا.

٢

ڪو بِي خيال نہ هوم، هُيس مارن ساڻ ملير ۾؛
جان وچوڙو سومرا، ڪوءَن تريچن تيوم؛
قسمت قيد الماء جي، ڏَسي ڏور وڏوم؛
تڏهن وڏو قدر پيوم، هَي "سچو" هيڪاندِ جو.

٣

وينا ڳالهيون ڪَنِ، ماروئڙا ملير ۾:
تہ "اِڄها اِيندي مارئِي، وري هن وطنِ!"
ايڏي اُڪنيد آهي، مُنهنجي جا پُرڻ جَنِ؛
اَءُ سگهي سان تَنِ، وجي گڏ گذاريان!

۴

قَرابتي كاتي تيا، آءٌ كاتي آئِي!
قسمت قيد كتي كيو، آءٌ كتي جائِي!
آهي منهنجي روح كي، ريءَ مارُن موڳائِي؛
اَنئي پهرَ اُنهن جِي، وات اَتم وائِي؛
گهٽي مدت مونجهه ۾، مون پڻ لنگهائِي؛
مَنَ سِگهڙي سنگهارن جي، كل پوي كائِي!
تہ كي آهِن آرامي اُتهين، جهانگيڙا جائِي؛
كِي ويا مُلك ملير مَون، كري آجائِي؛
وجي پانورَ كَندئين، وينا وهٽائِي؛
اُتي تازا توانا تيا، ڏٿ ڏنوُرا كائِي؛
كر سومرا سائِي، جئن تِيَن آسودا آجَڙي.

۵

جن گڏ گذاريوم، سي جَماندر سومرا؛
اچي پَري پَيَس اُن كوُن، مُونجهه اِنهيءَ ماريوم؛
ساريو سنگهار جي، ڳالِهن هِت ڳاريوم؛
جو مارو محرم حال جو، سو پڻ سنپاريوم؛
ڏيهُ ڏاڏاڻو كَڏهين، وار نہ وساريوم؛
نِتُ نِتُ نِهاريوم، پَنهوارن جي پارَ ڏي.

٦

اَج پڻ تِيمُ اُداسُ، هِي مَن مارويئڙن ڏي؛
ڪر بندياڻي بند مَو، خاوندَ لڳ خلاصُ؛
جو مَنّي ڪيتَ ڏنارَ ڪي، ڪا پلنگين ڏينديَس پاسُ؟
ڪو وجهہ صاحبَ سومرا، اُنهن سان اِخلاصُ؛
جو هو ويچارا واهڻين، تون ڪري ڏس قياسُ؛
زور تنين تا ناهِ ڪو، لوئِي جن لباسُ؛
اَنئِي پهرَ اُنهن ڪي، آهي حَمِيرن هِراسُ؛
تاڪُون ٿُنهنجي تابَ ڪؤن، سهمِيون آئن ساسُ؛
چاڙهيو لِڱين ڪِين تَنين، ماسي قَدر ماسُ؛
تعديون تَنين تي ڪَرين، جن تو هَوَن ٿئي مَواسُ؛
ويڙهيچا وٿراهَ ۾، هُتِ وِڻ وِڻ وِٿن واسُ؛
پاءِ پنهوارَ پياسُ، آهي راجا منهنجي روح ڪي.

٧

چَئي مُڪائون، هيئن ڏاڏاڻي ڏيهہ ڏنهن،
تہ "جيڪس" اِهي تو هُيون، مَنَ جون مُدعائون.
"تان وجي پَلنگين پَٽرِڙئن، شَلَ چڙهان آءٌ،
تو پُڻ تيلهائون، هاڻ ويا ويڙهيچا وسري!"

٨

چڱيءَ طرح چَئي، تي مُنجان مارويڙن ڏي:
تہ "سنگين سانگيڙن ڪَوَن، پري آءٌ پَئي؛
"قسمت قيد الماء جي، مون سان هيئن ڪَئي؛
وسري ڪينَ وئي، سَنگت سنگهارن جي"

٩

ماروئـــڙا مانـدي، آءٌ اوهـان ريءَ آهـيـان!
سُکيا اَئِين ساٿيهہ ۾، هِت بَند رهـي بانـدي؛
هِت قسمت قيد الماء جي، هِيءَ اَچانَڪ آندي؛
آهيان اوهان جي ڳالهہ ڪئِن، ويل نہ ڪنهن واندي؛
چڱي ٿِي چاندي، اِينديَس لوئِي وٺِي لوءِ ڏي.

١٠

قـاصِدُ اَجُ ڪـوئِي، مَنَ اَچي مـاروئڙن ڏنـهـن!
تنـهن تـا چَوان حـالَـڙو، سـارو سيـوئِي؛
'ايـڏنهُن آنـدي آهـِ مـون، لاڪـيـٺِـي لـوئِـي؛
'سا وٺـي وينديَس پاڻ سـان، اَتـم عهـد اِهـوئي؛
'سَرتِن سان روئِي، سِڪون لاهينديَس لوءِ ۾'.

١١

هِيءَ اُميد نہ هُئي، مون کي مـاروئڙن ڏنهُن؛
جو ڪو نہ مُجندا مُون مٿين، پُڇَڻ ڪاڻ پَهي!
ڏنـم هـڏنـهِن ڏيـهہ ۾، نَڪـو ڳـوٺَ ڳَـهِي؛
هاٿي وائِي وائنـدي، اهـا سـيُـمَ اَجُ صـحِـي؛
تہ "آنـا مِينـهن مليـر ۾، ويـڙا راج رهِــي؛
"چڏي پـانـورَ ڪـنـديـون، آيا هـيـٺ لـهي؛
"جهـجهـو جهـانگِن کي ٿيو، ڏِهيان ڏٿ ڏَهِي؛
"ڪَيـيــو پـيَـن پـاڻ ۾، وڏيءَ مَهَلَ مَهِي"،
وينديَس ڪوڏِ ڪَهِي، آءٌ پَکي پنهوارن جي.

١٢

سَنگهارن جي سِڪ، آهي منهنجي مَن؛
شال سِگهوئِي سومرا، ڏسان ڏوتيڙن؛
راتو ڏينهان ڪاڻ تِي، جهجان جَهانگِيڙَن؛
پاٽهي پَنهوارن، اَڄ تا مون کي ياد ڪيو.

١٣

جهانگي جهڻ پياڪ، ناهِن شَربت هيروان؛
ڳاڙهيو ڪاريون لوئيون، پهَرڻ تَن پوشاڪَ؛
لاهيِ لوئيڙن تان، الله لَڳِ اولاڪَ؛
جو رکن هڏنهن ڪانڪا، عُمر ٻِيِ اِملاڪَ؛
ڪارڻ پرورَ پاڪَ، مون کي ميڙيين مارئين!

١٤

ڪيا ڪوڙِن ڪيچَ، اَڄ ڏاڏاڻي ڏيهه ۾؛
پر ماڻو مٰاروئڙن ڏنهن، هَڏِ نه آيو هيچَ؛
ڪالهه ڏنا هُئم اُپ ۾، اڱڪ ۽ اڻيچَ؛
اُنا مينهن مَلير ۾، تيا رڻَ سارائِي ريچَ؛
چانگن سان چِڙي ڪري، ڪَن چِنن ۾ چيچَ؛
آءُ ٻُڻ پِنيءَ پيچَ، ملنديَس ماروئڙن کي!

١٥

هي وٺي حالُ وڃان، ميان ماروئڙن ڏي؛
آهي اُميد اَچان، جو خوشِي ڪنديَس ڪيت سان.

١٦

ميهن وسندي مان، ويڙهيچن ويندياسِ؛
لوئِي ساڱين لوءِ جِي، نالِ وِني نيندياس؛
وجي ٿرِ ٿيندياسِ، ڏکَ سُکَ پائي سومرا.

١٧

ڏنارن کوءِ ڏار، جي مون ڏينهن گذاريا؛
سي هئا قيامت جيهڙا، ميان سومرا سردارَ؛
الله ڪري اوڏڙا ، ”سچو“ مَنَ سنگهارَ؛
تہ ڪريون ويهي ڳالهڙيون، هنيڙي جون هِڪوارَ؛
پَر پري ٿيم پنهوار، ڏيانِ ڏوراپا ڪَن ڪي!

١٨

جيڪي هُتِ هونديون، ساهيڙيون ساٿيهہ ۾؛
سَي پيرون چوندن پاڻ ۾، ڳڏ ڪيون ڳُونديون؛
ساريو مون کي سومرا، رات ڏينهان رونديون؛
بيون پِي چا چونديون، اَچا عُمر الاجي آجڙيون!

١٩

ريگستانِن رنگَ، جي تون پسين سومرا؛
تہ ميان ماروئڙن توَن، ظالِم لاهين زنگَ؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ کوَن، جهانگِي واسِن جهَنگَ؛
نامِيا هي تون ننگَ، نيئي رسائين راڄ ۾.

٢٠

جي ريگستان رهيا، تُن سخت نہ ونج سومرا؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ کوَن، چَنن مَنجهہ چپيا؛
سي ڪي پَرئين وسِ وهيا، وسَ چائيتا واهَٽين!

٢١

ڪري ياد قلبُ، تو منهنجو ماروئڙن ڪي؛
جو تيان هيڪاندي تن سان، تئي سائينءَ ڏنهن سبب!
ڪي بندياڻي بند منوئن، تہ راضي هُئي رب؛
غازي لاهہ غضبُ، ڪَر مِهر ماروئڙن تي.

٢٢

رجُون ريگستانُ، جِت وطن ويڙهيچن جو؛
راحِم تي رکيج تون، تَن ماروئڙن جو مانُ؛
جهونن جهانگيڙن تي، ڪَر عمر تون اِحسانُ؛
تہ سارو جڳ جَهانُ، مَرُ تعريفان تنهنجيون ڪري.

٢٣

هيءَ خبر هاڻي، آئي ريگستاني راڄ ڏنهن؛
تہ "انا مينهن ملير ۾، تيو پٽنَ ۾ پاڻي؛
گُلَ ڦُلَ گلزاريون ٿيا، رڻَ سڀ ريجاڻي"؛
تون پِي صاحب سُجاڻي، موڪل ڏينم مِڙي مَران.

٢٤

مينهن وسندي مون ڏٺا، هي پڪا پنهوارن؛
ڳاڙهيون آڇيون لوئيون، ڪيا سَهَڄ سَنگهارن؛
اُهي عام خلقَ ڪوئن، تا گوشي گذارن؛
منهنجي اَڇَڻ سنديون، تا واتان نهارن؛
سانگيڙا ساٿيهہ ۾، پيا نِت نِت سَنيارن؛
هي ڳالهيون تيون ڳارن، مون ڪي ماروئڙن جون.

٢٥

مِينهن وسندي سومرا، اَچ پُڻ پور پيا؛
پَکا پَنهوارن جا، سي مون ياد ڪيا؛
ڏني گهٽا ڏينهڙا، مون ٿريچن ٿيا؛
وسِري تا نہ ويا، ڪا ساعت منهنجي ساهَ ڪؤن.

٢٦

هِت ڏيهي ڏسان ڪونہَ ڪو، جو ڏئي ڪيتَ خَبَر؛
هِيءَ قابُو رهي ڪوٽَ ۾، اُنهن ريءَ عُمَر؛
مَليران مَحضَرَ، ايندم اَجائِيءَ جا.

٢٧

مِينهن وسندي ياد مون، اَچ ماروئڙا آيا؛
قيد الماءَ جا ڏينهڙا، سي مون لنگهايا؛
موتي اَچڻ جا تِيَم، ڏي سنگهارن سايا؛
اُهي مولىٰ ملايا، جي پنهوار پَري ٿيا.

٢٨

ڪو جو وريو واءُ، اَچ پڻ مُلڪ مَلير ڏنهن؛
جَڻُ آيم اباڻاءُ، ماڻهو موٽائڻ جو.

٢٩

مون کي رات رسيون، ڏيہ ڏاڏاڻوءَ خَبران؛
"تہ ساٽيهہ سَپ سَرهو ٿيو، وچون واهَ وَسيون؛
"اچي ياد الله تو، قوڪَ قلار پَسيون؛
"برابر بادل ڪَيون، مُني لوءِ لَسيون؛
"ساول ڪائِي سبزيون، ٿيون سَڃيہ سَسِيون،
"ڳاڙهيون اَچيون ڪاريون، لاهن غم گَسِيون؛
"وُڙهيون ڪَسَ ڪَسِيُون، پُڻ آهِن تارِ تَرائِيون."

۳۰

رات وري آيا، ماروئڙا ته مَلير ۾؛
جو لڌم خوابُ خوشِيءَ مون، چَڙ موليٰ مِلايا؛
وري وسايا، ڀلي ڀاڱَ ڀِتُن جا.

۳۱

وسَ چَري آيام، ماروئڙا ملير ۾؛
چڏي ڀانورَ ڪَنديون، ويڙهيچا وريامَ؛
عُمر اُميد تيامَ، ڀَسَڻَ پنهوارن جِي.

۳۲

جي ڏوتي هُيَم ڏور، سي والِيءَ ڪَيَم ويجهڙا؛
هُئي جا پورن پُورِ، سا تا اڄ من تَون لَنگهي.

۳۳

موتِيا پارِ مَلير، سانگيڙا سانگَ ڪَري؛
جَن جي سِڪَ سَرير، سي ئي عُمَر آئسيا.

۳۴

لَتو قوڙائو، وريو ورق وصالَ جو؛
وري وطَن آئيا، ريگَ لنگهي رائو؛
"سَچُو" چَوي سائو، ٿيو موتِي مُلڪ مَلير جو.

## ڪافي ١

ماروِ ٿر ٿيام، پلو ميان وو، ڏيان ڏوراپا اڄ ڪَن ڪي!

سي پاريندِيَس پانهنجا، ميان، جي هُتِ قولَ ڪيام.
چڙي مُلڪ مَلير جو، پَريـنءَ وس ويامَ.
گهوريا پَري ڏينهڙا، جي پنوهاروئن پيام.
سنگهارن جي اَچڻ جا، ميان "سَچو" سَنيها سُيام.

## ڪافي ٢

روئان زارو زار، يار،
مانَ مارُن ڪي ملان اڄ!

ڏيانِ ڏوراپا ڪن ڪي، پَري ٿِيَم پنوهارَ، يارَ.
وڃي ويڙا پاڻ سان، منهنجو ساهُ سَنگهار، يارَ
اهو اتم آسرو، ايندم اَجڙوار، يارَ.
ڪَندا مُهڙ مَلير ڏي، رڻ چڙي ريبار، يار.
سو دم گوندر گذري، جو دم اُن ريءَ ڏارَ، يار.
روئي رت اکين جا، جهونا ٿيا جهالار، يار.
وڃي بِڌنديس اُتَهين، سندي پنهوارن پُڪار، يار.
رکي ويڙهيچا ويا، مونهين سر مَيار، يار.
پيڪن مُون پَهچائيين، سومرا سردار، يار.
راتو ڏينهان اوڏيهن، "سچوءَ" ساهَ سنيار، يار.

## ڪافي ٣

ساريان آءُ تا لوءِ پنهنجي جون لويون،
عُمر گهوريا هِي پـَتَ، پتيهَرَ، ميان!

هُت ويڙهيچا، وو، وينا ورهائن ڏيهاڙيون،
سي ڏونرن سنديون ڏويون.

سنگهارن ڏي سوز سنيها،
آءُ تي روزُ مُنجان رويون.

ڪنيون ڪوڪَڙ سَنديون، ميان،
ڳچيءَ پائن تا هِت پيڪا پويون.

صبحَ سانجهيءَ ڪَٽَن خوشيءَ سان،
اُهي سي تا آب پَريون اويون.

پاندين پائِن پُسيون، ساڳن سِگَر سَنگهارَ،
"سچو" سي سويون.

## ڪافي ۴

گهوري هِيءَ جدائِي، اڙي ميان، پنوهارن ٻاجهُون پُورَ پيا!

صبح ويلي ميان سومرا، الا سائين، خبر اها مون آئِي.
لنگهي مُلڪ ملير جو، ويَڙئي ويڙه سَيائِي.
پانورَ ڪنڌئين ڪينڪي، وهندا ساعت سائِي.
ڪنين ٻُڌان ڪِينڪِي، وري اِها شَلَ وائِي.
ڏوتي پنهنجي ڏيهَ مون، ڪَندا ڪِيئن نِوائِي.
عمر اَباڻا ڏيهہ ۾، سَرها هئُونِ سَدائين.
موٽِي نہ وڃَن اُوڏهِين، جن جِي سِڪَ سَمائِي.
هوءِ هوءِ هِن جي حالَ تي، ڀاڳيا ڪرن ڀَلائِي.
"سَچو" سندن ساٿَ ۾، ڪَري مَرُ تہ ڳَدائِي.

# داستان پنجون

١

جوڙي پڪا جُوءِ، اَچي ويتا عُمرَ آجڙي؛
سَدا سَنگهارن جي، تي مَٿي حوضَن هوءِ؛
تيون گلزاريون گاهَن جيون، بِي خوب ڪُلِي خوشبوءِ؛
نَئِين رونق روءِ، تيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

٢

سدا هئن سُکيا، ماروئڙا تہ مَلير ۾؛
شَل نہ ڏينهن ڏکيا، اَچن آجَڙين تي!

٣

سدا سَرها هونِ، ماروئڙا تہ ملير ۾؛
مٿي پنهوارن پون، مِهَر جا شَل مِينهڙا!

۴

مِيان ماروئڙن تي، مِهران وسَن مِينهَن؛
شَل نہ ڏکِيا ڏينهن، اَچن آجَڙين تي!

۵

سدا سي ساٿيهہ ۾، سُکيا هُئن سَنگهارَ؛
پکي مَنجهہ پنهوارَ، شَل هُئن هميشه سَرها!

٦

سائين سَنگهارن جو، رکج پَن پکيَ؛
ڪوئِي تا نہ لَڪي، هُئَن سَدائين سَرها!

٧
سنگھاري ساٿيھ، شَل ھُئن سَدائِين سَرھا؛
وجَن نہ پَرڏيھ، خوش گذارن اُتَھين!

٨
ساٿيھ سنگھاري، سَرھا آھِن سومَرا؛
ويڙھيون ۾ واري، مَحلا ماروئڙن جا.

٩
جاتِي واريءَ ڀنو، تاتي اَڏنِ پکَڙا؛
پاڳين لَٿا پَوَ، سدا رھن او سَرھا.

١٠
نِوڙن ۾ نُونڊيَن، مارو چارنِ مالَڙا؛
گوڙينِ ۾ کِونڊيَن، سَرھا ٿِيَن ساھَ ۾.

١١
جڏھن کِنونِ کِنوٽِيون، وَسَن مينھن مَلير ۾؛
نونديون ۾ نِوڙيون، تاتا سوئِن تاريُون.

١٢
پاڳيَن پَوَ لَٿا، جي وينا پانورَ کَنڌئين،
اُتن مِينھن مَتا، اَجڙين عِيدان ڪيون.

١٣
وري وَسايو، مالِڪَ مُلڪ ملير جو؛
سو اڳي ڪَوُن اُجرو ٿِيو، سائو سَوايو؛
آڳي اَڳھايو، "سچوءَ" جو سوالُ ڪيو.

١۴

آھي سارَ سنيالَ، ميان ماروئڙن جي؛
ھِتِ ھِھڙا حالَ، ھُت عِتابَ اُنھن جا!

١٥

الله اوري آڻ، ماروئڙا مَلير جا؛
يا مُون کي کيڙي ڪوٺ مَون، نئين مُلڪ رَساڻ؛
پِڄَندي وڃي ياڻ، پهان پنهوارن جي!

١٦

آڻ الله اوري، ماروئڙا، مَلير جا؛
مون کي آندو اوچتو، هِت ظُلم جي زوري؛
آءٌ تنهن گهڙيءَ تُوئن گهوري، جنهن هيڪاندِي هِڪَ ڻيان.

١٧

جي ريگِستان رهن، تن کي سَخت نہ وڃ سومرا؛
جو تنهنجو زور ظلمَ جو، سانگِيّ ڪِينَ سَهَن؛
مَتان پَرينءَ وَسِ وِهَن، هو ويچارا واهِڻِي.

١٨

جڏهن ويچها هُئام، ماروئڙا مَلير ۾؛
تڏهن ڳالهہ اَحوال جي، تي تنهين ڪَن وِڌام؛
هاڻي وَڃِي ٿر ڻِيام، اُهي سڌِ لَهَندڙ سُومرا.

١٩

ٿيا پنهوارَ پري، آءٌ ڪنهن کي ڏوراپا ڏيان؛
وهندو شالَ وصالَ جو، وارو ڪيو وري؛
سونيئِي گڏ ڪري، مُئيءَ کي ماروئڙن سان.

٢٠

هُيَمَ جَن سان حالَ، سي اَڄ سنگهاري سِڄڪاڻ ٿيا؛
عُمَر اُنهي پارَ جي، اَتُمَ سارَ سَنيالَ؛
جو صبح اٿي ساجهُرين، مارو چيڙن مالَ؛
پيَسَ پَري پنوهارن ڪَون، هَي جي ٿِيَم حالَ؛
آهي اُنهي ڪوٽَ ۾، جيَڻُ مَنجهه جَنجالَ؛
سِگهَڙي وجِي شالَ، پهان پکي پنهوارن جي.

## ڪافي ١

هو جي ماروئڙا ٻيهرَ ماڻَ مِلن،
شالَ الله اوراهون ڪَندن، سانگي سانگ سَندن.

ويٺي آهيان واٽ تي، مَنَ اَچو حال پُڇَن.
پَڪا پَڪَنِ سامهون، اوري آٽي آڏنِ.
انهن ڪارڻ جيڏيون، منهنجيون اکيون رتُ رُئَن.
اَصل لاڪون آهي، ”سَچو“ سَنگ سَندن.

## ڪافي ٢

مارو اُهي مِليامَ، عُمر جامَ، وو،
طَلب جَنِين جي آهي تَن کي.

ڪَرَم ڪَيائون ڪيترا، ڏوتِي هٿ ڏنامَ.
هِت جنهين کي، هُت پي تن کي پيو آرام.
پاڙِيائون سي پانهنجا، ميان، ڪَيئون جي انجام.
طالع وارا تن جي گنولن جا ٻ غلام.
ڪاڏهن ”سَچو“ سالڪان، ميان، ٿِئي طَلب تمام.

## ڪافي ٣

ڏورايا ڏيئِي، ڪنهن هَٿ مُنجان، وو، ماروئين!

وساري ويهي رهيؤ، حال ٻُڌي هيئِي.
مِڙي اَچو مون ڳَري، آهيو جهانگِيڙا جيئِي.
لَهو سڌِ سَنگهار جِي، جي آهيو اَتيئِي.
”سچو“ سارِيَوَ ڪِين سا، جا ويڙهيچئون ويئي.

## ڪافي ۴

راتِ مُڪَم روئِي،
ساري سلامَ سنگهارن ڏي.

اکيون اباڻي پار ڏي، بيٺيون جهُرَ جهوئِي.
اَباڻن جي آسري، لِيڙون تِيَم لوئِي.
وندن ورچن پاڻ سين، ڏوئرن جي ڏوئِي.
لِکِي ڪاغذ مُون وڌو، پَکيءَ کي پوئِي.
ڪي ڏينهن يويَم ڪيت سان، آبَ يَري اوئِي.
اَوهان باجهوئن ڪونَڪو، ڪَل لَهي ڪوئِي.
مارو ملندو مارئِي، "سَچَل" کي سوئِي.

# داستان ڇهون

١

جِگَرَ چارڙيون، ٻيا ڪِرڙيُون ڦوڳَ ڦلارِيا،
سي سنگهاڙيون ساٿيهہ ۾، وِهَن وارڙيوُن،
تامان اتارڙيون، لاڙيون چنِن لاڪڙان.

٢

وَروتا ويرهيچن جا، اِهي موتئين مالهڙيون:
رَس نہ آچن روح ڪي، تالهہ ۽ تالَهڙيون:
سَنگهارنِ جون سومرا، چَڱيون چالَڙيون:
جو فَجُر ڦوڪي سَنديون،ڪن دانهہَ دالَڙيون:
وَرُ سي لويون لاڪَ جون، ٻَن شالان شالڙيون:
آنئي پَهر آهن اکيون، منهنجيون عُمر آلڙيون:
ڪامل تنهنجي ڪوٽ ۾، وجهان فَلَڪين فالَڙيون:
شال سٽندو سو ڏٺي، مون نِدر نالڙيون:
وجي ڳجهيون ڳالهڙيون، ڪنديَس سَرتن سان ساٿيهہ ۾!

٣

هِت ڏسان ڏوٿيڙن جيُون، ويني واتَڙيون:
هُتِ پَون پنوهارن تي ، مِنيون مانَڙيون:
ياد اتي جون مون پيون، چوهَون چاتَڙيون:
توڙي چار ڪندان لوئيءَ جون، هِت ڦاڪين ڦاتَڙيون:
تان پيِي وجان اوڏهين، جتي ڪِنوٽيون ڪاتَڙيون:
مون ڪي لُوهِن لاتَڙيون، تَن لالن سَنديون سومرا.

۴

پـُور پُچاڻون پيَر ڪَـن، پـَهـون پيرڙيـون؛
چـاڙِن چـونـٺـن سي چڙهـيو، ڏيِـي ڦيـرڙيـون؛
پـانـوَ پـيـرڙيـون، ڪـن تـمـاشـا تِـڪـُـن جـا.

۵

هُـت گهـُمَـن ڏوتِـي ڏڌَ لـئـ، ڪَـيـون تـولا تـولـڙئين؛
چاڙِن لنـب آئون مَـڪـٽِـي، جـهَـلـي جـهـولَـڙئين؛
پيِـهَـن پَـچـائـن مـانـيـوُن ، ڦـوڪـي ڦـولَـڙئـيـن؛
تـون عـمـر اولَـڙئيـن، ڪَـري هُـت چِـلّيـج مـون.

٦

هـُت ريـت تـہ آڏو بَـنـدِ، ڪَـن لـويـون لاڪـَـڙيـون؛
مَـشَـر مـارُئَـڙن جيـون، سَـچـيـون سـاڪـَـڙيون؛
وَنَـيـن تـورنِ ڪـيـنـڪـِي، مَـڪَـڻ مـاڪـَـڙيون؛
اَجـان ڦـُـٽـَن بـاڪـَـڙيـون، تـہ ڪـڙا آهـن ڪـوهَ تـي.

٧

آجـان ڪِنون ڪِنوِٽيُـون، تـہ سـانـگيُـن سـاهـہ پـوي؛
وَسـي تـَـر تـارِ ڪَـن، نَـيـون ۽ نُـوِٽيـون؛
جـاتـي هـُئـن جـوِٽيـون، تـاتِي اَجـَـڙي آرامِ تـيـا.

٨

آج جـوڙي ويـٺـا جـهَـنگَ ۾، جـهـانـگِـي جـهـوپـڙيـون؛
ڏي نـہ ڏوتـيـڙن ڪـي، لائِـقَ لـوپـَـڙيـون؛
راجـا روپـڙيـون، گـهَـريـن رڪـن ڪـيـنـڪـِي.

٩

هُت ڏيــنَ مــارو ڏاجَ ۾، جــاڙــي جــارَڙيُــون؛
پـَيـون آهِن سپ کي، اُهي ويڙهيـون وارَڙيـون؛
سي چُـونـدِن پـيـون پـِرهـ جو، نائـي ڏارڙيون؛
وِجهَن گـونـدنِ سَنـديـون، ڳچيءَ ڳارڙيـون؛
پـوءِ کنيو کارڙيُون، وَجَن لوڙيـاريـون لـوءِ ڏي.

١٠

مون کَون وِسَرن کـِينَـکـِي، اُهي عُمرَ ويلڙيُون؛
چاريَم وڏي چاهـ مَون، تـي چيـلا ۽ چيـلڙيُون؛
تي کـيڏيَم کـيـلـَڙيون، سَرتِن سان ساٿيهـ ۾.

١١

اوس آڏنِ سـومـرا، چـوڌاري چَـوُنــرا؛
تَــن ۾ سـانـيي رکـَـن سامـهان، ڏٿ ٻهون ڏونرا؛
ڏڳَ رکـي ڏوُنـرا، صـبـح کـائِـن خـوش ٿِـي.

١٢

کـَرين چــو کِـلان، سـانـگِيڙن تـي سـومـرا!
سـارِهـَ سـو تِن تـي، لاهـ ٺـوکـان آئـون ٺـهلان؛
هـي جي مَـوتَن جون مَهلان، ٿِي مَحلن مَنجهه گذاريان.

## ڪافي ١

ڪاڏي ويَڙا، وو، پرين پاڙيچا!

جاڏي هَليا، تَهدِل تاڏي، هَلُ تون هِنيڙا، وو.
مِحبن مون سين عَجَب جيها، ڪيئي ڳُرڻ ڪيڙا، وو.
گوندر گاڏائون ڏينهڙا، هِت جالڻ جيئڙا، وو.
هِن اَجايا اَنهن پاجهون، جي پلڪ پيڙا، وو.
"سَچوءَ" سَندا سانوَل پاجهون، هي حال هَي تيڙا، وو.

## ڪافي ٢

اَئين هَلِي هِن جاءِ، وي،
هِڪ ساعت ڪارڻ تون سانگِيڙا!

ڪا گهَڙي نيباهُ نہ جاڻج، پيچ نہ تَنهن سان پاءِ، وي.
"الدُنيَا سَاعَة" اِهو نُڪتو دل سان تون لاءِ، وي.
جاڏنهن اَئين تون وڻجارا، وري وڃڻ اوڏنهن آءِ، وي.
دنيا ۾ دَمَ ڪيئي گذاريئي، "سچو" سجڻ جي ساءِ، وي.

## ڪافي ٣

اوڏاهُون آيا، مون ڏي عتابَ آباڻن جا.

هي ڏيهُ وِيڙءِ وِسري، اِتي ڏينهن وڃي تو لايا.
ياد اسان کي ڪِين ڪيڙئي، منجهائيں ءَ مايا.
ڏينهن اسان ريءَ گذري، ويڙئي سڀ آجايا.
گهٽا مِينهن مَليرَ ڏي، والِيءَ وري وَسايا.
تُنهنجي ڏسڻ لئہ، هِت سانگِي سِڪايا.
سائينءَ "سَچو" سِگهڙا، مون کي مارو مِلايا.

# داستان سنون

١

مون جاليو سان جَن، موتِي تَن نہ پُڇيو؛
حال هِن جون خَبران، پَيون هونديون ڪَن؛
تان پِي مارو مَنِ، وارُ نہ ڪَڏنهن وِسَريا!

٢

توڙي هو نہ پُڇن، آءٌ گهڻو پُڇان تَن کي؛
عُمَر آءٌ مَڇُڻ، تَن کوُن وِچان وِسري!

٣

تي پُڻ وَساي‌امِ، ڪڏهن مارُئِين مينهَڙا؛
سي ڏينهن ڏاڏاڻي ڏيهہَ جا، اَڄ ياد عُمر آيامِ؛
هِت پنهوارن رِيءَ پاڻ کي، ڪيها لقب لايامِ؛
هِن لحظي لَنگهايامِ، شال اِهي اوَسر ڏينهڙا.

٤

اِهي اوَسر ڏينهڙا، هِت جالڻ آيم جالَ؛
ڪَتيرا خوش حالَ، هُت ميان هون مليرِ ۾!

٥

اَڄ سنگهارَي ساريا، مون مينهَن وَسندي سومرا؛
ڳوڙها ڳاٽاڻي بنا، هِن هَنجُنِ مَون هاريا؛
ياد ڪَريندي تن کي، بارڻَ جَڻُ باريا؛
هِتِ "سَچوءَ" سَنياريا، هُت سنيارَ "سَچوءَ" جِي!

٦

ساريم اَڄُ سَنگهارَ، مِينهن وسندي سومَرا؛
جيڪي ڏينهن هُئاسي گَڏُ ۾، دَم نہ ٿياسي ڏار؛
ڪاتي اَڄُ اَسين ٿيا، ڪاتي اجڙوارَ؛
وڌو قِسمت قيد الماءُ جي، پَري ڪان پَنوهارَ؛
تيلهان مون اَڄُ آئِيو، روئَڻُ زارو زارَ؛
پَلپَل هِت پَچارَ، هُتِ بہ سانگيڙن جِي!

٧

ڪَڏهن سانگِن ساڻُ، تي گَڏ وسايَم مِينهڙا؛
اَڄُ قِسمت قيد الماءُ جي، پيو هِيءُ پَرياڻُ؛
هِت ڪَريان پُرزا پاڻُ، پَر تي لوئِيءُ جي لَڄَ مران.

٨

وِسري ڪِينَ وجان، مِيان ماروئڙن ڳوٺ؛
وسِرڻ سَنديون ڳالهڙيون، مُورڳِن تا نہ مَڃان؛
آهي اميد اَچان، پکي مَنجهہ پَنهوار جي.

٩

شالَ نہ وِسارينِ، هُئان يادِ انهن کي؛
عُمر اَباڻن جيون، ڳالهيون ٿيون ڳارين؛
ساهہ رڳون سارين، مَن پَهچان پنهوارن کي.

١٠

لويون رنگا رنگ، ڪَن ساهيڙيُون ساٿيهہ ۾؛
سي آساوريُون اڳريون، عُمَر پَهرِن اَنگ؛
تاڪون تنهنجي تابَ ڪون، جهانگِي پيئا جهنگ؛
هِن ويچارا واهَـٽِي، تن ڪي وٺُ نہ تنگ؛
سي ڪِيئن ڏِيَن پيرُ پلنگ، حال جني جا هِهڙا!

١١

پَئي جيءُ جَنجال ۾، ساٿيهہ سنياريُون؛
وسِرن اُهي ڪين ڪي، جي مَهلان موچاريُون؛
پَر قسمت قيد الماءَ جي، ڪَيون هي ڪاريُون؛
ڪاتي اَڄُ آءُ ٿيس، ڪاتي سَنگهاريُون؛
اوڏنهن نِهاريُون، وجان سا وهلور ٿِي!

١٢

عُمَر شالَ نہ لائِيان، لَقَب لوئَڙئين؛
پاٽِي پيَن پَٽَ ۾، آبُون اوئَڙئين؛
ڏؤنرا ڏوئَڙئين، وندن ورهائِن پاٽ ۾.

١٣

شالَ نہ لَقَب سومرا، لوئَڙئين لايان؛
پَٽ مَٽي هِيءُ لوئِي، مُور نہ مَٽايان؛
جا ڪَتِي ڪيتَ ڏنارَ جِي، پلِي سا پايان؛
مَري مَلهايان، سارو مُلڪُ مَليرَ جو.

١٤

عُمَر اَچا ڪَپڙا، ڪاٽياريُون ڪَن ڪِيئَن؟
جهِڙِي آيَس جِيئَن، شل تِهڙِي مارُن ڏي وڃان!

١٥

ڪيئَن ڪاٺياريون ڪَن، ڪَپڙا اَڇا عُمَر چام؟
ٿِين پَنهواريون پَٽ ۾، مِهڻي هابُ مُدامَ؛
آهيان سومرا تو سامَ، تہ لوئِيءَ جي لَڄَ رهي.

١٦

هِن لوئِيءَ جي لاڄَ، شالَ رهجي آچي سومرا؛
تہ مَرُ ٻُڌي خوش ٿِين، ريگستاني راڄَ؛
سا نہ ڪائي ڪاڄ، جا قيد ڪَئِي تو ڪوٽَ ۾.

١٧

توڙيْ لوئِي هِت ڇِجي، وڃي ٿَهباران ٿئي،
تہ پِي پهنديَس پَنهوارن جي، عُمَر پاڻ پِڃي؛
جهَانگِن لاءِ جِهجِي، مان اَڌ مُئِي ٿِي آهِيان.

١٨

توڙي هوءِ ڇِنِي، تا پِي لوءِ لوئِيءَ سان وڃان؛
اَچي عُمَر ڪوٽ ۾، ڪَنديَس ڪين ڪِني؛
سائِي سانڍيَم ساهہ سان، جا ڏاڏاڻن ڏني؛
اُها نينديَس پاڻ پِنِي، مِينهن وَسندي سومَرا.

١٩

اَبَر ٿِيا ۾ آيَ، ۽ واءُ لڳو اوپارَ جو؛
”سَچو“ چوي ٿيا سومرا، چَڱا سانگِن سُيَ؛
پَر چِت اَندرَ ۾ چُيَ، آئن تنهنجي زورَ ظُلم جا!

## ڪافي ١

اِهي نِياپا ڪو نيئِي، منهنجا مارُن ڏئي!

اَچڻ اُوهان جي وسَ وڏائِي، ڪوڙين سي ڪِيَرِم ڪيئِي.
ڏکَ ڏوراپا تا منجو اسان ڏي، حالَ اسان هِت هيئِي.
قسمت ڪو جو قلَم وَهايو، پَري اوهان ڳون پيئِي.
لوءِ اوهان جي ڏنهُن لوئِي جا آنديم، لِيڙان هِت تِي ويئِي.
ڳالهيون سَنگهارن جون سڻ "سچو" ري، ساهَ سِيباٽيُم سيئِي.

## ڪافي ٢

ڪانگڙا قريبَن جا، تو ڪَي ڪالهہ اُڏايو ڪَن،
وَنئُون وِيڙهيچن !

آسَرونديِ آهيان، مَن ڪو پيرو ڪَن،
وَنئُون ويڙهيچن!

پَڪا پَڪَن سامهون، اوڏا مانَ آڏِن،
وَنئُون ويڙهيچن!

"سَچوءَ" جي بہ سَرير ۾، دونهان روز دکَن،
وَنئُون ويڙهيچن!

## ڪافي ٣

اِهي اولانبا آيا،
مون ڏي مارُن جا، ميان!

ڏيهہ ڏاڏاڻو ڪيئَن وِساريئِي، ڏِينهَن اِتي تو لايا.
ڪَهڙيين ڳالهيين ويڙهيچن ڏنهُن، مُنهن ڦيريئِي مايا.
پَهَر پنهوارن ريءَ ڪِيئَن تِي گهارين، عُمَر ساڻ آجايا.
تُنهنجي ڪارڻ راتو ڏينهان، سانگِي سي هِت سِڪايا.
وَسُ نہ مُنهنجو سڻُ "سَچو" رِي، ڏکيا مون ڏينهن لنگهايا.

## ڪافي ۴

آيَم راتِ عتابَ،

ڏاڍا سَخت سَنگهارن ڏنهَن!

مون ڪي عُمَر ماريو، جهانگيرَن جي جوابَ.
”وينيءَ اِتي مارئِي، ڪائِي خوب ڪَبابَ“.
هِت سارو ڏيهه ڏڪائيو، عُمَر جي تِڪَ تابَ.
موليٰ تا معافِيَ ڪيا، ”سَچو“ سَي حِسابَ.

# مومل راڻو

## داستان پهريون

١

آءُ راڻا ڏي رَنگُ، موتِي ڪاڪ ڪَنڌن ڪي؛
لاهِجِ لَڳِ خداءِ جي، ڏرو پُرزو زنگُ؛
نامِيان پاڙج ننگُ، مهٽي هاب مَتان ڪَرين!

٢

مومَل مِهٽي هابُ، راڻا ڪر نہ راءِ تون!
جوئِن ڪي جوابُ، مرد نہ ڏين مينڌَرا.

٣

مون ڪي مِهٽي هابُ، ڪَيُئي ميان مينڌار؛
ڪَر نہ خان خرابُ، ڪامِل ڪاڪ ڪنڌيَن ڪي.

٤

هِڪَ جُوءِ ٻِي جوءِ، مرد نہ ڇڏن مينڌرا؛
تو پُڻ پرين پوءِ، ڪوهُ لڇايو ڪاڪ ڪي!

٥

هِڪَ جُوءِ ٻِي جوءِ، ڇَڏن ڪِين جوانَ؛
آهي ٻِي انسانَ، جي ننگن تي نِثارُ ٿيا.

٦

آءُ راڻا رَنگَ لاءِ، موتــي ڪاڪ ڪنڌن ڪي؛
ناميان ناءِ خداءِ جي، پير وري هِت پاءِ؛
سوڍا سَنديئِي ساءِ، آءُ ويٺي ڪانگَ اُڏايان.

٧

آءُ راڻا رڪَ رازَ، مون هِن نماڻيءَ سان؛
توڪي ڪريان ڪيترو، ناميان نَر نِيازَ؛
جو تي ڪَيَرَم نازَ، تَنهن مِهٽي هابُ ڪري چڏيو.

٨

مون تَوِن مِهٽو لاهـ، موليٰ ڪارڻ مينـدار؛
تون تا صاحبُ آهيين، هيءَ ڏوهارڻ ڏاهـ؛
توڙي ٽِيس بيراهِ، تـ پي ڳَل تنهنجي آهيان!

٩

ڏي ڪو رنگَ وري، ڪامل ڪاڪ ڪَنڌِن ڪي؛
مُنهن ڏيڪارج مينـدار، وچان تا نـ مَري؛
بَخِشج ذوقَ ذري، مِهٽي هاب مَتان ڪَرين.

١٠

چَڙهنديسانءِ چِکي، نـ تـ مُنهن ڏيکارج مينڌار؛
آندو" مون کي هِتهين، ڪَنهِن لارَ لِکي؛
چاڙهيو مون کي ڏاگهـَ تي، تُنهنجي عِشق تکي؛
مَرُ پيو ڪو سِرُ سِکي، اُنهيءَ جي اولاڪ جو.

١١

هِـي جو ٽِيَٽو هو، سو اکَرُ ميٽِيندو ڪونڪو؛
هِيرو زهرُ زبانَ سان، هِن ڳالهيين ڪِيٽو هو؛
نا تـ پاٽئَوِن پِهٽو هو، مون کي زير زمين جي.

١٢

ڏکُ نہ ڏيٺو هو، تہ مون کي ميان مينڌرا؛
ناميان پنهنجي ننگَ کي، تہ نيبہ نِيٺو هو؛
زهر پيالو پُر کري، مون کي تہ ڏهن پيٺو هو؛
جي نہ جِيٺو هو، مان کؤن هِنَ مِهٽي وري.

١٣

سوڍل سِکائِي، آءٌ پُٽ گهٽو آهيان؛
راتو ڏينهان تانهنجِي، واٽ مون کي وائي؛
کَر اُها کائِي، جو کارَنهِ لَهي کاک توَن.

١٤

ميان آءٌ ماري، ڏاڍي ڏنوَ ڏهاڳَ جي؛
مِهٽي هاب مَتان کرين، تہ کاکِ نہ ٿئي کاري؛
کر سوڍلَ ستاري، ڏوهن ڏي نہ ڏِسيج تون!

١٥

آءٌ سوڍا کر سَچُ، لاهي مُون تؤن هِي مِيهٽو؛
جهيڙو جهگڙو نِکري، مون مَنَ اندران مَچُ؛
الله کارڻ اَچُ، ماڳَ وسائِج مينڌرا!

١٦

اچين جي اوطاقَ، مُنهنجي ميان مينڌرا؛
تہ عيبن کؤن اَجي ٿيان، کوجهي ٿئي نہ کاکَ؛
هيرَ اِها هيراکَ، مَتان مَتئين مينترا.

١٧

موتَڻُ مَرک نہ تنهنجو، هو سوڍلَ سياڻا؛
وسائِج وِلهيءَ جا، پينگَ پِيَلَ پاڻا؛
پَري کري پاڻا، مون کي ماريئي مينترا.

۱۸

آتڻ اُجهائي هَلِي، پِريَن پُڇاڻو؛
ڪِين گهتايو گهوٽَ سان، پِرتِ هِن پاڻو؛
ظاهر زالاڻو، پر باطن بِرهه بلي هُيو.

۱۹

ڪاتِيءَ ريءَ ڪُهي چڏيو، راڻا تنهنجي رنَجَ؛
سُڪوَن ۾ سَهنج، سويا ساڻ ڪَٽين وئين.

۲۰

سويا هِن سَڙيءَ جو، لَهِي وڃُ سَماءُ؛
ويرن وڏو وڃَ ۾، آهي ويرُ وڏاءُ،
مون تي لڳندو ڪونڪو، پيارا پاڻيءَ پاءُ؛
هيڪَر هيڏي آءُ، تہ پيرولي پَڌر ٿئي.

۲۱

ڍوليا تولئہ ڍَٽَ ۾، آءُ وتان ويڳاڻي؛
راتيو ڏينهان اوتيان، پنبڻين مان پاڻي؛
لَتا مون لِيڙون ٿيا، هيءَ پوتي پُراڻي؛
تہ بہ راڻي جي راڻِي، سرتيون سَڏن ساڻيهہَ ۾!

## ڪافي ١

آءُ تا روز روئان ساريون،
سويا تُنهنجيون، ور، ڳالهڙيون ڪيترَيون!

ٻُڌي ورج، وَلها، زور منهنجيون زاريون.
سِڪَ سَنديَوَ ڪَيون، جِيءَ اندر جاريون.
راڻا رُسَڻ تانهنجي، ڪُوڪان هِت ڪاريون.
ويئي ڳَرهيان ڳالهڙيون، هَنجون هِت هاريون.
جيڪي جايون جِيءُ ۾، وِره تنهنجي واريون.
”سَچو“ سَهندا سپُرين، عاجِز جِيون آريون.

## ڪافي ٢

حالَ منهنجي هاءِ هاءِ،
تو ريءَ لَهَن هِي ڏينهڙا!

آهي هن احوال تي، وَلها تان واءِ واءِ.
دوستَ تنهنجي ديسَ جي، اَڪَند اسان کي آهِ.
ڏِسيو ڏهاڙي روئان، جاني تُنهنجي جاءِ.
ڪاڪ نہ لڳي ڪَس مون، سويلَ تنهنجي ساءِ.
سويا سَتاري ڪري، پيرَ اڱَڻ مون پاءِ.
درد مَندن جون دانهڙيون، والِيءَ لَڱِ ورناءِ.
سوالَ ”سچوءَ“ جا سپُرين، تون لالَن دل سان لاءِ.

## ڪافي ٣

مينڌرا، آءُ ميان، هِت وينـي ڪانگَ اُڏايان!

تو سارِيندي سُپرين، هِت سويا ساهُ ڏيان.
راڻا رتِي راز جِي، ڪا جا آهي هِيان.
ڪامِلَ ڪَنڌيءَ ڪاڪ جي، آءُ جانِي ڪيئن جِيان.
شال اوهان جو اَڱتي، "سچو" نِيهُن نِيان.

## ڪافي ۴

راڻي سندو رازُ، مون سان ڪيڏوئِي آهي!

ڪاڪيون آڏو ڪانڌ جي، نڻو وڻي نازُ.
بانهان بانهِن جان بَڌي، ڪَرڻ نِت نيازُ.
هي هي آهي حُسن جو، ماريُون، غَمُ غمازُ.
"سچو" پِريائِڻُ پِرينءَ جو، آهي ساڻُ ايلازُ.

## ڪافي ۵

مون کي تنهنجي سارَ سنيار، وو،
چڏ رساما تون، آءُ منهنجا يارَ، وي!

ڏوهُ نـ ڪوئِي تو ڏيان، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
سِڪَ سوراخان مون ڪيا، هِينئڙي مَنجهہِ هزارَ.
موٽُ مَران تي مينڌرا، بِرهِي چاڙهيئي بارَ.
وينـي ڪري ڪاڪ ۾، هيءَ ويچاري ويچارَ.
"سچو" سي ئِي اَئِيا، جي دلَ گهُريا دلدارَ.

## ڪافي ٦

منهنجو سوڍلَ سارئِي ساهه وو،
راڻا رُسامَن سان مارئِي!

ويٺِي ڪَڙهان ڪاڪِ تي، آڻيندوءِ الله.
هِن مُئِيءَ جو مينڌرا، تو کي ڪيهو پَرواهُ.
سندو آچڻ تانهنجي، روز نهاريان راهُ.
گهَڙِي اوهان جِي تِي گهُران، چت اوهان جو چاهُ.
مِهر مَتِو تو ناهِ ڪو، جيڪُس منهنجو بَخت سياهُ.
ڪوڏئون قُرباني ڪري، ”سچو“ ساهُ پَسَاهُ.

## ڪافي ٧

پئِي پيش پريٖنءَ کي پاڻَ،
آءُ چونديَس هَلِي حالُ هي!

تو تَوُن آهي مينڌرا، ڪاڪ ساري قُربان.
دل کي ديوانو ڪيو، ٻهڳڻ تنهنجي ٻاڻَ.
ناميان ڏِسِج ننگَ ڏي، آءُ تا تِيَس آچاڻَ.
آندم هيٺِ عتابَ جي، مون کي پنهنجيءَ چاڻَ.
”سچوءَ“ سَنَدي ساهَ کي، تانگهه ايذاهِين تاڻَ.

## ڪافي ٨

مون کي ڪانڌَ بنا هيءَ ڪاڪ،
ڪوڙي آهي، نِي وو، ڪاڪيون!

سوڍلَ ٻاجهون سرتيون، هيءَ مَري تي مُشتاق.
منهنجو ساهه سُڌير تئي، اَچي جي اوطاق.
سَقَري آهي سونَ کَوُن، خاصِي يَٽَ جِي خاڪ.
سُڌ اچِي لَهہُ تَنهن جِي، جا چُور ڪَئِي چوطاق.
وِجهي ويچاريءَ ويو، آديون ڙي اولاڪ.
تَنُ ”سچوءَ“ جو عِشق اوهان جي، چِيري ڪَيَڙو چاڪ.

## ڪافي ٩

آءُ تا ڏيهاڙيون زارو زارُ، ساريو روئان تي هت ڳالهڙيون،
گهٽيون گهٽيون!

ڪڏهن هنئڙوَ سپرين، پا چياٽيءَ سان پيارُ.
ڪاملَ آهيان ڪاڪ ڪوُن، تو بنا بيزارُ.
ايندو هئين اَڌ رات جو، ڪاهي ڪَرهُ سوارُ.
ماري مون کي مينڌرا، وَلها هيءَ ويچارُ.
وَسي تنهنجي ورهَ جو، بادل هت بسيارُ.
ڏِسي وڏ وڙائي تانهنجي، هو ڏکيءَ کي ڏهڪارُ.
"سچو" سگ اوهان جو، تهن ڏي نينهَ ڪٹو نروارُ.

## ڪافي ١٠

وَلها وريِ آءُ،
مون ڪوُن موٺُ نہ مينڌرا!

ميان مون سان نہ مَتين، سويل بسائين ساءُ.
رکي شريڪت شانِ سان، هيءَ ڪميٽي ڪاءُ.
هو جو آچي پٹ ڏنهُن، وٺي اُهو مون واءُ.
هَي هَي هِن جي حالَ جو، لَهہ ُسائينءَ لگِ سَماءُ.
"سچو" ڪندا سي سگهڙو، پاڻوُن جاٹي پَرچاءُ.

## ڪافي ١١

اَڙِي جيڏيُون منهنجِوجيئڙو، وٺيو سَجَڻ وجي!

چَرخي مُنا تاڙيون، پينَر سَيڪائي پَجي.
درد منديءَ جي دل اهائِي، مَت نہ ڪَنهنجَڙي مَجي.
طَرف تُنهنجي يارَ "سَچُو" ري، سوز نہ پنهنجڙو سَجي.

# داستان پيو

١

ڪاڪِ پُڇندا ڪاپڙي، ويا آڏو ڀَنڊ:
وڃي رسيا اُنَ هَنڌ، جت "مون تون" آهي ڪانڪا.

٢

ڪاڪ پُڇندا ڪاپڙي، وڏيءَ ويلَ وِيا:
لُڏاڻون لَنگهي ڪري، ڪنهن پَرئين پَنڌ پيا:
اُتي تاڪِ ٿِيا، جِتي "مون ٿون" هَنڌنهن ناهِ ڪا.

٣

لَنگهيا لُڏاڻو، آئون ڪاڪِ چِڏياٿون پوءِ تي:
تاتي وڃي رَسيا، جاتي مومَل نہ راڻو:
نَڪا مَسجد تَڪيو، اَت نَڪو تِڪاڻو،
تاتي ٿِيَن تاڻو، جِتي "مُون تُون" ناهِ ڪا.

٤

ڪاڪِ لُڏاڻو لَنگهيا، آج لاهوتِي لال:
اوري هَنڌ نہ اَتِڪيا، ٿِيا پرئين خيالَ:
حدون پَڇي هليا، جن ڪي حَد پَڇائي حالَ،
تن سُرت نہ ڪا سَنيال، وڃي ويجها ٿيا وصالَ ڪي.

٥

ڪاڪِ نہ ويا ڪاپڙي، نَڪي لُڏاڻي:
نَڪِي ڀريا ڀَتَ تي، جِتي رنگ رڪيو راڻي:
اُهي مِڙئي نابود ٿيا، تَن سامِن ساماڻي:
تاڪِ ٿيا تاڻي، جاتي "مون تون" ناه ڪا.

٦

هيءَ ڏوهارڻ ڏاهِ، تون پوليو ساري پٽَ جو؛
ڪامِلَ تِڪو ڪاڪِ تي، چڙهِي ڪر هَلُ ڪاهِ؛
ڪاٿيون ڪَنديُون ڪاڪِ جِيون، پِي لَڳِي باغَن باهه؛
اِهو مُون تَوَن مِهٽو لاهِ، ڪا مِهر پَويئِي مينترا.

٧

چڳِي ڳالهہ چَوانءِ، ساسُڻ مَيَان مينترا:
"آءٌ تنهنجڙِي آهيان، تون منهنجَڙو آنءِ،
"هيءَ نِڌر تنهنجي نانءِ، آهي وڪاڻِي وَلها."

٨

ولها وڪاڻِي، آءٌ درِ تنهنجي آهِيان؛
تُنهنجي ڏسَ ڏهاڳَ ڪئي، هيءَ نامِيا نماڻِي؛
هيءَ مَرئِي تي هاڻِي، تنهن مُنهن ڏيکارج مينڌرا.

٩

مومَلَ ماڻڻ هليا، ڪاپڙِي ڪَل دارَ؛
وِچ ۾ آتش دودَ جا، آيَن بُهت بُخارَ؛
ڪي سَڙِيا تنهن سوزان ۾، ڪي نَر چَليا نِروارَ؛
ماڙِي ڏسي پَنِيلِيا، خود ڳوُئن خَبردارَ؛
ڪي ويا ماڙِيءَ ڳوُئن نِڪري، پرت نہ جِت پَچارَ؛
نَڪا صورتَ اُتهين، نڪا تارَ تنوارَ؛
نَڪو ڏسڻ وار هو، نڪا سُرتِ سَنيارَ؛
تَن تي چَڙهِي آئيا، بيخُوديءَ جا بارَ؛
ڪين ڏٺائون ڪاٿهين، روءِ نَڪا رُخسارَ؛
"الآنَ ڪَمَا ڪَانَ" تَحقِيقاً تَڪرارَ؛
لَتا شورَ شُمار، هَمَه تا حَقُ تيو.

## ڪافي ١

تو ڏي هيَن ڪا تياري،

اِجهي اَڄُ سي اِيندِي، ميان!

رکج وڏو آسرو، جي تون محبت ماري،
اُهي نال تہ نيندِي، ميان.
آچي اڱڻ تانهنجي، ڏيندِي سي دلداري،
سَنوان طالِع ٿيندِي، ميان.
وٺي گهڻي يارَ کي، زور نہ زيادہ زاري،
وري پوءِ نہ ويندِي، ميان.
آهي هَٿِ حَبيب جي، ڳالهہ "سچوءَ" جِي ساري،
ڏايا ڏاڻ سي ڏيندِي، ميان.

## ڪافي ٢

هيڏي آچَڻ جِي آهہ، ڙي، پانڌي يارَ پريِنءَ ڪي!

پريان رِيءَ پَرديسَ ۾، آهي اَسان سان هاءِ هاءِ، ڙي.
وِهَڻ ڪارَڻ يار سَڄَڻ جي، چِت ۾ جوڙيَم جاءِ، ڙي.
پوتيون هت پٽايان، لَڱين لالن لاءِ، ڙي.
سڪ سَڄَڻ جي ساهَ ۾، ساٽِي تا نہ سَماءِ ڙي.
سالَ "سچوءَ" کي آهي ٿي، دوسن جِي واءِ واءِ، ڙي.

## ڪافي ٣

رويو حالُ چوان، الا! جي اُونِي آيَم اوڏاهون!

پايو پانڌُ ڳچيءَ ۾، آءٌ پيرين تَن پَوان.
سَرتيون اِنهيءَ سوزَ جِي، ناهي سُڌ اوهان.
سُڪن مَتي ڪينڪِي، آءٌ مَتيان سورَ سَنوان.
سَجَڻ سَجَڻ ٿي ڪريان، پيون لاتيون ڪِين لَوان.
جوشَ تَنهن جا جان ۾، مون ڪي آهِن نِتُ نَوان.
"سچو" اڪڙين مان ٿِيا، ريلا رتَ روان.

## ڪافي ۴

پِرين مُنهنجي اڱڻ، الله توکي آڻيندو!

اَچڻ سَندي اُن جي ٿيندئون واڌايون، مبارڪَ جَڳُ ڏيندو.
وري وسائج پنهنجِيون جايون، ٿورو مون تي لڪَ ٿيندو.
پَلو پنهنجا هٿڙا ڪري پلايون، لِڱين مون لائيندو.
خَبران ڪِيئن جون اسان ڏسي آيون، توکي پِرين ساڻ نِيندو.
ويو فِراق فَنا ٿي وصلَ ٿيون وايون، "سچو" نانوَ سَڏيندو.

## ڪافي ۵

آئين سو ڳالهه سُڻائين،
وَنهيا ڪانڪَل، تون پِلي آئين!

خط جو آندوئِي يارَ سَجَڻ ڏهون، هِلي سو نال پَڙهيائين.
آءٌ نہ جوڙيئين جاءِ اڪين ۾، آچ اوڏاهون آئين.
سِگهڙو سِگهڙو آءٌ اسان ڏنهُن، ڏينهن گهٽا چو لائين.
آچو آچو تون چو نہ آچين ٿو، محرم راز رلائين.
نانوَ الله جي يارَ "سچوءَ" ڪي، محبن ساڻ مِلائين.

## ڪافي ٦

وعدو ڪيئن وساريُوَ،
ڀَلا سائين، ڪيئي ڳالهيون ڳالهيون!

اَسان نماڻن سان يارَ پيارا، ڪو ڏينهن مانَ گذاريُوَ.
ڏکَ ڏيئي وئين اڳي ڪُونڻ اڳرا، وري نہ پوءِ نهاريُوَ.
هيڏانهُن هوڏنهن ڇني اسان کي، پنهنجيءَ ڪَڌَ قطاريُو.
اَتڻ چَرخو ويئي چوريُم، ڏيئي سو عِشق اُڌاريُوَ.
سڀ ڪنهن ساعت سانول سائِين، "سچوءَ"هِت سَنڀاريُوَ.

## ڪافي ٧

جو تون پير پَري آئين،
تنهنجي ٿوري هڪ نَٿِي پُڄان... الا، ميان!

عاشقَ هِتي لکين هزارين، لئون اسان تو لائين.
عَيب اَسان ۾ آهن اَپارين، اِهي ڀَلا ڪيو تو پائين.
ڏوهَ ڏنگايُون ڏسي اسان جون، چِتُ نہ اسان تَوُن چائين.
راتو ڏينهان يارَ اوهان جا، ڳُڻُ "سَچُو" تو ڳائين.

## ڪافي ٨

اَڙي اَلو اَلو، رانولَ آيو راجَ ۾!

ويَڙا سورَ سنئو ڪري، اَڄُ پينَر ٿِيَڙم پَلو.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ساعت ڪنهن نہ سَلو.
ڳالهہ نہ ڪريو ڪا ٻِي، هاريون اوهين هَلو.
ڏهاڙي ڏسڻ ڪوُن، وارُ نہ پَوندو وَلو.
اَصل آهي انهن سان، روحَ منهنجي جو رَلو.
"سچو" گڏيو سَڄڻِ، ڪَرَن لَڳو ڪَلو.

# جهولڻو

جاني آءُ ڙي جاني ، ميان،
آءُ تا روز پڇان ٿي پانڌيئن.

تنهنجي اچڻ ڪاڻ هت، پوٿيون ٿي پٽايان،
سُنجهي صبح سَرتيون، ٿي پانڌي پڇايان،
ڏاها تنهنجي ڏيهہَ ڏي، ٿي ڪانگلَ اڏايان.

پرين ڻُنهنجي پارَ ڏنهن اچي قاصد جي ڪوئِي،
حالُ سڻايان پانهنجو تَنهن رهبَر کي روئِي،
جانِي جال اسان جي هاڻي هجر ۾ هوئِي.

دلبَرَ تنهنجي ديس ڏي ٿِي ڏسان ڏيهاڙيون،
نانءُ تنهنجو سُپرين آسين وَس نہ وساريون،
ڳچيءَ پائي ڪپڙو زور ڪريان ٿي زارِيون.

اُٿي وينِي اوتيان آءُ پنبڻين مان پاڻي،
اچي ڏِسج سپرين تون حال منهنجو هاڻي،
درد مَنديءَ جي دل ۾، تنهنجي سِڪَ تا سماڻِي.

تاڪَين سَجَڻ تانهنجِي هينڙي حيراني،
ڏيئِي ڏکيءَ کي وئين تون نيهن تہ نِشاني،
سدا "سچو" آهي،ميان، تُنهنجي ڳچيءَ ۾ ڳانِي.

# سنڌي پورب

١

گَنگا ڪانءُ گَنُڌرُ، آهي ڪنِين ڪاپَڙِينِ جو؛
ڪڏهن لوڪ نہ لَڌيا، سدا تَن سَفَرُ؛
آهي نامُ مَشَرُ، اُنهن اڌوتِين جو.

٢

جوڳِي آهن جي، گوش گنگا ڏي تَن جو؛
آهِن ڪوڏيا ڪاتَ جا، پُڻ ڪاپَڙِي ڪي؛
سِرُ سنباهِن سي، جنين ناتو ناٿَ سان.

٣

جوڳِي جاَل ڏنامَ، پر ڪو ڪبو لَيِي ڪاپڙِي؛
هي ويهي وسيِن ۾ ويا، هنو نہ لوڪِ لَڌيامَ؛
تنين ڪاڻ ٿِيام، هَي هَي هِهڙا حالَڙا.

٤

جوڳِي جالَ بُجهَن، پر ڪو نہ لهان ڪو ڪاپڙِي؛
تن ڳُٽن پَريَن جِيون ڳالهڙيون، ٿيون ”سچل“ ساهَ سُجهَن؛
لوڪِ نہ بئي لُجهنِ، بِگَر نالي ناٿَ جي.

٥

جوڳن اوري جُوءِ، جي لوڪان لعل لِڪي ويا؛
لاهوتِي لنگهي وڃِي، حُر پيا ۾ هُبوءِ؛
راسِخَ روبروءِ، وڃِي نامِيا ٿيڙا ناٿَ جي.

---

* مرتب پاران ”بيت سنڌي پورب جا“ جي عنوان هيٺ آيل ڪلام ۾ بيتن سان گڏ ڪافيون پڻ شامل هيون، جڏهن تہ عنوان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ هن عنوان هيٺ ڪلام ۾ صرف بيت ئي ڏنل آهن، ان ڪري باقي سُرن وانگر هِت بيتن ۽ ڪافين سان ”سنڌي پورب“ عنوان ڏهڪي اچي ٿو.

٦

جوڳِي آهِن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هني مِڻ مِڻ ڪَنِ مَٿِيَن سين، هو ڪڙا متي خيالَ؛
سي لانگوتيا لالَ، پينـَر پاڳِ ملن مُون.

٧

لوڪين لاهوتِي، ڪنهين پَر نہ پِرِپِيا؛
سي پنهنجو رکِي پور ويا سالِڪَ ثابوتِي؛
اُهي اڏيءَ آڏوُتِي، نانگا ويَڙم نِڪري.

٨

ڪري لنگهيا لوڪَ موُن، لاهوتِي لوڙا؛
گهوڙا ڙي گهوڙا، جو مون من مستانو ٿيو.

٩

پُورب چَڏي پوءِ، آڏوتِي اَڳي تيا؛
ويا اُڪنديا اڳنان، نہ ڪنهن لَڙيا لوءِ؛
رِجائي رتُ روءِ، ويني واتَڙيَن تي.

١٠

جوڳي جالَوَن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هو هَلي ويَڙا حالَ ۾، هي قابو متي قالَ؛
هَي هَي مُنهنجي حالَ، جو حالُ نہ پيو هَٿِ مُون.

١١

جوڳن هِت جايون، جي هُنَ لوءِ لِڪي ويا؛
تپش تيش تَن ڪي، وجَن لاهوتِي لايُون؛
ووءِ ووءِ واتِ وِجهي ويا، ويَراڳي وائُون؛
آڏوتِن آيُون، خَبران ڪاتِي ڪُسَڻ جِيون.

١٢

جوڳن آهه نه جنگ، هِن سُلوڪي سيءَ سان؛
جيجان هن جهانَ ۾، هِن طُريلا تَنگ؛
ڪنهن جي رتا رنگ، ماڻڪ مُنهن مَشعلان.

١٣

لاهوتي هِنَ لوءِ، آيلِ آهن اڄُ پِيءِ؛
ووءِ ووءِ اجان پَوندي، پوربيَن جي پوءِ؛
اِنِ ڪاپَڙيَن کي ڪوءِ، سَڳَر مَنجهه صبَحي ڪري.

١٤

لاهوتي مَون لوڪَ، تورا ڪري لنگهيا؛
سدا سامِيَڙن تي، محبتَ وسي موڪ؛
سي زائر منجهوُن ذوقَ، ڪَنڌُ ڏيَن تا ڪاتَ تي.

١٥

ڪاپَڙي مون ڪالهه، اجان ڏٺا ڏيهَ ۾؛
هَي هَي منهنجي حالَ، جو ساڻن ٿِيَسِ نه سنگتِي.

١٦

هُو جي ڏٺا ڏيهِ، ڪالهه اَجان مون ڪاپَڙي؛
سي اَڄُ لنگهيا لوءِ مَون، دانَهه چڱي ڏيهه؛
هاريُون هُوءِ هڏيهِ، موتَن ڪِين مَڪانَ تي.

١٧

پُورب پَنڌُ نه آهه، ڪڏهن ڪاپڙيَن کي؛
جِت ماڻهن ميڙاڪو ٿئي، سا جُوني جوڳين جاءِ؛
سامِي سِرَ سواءِ، سودو ڪن نه ڪو بيو.

١٨

پُورب آهه نه پَنڌ، ڪڏنهن ڪاپَڙيَن کي؛
سي ڏيندا ويراڳي وجِي، ڪاتَنِ مٿي ڪَنڌُ؛
هوءِ سَندنِ هَنڌُ، جو لَڙ ڳڏجي لَعل ٿِيا.

١٩

پُورب رکِي پيرُ، ڪَن پُڄِ پَراهيـن پنڌَ جِي؛
ٻيو ڪو وجي اتهِيـن ڪاپَڙين ريءَ ڪيرُ؛
جنهن کي قِڪَلُ نہ قيرُ، ڪنڌُ ڏيندو سو ڪاتَ تي.

٢٠

پُورب پنڌ نہ ڪن، ڪنهيـن ويلي ڪاپَڙي؛
ڪوڙِ ڪَپائـڻ ڪنڌَ جو، توڙؤن آهـي تَـن؛
"سچـل" سـدا سـامهـون، آڏي آڏوتَـن؛
سـي وجِـي ڪاتِ ڏينِ، گـَردنون ڪـنـيو عنار ۾.

٢١

جـاڏي پُـورب پـنـڌ، تـاڏي آءٌ نہ وڃٽـو؛
هـي هِـنـن جوِ هـنـڌ، منهـنجـو هـنـڌُ هِنگـلاج ۾.

٢٢

پُورب پُڇيائون، پَـر پيرُ رکيائون پَـرنـان؛
اوريان پَريان پنڌڙا، سي لَـس لنگهيائـون؛
اِئـين اُنيـائـون، تہ گـُـرَ آسـيـن نـہ گـڏيـا.

٢٣

پُورب ڪبانءُ پـري، نـانگـنِ نظـر آهہ تـا؛
نِگهہ وجهن ناڻَ تي، پـريَـون پيـر پَري؛
مَنجهـؤن ذوقَ ذري، گـُـرَ گـَـڏيا وجِـي گودڙيا.

٢٤

پُورب پَـيـر ڏرن، ڪَن وِچَٽَ پارهيـنُ پنڌ
تي؛ قدم رکي ڪاتَ تي، ڪنـڌُ قربان ڪَرن؛
ڪوڏؤن ڪاپَـڙن، "سچل" سِرِ صدقي ڪيو.

٢٥

متي ڪاتَ قَدمُ، ڪاڪيون ڪاپَڙيَن جو؛
سنسو ميٺي سروپ ۾، ”سچل“ ٿيا سي سَمُ؛
سدا ساميڙن جو، دَمامين سان دَمُ؛
آديسي عَدمُ، ٿيا نالي آندر ناٿَ جي.

٢٦

ويا هَنَوَن ويهي، اجا ڪالهہ ڪالهوٽي ڪاپڙي؛
آيل آدوتن جي، ڳالهہ ڪريان ڪيهي؛
”سچل“ ساري سڪ مان، گاروڙي گيهي؛
پُوربَ ۾ پيهي، وجي واصِل ٿيا وصالَ ڪي.

٢٧

هَي هَي ڪالهہ هِتاءِ، اَجان لاهوتي لنگهيا؛
ڪونَ وجَڻ جو مون ڏنو، ساميَڙنِ سَماءِ؛
تا ڪو يَوي پِرياءِ، مَن لاهوتِن جو لوءِ موَن.

٢٨

ويا لاهوتي لالَ، لورا ڪري لوءِ مَوَن؛
ڳالهہ نہ ڳَرهَڻ جَهڙي، مگر مُنهن مَشعال؛
هَي هَي هِهڙي حالَ، ساريون سي سَڌَ مَران.

٢٩

جو پَنڌ جوڳيڙن جو، سو آدوتن آجاءِ؛
گنگا ۽ گرنار ڏي، جوڳن پَنڌ جُڳاءِ؛
پنڌ اُنهين کوَن پَرنان، آدوتن کي آءِ؛
تان تان تِين نہ جاءِ، جان جان ريجهَنِ نہ رامَ سان.

٣٠

ڪوڙين قربانِي، آءٌ تا ڪاپَڙيَن تَوَن؛
ڏيئي ويا جي ڏيل ڪي، هَي هَيَ حيرانِي؛
ماريون مِهمانِي، آءٌ تا سِرُ ڪَريندَيس صَدقو.

٣١

ڪري لورا لنگهيا، هَي آڏوتي اَجُ،
مون هَئون اَمان پَج، جو آءٌ بہ ويندَيس اَن سين.

## ڪافي ١

آءُ ڪوڙين ٿيان قربان، جوڳيڙن جي جات تَوَن!

ڪاڪيون ڪاپَڙيَن جو، ڏايو آهي مون آرمان.
آيل آڏوتِن جو، آهي گنگا ۾ گذران.
نانگن سَندي ڳالهڙي، هِت پُورب ۾ پَروان.
"سچو" ناٿ نِهارين چوتو، بئي هنڌِ ٿي ٿون مِهمان.

## ڪافي ٢

ساڳي مون تا سچاتو،
اُهو جيڏيون يار منهنجو!

اصل لاڪَوَن آهي انهيءَ سان، هن نماڻيءَ جو ناتو.
تہ ڪو ٿِي ڪَري جوڳي اِيندم، چاڻُ نہ هِيئن مُون چاتو.
ڏسِي صورتَ ساري سُهِڻي، عشق اُنهيءَ سان مون لاتو.
هيءَ نماڻي عيبَنِ هاڻِي، پيچ پاڙهي تَن پاتو.
سَهَوَ "سچو" ري ڏسي آسان جي، چِتُ نہ دلبر چاتو.

## ڪافي ٣

جِيجان زلفن واري،
اُنهيءَ سامِيءَ مَن موهيو!

باهہ بِره جِي آندر آسانِ جي، ويو سو بَهڳَڻ باري.
هِجر فراق پِيِي وو يار اسان کي، ڪُوڪان ٿو هِت ڪاري.
جوڳي ڪيَڙوُ جيءُ اسان جو، مونجهہ اهو ٿو ماري.
آچڻ سنديون يار اوهان جون، "سچو" واٽان نِت نِهاري.

## ڪافي ۴

ماري ويو ڪالهہ رات،
سونهن پريو سو تا ساميڙو!

راتو ڏينهان روح ڪي، طَلبَ تَنهن جي تات.
ڪينَ سُڃاتم سرتيون، تا ڪهڙي آهي ذات.
سور نہ جهلڻ جهڙو، هاريون ڙي هيهات.
اَنئي پهر تنهن جِي وائِي، ”سَچوءَ“ ڪي آهي وات.

## ڪافي ۵

جو هوم ورونهن وارو،
جيجاڻ ڳڏيم سو تا جوڳيڙو!

اَڳِينءَ پوئِينءَ ڳالهہ جو، خيالُ سَليائين سارو.
سُورن جي سوغات سان، آيو اوڏانهُن وڻجارو.
پَسڻ سان پيدا ٿيو، سيني مَنجهہ ستارو.
صورتَ تنهن جِي سڦِري، مَشعل مُنهن موچارو.
جُڙِي وينو جان ۾، بِرهہ اُنهيءَ جو بارو.
آهي ”سچوءَ“ جو سرتيون، اِهو اڪين جو اُجارو.

## ڪافي ٦

ڪهڙي ڳالِهيوُن يارَ، ڪِيتُئِي بيراڳِي اسان کي!

درد مِنديءَ جي دل تي، باري چاڙهيئي بار.
اَصل کَون آرام وڃايا، جانِي تنهنجي جار.
مون کي يار جدائيءَ ماريو، آءٌ روئان زارو زار.
ڪيئِي داناءَ ديوانا ڪِيَڙا، تنهنجي حُسنن هزار.
غمزي ساڻُ غلام ڪياسي، ”سَچو“ ري سردار.

## ڪافي ٧

هَي هَي هِن حالَ ۾ وي،
سَگِر تيس نہ سامِيڙن جي!

منهنجو آهي ڪم ڪاپڙين ۾، نا تہ جوڳي آهن جال.
ويمَ ويساهي نڪري، اُهي رات لانگوٽيا لالَ.
ڳوليان قوليان واتـڙين تي، جي ڪُهي ويڙم ڪالهہ.
ڪاتَ اُتي ڪَنڌ آڻ ڪَپاوڻ، لاهي جيءَ جنجالَ.
منجهہ گوداوريءَ من گڏجن، جن جا خواب خيالَ.
راتو ڏينهان آهي هوتن جي، ”سچو“ ساهَ سنڀالَ.

## ڪافي ٨

اَڏر پَکيڙا پار پرينءَ جي،خبر مون آڻي ڏئين، لا!

ڪِين ڏنئِي سي سُپرين، وات تا ڪنهن بِيءَ وئين.
پاڙي ويهي پرين جي، وجِي تون واقف ٿِئين.
سُڌ سيائِي مون ڏئين، جڏهن پاڻِي اَکين جو پِئين.
سوز ”سچوءَ جو پاڻَ سان، ادا ڙي نازڪ نِئين.

## ڪافي ٩

عاشِقُ ڪِيتُئِي اُداسِي، وهواه ڳالهہ خاصِي!

روز ازل ڪوَن لوَن لوَن منهنجي، واءَ ورهَ جي واسِي.
دلِڙي اسان جي سُهٽا سائين، پهريون ڪِئِي پياسِي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، باسَ اِها اُسان باسِي.
بيخوديءَ مون باغ بهاران، خوديءَ ڪانءَ خلاصِي.
بِره آنجي ڪيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سنياسِي.

# سارنگ

## داستان پهريون

١

مون ۾ آهين تون، تون ۾ آهيان مان؛
بجلي بادل سان، آهي جيئن سپرم.

٢

سارنگ سندا سانگ، سرتيون سانڻ آئيون؛
ڦيريو راڳن ٿانگ، وڇن ويس وَس ڪيا.

٣

پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونيار،
وڇن ۽ وَڇڻ سان، چڙهن تا چوڌار؛
اُپي ڪي آئيندي، لڏئون سنڌڙيءَ سار؛
ساوا ٿيا سنگهار، مولي سنديءَ مهر سان.

٤

مولي سنديءَ مهر سان، ساوا ٿيا سنگهار؛
ڏَلهي چڙهيو ڏٿ سان، ڏوٿيين ڏيار؛
ترايون تجل جون، ٿيون تارون تار؛
سَو راهين سنوارَ، صاحب سڻائي ڪئي.

۵

ٻَـهـ ٻَهـ ڪـنـدا آيـا، ٻيهـر ٻَـڪَروالَ؛
ڪـڪـرن جي ڪڙڪاٽَ ڪان، ويا ٿـهِـي مالَ؛
آهُـن ۾ اچِـي پَئِـي، چونـگـن سـنــدي چالَ؛
منــدائـتــي منـدل ڪـيـا، جـر آئـا جالَ؛
پَـلـر سـان پُسِـي پـيـا، پنهـوارن پَلالَ؛
جهَرِي پيون جهـوپيـون، جهـانـگيڙن آجهَالَ؛
نَـنـگـو ڪَـج نـ نِـڌر ڪـي، نِمـاڻـن نَـنـگ پـالَ!
جَنِ جا هِـهڙا حالَ، تـن پَـرور پَت رکـيـج تــون!

٦

مِـهـرَ سَـنـدا مِينهَـن، شـاهـ وسـائِين شَـلَ!
جهَـريَـلَ منـهـنجي جهوپـِـڙي، بنا جهَـلي جهـلَ؛
ڪاهِـلِ تي ڪَـهَـلَ، ڪندين شالَ ڪريمَ تُون!

٧

وِجُــن وِڪَ وَڏائِـــي، وَسَـڻَ وَسُ ڪـيــو؛
وَجَــڻ واچـا واه ڪـيـا، پَلـَـر پـوءِ پَلِٽيو،
”سَچا“ سـائـو ٿِـيـو، سـيـڪـو سـارنــگ آئـي.

٨

نازڪ سندو نِينهُـن، آهـي اِئـين جيـڏيـون؛
پنـهـنجي رائِي ريـج ڪَري، جيئـن ساوڻ مِينهُن؛
راز رکي ٿـو ريـهُـن، مَـن ۾ محـبـوبـيءَ جـو.

٩

راتـاڪـو ريهـُن سـان، رِڻَ ڪـيـائـين ريـجَ؛
پَـتَـن مـٿان پَـلـٽِيون، هِـيـرون مَنجهان هـيـجَ؛
بَرن ۾ بـهـارَ ڪـئِـي، گـلـزاريءَ جـي گـيـجَ؛
”سَچل“ سـارنـگ سـيجَ، سونهين ساوڪ وِچَ ۾.

١٠

سارنگَ رنگَ ڪيا، پوياڙيءَ پَٽَن تي؛
ٻَڪَر ٻاٻَاڻن جا، پَلَر پِي پيا؛
ڏيهان ڏرت ويا، موليٰ سنڌيءَ مِهرَ سان.

١١

عالم کي آگاهه، سارنگ ڪندو آئيو؛
ڳُڙَ جيئن گوڙيون ڪَري، ڪاهيون آچي ڪاهه؛
وايوءَ سان وارا ڪري، ٿاهيو آچي ٿاهه؛
وَسايائِين وڏَ ڦڙو، واڻن تي واهه واهه؛
گلزاريون ۽ گاهه، پَٽَن تي پدرا ٿيا.

١٢

اَڄ پڻ پُورَبَ پارَ ڏي، ڪَڪَر ڪَڪوريا؛
سارنگَ سُرَ سُرائتا، ساجهُري سوريا؛
سُر منڊل ۽ سارنگيون، چَنگ چگا چوريا؛
آيَ آتي اوريا، طَبَلَ تارون تيج سان.

١٣

وسِي پيو وڏَ ڦڙو، پِنيون پِٽَ پـَريون؛
پَتاريون پِٽَن تان، وٿاڻين وريون؛
کِيرن جون ڪَريون، چاڏيين ڏنئون چاهه مان.

١٤

چاڏيين ڏنئون چاهَ مان، کيرن جون ڪَريون؛
وهائيندِيون سي آئيون، ٿَڻن مان ٽريون؛
پَتاريون پريون، آيون وسائي وڏَ ڦڙا.

١٥

والي وسائيج، دردمنديءَ جو ديس،
پِرين مون پرديس، اِنِي اِيندم اوڏڙا!

١٦

مُندون موتِي آئيون، جهَڙ جهجها جوتيون؛
پَلرَ ساڻ پُر تيا، پوئنا ۽ پوئيون؛
پَسِي مِينهن مهر جا، ميهيُون اڄ موتيون؛
چَريو اچن چوتيون، وٿاڻين ولر کيو.

١٧

والي وري تون، وطن تي وسَ کرين؛
مِينهن وسندي مون، سجڻ ساريم سُپرين!

١٨

ديسا ديس وسِي پيا، رحمتَ جا درياه؛
گلزاريون ۽ گاه، پوئن تي پترا تيا.

١٩

سارنگ سعي ۾ آئِي، "سچل" سستِي چڏ؛
متان ايندءِ اوچتو، هاڻ نه مُڙندءِ هَڏِ؛
اجهاپِي کا آڏ، وسَڻ کان اڳي وجِي.

٢٠

سارنگ سارِي رات، رڻن متي ريچ کيا؛
پَکن پرڙا سوئيا، پره ڦٽيءَ پرِيات؛
پَنَن تي پترا تيا، کَلَ قُلَ پاتون پاتِ؛
وائِي سپ کنهن وات، "سچل" سارنگ سات جِي.

٢١

سارنگ صبح آئيو، گوڙيون کري گاجَ؛
هاري هَليا هاجَ، کُڙمين هَر کُلهي کيا.

٢٢

پينر نا پانئيو، تہ بوندنِ کَئي آ بَس؛
اِجهوڙِي آئيو، ورِي ويتر وترو.

٢٣

اکين آب وهائيو، سرتيون ساري راتِ؛
وهائِن وڏ ڦڙو، پرچن نا پرپاتِ؛
پينر کان بَرساتِ، اکين اوتڻ سکيو.

٢٤

هڪ وسَڻ پيو وچَڻ، تيون لَهي پيو سِيءُ؛
جهوري وڏئين جهوپيون، چَن وڏائين چِيءُ؛
رنُن جو رنُن ۾، واهَ وسيلو تِيءُ؛
حال جنين جو هيءُ، تَن پَرور رک پناهَ ۾!

٢٥

اَول آنڌي آئِي، پويان جهڙ جهَجهو؛
نڪو اولو آسرو، نڪو اوٽَ آجهو؛
ڏهيلين ڏجهو، تَن پرورَ رک پناهَ ۾!

٢٦

اَول آنڌي آئِي، پويان تي بِرساتِ؛
رعد جي رڙين ۾، پيٽي نہ هئِي باتِ؛
ويچارين ورن جي، وائِي هُيَڙي واتِ؛
مٿان وسَڻ هينان چِڪڻ، سيءُ مُيون سِپ رات؛
پِرهہ ڦٽي پرِيات، ڪٽڪان ڪانڌين گَڏيون.

٢٧

اَڄ پوربَ پار ڏي، ڪَڪَرن ڪيِيا ڪوڙَ؛
صبح ويل سويلَ جو، سارنگ لاتِي سوڙَ؛
وڄن واڄا واه ڪيا، مينگهہ بَڌا اَڄُ موڙ؛
لوڪان لاتِي لوڙَ، مولَيٰ پنهنجي مهر سان.

٢٨

اُتَـرَان اوري، بـادل بَـرسِـي آئِـيا؛
سُـرَ سُريلا سـوز جا، سارنگ تـو سـوري؛
گهـوري مـان گهوري، اجهـو اڳڻ آئِـيا.

٢٩

اتـران اوري، ڪـئِـي چمڪـٽي چَمڪـات؛
اُتـان ڪـيـائـين اوچـتِـي، لس بـيـلـي تي لاٿَ؛
منـدلَ تيا مَـڪـرانَ تـي، گـوڙن جـا گـڙگـاتَ؛
ڪَـڪَرن مـٿان ڪيچ جي، ڦـڙڪِي ڪـاڏا ڦاٽـا؛
وري ورتـئـون واٽَ، "سـچل" سـائـي سنـڌ جي.

٣٠

سچلَ سـائِـي سنـڌ جِـي، وري ورتـائـون واٽَ؛
جهڙ ڦـڙ جهلي آئِي، جهـڙيـڪـو ڏيئِـي جهاتَ؛
وسِـي پـيـا وڏ ڦـڙا، گـهـيـڙ پـسـائـي گـهـاٽَ؛
لاٿِـي اَج اُسـاٽَ، سـارنـگ سـنـگهـارنَ جِي.

٣١

سـارنـگ آيـو صـبـر ۾، بـونـدن ڪـئِي بَس؛
رنگـا رنـگِـي رسِ، قـزح ڪَـيـي نـيـل تـي.

# هير رانجهو

## داستان پهريون

١

چڏي ملڪيت مال، رانجهو رڻ چڙهي هليو،
قسمت ڪيس ڪنگال، نہ تہ حاڪم هو هزار جو.

٢

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال؛
مسڪينيءَ جو مردَ کي، خطرو نڪو خيال؛
محبت مستانو ڪري، هڙو ڪِيَڙس حال؛
پُڇي جهنگ سيال، حُب نہ تخت هزار جِي.

٣

مالڪ اُنهيءَ مُلڪ جو، رانجهن مان راجو؛
الفت ڪان عطا تيو، ڏکن جو ڏاجو؛
عشق ڪَيم آجو، دنيا جي ڪُلَ دردَ ڪان.

٤

مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آءٌ راجا؛
ڪانِي مون کي قلب ۾، قربَ هئين ڪاجا؛
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هُيَم لوح ۾.

٥

شاهِي هُيم شان، دلبر پنهنجي ديس ۾؛
اُتان آيس اوچتو، ڪڍِي سوون جو سامان؛
چا منجهاروئن چا تِي آيس، اهوئِ اتم آرمان؛
حيرت ۾ حيران، مون کي هِير هِتي ڪيو.

٦

رانجهو هُيس راءِ، مالڪ پنهنجي ملڪ جو؛
اديون عِشق انڌو ڪيو، پَيَرِم ڪين سَماءَ؛
گهورن ڪيَم گهاءُ، هِتِي آچِي هِيَر جي.

٧

آچڻ اوڪو مون هُيو، هاريون آندم هِير؛
پنهنجي لِکِئي پاڻَ کي، پاڙڻ پَئي تقديرَ؛
ڪانه هلي تدبير، قسمت قيدالماءَ سان.

٨

جوڳِيا ويسَ ڍِکِي، لاتم سڀ لباسُ؛
پَٽ پٽيهرَ بافتا، نپٽ ڪيم ناسُ؛
ڪيو نينهن تِراسُ، دنيا جي درد ڪان.

٩

مون کي ماءُ ڪيو، چوچڪ ڌيءُ چريو؛
عقل هوش نيو، منهنجو محبت وارئين.

١٠

چوچڪ ڌيءُ چَريو، مون کي ڪيو ماءُ؛
پَيَرِم ڪونه سماءُ، آيل عشق انڌو ڪيو.

١١

شاهه هزاري هوت کي، محبت کيو ميهارُ؛
عاشقن کي عارُ، کهڙو آهه قريبَ کان.

١٢

مور نہ محبت کان مُڙان، هتي اچي هاڻ؛
ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳئون چاريندس ڳوٺ جون.

١٣

ڳئون چاريندس ڳوٺ جون، ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ؛
اِها روح رهاڻ، مَنَ پِيي ميلي محب سان.

١٤

ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳليين ٽِيس ڳنوارُ؛
مَن مون ملي يارُ، لهَنَ ڏولا ڏيل جا.

١٥

نورنگ ندورو، ڪيڙو وجهان ڪوهَ؛
رانجهو منهنجي روحَ، سدا وسي ٿو سرتيون.

١٦

ڪيڙي نا ميڙي، مولا مون کي جيڏيون؛
جهنگ سچو جهيڙي، تہ بہ رانجهن منهنجي روحَ ۾.

١٧

ڪيڙو وجهان ڪوهِ، نورنگ ندورو؛
دل اٿم ديرو، هزاريءَ جي هوت جو.

١٨

واحدَ شالَ وجهين، چگي چوچڪ چٽ؛
پَرور رکين پتِ، سدا سِڪَ وارئين!

١٩

ريجهي روح رانجهي سان، کيڙو ڪَپَڙتالُ؛
وِڏؤن وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏسُ چنڊالُ؛
مادر مِهڻا ڏئي جهجهآ، جهيڙي جهنگ سيالُ؛
منو مون مِهوالُ، مون کان مور نہ وسري.

٢٠

هَر هَر وينو هِير جي، رانجهو ڏسي راهَ؛
وينو وڃائي وَنجهلِي، چاهون تي چناهَ؛
سانديو وتي ساهَ، "سچل" سور سڄڻ جا.

# ڪافي ١

جـو جـوڳـي زلـفـن وارو،
سو سامِي موڻ تا ڪين سڃاتو!

ڳـَل ڪئي ڪفنِي دست پَهوڙا، مشعَل مُنهن مُوچارو.
انگ ڀـڀوت بنـائـي آيـو، بـيک ڀِڳـي وٺـجـارو.
ڀئي لباسَ ڪو رانـجهـو اِيندو، ڇڏي تخت هـزارو.
سببَ اِنهيءَ ڪُون ڪين سڃاتم، ماريو مُئيءَ لئه وارو.
”سچو“ سڃاتو رانجهـو آهي، جڏهن جمال سَليائين سارو.

# ڪافي ٢

ڄـو اکـڻ ڀـيهـي آج آيـو،
سو سامِي مون تا صحيح سڃاتو!

بيـراڳيءَ جو بيکِ ڪري، تنهن ڪيڏو هنر هلايو!
سَر جهٽائون جوڳِن واريون، تنهن لِڱين بسمو لايو.
مُرليءَ مست آواز اُنـهـيءَ جي، منهـنـجو روح ريـجهـايو.
رانـجهـو تخت هـزاري وارو، مـوليٰ آڻـي مِلايو.
عطرَ عبير اِنهيءَ جي ڪارڻ، مون تا مُشـڪ مَلايو.
پياري هِـي سِر پاڻون چاڻي، ”سچوءَ“ کي سمجهايو.

# داستان پيو

١

لوڏي ڪَڍيائون لوءِ مان، رانجهَنُ رمزدار؛
جاتي هليو جان تي، جوڳن جو جنسار؛
مُرلي مَٽيادار، چوريون وتي چاهَ مان.

٢

آلستِي آواز ڪو، منهنجي ڪَن پيو؛
هِردي اندر هيرَ جي، آهي ڪونه بيو؛
مُرليءَ مست ڪيو، جوڳيڙن جي جيڏيون.

٣

ڪاريهَر قتيلَ، گوڏين وڏا گودڙئي؛
مَنديون وتي مَندن سان، نانگ نسورا نِيلَ،
رانجهَن جي رسيلَ، مُرليءَ مستانا ڪيا.

٤

مُرليءَ تي تنهن مَردَ جي، ڪنيا ڪاريهرن ڪَرَ؛
بِرَ ڇڏي باهر ٿيا، نِيلا نِڪري نَرَ؛
زهري منجهه زهَر، جوڳيڙي جهَتي وتا.

٥

جن ڪي آديون اوچتي، ڪاٽيو ڪاريهَر؛
تَن جي خاص خَبَرَ، جاڃيو جوڳيڙن ڪان.

٦

جاڃيو جوڳيَڙن ڪان، تن جي خبر خاصُ؛
نانگن ڪيا ناسُ، سِنگهَڻ سان سَوَن مٿي.

٧

بِرَ مان باهر نڪري، ڪاري ڪنيا ڪَرَ؛
ڏَرُ اِنهيءَ جي ڏَرَ، جهين ڏَرُ نہ ڏيهہَ ۾.

٨

سَپ سُجاتئون ڪِين ڪِي، جوڳن ماريِ جڪَ؛
جَنِين سِنگهيو ڪَڪَ، سَياڳا سي ئِي ٿِيا.

٩

ڪُنڍَلَ ڪَنَن ۾ وجهِي، خان چِڏي خانِي؛
جوڳيسَرُ جانِي، راوِيءَ طرف رَوِي هليو.

١٠

راوِيءَ طرف رَويو، جوڳيسَرُ جوان؛
هيڪَرَ هِيرَ اَڪِيرَ ۾، مَرد ٿيو مستان؛
سورن جو سامان، "سچل" ساڻ کڻِي هليو.

١١

چِڏي چاه چنابَ جو، راوِيءَ ڏانهن رويو؛
مُرليون سُرليون، ونجهَليون وچائيندو ويو؛
تانِيڪو ٿيو، سو نانگو نورنگ پُر ۾.

١٢

جوڳي آيو جوءِ ۾، مَرڪڻو مَٽدار؛
مرلي مستانا ڪيا، جنهن جي لک هزار؛
ڪاريهر ڪَرَدار، نِيلا ناٿَ نوائِيا.

١٣

مُنڊَڙا مَڙهي، جوڳِي آيو جوءِ ۾؛
پڙهيو سو پڙهي، مَنڊَڙا محبوبن تي.

١٤

ٺُنبيون تَن تَڻي، جوڳِي آيو جوءِ ۾؛
ڪنهِن جي قُربَ ڪٺي، رانجهو روليو رُڃَ ۾.

١٥

نيٽيءَ نورنگَ پور ۾، ويهڻ وهڻ ٿيو؛
ڏوراپا نه ڏيو، جنهنجو چاهه چناهه سان.

١٦

نيٽيءَ نورنگ پور ۾، ويهڻ ٿيو وهڻ؛
قسمت ڪاريا ڪمَّران، مانيءَ لڳو منهن؛
ورهڻ ڪيئي وهڻ، ورهه سنڌي واسينگ جو.

١٧

هاريءَ ٻڌي هيرَ، مُرليءَ ڪئي مڱڻ؛
"سچو" وسري ڪين ڪي، ويچاريءَ وڃڻ؛
لانگوٽيءَ لڳڻ، لکيو جنهن جو لوح ۾.

١٨

هُتي ڪير هُيس، هِتي آهيان ڪير!
سالم اهو سير، "سچل" سِڪ ڪرائيو.

# ڪافي

آءُ اسانجڙي ديري،
توکي گهڻو ساريان ٿي،
ناتہ مُحب مَران ٿي.

تون تا ميڏا، مين تا تيڏي، کُهرِ گهتان سپ ڪيڙي،
هِت گهُنگهَر گهاريان ٿي.

اَگڻ ساڏي آءُ پيارلَ،لهرِ پَوَن سپ جهيڙي،
تولءِ هَنجُون هاريان ٿي.

# جوڳ

## داستان پهريون

١

ڏوٿِيءَ منجهه ڏيانُ، آهي آڏوتِن جو؛
ڳُم ٿِي ڳُرڳم ڳودڙيا، ڪن ڳروڙي ڳيان؛
اَصل ڪنان اَشنانُ، ڳنگا جمنا تَن جو.

٢

پورب پَنڌ نہ وڃڻا، ڳِرناري ڳمنام؛
ويچاري ٿي وات تي، ڪَرن ڪين وسرام؛
سيني ۾ سَنگرامَ، سَچا سَنياسن جي.

٣

پوربَ سندا پيرَ، لاهوتي لَٽي ويا؛
ڳِرناري ڳُنير، سَچا ڳُم ڳُر ڳيات ۾.

٤

ورلو ويراڳي، ڳِيانِي، ڏنم ڳودڙيو؛
پُليا ڏنم پيرَ ۾، پوڳِي ءَ پاڳِي؛
طالبُ تِياڳِي، لکن ۾ ڪو هيڪڙو.

٥

جوڳين جٽائُون، جوڙي جوڙيون جان تي؛
چَمٽا ٻڌي چيلهہ سان، ٿُنيون ٽَٽيائون؛
جَنجيرن سان جهان تي، ڪِشتا ڪَڙيائون؛
ڳروڙي ڳائون، پورب پنڌ پُڇي ويا.

٦

جوڳي پاتون پات، پَر منهنجو آڏوتِن سان؛
سَفر ويا سِاجهري رهيا رڳي رات؛
طلبَ تنين جي تات، راتيان ڏينهان روح کي.

٧

آهِن آڪيچارَ، آنتر مُک آڏوتَ؛
پوَرب سي نہ پُريا، نہ ڪي ڪَن پرچارَ؛
آٿ ئي پهڙ اُچَ ۾، رهن سي گُم گار؛
سَچَل سَنسڪار، سَنسا تِن وڃائيا.

٨

آڃا آڏوتِبي، آهَن آڪيچارَ؛
اُوديا آهنڪار، پَچِي جن پورا ڪيا.

٩

ڪاپَڙي ڪَن قاڙَ، آيل اَڄ لنگهي ويا؛
مَست ڪري ويا مَن ڪي، مُرلين سان مٺيارَ؛
تَن جوڳيڙن جي جاڙَ، مون کان مُئي نہ وسري.

١٠

ڪاپڙي قَنديلَ، ڪنيو گهُمن گودڙيا؛
جَپَت ڪري جَپَن ۾، وتن ڪاريهرَ قَتيِلَ؛
مُندِن مُرلين سان اُهي، آڏوتي اَصيلَ؛
"سچل" سِڪ سَبيل، جيءَ ۾ جوڳيئڙن جي.

١١

لاتِي لاهوتِين، ڏرم جي ڏوٿِي؛
پَنبِ جي پوٿِي، ساڙي سنياسِي هليا.

١٢

جهونا ڳَڙه جي جوءِ ۾، جوڳين جوڳُ اَجوڳُ؛
پوڳين پوڳُ اَپوڳُ، پاڻُ وڃائي پانهنجو.

## ڪافي ١

محبت جي مَي ماريو، ڙي مون کي،
ڪاڪيون ڪنهن سان وره ورا هِيان!

عقل علم سڀ چوڙ ڏنو سڀي، عشق ڏنو اولارو.
اکيان کول تہ ظاهر ڏيکين سير سچڻ جو سارو.
پُرجهي پير ايڏاهِين پايو، هوت آتوَ هاڪارو.
محبت مون منصُور وجهايو، ڳچيءَ جي وچ ڳارو.
سَنبرُ "سچيڏنا" چوڙ سانباها، ورهَ ڪيو جان وارو.

## ڪافي ٢

ياڪِي تيو يار اَسان کوئن، دل نِماڻِيءَ جِي ڪَسي!

وينِي ڏِسان واٽ اوهان جي، مانَ ڪو رهبر رسّي!
اَچڻ هِن جو يار ايڏاهين، - ڏيهہ سندئِي ڪو ڏسي!
سِر "سچوءَ" جي يار سدائِين، ورهَ جو مِينهڙو وسي.

## ڪافي ٣

ڳالهيون ڳارن ٿِيون، ميان، دل کي دوستن جون، ميان!

ياد اَچن جي ڳالهيون، اُهي ڪوڪان ڪارنِ ٿيون.
هو جي ڪيائون ڳـُجهہ ۾، اُهي مامان مارن ٿيون.
ڳـُڻن واريون ڳالهڙيون، آهي بارڻ بارن ٿيون.
پَسَڻَ ڪارڻ آڪڙيون، صاحب سارن ٿيون.
پاڻيءَ ڳاڏون رتَ جان، هنجون هارن ٿيون.
اکيون ڏسَن نہ غير ڪو، واحد وارن ٿيون.
"سچو" اُهي ڳالهڙيون، نِت مون کي مارن ٿيون.

## ڪافي ۴

تنهنجِي آهيان آءٌ، پنهنجي ڪري چاڻ!

جاڏي تاڏي توهين دلبر، ڪاڏي ڪاهيان آءٌ،
هوندس اوهان ساڻ.

آءٌ ڪنيزڪ تون تا سائِين، سَڱَ نہ ساهيان آءٌ،
چيٽڪ ڪَيس اَچاڻ.

سِڪَن ڪيئِي تولڻ سانولَ هِڪ تا چاهيان آءٌ،
صدقي ڪيمُ پاڻ.

تو هَئون ٻاهر سُڻ "سچو" ري،ڪنهن دم ناهيان آءٌ،
پنهنجو جهَلج ٻاڻ.

## ڪافي ۵

تنهنجي ڪارڻ ڪاريو،
هوءِ هوءِ هولِيَڙو!

ڪنهن سان ڪريان سُپرين، تنهنجين ڳالهين ڳاريو.
ڪنهن در ڏيان دانهڙِي، تنهنجي محبت ماريو.
آڳ عِشق جي اَندر اسان جي، ڏاڍو ٻارڻ ٻاريو.
آءٌ اوهانجڙي آهيان، والِي ڪِيم وساريو.
پاڻئون پاسي نہ ڪريو، سڳ "سچو" پنهنجو ساريو.

## ڪافي ٦

سُهڻا توکي ڪيهو هاڻِي هاڻِي،
ڏوراپو ڏيان، پلو مَن موهَڻا؟

وس ويچاريءَ جو ناه اَصل ڳون، تون پرين پاڻهين جاڻِي.
اُندر منهنجي وو آهي اوهان جِي، ڏاڍِي سا سِڪ ساماڻِي.
اَوهان باجهون ويني اوتيان، پنبڻين مان پاڻِي.
"سچو" اَوهان جو آهي اَصل ڳوُن، پنهنجو سو سڱ سُڃاڻِي.

## ڪافي ٧

چو تو چڏين چو تو چڏين، مون ڪي هاڻِي،
آءٌ تا تُنهنجڙِي آهيان!

پاڻُ پنهنجو پاڻهين، ساڻُ غريبن ڳَڏين.
پڪا پکن سامُهان، اوري سي دلبر آڏين.
"سچو" نهاري واتڙيون، ايندين صاحب ڪڏهين.

## ڪافي ٨

رهجِي اچي منهنجِي يارَ، تو سان!

آءٌ چا جاڻان عشق منجهارڻ، بِرهي والڙا بار.
طرف بئي ڪنهين خيال نہ پانيان، آهي سدائِين يار.
هوندين هميشہ ڳڏ اسان سان، تيڻن وهايم نار.
بانهن "سچوءَ" جِي سُهڻا سائِين، پرتِي اَٿئي سردار.

## ڪافي ۹

تون تا ڪڏهن ايندين، يار،
تُنهنجي روز نهاريان راه!

سِرَ تي چاڙهيا سُپرين، بِرهَ تنهنجي جا بارَ.
راتو ڏينهان روح کي، تنهنجي سارَ سنيارَ.
وهَن تا واڪا ڪَيو، نيڻن سَندا نارَ.
آءٌ تا هڪڙو ناهيان، تنهنجا عاشقَ لکَ هزارَ.
سورَ سَندءِ ميان سُپرين، مون کي ڪوهِ هڻن ڦهارَ.
پِرين پارج پانهنجا، جي ڪيئي قولَ قرار.
ڏوهُ ڏيان پئي ڪنهن کي، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
اندر منهنجو آڌ ڪيو، جانِي اِنهيءَ جارَ.
آٿ ئي پَهَر ئِي وجي، تُنهنجي تَند تنوار.
مُئِيءَ کي ماري اِتهين، تون وئين ڏنهن وڻڪارَ.
"سچو" سَگ اوهان جو، ٿو روئي زار و زار.

## جهولڻو ۱

ساٿي ساري سَنيها، چئج پُنهونءَ کي
بيراگي آهيان؛ وو!

حالُ ڏسيو ٿو جو وچين، سارو عرض ڪَرين، وو،
دلاسو ڪو دوست ڏنهن، وٺي جلد ورين، وو.

ڪارو ڪَج نہ ڪيجَ کي، چِپَر تا نہ چڏين، وو،
پانهي جاٽِي پانهنجي، گولِن ساڻ گڏين، وو.

تو سان عمر گذاريان، جان کِي هِت هئان، وو،
ڳالهين تُنهنجِن ڳاري آهيان، جان ٿِي رت روئان، وو.

ڏورينديي مون ڏونگرين، گهٽا ڏينهن ٿيا، وو؛
پڌا هوندا هوتَ تو، جي "سچوءَ" سَڏ ڪيا، وو.

# مالڪوس

## داستان پهريون

١

لوڏيندي لامون، ڏاهو ڏار چڙهيو چوي،
’آندو اَٿم پاڻ سان، نينهن پَريو نامو،
’توڏي ساريو سڄڻان، ڪَيم راتيان روانو،
’پڙهي پروانو، مون کي جلد جواب ڏي!‘

٢

ڪانگل آيم اَڄُ، پريان سَندي پارَ ڏهَن؛
ڳالهيون ڪيائين سڄڻان، سي روح ٻُڌي ڪيو رڄُ؛
پَڪيءَ ڪيو نا پَڄُ، ظاهر ڪيائين زبان سان.

٣

ڏاهو اَڄ ڏسو، جي ويڙهي ويڳاڻو وٺي؛
پورن مَنجهئون پانهنجي، ٿو ڏئي حالَ حِصو؛
سَرتيون سُورَ سٽي ڪري، هِنَ خيالئِن ڪِين ڪِسو؛
ڪو قريبَن قِصو، تنهن سيڪاري موڪليو.

٤

ڪيون وڪاٺيون واتِ، اَڄُ ڏاهي ڏارَ چڙهِي ڪَري؛
سٽُڻ سان کي سَرتيين، لڳي چُپُ چُپاتِ؛
اَتَڻ واريون آتهين، لوٺياٺيون سان لاتِ؛
روئن ساري راتِ، هَي هَي سو ڪانگو ڪيون.

٥

گهٽا ڏينهن لڳاءِ، چاهون ڪانگ قريب جا؟
ڪي دم آڏو دوست جي، پِلي ڪري پَڳاءِ؛
هاٽي ڪِي تا تَنُ تڳاءِ، متان جهوريءَ منجهہ جهڄي مران.

٦

وات ڪري وائِي، اَجُ پُڻ ڪانگ قريبَ جو؛
ڪِي جو چيائين ڇُهنبَ سان، تنهن لَئِچ ڏاڍي لائِي؛
اندرَ ڪي آئِي، جَڻ جَرَ ڇيري سندڙي.

٧

لَئِي لامَ لَتو، ڪِي جو ڪانگ قريب جو؛
تنهن لاکيٽِي جي لاتِ جو، پوَي ڪونہ پتو؛
ڪاڪِيون ڪِيئن ڪَتو، پَر آڻَ سُوريون آهيو!

٨

ڪيهي ڪَمَئون ڪانگڙو، اَج تو ويڙهي مَنجهہ وتِي؛
پَسِي تنهن جو حالڙو، ڪاڪيون ڪامَ ڪتي؛
تنهن جي لات لتي، تو جيءَ ڪي جياپو تئي.

٩

اَج لاتيون ڪانگ لَتِيون، سي ڪي سٽو سرتيون؛
جو ڪَهَڻ سان ڪُهيو وجهي، ويڙهي منجهہ وتِيون؛
سنديون راز رتيون، تو پُڻ ڪري پٽريون.

١٠

رويو رويو رتُ، تي پکيءَ پارانيا ڏئي.
تہ 'پيرين وجهانءِ گهنگهرو، سي چمڪائيندو وتُ؛
'ڪيئن وِني خطُ، سِگهڙو ساتيڙا ورين!'

١١

جو تو ڪانگ چوي، سو سٽيجو سَرتيون؛
وڏيءَ ويل صبحَ جو، تو چڙهيو لامَ لَوي؛
اُلڪي ۾ نہ آهي، آتڻ، ڪٿون اِتهون.

١٢

ڏاهو چڙهِي ڏار تي، تو ڏئي ڏوراپا؛
پڌرا ڪري نہ پرينءَ جا، اهو نازڪ نياپا؛
آڻيو اوراپا، ڳالهيون ڳوريءَ ڪي چوي.

١٣

تِرُ نہ هِڪ توڙي، اَجُ لامين لاڪِيٽو لَئي؛
وينو آهہ وڳوڙجِي، ڪنين ڪي ڪوڙي؛
ڳالهہ ڪرڻ ڪان ڪاڪيون، مُنهن گهٽو موڙي؛
پَر پنهنجا ڏوڙي، چڪيون ڏئي تو چهنب سان.

١٤

سٽيجو سوئِي، جيڪي چوي ڪانگڙو؛
هئين سان هنداڻجو، سرتيون سيوئِي؛
ڪنڊيون ڪُندن سان وِجهان، پڪيءَ ڪي پوئِي؛
جانب ڏنهُن جوئي، آڻي نياپا نينهن جا.

١٥

آءٌ ڪانگل ڪائِين، تا توتي عطر اوتيان؛
اَچَڻ باجهون تانهنجي، آهيان اباڻڪ آئِين؛
ڏاها گهٽا ڏينهڙا، متان تون لائِين؛
پير اگڻ پائِين، تہ منهنجو ساهہ سڌير ٿئي.

١٦

ڪانگل آيم ڪالهہ، وٺي سنيها سَڄڻان؛
محبت ريءَ مقالَ، ڪانہ ڪيائين ڪڏهين.

١٧

ڪي جو ڪانگ ڏسي، ڪالهہ اوڏاهون آئيو؛
پيُس هنياءَ ڦِسي، ڳالهيون ڪندي سَڄڻين.

١٨

مالهان موتين جون وجهان، ڀَڪيءَ ڪي پوئِي؛
پيرين سونا گهنگهرو، تا تئي سوايو سوئِي؛
سينڌو سيڪوئي، مَرُ تَنهين جو نہ تئي!

١٩

ڀَڪيءَ سندا ڀَر، ڪريان مُرصع موتيين؛
جو آڻي عجيبن ڏنهن، ڏئي خوب خَبرَ؛
پينر ڙي مون ڀِر، شال وينو ڪري وائِيون!

٢٠

سنيها جي سجڻان، سي ساري ڏنائِين،
اِئين آنائين، تہ 'پاڻ' نہ آڻج وچ ۾.'

٢١

آدا اِيندو تيءُ، وٺي سُڪَ سنيهڙا؛
جاءِ ئي تي مون جيءُ، ڏاها جڏهن ڏسانءِ تو.

## ڪافي ١

ڪالهہ جو ڪانگ اُڏاڻي،

پلو، ڪيئن وئيہن پرينَ وٽ؟

گهڻي تو سان ڪا ڪئي، اڳيون يارَ سِياڻي.
پرينءَ ڪِي تا پُڇيو، ڏيج دلاسو هاڻي.
ساري مون ڪي ڏيج سَنيها، الله ڪارڻ آڻي.
پرين سنبدي پارَ ڏي، عاشِق چو نہ اُماڻِي.
ائين اُڏامي اوڏهُون، "سچو" ساهَ سيباڻي.

## ڪافي ٢

لوُن وڃِي ڪيئَن لايَم، پرين نہ جاتُم پَرديسي!

پُرجهُيم ڪين سَهيلون،
تيلهان آڏو ڏڪ آيم.

ڏينهَن گذريا غم تنهن جي ۾.
ڳالهہ جنهن جِي تي ڳايَم.

دانهون فريادون ڪَريان،
چو سِڪ "سچو" سيبايَم!

## ڪافي ٣

لوَن مون سان جا لايَوَ،
يارَ، ويڙهي هِن ويهِي!

دردمنديءَ جِي دِلڙي، دلبر گهوٽَ اکين سان گهايَوَ-
ڳالهہ ڪَريان ٻِي ڪيهِي.

مُشتاقَن ڪي محب مارين ٿو، تَڪَ اِهائي آيَوَ-
جيهِي وٺيَوَ ڪَيَوَ تيهِي.

ڳالهہ اِنهيءَ جِي سُڌ نہ مون کي، پاڻ پرين پُر جهايُوَ-
رمز ڳُجهِيءَ دل ريهِي.

پاروَن پنهنجي ڪيئي قاصِدَ، هِن ڏي هوتَ هلايَوَ-
ڏيهہ ڳَڌيا جَڻَ ڏيهِي.

دل "سچوءَ" جِي دلبر سائين، ديدن ساڻ دتاريَوَ-
نِيهَن اوهانجڙي نيهِي.

## ڪافي ۴

ڪيئِي ڏک جا ڏينهڙا لنگهايم،
سَڄڻ تون مُنهنجا سائين!

ڳالهيون ڪندي مون ڪيئِي سِرَ تي ڏک جا مينهڙا وسايَم.
پرين اوهان جي پار جا، تي ڏهاڙي پنڌڙا پُڇايم.
سِڪ اوهان جي سُپرين، ميان، سارا ئِي سورَ سَلايَم.
"سچل" سي ئِي آئيا، جَن لَئِي فالان روز وجهايَم.

## ڪافي ٥

تون تا پنهنجو پاڻ پَساءِ،
شوقُ تنهنجو مون کي يار شتابي.

اَچي اکڙين ۾، جوڙي ويهه جاءِ.
ناميا نانوَ ڏٺيءَ جي، پيرَ آسان وٽ پاءِ.
اَڳي پوءِ پِرِي آسرو، هوت آسان کي آهِ.
اَڄُ پِرِي واٽَ نِهاريان، لالن تنهنجي لاءِ.
آءُ اڳڙ آسروند جي، "سچوءَ" کيم سِڪاءِ.

## ڪافي ٦

هوتَ ڏنئِي هيڏي اِيندا،
ڪيئن ساتِي، مون کي سَچُ چئو!

هُتئون پَتي پَکڙا، هِت ڪي آٿي آڏيندا!
پنهنجي وڙئن پاڻَ سان، هيءَ غريب گڏيندا.
ڏکَ پائِي سي سُپرين، تورياٿيءَ سان ٿيندا.
درد مند جي دل تي، دانَهه دستَ ڏريندا.
ڏوڙا طالَع مون ٿِين، جڏهن "سچو" نانوُ سڏيندا.

## ڪافي ٧

يارَ پانڌي، ڙي ميان،
مِيَر ساتِي، ڙي ميان،
ڪيچيڙا، پيليڙا، ڪڏهن اسان وٽ اِيندا!

هوندا اسان وٽ يارَ هميشه، ڪِي ڏکَ ڏيئي پوءِ ويندا؟
اِهو اَتم آسرو، چوري تا نه ڇڏيندا.
صاحب پنهنجي ساٿَ سان، هيءَ غَريب گڏيندا.
پَکا پنهنجا، چئو ڙي ساتِي، ڪي هِت عَجيب آڏيندا؟
"سچو" توکي سُپرين، پاڻ اچي هَٿَ ڏيندا.

## ڪافي ٨

تون آهين صاحب صورتَ جو، هِي آهہ غلام تنهنجو:
آهي ذوقُ شوقُ سُهٹا، مون کي مُدامُ تنهنجو.

جي آهن اصل اوهان جا، سي نا وسارجو، ميان،
مون تي آهي مُقرر، سائِين سلامُ تنهنجو.

راتو ڏينهنان روئڻ ۾، هنيَڙو اُداسُ هُيَڙو،
رهبر آٹي رساٹيو، پِريَم پيامُ تنهنجو:

’دلگير تون متان ٿئين ڪر دور درد ڪي، ميان،
’اول آخر اسان وٽ، هوندو مَقام تنهنجو.

’رد ڪر فنا فِڪر ڪي، اُميدوار ٿِي رهہَ،
’هِت هُت يقين ڄاڻج، آهيان اِمام تنهنجو.

’تون آهين اَصل اُسان جو، آهيون اسين سي تنهنجا،
’آهي قبول ڪُلِي ”سچو“ ڪلامُ تنهنجو.‘

## ڪافي ٩

ڏي دلاسو دوست هن ڪي، اَصل تنهنجو آهہ، ميان!

هِت ٿِي گُذاريان ڏينهڙا، سانولَ اوهان جي ساءِ، ميان،
غصو نَڪر غمناڪ سان، نا تہ حالَ هِنَ هاءِ هاءِ، ميان.

دلبر اوهان جي در بنا، جانِي نہ مُون ٻِي جاءِ، ميان،
جنهن کي نہ تنهنجي دوستي، آهي اُنهيءَ واءِ واءِ، ميان.

ڏسِي اسان جو حالڙو، تون پيبر اسان وٽ پاءِ، ميان،
پاڄِي وٺي هيءَ پانهنجو، لالن پنهنجي ڳل لاءِ، ميان.

مطلب اهو محبوبِ ڪر، طالب نہ هيئن تَرساءِ، ميان،
آهي دم اسان ديدارَ جو، ڪنهن وار تون ورساءِ، ميان.

راتو ڏينهان هُو تا تنهنجِيون، ڳالهيون وينو هِت ڳاءِ، ميان،
نيڻ ڪَڻُ نالي ڏٹيءَ جي، هِي سگ ”سچو“ سَرچاءِ، ميان.

# داستان پهريون

١

پينَر ڪِيئن پِنو، هِي جو نامو نيهَن جو؟
جيڪس خُمار ڏنو، هُو جو آيس عَجيبَن ڏنهَن.

٢

پڙهندي پرزو پرينءَ جو، پَلو ڪِيئن پِنوس؟
جيڪس خُما ر ڏنوس، هُو جو آيس عجيبن ڏنهَن.

٣

روئِي زارو زارُ، پنو لِکِيُس پريَنءَ ڏي،
ڏِنس خَطَ خمارُ، اولِيءَ عبارَت ۾.

٤

آٿي عبارتَ، اَجا لِکڻ لڳي پِرينءَ ڏي:
روئندي پَريون رتَ، اوتڻ بَئِي اکِيون.

٥

عبارت آٿي، اجا لکڻ لڳي پِرينءَ ڏي:
دِيدن درداٿي، اَچِي اوتيا اُتَهِين.

٦

نِيهُن منَجهوَن نامي، معلوم ٿيو محبوب کي،
تہ بہ پانڌي پيغامي، وِرهُ وڌائڻ آئيو.

٧

آيو اوڏاهُون، اَڄ ساٿِي سلامن سان:
ماريون ڙي مان هون، اها ويل نہ وسري.

٨

نامو راتِ نيو، قاصد پار قَريب جي؛
پورن مَنجهہ پيو، هُت واچيندڙ ورق جو.

٩

جارؤن لکيم، جو، کاغذ قريبن ڏي،
حقيقت جا حال جي، واچڻ وينو کو؛
پڙهندي پنو سو، تنهن کي اَنديون آئيون.

١٠

عريضو آڻي، ڏنو قاصد قريبَن جو؛
هن ويلي هاڻي، هِيءُ سِر ڪَريان صدقو.

١١

نامو نيندي ئي، قاصد واتَ ڪِري پيو،
تنهَن ويلي ويندي ئي، ورهَ وکوڙيو نکٽيان.

١٢

پڙهندي پرزو ئِي، واچيندڙ وهلور ويو؛
لِڳين لَرزو ئِي، اَچي پيس اوچتو.

١٣

قاصِدُ ايندي ئي، پيو شوڪارن ۾؛
نياپا ڏيندي ئي، ساتِيءَ ساهُ مَتي ويو.

١٤

نامو سارو نِيهَن، جو پُڻ لِکيو سَجُڻين؛
رات برابر ڏينهَن، مون کي گوندر گذري.

١٥

ڪا جا ڪتابَتَ، لِکِجي آئِي پِرينءَ ڏَنهُن،
"سَچو" سا ثابت، مون هون واچَڻ ۾ تِئِي.

١٦

پَنِي ۾ پيغامَ، ڪي لِکي مُڪا سَڄڻين،
سي نہ سَمجهن عامَ، جي آهن منَجهہ اشارتان.

١٧

ڪِي جو لِکيائون، پَنِي مَنجهہ پِريت جو،
اُهو پَسِي آئون، بيخود ٿِيَڙس سَرتيون.

١٨

ساڻِي ٿِي سونهون، واچِيندو وَرَق ڪي،
سو مَنجهہ مطالِع مون هون، خونِي خط پِرينءَ جو.

١٩

لِکيُون لَسَ لَڙهان، ساڄَن سَلامَن جون،
اهو پُرزو پاڻ پَڙهان، پُڏايان نہ ٻين کي.

٢٠

مُنجان ڪِيئن لِکِي، ڪِتابت قريبَ ڏي؛
متان ساڻِي واتَ سِکِي، ٻڌائِي ٻين کي.

٢١

مون ڏنهن اَڄ لِکِي، جانيءَ جدائيءَ مَوَن،
ڪَئون ترار تکِي، هَٿِي ڪتابَت قريبَ جِي.

٢٢

لَـڙهـان لَـسَ لِکيون، پِرينءَ پيـغامن جون؛
ســي رقيب سِکـيُـون، تـو ٻـڏائِـي ٻَــڀِنِ کــي!

٢٣

رَت اکين رويـو، ٿِــي ساٿِـيءَ سَنيـهــڙا ڏئــي؛
نَهــريـون نـچـويـو، جاروُن جَـرُ هــاري گهـٽـو.

٢۴

نِـچـوئِـيـنـدي ٽُنهَـن، ٿِـي پــاٽــي ڪَـڏي پـڌرو؛
وجهي ساٿِيءَ سُنهَن، تہ ’تون ڏيج سِـجدو سَـجُـڻين.‘

## ڪافي ١

ڪوڙي ڪَيئي ڳالهه پنهنجِي،
ڪالهه ڪانگا جا چَيئي مون کي!

جيڪُس ڪِين ڪِي ٿر وئين تون،
واٽَ ڏسِي مُوٽِيين آهنجِي.

عجيبن جي آڏو وري تو،
ڪَچِي ڪَئِي سا ڪنهن جي!

وري برابر وڻون اوڏانهين،
سائِين ڪندو شالَ سَهنجِي.

تنهن کي سوئِي توڙ رسائِي،
وئِي جو دامَن ڪنهن جِي.

اَصل لاڪُون "سچوءَ" سَيائِي،
طاعت مَچِي آهي ٿنهنجِي.

## ڪافي ٢

پِرينءَ هِي پيغامَ، ساري ساٿيا ڏيجو!

پانهون ٻڌِي يارَ سَجَڻ کي، ڏيجو سڀِي سَوَ سَلام!
'ڪڏهن ڪندءُ پارِ اَسان جي، اَچڻ جا اَنجام!'
'درِ اوهان جي يارَ رَسڻ رِيءَ، ٿِئي نہ طلب تمام.
'شوقَ اَوهان جي شورُ مَچايو، ڪياسين هُل هَنگام.
'جيهو تيهو آهي اَصل ڪوئن، "سچو" سو گولو غلام.'

## ڪافي ٣

آءُ اصلَ ڪوُن جو آهيان، گولو غلام تنهنجو!

مون سان وعدو ڪَيَڙئي ويهي، ڪالهہ پڪي هنَ پيهِي،
ناهيان ڏور اوهان کوُن ڏيهِي، ڪن لايان ڪلام ٿنهنجو.

تنهن ڏينهن لاڪون اَڄُ تائين، منهنجو ساهُ سِڪي تو سائِين،
پيو اوچتو هَنڌائِين، هن دل کي دام تنهنجو.

چڱ سڀ لاڳاپا لاهي، اِهو وڃڻ تہ واجب ناهي،
اِهو فرض اسان تي آهي، سجدو سلامُ تنهنجو.

ڏاڍا خوني نِيڻ خماريئي، سي ڏاڙي ڪارڻ ڏاريئي،
نيڻَن سان مُلڪَ ماريِئِي، هرجا حُڪام تنهنجو.

اَئِي سائينءَ ڏهون وراٽِي، ٻيا خيال ويا اَڪاٽِي،
تون تہ سرور نبي سُڃاٽِي، "سچو" ، آهي امامُ ٿنهنجو.

## ڪافي ۴

اَڄ تا خبران آيون آيون، دوست اَوهان جي ديسئون!

وري وسائيندو سِگهڙو،
جانِي سو پنهنجيون جايون جايون.
تہ ڪَرَ ويندين نِڪري،
هيئَن پِلِي ڪينَ پانيون پانيون.
ڏڪُ وڏوئِي ڏيلَ منهنجي کي،
وئين تون لالن لايُون لايُون.
راتو ڏينهان روحَ پنهنجي سان،
ڳالهيون سنديوَ تا ڳايون ڳايُون.
اَچڻ اوهان جي جُون، طَرَف "سچوءَ"
جي، شالَ وري ٿِين وايون وايون.

## ڪافي ٥

منهنجي اڳهين لڳي، نہ تہ هاڻي لڳي،
دل، اَلو اَلو، تنهن يارَ سان!

روز اَزل ڪؤن اکيون لايون سي، دوستَ مٺي دلدار سان.
ڪيئي داناءَ ديوانا ڪيائِين، چشمن جي چَمڪارَ سان.
دوستَن جي در اَچي پيَس، اَصل سَچي اِعتبار سان.
جيڪِي ٿئي ٿو جوش وارن سان، سو نہ ٿئي هُشيارَ سان.
ناز نياز جي نيهَن وارن کي، تَڪ ڪيو تَلوار سان.
سِرُ "سچوءَ" ڪيو صدقي سائِين، عقل ڇَڏي اقرار سان.

## ڪافي ٦

آهي اِنهن اکين کي، خاصو خمار تنهنجو!
وينو وِٺي آهيان هِت، ڪاملَ قرار ٿُنهنجو!

هِن کي اوهان جي باجهون آهي نہ ماڻ ڪائِي،
هِي تا غريب آهي، اُميدوار تنهنجو.

"ٿِيءُ پاڻَ کان پَري تون" فرمائيو اوهان جو،
آهي جميل اَصل ڪؤن هي اعتبار تنهنجو.

هِنَ تي ڪَرم وڏو ڪيُوَ، جو درد دل بچايُوَ،
ساريان لطف سنياريان، ني بيشمار تنهنجو.

چاهَون ٿِيو اَوهان جو، دامن لڳي جو آهي،
"سچو" غلام جاٺي، جو داغدار تنهنجو.

## ڪافي ٧

لنگهي ويـون ڪالهہ قطارون،
ڪونجڙين جون ڪيچ وٽن ڏنهُن، ميان!

ڪـنـديـون ويـون ڪـيـچَ ڏي،
ميان الا! طـرحـين طـرحـين تـنـوارون.

ويچاريون، ميان الا، ولڙَ ڪيو وڙڪَن،
ڦـتـي تـيـون سـي ڦـارون.
ولـَرين ڪونجـَڙيون، مـيـان الا،
ڪنهـن انــدوهـَ اڏاريـون.

اُنهـن جي افسوسَ جون، ميان الا،
پـونـديـون ويـون پـچـارون.

اُنـنِ ڳانا پتَ جا، مـيـان الا،
مـوتـين مَـڙهـيـون مـَهــارون.

"سچـو" هليو سوز ۾، ميان الا،
لاهِــي لــوڪَ مَــيـــارون.

## ڪافي ٨

ڳلي ڳَلِي مون تي ڳولِي ڳولِي،
يارَ سَجَڻ تنهنجي ڪارڻ!

چڙي لاڳاپا لوڪَ جا، اسـان تا بـانـهپَ بـولِي.
تيَس ديوانِي دوستَ اوهان لئہ، ڪري چيهاڙيون چولِي.
اچي اَچانڪ انـدر اســان جِي، حُبَ مـچائِي هولِي.
اصل لاڪُون آهي اوهان جِي، هيءَ غريبِ سا گولِي.

# ڪافي ۹

مون وٽ يارَ پيارا، آءُ تُون پاڻ سَجاڻِي!

حال مِڙيوئي معلوم توکي.
دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي - آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.

ٽيندئَس گولِي، در در ڳولِي،
جانب ڪاڻِ جوڳياڻي - آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.

سِڪندي تو لئہ سُهڻل سائين،
روئندي سا رات وهاڻِي - آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.

"سَچلُ" آکي سَهي ڪِيتو سي،
پِرتِ جي ناهہ پڄاڻي - آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.

# داستان ٺيون

١

ڪِي جو لِکيائين، سو مُلان وچِي واچيو؛
هِڪ سِٽَ پڙهيائينُ، ٻيءَ سٽَ سُڌڪن ۾ پيو.

٢

ڪي جو مُحب لِکيو، سو مُلان واچڻ نہ آئيو؛
پَر هُنَڙو اڳ سُڪيو، جنهن مطالع نہ ڪيو.

٣

ڪوليو ڏئي خطُ، آيس جو عجيب ڏنهُن؛
روئي اکين رت، ڪري مطالع من سان.

٤

پُرزو پڙهڻ آئيو، آتي مُلان مَسيت منجهاءُ؛
سُورن سندو ساءُ، آيُس سَيڪنهن سِٽَ مَون.

٥

هِڪ سِٽَ پڙهيائين، تنهن ٻِي واچڻ نہ ٿئي؛
اِئين اُتائِين، تہ هيءَ جَر جيري نہ جهليان.

٦

نامي مَون نِروار، تِي هيءَ جَرَ جيري سَندي؛
تنهن پَلڪ پڙهڻ وارَ، ٿيو سَڙِي ڪارو ڪنگرو.

٧

رقعي منجهان رازُ، مڙيوئي معلوم ٿيو؛
تنهين منجهہ نيازُ، طَرحين طَرح لِکيو.

٨

پهرينءَ سِٽ سَماءِ، ڏنو واچِيندڙ ڪي؛
اُنهيءَ خطَ منجهاءِ، چِيِيون چيري ڪيِيون.

٩

ڏوڙو ڏک پيوس، پَنيِ جي پَڙهڻ سان؛
وچئون ساهُ ويوس، هَي هَي ڪندي ڪاڪيون.

١٠

جو نامَن منجهه لِکيو، سا هُئي چيري جِي جَر؛
منجهَون سيِ شَهر، واچيندڙ ڪون لَيي.

١١

پَنو ڪيرُ پَڙهي، جو پُڻ مُڪو سچڻين؛
لکيو منجهه لَڙهي، متان بُڏندڙ بُڏِي مَري.

١٢

واچيو جنهن ورقُ، جو پُڻ لکيو سَجَڻين؛
سو جَڻ ٿيو غرقُ، دردن جي درياهه ۾.

١٣

سگهي ڪيرُ پڙهِي، هو جو نامو نيهَن جو؛
سِرئون سِر چڙهي، موجَ مٿو تنهن ناهِ ڪو.

١٤

وٺِي خطُ هليو، ساٿِي سلامن جو؛
وچَ ئي منجهه جهليو، ورهَ ڪُوڙيو واٽ تي.

١٥

وِڻــي هلـيـو خـطُ، پانـڌي پـار پـريـنءَ جــي؛
روئـي روئـي رتُ، تنهـن هلـنـدي حـال وڃائـيو.

١٦

آلـو هـُيـڙو عـشـق جـو، سـو سـاٿـيءَ سـاڻ نـيـو؛
اُهـو ڪامِي پاڻ پيو، جو هـو خوني خـط پرينءَ جـو.

١٧

هـُن پـانـيـو نـامـو، پـر شـعـلـو هـُـگـڙو شـوقَ جـو؛
جِندُ سارو جامو، تنهـن جـو سـڀ سـڙي پـيـو.

١٨

پــريـَن ڏانـهـــ نـيـو، تـنـهـن ڪـو خـط خَـبَـر جـو؛
پڙهـنـدي ڏسُ هِـنـيو، تـنـهـن ڦـڙڪـنـدي ڦـاٿـي پـيـو.

١٩

ڪـو نـامـو نـيـهَـن نـِئـيـن، پـريـان سـنـدي پـارَ ڏي؛
هـَلـي سـاڻ هـِئـيـن، مـانَ اُنـهـن ڪـي ارمـان ٿِـيـئـي!

٢٠

رهــبــر روانــو ٿـيـو، پــريــان جـي پـارَ ڏي؛
شـَــل پـهـچـي پَـــروانـو، سـلامــت ڪـــي سَـڄـڻـيـن!

## ڪافي ١

اوري ڪانگَلَ آءُ،
ڪِيئن جِي خَبَر ڏي ڪاءُ!

پريان سَندي پارَ جو، لهي اَجُ سَماءُ.
ڳالهِن تنهُجِن مؤَن سَريَر کي، اچي منهنجي ساءُ.
مُنهنجو ٿئي هِت ڪينڪِي، باجهون هوتَ هَلاءُ.
سُورَن ڪارڻ سُڻ ڙي ساٿِي، جيڪُس جَٿيم ماءُ.
"سچو" دوستَن جي دَرَ جو، اَصلون آهہ غريب گداءُ.

## ڪافي ٢

اَج سَجَڻ پاڻ اِينديِ،
جَن لئي نِهاريَئي ٿِي واٽان!

مَتان لاهين آسرو، حال پائِي اچِي ٿِيندَئي.
عجيبن جي اچڻ جون، ماٺهو مُبارڪون ڏيندَئي.
پَڪا پَڪن سامُهان، آٿي دوست اَڏينديِ.
مَتان ماندي تون ٿِيئين،گوشي پاڻَ گَڏيندئِي.
توکي جاٿِي پانهنجو، "سَچو" پاءُ سَڏيندئي.

## ڪافي ٣

پانڊِي پيغامَ پُهچاءِ، مُنهنجا مِحبن کي، ميان!

اَڪَڙين کي اصل ايڏنهن جو، وڏو اوسيِڙو آهِ.
ڏاها وِجِ ڏيهَ اُنهِيءَ ڏي، جاتي جانِبَ جاءِ.
آڏاڙي ساٿِي پارَون اسان جي، پانڌُ ڳچيءَ ۾ پاءِ.
راتو ڏينهان آهي ڏهاڙيون، هِنيَڙي کي هاءِ هاءِ.
دوستَن سَندي درَ جو، اَصلون "سچو" سگ سَڏاءِ.

## ڪافي ۴

منهنجا واقفَ يارَ،
سدائِين تون جِيئندين!

راتو ڏِينهان روح منهنجي کي، تنهنجِي سارَ سَنڀارَ.
ٿُحفو هِن کي آهي اهو ئِي، تنهن جي پيرن جِي پيزار.
اَچَڻَ اوهان جي جِي ويٺا وِجهايون، فقيرن ڳون ڦار.
ڳالهيون سَنديُوَ ساريو، "سَچوءَ" کي اچي ٿِي اُڇنگار.

## ڪافي ٥

ياد مون کي اُهي آيون، وو
يارَ ڪَيئِي ڱُجهيون جي ڳالهڙيُون!

اوهان جي پِريِ، وو، اچَڻ جون، ٿيون ورَي هِت وايون.
درد منديءَ جي، وو، دِل کي، وِرهَ وِجي ڪِي لائيُون.
نانوَ سائِيِنءَ جي سُهٽا سائين، چِٽَ نہَ وَڃُ مُون تان چايُون.
آءُ تنا ڏِينهڙا ڪَنڌ گذاريون، هِت وِيٺا وِرهَ وَسايُون.
ڏوهَن "سچوءَ" جن ڏي نہ ڏسو، هِت تا سَنڌَوَ سَڏايون.

## ڪافي ٦

پورَ پِرينءَ جي هَي ماريان،
عِشق سَجَڻ جي چاڙهيان!

دوست بِنا درماندِي، دَمُ هِتي ڪِيئن گهاريان.
سِرُ سَجَڻَ تون صدقي، واريو آءٌ واريان.
ڳالهيون ڱُجهہَ اندرَ جون، آءٌ پِرين سان پاڙيان.
سِڱهو موتِج سپرين، ڏهاڙيُون وِيٺي نهاريان.
محڪم محبت وِڌيوُن،جاڙيءَ مٿي جاريان.
هو جي ڪَيَم پاڻ سان، ڳالهين انهنِ ڳاريان.
مَجلِس محبوبَن جِي، ساعت ساعت ساريان.
"سچيڏنا" ساهڙَ رِيءَ، ڏَمَ مِڙيئي ڏاريان.

## ڪافي ٧

ٻن جيَڻ مُنهنجو جيڏيون، سُکَ ڪيها سَچَڻ رِيءَ!

سُکَن وڏيَس سَرتيون، آءُ پرِيَن ڪانءُ پَري.
ڏُکَ ڇَگيرا دوستَ جا، جي قادر ڪَرم ڪَري.
سوئِي عاشق ڪونجي، جو محبت مَنجهہ مري.
ڪاڪيون مون کي ڪِينڪِي، ٿي ساجَن ريءَ سَري.
جيڪا اَڏيون عشقَ جي، آئِي هيٺ آري.
تَنهن جان جُٺو قربان ڪَيو، زُڏَون مَنجهہ ذري.
”سچو“ سوز اُنهن جي، ڳاري منجهہ ڳَري.

## ڪافي ٨

هوُت ڪڏهن هِت اِيندو؟
ڪَهڙ ڪانگا ڪَل ڏي ڪا!

چئہ ڪِي ويهَندو هتهِين، ڪِي ساڻ نماڻي نيندو؟
هِيڪندِ اُچي هوتُ مُون، هِن ٿَڪيءَ سان ٿيندو.
پاڻُ پنهنجو سُپرين، ساڻ غَريبِ گَڏيندو.
ڀَڪا پاچاٽين ڪي، اوڏا يارُ آڏيندو.
هوتُ پنهنجا هَٿڙا، هن ڏکيءَ کي ڏيندو.
سَنگَت پنهنجيءَ سُپرين، ”سچوءَ“ کي ٻہ سڏيندو.

# ڪافي ٩

زار روئِـي ڪـيـم زاري،
دوستَ ڙي توريءَ تا نہ سَري!

محبت تنهنجي، ور، ڪِيَس مستاني، بارُ بِرهَ جو باري،
دوستَ ڙي چَوِي لوڪ چَري.

هِن بنديءَ کي، ور، بخش بلوچا سائين، هوت اَچِي هڪ واري،
دوست ڙي سَنـدءِ ذوقَ ذري.

ميلائي لَـڳِي، ور، محب اوهان جي، واجهہ وجهي ويچاري،
دوست ڙي وجان تا مَ مَري.

آهي مِڙيوئِي، ور، توکي معلوم سائين، حال حقيقت ساري،
دوست ڙي وڃ مَ يـار وري.

جيڪِي آهين، ور، سو تا تون هين سائين، حڪم سندءِ آهي جارِي،
دوست ڙي پـِيـَرَم خبَر ڪَري.

"سچو" آهي، ور، اوهان جو سائين، ڏجو تنهن دلداري،
دوست ڙي وجن ڳَـچَ ڳَــَري.

# داستان چوٿون

١

ڪاغذ لکي ڪالَ، مُحڪم جو محبوبَ ڏي؛
ڳالهيون سنديون حالَ، ڏِينديون پڙهڻ مان پِڌريون.

٢

آيو راتِ رقمُ، مون ڏي محبوبن جو،
تہ 'دوستيءَ وارو دم، ڪڏهن تون نہ وسارئين.'

٣

لکيو موٽي مُون، ڪاغذ قريبن ڏي،
'اَتَمَ تون هِي تون، ٻئي جو ناهم آسرو.'

۴

حَبِيبن ڏانهُن هِيئَن، اَديون لِکجي آئِيو،
تہ ' تون مون سان جيئن، اَءُ تيئن تو سان آهيان.'

۵

نَئون لِکيو آيوم، پِريان سندي پار ڏنهن؛
سو لُونءَ پَريو لايوم، وِٺي حال هيانوَ سان.

٦

جيڪر لِکي موڪليان، هَي خط هزارين؛
پڙهي مانَ منهنجا پِرين، هِي سگ سنيارين؛
شَل وار نہ وسارين، اِهو اَتم آسرو!

٧

لکي خط مُنجان، هِي پِريان سندي پارَ ڏي،
تہ 'منهنجون لک هُجان، توسان آهن تو جئين'.

٨

پانڌي پَهچائي، ورُ عَريضو عجيبَ ڏي؛
قاصِد ڪونچائي، متان سورَ وجهين ساهَ ڪي.

٩

چَئو ڪِيم تِکو، مون ڪي پارئون پرينءَ جي؛
سرتيون سڀ سِکو، جيڪر لائڻ لُونءَ ڙي.

١٠

ليلائيندو آئيو، پانڌي اَجُ پَراءِ؛
ورتس دردَ ڏراءِ، جو مَت وجائي آئِيو.

١١

اَڳِيَئون مُحب مَنِي، متان ڪا منهنجِي ڪَرين؛
وهندو ورُ وني، ساڻِي خبر ڪِيئَنِ جِي.

١٢

وجِي ڏيهہ ڏنو، ڪِي تو سندو سچڻين!
چڱيءَ طرح چِنو، پانڌيِ ڏنئِي پِرينءَ ڪي؟

١٣

سوزَ پري سِٽِ جا هُئِي، سا ساڻِي ڪين سِکيو
تہ مُتان ڏئي لهَسَ لِکيو، جو پڙ مُکو سچڻين

١٤

سندو رازَ رقعو، اَيو جو عجيبَ ڏنهُن؛
سا سِٽَ پڙهندي سَرتيون، ڳالهائڻ چُکو؛
عاشقَ جي ارواح ڪي، جڻ لڳو تِير تُکو؛
مون ڏي مُحب مُکو، جڻ ساڻِي سلامَن جو.

١٥

حَبيبَن هيڪارَ، آئين وري موٽئين؛
بابِيهَلَ بيهارَ، اَچي ويهہ اَکين تي.

١٦

وري ڪانگ وريو، پريان سندي پارَ ڏنهن؛
لامين لڳي لُونءَ جو، تنهن ڏاڍو سُر پريو؛
ڪاڪيون ڪنِ ڪريو، جو تو ڏئي سنيهو سَڄڻان.

١٧

سنيها ساري، منهنجا چَوي محبوبَ کي:
'پرين ٿنهنجي پارَ جي مدت مون ماري؛
'مُنج ڏهاڙي مون مڱين، اهو ڏاهو ڏياري؛
'مَرُ سِگهَڙو سَنياري، ڏئي سِڪ سَنِيهڙا.'

١٨

سنيهو سان سُورَ، چَوي تو چهنبَ سان؛
پَون پاڙيچن پُور، بولي بُڌي تَنهن جِي.

# ڪافي ١

اَءُ ڪانگا ڪا پرين جي ڳالهه ڪَر،
وعدو ڪَيُئِي ڪالهه سو پَرحال ڪر!

ڪِيئن ڏٺو تو دوست منهنجو ديس ۾،
خوش ڏٺو هوئي يار ڪهڙي ويس ۾؟
سا خَبر مون سان وريِ في الحال ڪر.

ڪي پُڇيائون خَبر منهنجي حالَ جي،
ڪي ڪَيَئي آگاهه هِن احوالَ جي،
سو مون سان ڏاها اِهو اَحوال ڪَر.

هِت فراقَ آهي ماريو، مان پيو چا چوان،
سور منهنجي ساهَ کي نِت نِت نوان،
اَءُ ادا خاطر منهنجي خوشحال ڪَر.

ڪِي اَڏاٺو هُئين پِريڻءَ جي پارَ ڏي،
ڪِي نياپا هِي نِيا هُئِي يار ڏي؟
ڪا مَدد مُنهنجي ادا الحالِ ڪَر.

دوستن جي منجهه حضور حاضر ٿئين،
زاغ زاريءَ مَون نياپا هي نِئين،
لڳ سائينءَ سارو، "سچوءَ" جو سوال ڪَر.

## ڪافي ٢

اي پرين ٿون پاڙ پنهنجا، قولَ جي تو ڪالهہ ڪيا!

مَنجهہ جدائِيءَ تانهنجي، هِت آسان هِي حال ڪيا.
مون تا مِلڻَ لئہ تانهنجي، ڪوڙين ڪهڙا تِي خيال ڪيا.
حالَ مُنهنجي ڪي ڏسي، ڪيئن پلا تو پالَ ڪيا.
سڌ "سچوءَ" سِڪ سوزَ مون، جانِي اوهان ڪي جالَ ڪيا.

## ڪافي ٣

مُنهنجو هاٿي مون وٽ اِيندو، هاريون واقف حالَ جو!

ڪينَ چڏيندو چِپَرين، نال نِماڻي نيندو.
شالَ مقام مُئِيءَ جو، ٿر وڃي نِي تيندو.
درسن سندو دائما، ڏاڻ ڏکيءَ کي ڏيندو.
"سچو" پار پرينءَ جي، وره وارو ڪو ويندو.

## ڪافي ۴

هِن غريب جو حالُ،
تو کي مَعلوم آهي!

صدقي ڪنديَس سِر سائِن تَون، پيو سڀ مِلڪ ۽ مالُ.
دوستَ اُوهان ريءَ ديس ۾، جيَڻ آهي جنجالُ.
ڇَئِي بُڌايان ڪيترو، اَرياڻي اَحوالُ.
مَج "سَچوءَ" جو سپرين، سائينءَ لڳ سوال.

## ڪافي ٥

پَرديسِي گَڏيا دوستَ لَٿو هِجر هلاڪِي،
آيا اگَڻ مُنهنجي، جن ڪيو هو فراقِي.

جَن ڪاڻِ سڪيَس سالَ، وينٺي واٽڙين تي،
مُون ساڻ اَچِي پاڻ، ٿِيا محب ملاقِي.

پَرديس لَڳ مون تي، پانٺي روز پُڇايا،
مون کي ڪانہ پَئي خَبرَ، اَچِي سي ٿيم اوطاقِي.

پيغامَ پَهريئون پانڏن هَٿ پاڻ مُڪائون تي،
هاڻي هِڪُ ٿيا مون سان، جي يارَ هئا ياڪِي.

اَهي سَڱ "سچو" دوست جي در جو اَصلَ کَون،
تنهن ڏيَڻ ڏوراپو، ناهي مَستُ ميٺاقِي.

## ڪافي ٦

تون تا وسين مُنهنجي مَن،
ميان تو کي چِڱي ڀڏايان چا!

هوتَ سنڌيَوَ آءٌ حاضِري، پيون سي ڏنَڙم ڀَن.
مقصد منهنجو تون ٿِيئن، پيا ڪَعبي نيتَ ڪَن.
آءٌ گهٽو گهوري تَن جي،ڪيو سِرُ صدقي جِن.
عرضَ اِلاهُون عاجزن، ڪوهُ نہ ڪرين ڪَن.
اَڪيَن عامُ نہ اَوَڙي، تو کي جاڻي ڏنو جَن.
آهي "سچوءَ" کي سدا، طَلَبَ توهان جي تَن.

## ڪافي ٧

يارَ اسان کي تيون مارين،
تنهنجيون اَلغرضايون!

انهوَن دانهُن تي، سائين هِي ڪميٽيون ڪارين.
باهيوُن تنهنجي بِرهَ جيون، بارڻُ دل ۾ بارين.
ڪِيئَن جون ڏنئون خَبران: ”سچو“ تو هُتِ سارين.

## ڪافي ٨

جڏهن پريَن پاتيم جهاتِي،
تڏهن حاجَت ناهي حج جي!

اَچڻ ساڻُ اُنهن جي يارو، عشقَ ڪئِي اثباتِي.
سڀ ڪُجهہ ٿيڙم حالَون محرم، وسريَم ذڪر ذاتِي.
چوريءَ چوريءَ يار سَجَڻ سان، ڏس ”سچو“ دل ڦاٽِي.

## ڪافي ٩

دوست تُنهنجي در جي، هيءَ ڳالهہ آءٌ ڪنهن سان ڪريان!

چڏ پرين پَرڏيهہُ تون، ميان، ڏکَ اُوهان ڀاجهُون ڏريان.
دوستَ رهہ هِن ديس ۾، ميان، سرُ منجهُون سُورن پَريان.
لَڪَ سَيَئي ويني لنگهيَس، ميان، پُوريم اوريان پَريان.
ساڻ چرخي چتَ جي، ميان، ورهَ جا ڌاڳا وريان.
سِرُ ”سَچو“ چَوي پانهنجو، ميان، دوست تو آڏو ڌريان.

# داستان پنجون

١

ڏار چڙهيِ ڏاهي، ڪِي جو چيو چُهنب سان:
اِهو مون آهي، آڏرُ ڙِي آرواح ڪي.

٢

ڏاهو ڏار چڙهيِ، لَسين تو لاتيون ڪري:
ڪو نئون سبق پڙهي، اَج پڻ آيو اوڏنهُون.

٣

ڏاهو مَٿي ڏارَ، عجَب اَج لاتيون ڪري:
تو "سچو" ڏئي سنيارَ، پريان سندي پارَ جِي.

٤

ڏاهو ڏار چڙهيِ ڪري، ڪِي تو چهنب سان چوي:
اَديون سَپ آهي، آهيو بُڌڻَ واريون.

٥

چهنبَ ساڻ چوي، ڪِي پيو ڪانگل ڪاڪيون:
پورن مَنجهه پَوي، تو سڻِي ساهُ سنهيڙو.

٦

مُحبن ڏنهن مَسين، اج پڻ ڪانگل آئيو:
لاتيونَ واهَ لَسين، ڏاهو ڏار چڙهيِ ڪري.

٧

لاتيون كنديئِي، ڪانگو هيٺ ڪِري پيو؛
هَي هَي هَنديئِي، ساٿيءَ ساه مٿي ويو!

٨

ڪَهيو هِيئن ڪانگي، آئُون چيائين چهنبَ سان،
تہ ’سَچَڻ ڪنهن سانگي، وري اِينديءَ اُتهِين‘

٩

چُهنب ساڻ چِئي، ڪاجا ڪانگل ڳالهڙي؛
ساري آتڻ سانِ انهيءَ، ڪَهڙي ڏِسُ ڪَئِي؛
پُورن منجهہ پِئِي، سڀ ڪنهن آئٽ قٽو ڪيو.

١٠

ڏاهي چڙهِي ڏارَ تي، ڪا جا لِتِي لاتِ؛
ڏِک ڏنائين سڀ ڪي، وائِي آٿي واتِ؛
پَيون ۾ هيهاتِ، آتڻ واريون اُتهين.

١١

ڏاهو چڙهِي ڏارَ تي، ڪري هيءَ مذڪور،
سنيهَن ۾ سورُ، چوي ٿو چهنب سان.

١٢

سُٺو سنيِها سَرتيون، ٿو چڙهيو ڏارَ ڏئي؛
سارو ساهُ نئي، ٿو نازڪ نِياپَن سان.

١٣

ڏاهو ڏارَ مٿي چڙهيو، ٿو ڪري بِرهَ بيانُ،
آتڻ تي احسانُ، ڪري ڪلامن ساڻ ٿو.

١۴

ڏاهيون سڀ ڏسو، جو آيو ڪانگ قريبَ ڏنهَن؛
وڃِي جان جٿو، نيو نِياپَن ساڻ ٿو.

١٥

وتيون ۾ ويڙهيءَ تو ڪاريون ڪانگ وهائي؛
روحُ نئين ريڙهي، سڀ ڪنهن جو سرتيون.

١٦

ريڙهيون روح نئين، پَسو سَڀ جو پاڻ ڏي؛
سنيها جي سَڄَڻان، سي چڙهيو ڏار ڏئي؛
آتَڻ ۾ افسوس ٿيو، تنهن جي پيرَ پِئي؛
ڪَتي سگهي ڪانڪا، ڪَوُن وهلور وِهي؛
کهڙِيءَ طرح ٿئي، وري سَنباهو سَرتئين!

١٧

ويس تَندُ چِچِي، پَهو پِتِ ڪري پيو؛
سُٽِي سَنيها نيهن جا، پِئي جهوريءَ منجهه جهجِي؛
اِنهيءَ يَتِ يِجِي، پيسَ روئندي ڪپڙا.

١٨

ويڙهي وتندي ئِي، ڪانگي قهر ڪمائيو؛
ڪاڪيون ڪتندي ئي، پيَم پورُ پريان جو.

١٩

صدقي ساهُ ڪريان، هِنَ ڪانگي تَون ڪاڪيون؛
جي ڏئي سنيها سَڄَڻان، سي سانيِي ساه تريان؛
پلي پيرَ پَريان، اُنَهيءَ ويلي اوڏهِين.

٢٠

آٿي ڪانگَ ڏنياس، ڪتابَت قَريبَ جِي؛
پَهو ڪتيندي پَت پِئس، چوهون تَند چُنياس؛
پيچون پيچ ٿياس، روئندي چولي چِڪَ ۾.

٢١

هَلِي ڪانگي هِڪَ، ڪا جا ڪَيس ڳالهڙِي؛
تنهن مامَ ٻُڌڻ سان روئنديَ، چولِي ڪيائين چِڪَ؛
سَنيهي مَون سِڪَ، پاٿوِي ڪيائين پَڌري.

٢٢

ڏاهي چڙهي ڏارَ تي، ڪا ٻولي هيءَ ٻولِي؛
سا ٻُڌي روئِي رتَ سان، چِڪَ ٿيس چولِي؛
جَڻ هنيڙي ۾ هولِي، تنهن آٿي هِندن جي هنئي.

٢٣

سَچَڻ ڏنهَن سَنيهڙَ، تنهن آٿي آتڻ ۾ ڏنا؛
جڻ ڏنائين سَين کي، چُريءَ پاجهون چيهڙَ؛
ڏک پَريائين ڏيهڙ، ماريون اِنهيءَ مام سان.

٢٤

سڻو سَنيهڙ سَيي، ماريون مَحبوبن جا؛
لَڪن مَنجهڙ لَيِي، ڪا سُورائِتي سارَ سان.

## ڪافي ١

آءٌ تـا ڪـالھہ اُڏامِـي، وجـي پَيَس پِـرين وٽ!

هت قـبـولـيـم تَـنـهـن جِي حلقه بگوش غـلامِي.
مِهـر مـٿـو ٿِي ناه ڪـو، عـاشـقَ تِـج تـون آرامِي.
اصـل لاڪُون اُن جـو، هِـي پـاڄِي آهـي پـيـغـامِي.
ويَس برابر اوڏهِـيـن، ويـنـيـس ڪـيـن وسـامـي.
مون ڪي ڪيائون پنهنجو، "سچـو" يـار سلامِـي.

## ڪافي ٢

ڪـڏهن اِيـنـدين هِـڪُ ٿِيـنـدين،
نِت نِهاريُون سنديَئِي واٽَـڙيُون!

سانوَلَ ڪنهين سانگَ سان، اڱڻ اسان جي اِيندين.
اِهـو اٿئـون آسـرو، بَـديـون تـا بـخشِـيـنـدين.
ڪَنهيـن ڏينهن هِن ڏکيءَ کي، دوست دلاسو ڏيندين.
پِـرين نـيـنـدين پـاڻَ سـان، ڇَپَر تـا نـہ ڇَڏيـنـدين.
ٿوري گهٽِي ڏينـهَـڙي، گـولِي سـاڻ گـڏيـنـدين.
پَـڪـا پَـڪـن سـامُـهـون، اوري آٿـي. آڏيـنـدين.
سو ڏينهُن ٿيندو ڪَهڙو، "سچو" ڪري سـڏيـنـدين!

## ڪافي ٣

مَنُ موهي منهنجا جانِي،
گهٽا لايَئي ڏينهڙا!

صورتَ تنهنجي سُپرين، مورت ڪئي مَستانِي.
پرين اوهان جي پارَ جو، گوندر ٿيو گُذرانِي.
روز ازل کَون ڏنُوَ اسان کي، نيهن پنهنجو نِشانِي.
اگڻ اسان جي آءُ پيارا، محب ڪريان مهمانِي.
پيريءَ جا "سچو" ڏينهن وسارج، ٿيئي جَمالُ جوانِي!

## ڪافي ۴

يارَ سَجڻَ ڪيئَن سَرِي، تو کي اسان باجهون!

اسان نِماڻَن ڏي سُهڻا سائِين، دوستَ نِهارج وري.
توکي قدر ناهي ڪو، پِلو، چيتڪ ڪيڙس چَري.
اَچي "سَچوءَ" جِي ايڏهِين، سَندي درَ ذري.

## ڪافي ۵

ياد سون کي اَڄ پيون،
مِنيون ڳالهيون سُهڻا تُنهنجِيون!

رهيون آهن روحَ منهنجي ۾، ڪين وسرِي سي ويون.
وينا ڏسون ٿا وات اوهان جي، دوستَ دلاسو ڪو ڏيون.
"سچو" آهي سَگ درَ تنهنجي جو، ميان نالِ نِباهي سو نِيون.

## ڪافي ٦

مون سان تو ڪَيون ڪيون، سُهڻا اُهي ڳالِهيون ڳالِهيون!

سي نہ وڃن وسري، پلو ميان،
چڱيون اُوهان جي چَيون چَيون.
اوهان ٻاجهُون سپرينءَ، ميان،
نِيهن وهايون نَيون نَيون.
لِڪُون ڪيون سين لوڪ کُون، پلو ميان،
پَڌر اُهي اَڄُ پَيون پَيون.
ڳُجهيون سي ڳالهيون يارَ "سچوءَ" کُون،
ڪِين وسري سي ويُون ويُون.

## ڪافي ٧

آءٌ تا تنهنجڙي آهيان، يار مون کي ڇو تو ڇَڏين!

تون تا منهنجو آهينءِ اَصل کُون، ڪنهن نہ ٻَئي در ڪاهيان،
هوتَ اِيندين هِت ڪڏين.

آءٌ نماڻي عيبن هاڻِي، سَڱ نہ ساڻُوَ ساهيان،
پَڪا اوري آڻي آڏين.

توڙي سُڃاڻِين توڙي نہ ڄاڻِين، لالچ تا ٻي نہ لاهِيان،
ساڻ گولِيءَ پاڻ گَڏين.

آءٌ تا ٻانهي تون تا سائين، آءٌ غريب سا چاهيان،
نانءُ "سچو" ڪري سڏينءُ.

## ڪافي ٨

انهن جادوگر چشمن بيران ڪيو سين!
اِنهن نيڻن سندي نازن حيران ڪيو سين!

راتو ڏينهان دل کي هيءَ آهي پريشاني،
اُنهن غمزن ڳجهن رمزن ديوان ڪيو سين.

هَي هَي هِيءَ فرياد وي يارو، ڪنهن کي سڻايان،
خونِن هِن خمارن، مَستان ڪيو سين.

ميدانَ منجهه "سَچو" تَهه ڌليون آيو آهي،
اِنهن تارن سَندي تِيرن نيشان ڪيو سين.

## ڪافي ٩

زاريون ڪَيو زار زار، ميان،
ويني روئان، ٻَڙي جيڏيُون!

ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان،
ياڪِي سو تيڙم يارُ، ميان.

راتو ڏينهان ڳالهه اِنهيءَ جو،
جيڏيون ڙي جِيءَ کي جار، ميان.

پاتو اَتَم لَڳ پِرينءَ جي،
ڳَلِ هَنجُن جو هارُ، ميان.

عاشقن کي سوز "سچو" ڙي،
آهي سَدا سِينگار، ميان.

# داستان ڇهون

١
آءُ ڪانگا ڪارون، تو سان ڪيان ڪيتريون؛
جو پَهچائين پيغامَ تو، پريان جي پارون؛
ڪي "سچوءَ" سنيارون، تو ڏاها ڏهاڙي ڏئين.

٢
ڪارون ڪيئن نہ ڪريانس، جو تو ڏئي سَنيها سَچڻان؛
پُٺي پَرَ پَکيءَ جا، ساڻ جواهرَ جَڙيانس؛
موتين ۽ لَعلن سان، پينَر ڪنپ پريانس؛
پيرين دست ڏريانس، جو آه نياپا ڏيندڙ نيهَن جا.

٣
پَکِي سوئي پَرَ، تو اُڏري پار پريِنءَ جي؛
خوشيءَ جِي بہ خَبَر، مانَ وِنِي اَچي ڪا اُوڏهون.

٤
چڙهيو لامَ لَنئي، اڄ تو ڪانگل قريبَ جو؛
سنيها سَچڻان، سي ڇهنب ساڻ ڇَئي؛
پورن منجهہ پَئي، تو ساهُ منهنجو سَرتيون.

٥
چڙهيو لنئي لامَ، تو بوليون باجهاريون ڪري؛
ڏئي سَنيها سَچڻان، تَريو مَتي تامَ؛
ماريون ماري مامَ، جا تو ڏئي لِڪائي لوڪَ ڳون.

٦
پِريان جا پيغامَ، تو ڏئي مِڙيئي مامَ ۾؛
سَوين مُنجَن سَلامَ، جو ڏاهو ڏاهَپَ سان ڏئي.

٧

چِپيو رهي چانيين، تـو ڏئـي سنيها سَچَٽان؛
آيـل اولانـيـيـن، تـو ڳـالـهـائـي ڳـُجـھ ۾.

٨

سِگھو اُڏامِي آءُ، تـون پَـکـيَـڙا پِرِيَن جـا؛
سِپ کنيِ کريان تانهنجا، ساڻ جواهر جَـڙاءُ؛
عِطـر کـتـورِي اوتيان، پيا مـاڻِـک تو مَـٿاءُ؛
سـاري سنيهـاءُ، کـي آڻـي ڏيج عـجيبَ جا.

٩

ماريون مام منجهي کِي تو تـُريو تاريءَ تي چـَوي؛
سَـچـڻ ڏانهـَن سنجهـيِ، ڏاهـو ڏکـجِـي آئيـو.

١٠

آڻي کانگ ڏنـوس، کـو عريضـو عـجيب جـو؛
پـيـنَـر سَـپ پنوس، ڳـاريـنـدي ڳـوڙهن سـان.

١١

مون ڏي کالـھ مُکـو، دلـبَـرَ دلاسَـن جـو؛
سنـدو رازَ رقعـو، سـو پـڙ واچـيـو وهـسـان.

١٢

واچيندي وياس، هـاريـون پنهـنـجي حـالَ ڳون؛
نـامـي تـنـهن نِيـاس، پـاڻ لکيـو جو سَچِٽين.

١٣

کـانگـا کتابَتَ، ساري سـارج ساهَ سان؛
اِهـا آمانَتَ، بئي کـنهـن عـامَ نـہ آچـئيـن.

١٤

کـتـرريءَ ۾ کَـنيَ، لـويان .لاکـيـٽـي سـيَـئـي؛
جو ڳالهيـون ٻَڌي تـانهِجـيـون، چِپَـرڙن وهـن چَـنَـپَ؛
تـا پُـڙ اُتـي ٿَـنـيَ، ويهـو تـو وايـون کـري.

١٥

اَڄُ نہ انهيءَ ڏارَ، لاميـن لَنوين ڪانگڙو:
جيڪس پِرريان پارَ، ڏسندي سو ڏڪَ پَريو.

١٦

زاغَ نہ تيءَ زبون، ونءُ اُڏامي اوڏهين:
نہ تہ خاصو مُنهنجو خون، پوندو ڳچيءَ تانهنجي.

١٧

ڪاغذ قريبَن جو، اَڄ مون ڪي آئيو:
ساجن ڪيو سعيو، اَچڻ جو هن پارَ ڏي.

١٨

لِکو ۾ لامين، تو لاڪِيٽو لاتيون ڪَري:
ٿهڪندو تامين، ڏئي سَنيهو سَڄَڻان.

١٩

چڙهيو مَٿي چانپَ، ايئن چوي ٿو جيڏيون:
’ڪج سِيني ۾ سانپَ، ساري سَنيهن جِي.‘

٢٠

ساري ڳالهہ سَچي، ڪانگي ڪئي قريبَ جِي:
ريهي دل رچِي، تنهن نازڪ نياپَن سان.

٢١

آٿيو ڏنا ڪَر، ساٿِي يارَ سَنيهڙا:
منهنجي پاروئن پکِيَڙا، وڃ دوسياٺي در:
جو سِڪَ آهي مون سَر، ميان محبوبَن جِي.

٢٢

ڏنا ڪَر آٿي، سدا سِڪَ سَنيهڙا:
هِينئڙو مون هاٿي، آهہ ”سچو“ سوداءُ ۾.

## ڪافي ١

مانَ پرينءَ پَهچائي، هِي نياپـو ڪـو نيئِـي!

ڳچِيءَ پائـي ڪپـڙو، پاچِياٽي پَرچـائـي،
حال ڏسي وڃ هيئَي.

پرين ڏسج پاڻ ڏي، چِتُ نـہ وڃُ مون تَونِ چائي،
يارَ اسان ڪان پيئَي.

الله ڪارڻ آءُ تون سائين، پانهي تِي پاڏائـي،
بخش اسان ڪي پيئَي.

اوهان پاجهون سُپرين،ويئي سو ورهَ وسائي،
ڪانگ اڏائي ڪيئَي.

در اوهان جي جو دلبر سائين، "سچو" تو سگ سڏائي،
بَڊِي پانهُون پيئِي.

## ڪافي ٢

هِنيون هوتَن هٿ آهِي آهِي،
ڪيرُ چوي تا ناهي ناهِي!

فَهمُ فراستَ، عقل ارادتَ، نيهَن بِنا ناهِي ناهِي.
مست ٿيا مخمور اتاهِين، ڪَل نہ پَئِي ڪنهن ڏاهي ڏاهي.
ڏوڙا طالِعَ تِين اُنهن جا، يارُ جنِهان نون چاهي چاهي.
وسُ مِڙيوئِي يارَ سَڄَڻ جو، هيءَ نماڻي چاهي چاهي.
سَگُ سِياپو يارَ سَڄَڻ سان، ڪير"سچيڏنا"ساهي ساهي!

# ڪافي ٣

آءُ اسان وٽِ يارَ تون، آهي هِت اَسان جو حالُ هِي!

اُباڻڪو آهيان گهڻو تورِيءَ پِرين پرديسَ ۾،
آءُ مِڙيوئِي، معلومُ ڪر، عاشق سَندو اَحوالُ هِي.

آهِ اوسيڙو اوهان جو، شب روز اکڙين ۾ ميان،
جانِي سَندءِ مون جاڳندي، آهِ خواب ۾ بہ خيالُ هِي.

دوست تُنهنجي درَ اُتي، دونهين وجهي ويهِي رهان،
منهن ڏيکارج محب مون کي، نہ تہ آهِ ويهڻ هت وبال هِي.

درد مَند جي در پيهِي، آءُ دوستَ دل خوشحال ڪَر،
صدقي ڪريان سِرُ ساهَ سان، چا مِلڪ ۽ بيو مالُ هِي.

ويٺي نِهاريان واٽڙي، تنهنجي اَچڻَ جي لئہ ميان،
لَهُہ سُڌِ سَنديَم ساجن اچي، نہ تہ آهِ جيڻ جنجال هي.

پاڻون پَري نہ ڪريو مون کي، ڪي دوستَ دلداريون ڏيو،
هوءِ تون سَدائِين ساڻ مون، آهي "سچوءَ" جو سوالُ هِي.

# ڪافي ۴

آيو مُنهنجي گهر يار،
جنهن جي ڪارڻ مون تي ساتي سَنيايا!

در پيهي مون آئيو، اڄ دوست مِٺو دلدار.
سوئِي ڳڏيو سُپرين، هو جنهن جو جيءَ کي جار.
بالڪل ڪيائون پانهنجو، ڏنائون قول قرار.
معاف ڪيائون مِهَر سان، مون تي هُئو ميار.
"سچو" سرهائِيءَ ۾، ڇڏ روئڻ زارو زارُ.

# ڪافي ٥

راتِ پرينءَ ڪاتي پيئي، اڄ ساڻي سُڌ ڏيجو!

پُڇاڻان پرينءَ جي، حالُ اَسان هِت هيئِي،
ساڻ تَڪيءَ هِڪ تيجو!

پَسَڻ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪانگ اُڏايم ڪيئي،
نالِ وني هيءَ نيجُو!

عرضُ آرياڻيءَ ڪي، نانءَ ڏڻيءَ هِي نيئِي،
بانهون ٻَڌِي چڱيا چيجو!

"سچو" ياران ساڻيو، ڪين ڏوراپا ڏيئي،
پيرين پانڌيو وڃي پيجو!

# ڪافي ٦

دوست دلاسا ڏيئِي، ڏک ڏوڙو وري ڏيندئِي!

متان ويهين مانَ ڪري، يار سَڄَڻ سان تو پيئِي،
ساڻ نيڻن دل نيندئِي.

مون تا ڏٺا ڪيترا، ماريا سي ڪَجلين ڪيئِي،
اَڄ صبح تو وٽ اِيندئِي.

"سچو" آڏو سَڄڻان، بانهون ٻڌي آءُ بيئي،
سڀُ بديون بخشيندئِي.

## ڪافي ٧

هِيئَن مَ وجُ تون ماريون، هوتَ نماڻيءَ ڪي، ميان!

سِڪ ٿنهنجيءَ سُپرين، ڪوڪان هِن ڪي ڪاريون!
پـرين پَري چو وجين، بارڻ دل ۾ باريون؟
باجَهہ باروچا تو پوي، سُٺِي ضعيف جون زاريون.
جايون ساري جيءَ ۾، ورهہ آوهان جي واريون.
ميان مشتاقن جون، سَهہُ آرياڻِـي آريون.
سڪ اُتي ٿيو سُپرين، ڏک هِتـي ڏيهاڙيون.
راتو ڏيهان ٿو روئي، "سچو" توکي ساريون.

## ڪافي ٨

سَجَڻَ ٿنهنجو بِرهہ باري، اسان جي ساڻ تو ياري،
آءٌ تا بانهِي تون تا سائِين، بِڌي بانهان ڪِيم زاري.

اَچانڪ لَنئَہ جا تو لائِي، پئِي تا ڪَلَ نہ مون ڪائِي،
وِٺيئي جائِي ڪَيئِي سائِي، پاتِيسُون ڳل ڳچيءَ ڳاري.

وڌو سين طلبَ ۾ توئِي، نہ هو هِت حال مون ڪوئِي،
چوان هِي حال ڪنهن روئِي، معلوم آهي تو کي ساري.

اَلانيِيون عشقَ جي لايون، ويون وسري سَيِئِي وايون،
اسان جي طرف ڏي آيون، ڪئِي سڀ لوڪَ بيزاري.

لِکان ڪيئن ڳالهہ هِن دمَ جي، ڏايي آهي راهَ هِن غم جي،
ملامَتَ ڪُل عالم جِي، اَسان تا اَصل اِختياري.

"سچو" ڪَر سَوَ شڪرانا، پُڇي تا بِرهُ بيگانا!
توڙِي هِت سي ٿيا ديوانا، مليوسين دوست هِڪواري.

## ڪافي ۹

يارَ مرشِد تنهنجون ديدان،
مشتاقن کي مارنِ ٿِيون!

چڪي تہ هَٽن ٿيون چوهَ منجهاران،
ڪانُ ٻتيءَ جو ٻَچائن ٿيون.

ڏسڻ سان ڏور وجهن ٿيون،
دام دلينِ جو دپائن ٿيون.

شهبازن جان ڪَرن ستونا،
گهورَ اُنهيءَ سان گهائِن ٿيون.

جاڏي چَڙهن تاڏي برهہ بُراقان،
پير رڪيب نہ پائن ٿيون.

"سچوءَ" جهڙا سَوين هزارين،
ڪي ئِي ڪُرنش منجهہ ڪنبائِن ٿيون.

# داستان ستون

١

چڙهيو سَر چانيين، لَنوين جي لاتيون ڪري.
تہ ’سنيها سانيين، جي تا مُڪَئي سَڄڻان‘.

٢

تڪيو تي تارِيءَ، لَنوين جي لاتيون ڪري؛
ڏئي سان زاريءَ، اُيي سنيها سَڄڻان.

٣

پارانيا پويون، وجهي ڳوري ڳچيءَ ڪانگ جي؛
ڪيِي آبُ اکين مان، نيهين نِچويون؛
لُڙڪن سان لويون، تي هئين لائيس هتڙا.

٤

چڙهيو ڏار ڏئي، سنيها جي سڄڻان؛
تو جَڻ روح رِڳُن مَون، نياپن ساڻ نِئي؛
جٿو جاءِ ٿئي، سڻين پارانيا پِرينءَ جا.

٥

اَج ڪانگل آيو، مات ڪندي مونجهہ مَون؛
سو تا منهنجي ساهَ ڪي، سرتيون سيبايوْ؛
هيڏي هَلايو، اجُ محبوبن مِهر سان.

٦

اَج ڪانگا چئہ ڪِيئن، سَرها ڏنئي سُپرين؟
حالَ اسان هِت هِهڙا، ڪِي هُت پِي هُئا هِيئن!
جهامَ ڏئي جهُڙ جِيئن، تِيئن ٿِي اوتَ اکين جِي.

٧

ڏاها ٿيءُ نہ ڏورِ، ويهہُ مون کي ٿي ويجهڙو؛
ڪر ڪالهوڪي ڳالهڙي، جان هُئين رات حضور؛
دوستَ اڳين دستور، ڪِي تعظيمان توکي ڏنيون؟

٨

زاغ زبانون ڪيدي ، اِهائِي وائِي؛
'پرِيان سندي پار جي، آهہ تو کي واڌائي؛
'پچي حقيقت حالَ جي، هُت ساجن سَيائِي؛
'تہ ڪِي عاشق خوش اسان جو، ڪَل ڏئين ڪائِي!'
مون سان بيحد پلائِي، ڪَئي پرينءَ پارڻ تانهنجي.

٩

الله لڳ اُڏام، تون موتي محبوبن ڏي؛
وڃي ڏيج پرينءَ کي، اِهو پاڇيءَ جو پيغام؛
ڪريِ قدمن تي پَئي، سَوَ لَک ڏيج سلامَ؛
آهي اوهان ريءَ سپرين، هِت مِڙيوئِي ماتام؛
'اَچڻ جو اَنجام، ڪَر سِگهو طرف "سچوءَ" جي'.

١٠

نا تہ مرِي ويندو هيءُ، الله لڳ اَچيج تون؛
تو تَون آهي هِن جو، جانِي صدقي جيءُ؛
لاهہِ فراق فقير ڪون، والِي ويجهو ٿيءُ؛
تون پڻ ان جو ٿيءُ، جو نوڪر تنهنجي نانوَ جو.

١١

سَيِئِي ڏيج ساري، سنيها کي سَڄَڻان،
'اوهان ٻاجهونِ سپرين،هُت گوندرَ گذاري؛
'گهَڙِي نا گهاري، ميان محبوبن ري'.

١٢

پَڪِي سوئي پَرَ، اَڄ اَڏاٽو اوڏهين؛
رسيو وڃي اُنهين، سو پانڌي منجهہ پَهَر:
آڏو عجيبن جي، ڪيائين سڀ خَبَر:
'هُت عاشِقَ ڪي اَوهان بنا، هِنيڙي منجهہ حَشَر؛
'تو اوتي اڪڙين مَون، باراني بَحَر؛
'هاٿي ڏيو دلاسو دلبر، متان عاشق اُت مَري وڃي.'

١٣

ڏار چڙهيو ڏاهو، تو ڏئيم دلاسا دل کي،
تہ 'صبح سانباهو، هو اَچڻ جو عجيبَ کي.'

١۴

پکيڙا پُويانءِ، لَڙهان موتين سَنديُون؛
اَءٌ آڏامِي اوڏڙو، تا جهولِيءَ ۾ جهوليانءِ؛
سَيَئي کنب ڪٿوريءَ ۾، لاکيڻان لويانءِ؛
پوءِ سارو سَمهويانءِ، هِڪ هِڪ ڪري هَٿَن سان.

## ڪافي ١

آيا ڏنوَ، آيا ڏنوُ، چئہ ڪي پانڌِي آيا!

پرينءَ ڪي هِن پارَ ڏي، سَلِ ڪي ساٿِي سَعيا!
طرف اسان جي ڪَهُڙي ڪانگلَ، ها روح سندن جا رايا!
وري سگهو ميان ونءُ اوڏاهين، جو سُوِرن اَسين ستايا.
"سچو"ساري مِيان گهٽو سَنيارم سَجَڻ پِرِي ڪي ئي سِڪايا.

## ڪافي ٢

چَشمن يارَ جي مون تي، چئہ جا چوٽَ چلائي!

درد مندن جِيَ دل اِچانڪ، آٽي عشق آزائِي.
اَسان نماڻن تي روز ازل کُون، چَوَ، تَنهن جي حُسن هلائِي.
بِنهي اکڙين سيف ستم جِي، چَو جا آٽي چمڪائِي.
بَرڇِي بِرهَ جِي سِيني اَندر، "سچو" هِن خيالُ کُپائِي.

## ڪافي ٣

منهنجي زاري زاري، سُهڻا سائين تو سان!

معلوم توکي ڳالهہ اسان جي
يارَ سجَڻ سا ساري ساري.
هِيءَ تا هيٺِي واءِ وهيٺِي،
بِره اوهان جو باري باري.
دوستَ هِئين ۾ يار سمائين،
گهوٽَ نہ وجهج گهارِي گهاري.
اَصلَ لاکون آهي اوهان سان،
يار اسان جي ياري ياري.
طرفون تنهنجي يار" سچوءَ "کي،
آهہ ڳچيءَ ۾ ڳاري ڳاري.

## ڪافي ۴

يارَ تو سان، ڪي تا ڏينهڙا لَنگهايَم!

راتيان ڏينهان سِر تي ڪيئي، ڏکَ جا مينهڙا وسايَم.
پُڇاڻا اوهان جي ڏاها، ڏاڍا سي پور پِرايَم.
سِڪ تنهنجي سُپرين، سارائِي سورَ سَلايَم.
پِرين تنهنجي پارَ جا، ڏيهاڙي سي پنڌڙا پُڇايَم.
"سچو" سيئي آيا جَن لئه، قالان تي روز وجهايَم.

## ڪافي ۵

ساڻِي منهنجي يارَ کي؛
ساري ڏيج سلام!

پرت منهنجي روز ازل کان، توسان مُحب مُدام.
چئِي مَڪا هُئُوَ يارَ سَڄَڻ، ميان، اچڻ جا اَنجامَ.
اوهان جي نِي يارَ اچڻ جا، هُلَ پَون هَنگامَ.
"سچوءَ" جيها ڪيترا، تنهنجي در غُلامَ.

## ڪافي ٦

تو سان يارَ سچڻَ، منهنجي پِرت اَصل کَون پيئي.

اَصل اسانِ جو عشق توئي سان،
ڪوڙيين،آهن ڳالهيون ڪيئِي.

ڪڏهن مُڪو - ڪونہ اسان ڏي،
ڏکين نياپو ڏيئِي.

اَسين توئِي سان هِڪ ٿيندا سين،
وڃون وائِي هِجر جِي ويئي.

سي ئِي سانيج ڳالهيون اسان جون،
جانِي ڪيڙم تو سان جي ئِي.

جي ئِي ڪَيا هَم قولَ توئِي سبان،
"سچو" پاڙيندس سي ئِي.

## ڪافي ٧

ويهي هِت ڪِيئَن وساريَن؟
پِرين تو کي پاڻَ پُڇَن ٿا!

"جيهَو تيهو آهہ اسان جو"، چئہ جو دوستَ چَون ٿا.
ڪڏهن ماندو متان ٿئين تون، تنهنجي اڱڻ آچَن ٿا.
جڏهن ٿين تيون هُت پچاران، تڏهن هِت پورَ پَون ٿا.
پِرين تو کَون پَري نہ آهن، ويڙهي جَڻُ تہ وسَن ٿا.
ماندو مَتان ٿين، خوش ٿِي "سچو"،هو اَڄُ گوش گڏا،٠، ٿا.

## ڪافي ٨

مانَ پرينَ کي پوي، ڪنِ فرياد آسان جِي!

عشقَ جون ماريون سُٺو سَپيئِي،
اديون ڙِي ناهِيو اُوي.
هن نماڻِيءَ جو يارَ سَجَڻ کي،
حالُ وجي ڪو چَوي.
هِيءَ تا تَنِ رِيءَ راتو ڏينهان،
راند روئڻ جِي روي.
در دوسَن جي ڪيئي آهن،
”سچوءَ“ جيها سَوي.

## ڪافي ٩

ساٿِي تون يارَ مُنهنجي کي،
نيئِي پَهچاءِ سَنيهو هي!

تہ ”قيد الماء“ جي قسمت، وڏِي دوري تو ڳون مون کي.
”سي پاڙج واعدا پنهنجا، ڪيا هُيئي يارَ جانِي جي.
”ڪتابَن ۾ وڏم مُنهن تي، تہ تي خور سَندگي حاصل،
”لڳي دل اوچتِي توسان، وساري بِرهِ بي تي ٿي.
”مون کي تو تا فراقِي ڪيو، اِها فرياد ڪنهن کي ڏيان؟
”هو جي ڳالهيون ڪِيئي سانولَ“ سچوءَ“کي ياد آهن سي.

# بيت سنڌي روجهن بابت

١

روجهُون رڻ ياد ِ ڪيون، اُپيون رتَ رڱن؛
هر ڪنهن ويلَ هُڱن، اِهڙن اوراتن ۾.

٢

روجهُون رڻ ڦِتو ڪري، لاهرِ لهي آيون؛
تِين تار نہ تَرايون، جو مُند نہ اُنن مِينهڙا.

٣

مُندين مِينهن اَنانِ، وري روجهُنِ رڻ ڦِتو ڪيو؛
ڏولائي جا ڏينهڙا، گهٽا گهر ڏنانِ؛
اُنهيءَ ڪوَن آرمانِ، لحظي مَنجهہ لهي ويون.

٤

مُندين مِينهُن پيونِ، تَرايون، تارِ ٿيون؛
وڄڻ مٿين ماٿرين، ٿاڪن تي ٿيونِ؛
وِسري ڪينَ ويونِ، سورڻ ريجاڻن جو.

٥

هنيَڙو ڇڏي هُتِ، ٿيون روانيون روجهون؛
ڏکيا اَوسَر ڏينهڙا، ٿيون گُذارنِ هِت؛
اَنئي پَهر چِت، وطن تَن نہ وسري.

٦

رڻ ڇڏي روجهُون، ڪا ڏس ڇتائي هَليون؛
جيلهان مُند نہ اُنا مِينهڙا، تيلهان ٿيون ڪوجهون؛
لڪَنِ جون لوجهُون، جَرين جالڻ هَليون.

---

* مرتب پاران "بيت سنڌي روجهن بابت"، "بيت سنڌي پورب جا" بعد آيل آهن، پر جيئن تہ سُرن جي ترتيب سان رکيل مواد کان سواءِ ٻيو سمورو ڪلام "متفرقہ ڪلام" واري حصي ۾ ڏنو ويو آهي ۽ هي بيت پڻ ڪنهن "سُر" سان لاڳاپيل نہ ڏيکاريا ويا آهن، تنهنڪري بيتن کي الڳ عنوان ڏئي "بيت سنڌي پورب جا" بعد رکيو اٿس، جنهن لاءِ مناسب اهو چاتم تہ هي بيت ان ئي عنوان سان "متفرق ڪلام" ۾ هِت شامل ڪجن.

٧
ماتَر مينهن پيانِ، روجهان موٽي آئيون؛
اوسَر سَندا ڏينهڙا، وسري سڀ ويانِ؛
ٽاٽا ٽَر ٽيانِ، ڦَٽيون ڦوڙيون گَڏيون.

٨
جڏهن ٿيا اَبَر، تڏهن روجهُن ڳاتَ مٿي ڪيا؛
موليٰ وچڙيون ميڙيون، جن ٿي گذاريا اوسَر؛
پهاڙيءَ جي پاندَ ۾، گڏجي ڪَن گُذر؛
ٿيون سيئي سَر، لَنگهيَن ڏکيا ڏينهڙا.

٩
جي ڦَٽيون جي ڦوڙيون، اُني آچي گَڏ ٿيون؛
اوسَر ڪَيون هُيون، اورَنيون اوريون؛
لَڪين ڪِروڙيون، رڻ سيوئي روجهيون.

١٠
روجهڙين اُتاءِ، لنگهيا اوسَر ڏينهڙا؛
موليٰ آندا مِينهڙا، پنهنجي مهر مٿاءِ؛
جي هيون ويچاريون وِڇڙيون، هڪڙيون بيَن ڪاءِ؛
ويُن ڏولُ وِڇاءِ، اُني آچي گَڏيُون.

١١
آسَروند آهين، روجهون راٽيون رڻ ۾؛
اُپيون پيون آپ ڏي، ٿيو وائڙيون واجهَائين؛
رڙيون ڪيو رڻ ۾، ٿيون بُوندون بَرسائين؛
تنهن ڪُندِ ٿيون ڪاهِين، جنهن ڪُندَ وَسَن مِينهڙا.

١٢
"سچو" رک سَماءُ، تو ماٺو روجهن سبان گڏين؛
هاٽي صبر مَنجهِ ٿي آءُ، ڪمائي پوري ڪري.

١٣

آيون وَس چڏي، جو مُندين اُتَن مينهڙا؛
موليٰ سندي مِهر آهـ، جي وچڙيون گڏ گَڏي؛
لٿيون لاهـَ لڏي، روجهون ريجاڻِن تي.

١۴

رڻ ئُون روجهيوُن آيوُن، وين اوسَر ڏينهن؛
مندين اُٿن مينهن، ڪيئون رُخ ريجان تي.

١۵

رڻئُون آيون روجهون، جو سنياليائون ديسُ؛
مُندين اُٿن مينهڙا، وسري وين پرديسُ؛
جي هيون اُني ريءَ اُديسُ، سي پُڻ سرهيون ساهَ ۾.

١٦

جي اوسَر ڏسِي روجهيون، رڻ چڙهي ويئيون؛
تن کي وچي اُتهَين، پَلڪان کي پيئون؛
پوءِ مُندين اُٿن مينهڙا، سَبزيون سڀ ريئيون؛
ڀوَ واري ڀيئيون، ڀليون گاهَ گُلن تي.

١٧

رڻِ چڙهي روجهان، ويون وري ڪَٺُ ڪري؛
سَبز سِيٽيون آئون ساوڙيون، سَيڪا چاڪُ چَري؛
ڀُري آئيون ڀِيئي تي، ڀَهاڙئن ڀَري؛
ويَن ڏولائي ڏينهڙا، سَيڪا ڀَلُ ڀَري؛
”سچو“ مون نـ سَري، ريءَ ميلائي سَڄّٽين.

١٨

جي رڻ چڙهيون روجهڙيون، ڪيون ڏولاون ڏکيون؛
جبلن سَندي جهولِئين، بِرُ هيون بُکيون؛
ٿيون هاٺي سڀ سُکيون، جو مُندين اُٿن مينهڙا.

١٩

هِنيون لاهي هَليون، روجهان رڻُ چتاءِ؛
موتي مِهر موليٰ جي تين، جو اُنن مينهن مَتاءِ؛
ڏولائي جا ڏينهڙا، لاتا پاڻَ خداءِ؛
وري پنهنجي ديس ڏي، وريون جاءِ بجاءِ؛
واري وسَ وساءِ، ڪا رازقَ روجهڙيَن تي.

٢٠

روجهون وٺي واٽَ، هليون ترايَن تل تي؛
گولاڙن جي گَس تان، چَٽن مِٺي مات؛
لاهي اُچ اُساٽَ، راهِي تيون رڻَ راهَ ڏي.

٢١

روجهون ريجاڻن تي، لنگهي لَس ويون؛
بوندون جِت بارانَ جون، پَهاڙين پيون؛
رڻَ ۾ سي رهيون، جن پنڌ نہ ڪيو پهاڙ جو.

٢٢

راهي تيون رڻ راه ڏي، لاهي اوسٽَ اُچ؛
پهاڙيءَ مان پُچَ، روجهن ڪيا رجَ تي.

٢٣

راهِي تيون رڻ راه ڏي، لاهي اُچ اُساٽ؛
اچي وُٺُن اوچتو، وڏ ڦڙو ۾ واٽَ؛
رعد جي رڙين تي، ٿهي ڏنائون تاٽَ؛
پُگيون منجهہ پهاٽَ، لَٽَن سِڪَ "سچو" چَوي.

٢٤

وٺي وٽَ پَهاڙَ جِي، هليون منجهان هيجَ؛
رِسي مَٿي ريجَ، پانڌوڙيَن پِيا ڪيا.

٢٥

رڻ چڙهي روجهون ويون، ڏسي اوسَر ۾ اولا؛
اُنا مينهن مِهر جا، مِهر ڪئي مَوليٰ؛
روجهون ريجهيون، ڏسي ڪري ريجڪ رسيلا؛
واحد وسيلا، پٽَن تي پترا ڪيا.

٢٦

روجهن زارو زار، اُيي رنو رڻ ۾؛
رڙيو ن سُٺي رُلِيَن جون، سعيو ڪيو ستارَ؛
ساري ساز سَرودَ سان، سارنگ لَڏين سارَ؛
روجهن سباڻ رهاڻ لئہ، ڪِنوٽين ڪئي ڪيڪارَ؛
ٿهي هليون ٿيلن تي، سُٺي گوڙ گجڪارَ؛
وسي وسَ وڏي ڪَئي، وسڻ جي وسڪارَ؛
تانگهيون تارَئون تار ٿيون، ترايون تلهارَ؛
سَچي لَڏڙي سارَ، سِگهي تن سڪَ وارئين.

٢٧

ڦوڙائي جون ڦَٽيون، ڦوڳيون ٿيون ڦولهين؛
آبر سندي آسَري، ٺَڪَرَ ٿيون ٺولهين؛
ڳوليو ٿيون ڳولهين، ترايون تَر پَريون.

٢٨

”مُندائتا موتيا“، روجهون چَوَن روئِي؛
”قسمتَ قيدالماءِ“ڪي، ڪونَ جهَلي ڪوئِي؛
”سائين سِگهوئي، ڪَندو وسَ ولهِن تي!“

٢٩

"منداٰئتا موتيا،" روئِي چَون روجهون؛
"ڪمينيون ڪوجهيون، قادرَ تنهنجيون آهيون!".

٣٠

پانڌوڙيون پهاڙَ جون، رٿين ڪوه رهن؛
لوچي سي لَهَن، جن "سچو" ٻَڌو سندرو.

٣١

ماٺِر مٿاهان پنڌڙا، پانڌوڙيون پُرن؛
سانگن مٿي سَرڙا، چَريو سي چَرن؛
وري تيون ورن، "سچل" سي ساٿيه تي.

٣٢

چڏي رڻ راهي ٿِي، روهَن مٿي روجهه؛
پيلي پَئي پوجهه، چَرڻ جي تنهن چِت ۾.

٣٣

روهَن اَندر روجهڙيُون، ڪيون ڏکيون ڏولاون؛
"سچل" سي ساون، سُکيون ڪيون سُکديسَ ۾.

٣٤

پَلر پَهاڙين پَلٽيا، واحد ڪيَن وسَ؛
لنگهي ويون لَسَ، روجهون ريجاٽَن تي.

# دوهـا

شَي آهيان ڪاڪيون ڪهڙي، جا سمجهي نہ چاٺان!

بعضي پايان پُتلي، يا آهيان گڏيءَ ڏور،
يا گوءِ آهيان هٿيارَ جي، يا وانگيءَ وانگر زور.

يا تا محل آهيان، جنهن ۾ شهنشاه،
پوليون ڪري ڪيتريون، ٿو درنئون داناه.

يا تا گهوڙو آهيان، جو هلائي هَسوار،
يا تا موج درياهَ جي، جا پوڙي ٿي پاهار.

يا مِهنديءَ گل تا آهيان، جنهن اندر لالائِي،
يا آهيان گل گلاب جو، جنهن سِر ۾ سرهائي.

يا تا چشمو آهيان، جو اَبر پَريو آب،
تنهن ۾ سايو سج جو، يا پاچوئي مَهتابُ.

يا تا پاچوئي حق جو، اَءٌ اصل ڪَون آهيان،
جنهن ۾ ڳالهہ ناهِ تا، سو پيي تا ناهيان.

ڳالهہ "سَچوءَ" تا سَمجهِي، ڪَون هادِيءَ اِهائِي،
تا غير خدا جو ناهيين، آهين صاحب سدائي.

## هدايت ١

رمزان سي هاديءَ جون، ميان، جيڪي چيائون مون کي سي سَلَڻ ناهن،
هوءِ هوءِ - ٽريون آهن دل تي!

ڳالهيون ڪري ڳُجهه جون، تا صاحبُ سَمجهائِيـن،
"لاالہ" ڪـون اڳـنـان تـا هـادِي هـلائيـن،
سَمجهـڻ "سَمع بَصَر" جو تا فائِقَ فـرمـائِـيـن.

"خوديون خاص نہ پائنجو هِي نِـت نِـت نمازان،
چـاڻـو پَلي ڳالهـڙِي هِـي سـوز و گـدازان،
اتـو 'انـاالـحق' جـا اِهـي عِـبرت آوازان."

هَي هَي هِڪڙِي ڏينهڙِي، تا هادي اِئين چـَون، "
جَن نہ سمجهِي هِت ڳالهڙِي سي سِيان گهٽو رون،
جَن سُجاتو هتهين، سي هُـت پِري اِئيـن هُـون."

"جيڪي پَليون ڳالهڙيون، اُنهن پُـچَڻ پَري آهـ،
ڪـوڙا قصا ڪُهہ پئا يـار - سُـچاڻ سَـواءِ،
پـُر جهـَڻ آهـي پاڻ کي، بِي پَلي بات نہ ڪـاءِ."

هاديءَ حقيقت جي، يار، موڙي هيئن چيو:
"اَقـا آهـي هـيءُ ادا آهـي ڪـونـہ بـيـو،
جي ئِي لنگهيا سَپَ کون، يارُمـقـصـد تـن تـيـو،
سائين ساڳـيـو سو اُتـو، جـو وجـودئن ويـو."

## هدايت ٢

مرشِدَ هـادي رهنما، تا سَمجهائِن اِئيـن:

"هـُو ٿـون جاڻج پاڻ کـي، مـتـان هــيءُ ٿـئين،
"وحــدت جــي چـوگــان ۾، اِهــا گــوءِ نئين،
"'سچو' ساڻ يقين جي، هِي حال ڏي هِئين."

# هدايت ۳

هادي ويڙهي آيو، هاڻي سائينءَ هِيئن سمجهايو، والِي ويڙهي آيو!

"ڪڏهن ٿيو ڪونڪو، عاشقن آرام، ميان،
راتو ڏينهان تن اُتي محبت جو ماتام، ميان."

"خاڪَون هَلج خاص تي ڪر پاڻيءَ ڳون پرواز، ميان،
چڙيءَ چَنبو ماريئي، تي شاهِين ۽ شهباز، ميان."

"جيڪو اَصل آهي، ٿيو هاڻي سو سلطان، ميان،
گهوڙي چڙهندڙ گم ٿيو، پيو گهوڙو ۾ جولان، ميان."

"گرد ڳجهو ڪيو طالبو، اهو گهوڙي جو هسوار، ميان،
گهوڙي وارو گم ٿيو، آيريو گردغبار، ميان."

"آيو بحر جوش ۾ تڏهن موج پئي پاهار، ميان،
هَي هَي آيو نانءُ ۾، ٿيو ساوڻ جو سينگار، ميان."

"لَڙَ منجهَون ٿيو اچو ڪارو، اَصل سو درياه، ميان،
بيحد رنگ گهٽا ٿيا پاهر، هرڪو ٿيو گمراه، ميان."

"سانوڻ لٿو، هڪ ٿِي، تڏهن پاڻي موتيو پوءِ، ميان،
ڪارو اچو لَڙ ٿيو، اهو سارو سمونبوءِ، ميان."

"نانءَ لَهِي ويا پاهريان، اهو باقي رهيو نام، ميان،
ڪوران، ڪَسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام، ميان."

"هِت سَيِيئِي درياه ٿيو، پيو ڪوڙا لٿا نانءَ، ميان،
اولَ آخر هڪ ٿيو، وَيا وڇائون گنان، ميان."

"اصل جيڪي هوس آءَ آهيان هِت پي سو، ميان،
آخر ٿيندس وچي اُهو ئي، هڏ آهِيان ڪوڻ پيو، ميان."

"اکيون اکـڙين ۾ رکي، تون پنهنجو پاڻ سُڃاڻ، ميان،
پوي نظر جت تانهنجي، تت پنهنجو چشم چال، ميان."

"اکيون اکڙين ۾ رکين، تا هِت هُت 'تون' هين 'آءً'، ميان،
جي خبر اکين جي لَهيين، تا تون نرالو ناڻءُ، ميان."

"اکين مون معلوم ٿئي اِهو صورت جو سينگار، ميان،
'سچو' سارو سچ ٿيو، بيو ناهي تفاوت وار، ميان."

## ڪافي ١

اَڄ تون اسان وٽ آءُ، تون ميٺهن والَ ميهارَ، ميان!

پاڻي اُپڙڻُ نا ڏئي، هڪ ويريون ۾ ٻيو واءُ، ميان.
ڪارِي، ڪُن لَهريون لسان، دورَ وڏي درياءُ، ميان.
ساهَــڙَ سببون تانهنجي، سَرتيون ڏين نہ ساءُ، ميان.
پِرين وڙئون پانهنجي، ”سچوءَ“ لَهہُ سماءُ، ميان.

## ڪافي ٢

لـُڙ وهي لوهاڻو، يارَ، وي!

سا ڪيئن ترسي تار ۾، جيءَ جنهين جهوراڻو.
ڪاهيو پـوي ڪُنن ۾، ڏنِس عـشـق اوراڻــو.
ساهَڙ باجهـون ساهَ ڪي، ڪيو ورهَ ويڳاڻو.
سانولُ سـدا آهـِ مُون، اوهِين سـيـئِي ٿيون چاڻو.
پچنـدو اَچـي پـاڻهين، ”سـچل“ يارُ سِياڻو.

## ڪافي ٣

آڪوڙِي! آءٌ ڪير آهيان، ذات نہ ڄاڻان ڪير!

سَهي ڪَري ڪين سگهان ٿو، پينَر پنهنجو پيرُ.
ڪاٿئون ٿِي آءٌ ڪاٿي آيس، پرتئون پاتم پيرُ.
ساڳيو ئي سو رانجهو آهيان، تنهن ۾ ڦندُ نہ ڦيرِ.
پاڻوَن ڄاڻي پر گهمايَم، سُرهو ڪيَڙم سيرُ.
جوڳي ٿـي ڪَرَ جوڳ پـچايم، ڏايو ڪِيُم اَنڌيرُ.
مَڪي مَنجهہ مَسيت بڻايَم، جڻيو جيسلمير.
”سـچو“ نانءُ تہ آهي منهنجو، هَـڏِ نہ آهيان غير.

## ڪافي ۴

ساٿي ڙي ديسَ دلبر جا، سِڱهو وڃ پار پرين جي؛
خبر ڪا خيرَ جي آڻين، آهي خوش خاص سو مَظهرِ!

پانڊِي پيغامَ هي ني تون، سنياري دوست کي ڏي تون،
ڳالهيون ڪر ياد پِي ڪي تون، آهينم تون دل گهريو دلبر.

عاشق ايڏهن نهاري ٿو، تو لئہ گوندرِ گذاري ٿو،
سَچَڻ تو سَرس ساري ٿو، اَوهان لڳ آهہِ مُنتظر.

زياده ٿو ڪري زاري، ڪيائين سَوَ ڳِچيءَ ڳاري،
مَ ڪج تنهن ڪون بيزاري، ڏسي ڏوهن سندو دفتر.

دردَ ۾ دل بَجانو ٿيو، اُتي يَڪدل يَگانو ٿيو،
وئي نياپا روانو ٿيو، رسيو تاروءَ وجي رهبر.

اڳيون پِي پاجهہَ هُت پيئي، وائي تا هجر جي ويئِي،
دلاسا دوست ڪيا ڪيئي، لِکڻ ڪون هِن اُهي پاهر.

آهي سڀ خيال هِي منهنجو، اوڏنهن ويو حال هي منهنجو،
”سچُو“ ري سوالُ هي منهنجو، حضوريءَ ۾ ٿيو حاضر.

## ڪافي ۵

تنهنجي چشمن چيٽڪ لايو،
آءٌ هاڻي ڪئن ڪريان!

ڪَلّ نہ مون کي ڪا هئي، عشق اَچانڪ آيو.
دل اسانجڙيءَ لعل لپيٽيو، رمزن جو رنگ لايو.
سدا گهُرجي ”سچوءَ“ کي، محبت جو نِي مايو.

## ڪافي ٦

يارَ تنئين وجي ياڪي،
متان هيءَ وسارين، ميان!

پيو سَيو مون وسريو، برهُ رهيو هڪ باقي.
تنهنجي طالبَ آهيان، محبَ مون تا ميثاقي.
ڪم منهنجو ڪيچ ۾، هاڙهو سَيُ هَلاڪي.
لاهج پنهنجي لطفَ سان، گوليءَ ڪون غمناڪي.
ڪَر پاچاڻي پنهنجي ۾ "سچُو" هيءَ ڪساڪي.

## ڪافي ٧

هِيءَ غريب نماڻي،
ڪيئن بيراڳِڻ ڪَيَئَه!

معاف مدايون ڪَر تَنهين تَون، الهه لڳ آرياڻي،
پيش اچي جا پَيَئَه.

بيٺِي آهيان يار انهيءَ تي، حُب منجهوُن هوتياڻِي،
ڳالهه چُڪِيءَ جا چيئه.

هڪ خيال نِي دل تي تنهنجو، تنهن ڪَيَس جوڳياڻِي،
خيال ٻيا سڀ ڪَنيئَه.

وعدن واري ڳالهه اَسان سان، هوتَ ڪَيَءِ جا هاڻي،
ڪيئن وسرِي سا ويئَه.

ڏکَ ڏوراپا ڪهڙا توسان، پرين سا ڪيئه پُڄاڻيءِ
نال نماڻِي نه نِيئَه.

پَري نوڪَ نيهَن جِي سائين، "سچوءَ" ڪي نِي سُڃاڻي،
هوت پَري جا هَنيئَه.

## ڪافي ٨

عِشق اسان وٽ آءُ، اچي تو تا سانوڻ لايا!

چئنچل چيهل تي چوڌاري، مينهن رات ڪئي موچاري،
عزت لڌي آسمان، پرين اچي پير گهُمايا.

بوندَ بِرهَ جي بَرسي باري، جوشَ اکِيَن مون جَرَ تيا جاري،
بيحد تيا بارانَ، اصلَ ڪون واهَ وهايا.

گل ڦل گاهن ڪئِي گلزاري، مَچيائون سارنگ جي سرداري،
سَهسين تيا سامان، اَکين اچي آگَمَ لايا.

يار "سَچَل" چئي مُحب مِليا سي، بيشڪ دل جا دردَ لٿا سي،
شاهِي رکيائون شان، اچي تَن حُڪم هَلايا.

## ڪافي ٩

عِشق پنهنجي جي خَبر جي ڪَنهن اَدا عاشِق آهي،
مُشرڪ ۽ مُرتَد آهي، توڙي اهو تارڪ آهي.

جو تيو گُم يار ۾، پاڻ ئِي ڪون لا تعلق آهي،
پانهنجي هُوئُئون اُهو، هَر فعل ڪون فارق آهي.

ڪُفر ۽ اسلام ڪونِ، لاڙو انهيءَ لاشڪ آهي،
رمزتا هِن راز جي، سمجهي سوئي سالِڪ آهي.

دائم دوئيءَ وارن نظرَ، هڪ خلق بيو خالق آهي،
اُپتي جو عبرت جون اکيون، تنهن کي مڙيوئي مالڪ آهي.

جيئَن هاديءَ فرمائيو، سوئي سڀيو برحق آهي،
سو "سچوءَ" مُرشد سچو، جو پير عبدالحق آهي.

# ڪافي ١٠

جيءَ آئيـن پَلي آئـيـن تـون،
ڪنـهن منزل مـون پهچائيـن تون،

تو موتي سِرُ وِڃائين تون!

سرمدَ کي ڏيئي لَتَ کهائي، سوريءَ تي مَنصور چڙهائي،
شيخ عطار جو سِرُ وڃائي، هاٿي هيٺ پندُ پُڃائين تون.

زڪريا ساڻُ ڪرتَ چيرائي، يوسف کي مَنجهہ کوهَ وجهائي،
شمس مُلن جي هٿئون مارائي، عاشِقَ تو آزمائين تون.

جٽيو ڪفر صنعان وجهائي، بُلي شاه کي ذبح ڪرائي؛
جعفر کي درياء ٻوڙائي، تن کي پار لنگهائين تون.

گهاٽي ۾ بلاول پيڙائي، عنايت ميدانَ مارائي؛
ڪرمَل کي هِنَ حُڪم هِلائي، قيروءَ ڪَنڌُ ڪَپائين تون.

قاسِم دُرن ساڻ سَنائي، موسيٰ کي ٻي سُهاڳَ وِنائي،
اڪيداسَ تَعزير ڏِوائي، سو اَڄُ ساڳيو آهين تون.

"سچو" سَندءِ پندُ پُڇائي، گهوريو پنهنجو سِر گهُمائي،
نِيهن واري ڳالِهہ ڳالهائي، عاشق تي فرمائين تون.

# ڪافي ١١

حڪم تهنجو تو هلي، پَر ڏوهہ پاڻ تي کي ڏيان!

آهي "فَعالءُ لمَا يُريدُ." نانءُ هِيءُ ڪاڏي نيان؟
آهي "وَبي يَنطِقُ وَ يُبصِرُ"، تر نہ توريءَ جيان.
جاڏهن اچي ظاهر ٿئين، هَل هيج! مَون تاڏي هيان.
"يَرجِعُ اِليٰ اَصلِه" سڻُ مامَ هِيءُ مـوُن هـان مِيان.
گمنام غمزي ۾ ڪرين، ساڳيو "سچو" سوئي ٿيان.

## ڪافي ١٢

دِل چَپَن سان جي چُمين، پيرِ مُغان جو آستان،
محبَت سچي محبوبَ جي، بانڪا وڃي تون باس تان.

ڪي ڏينهن مون دلدار لئہ، ورد ۽ وظائف تي پڙهيا،
جڏهن عشق آرانيا ڏنا، ٿيون خود خدا جون خواستان.

جڏهن شوق مون شامل ٿيو، ٻيو خيال خاطر کون ويون،
هڪ واسطو تنهنجو رهيو، وسري ويون ٻيون واسطان.

راهون سيئي گمراهہ ٿيون، جي مون پچين تون ڳالهڙي،
ڪر گـُـنري ٻئي گوڙ کان، آتـَئي راهَ رب جي راسـتان.

رنگ روح ڪي جيڪو لڳو، دنيا ۽ عقبيٰ پٺ پـَڳو،
غمزي تنهن گم ڪُل ڪيو، وهَواه ٻيا وسواس تان.

عشق جي ڙي جيڏيون، ناهي تـمامِيت ادا،
چاهون چوائي تو گهٽو، هِي درد مون کي داستان.

"سچو" سدا سِڪَ ۾ رهين، متان تون جهَلين روئٽيوَن اکيون،
هت درد وارن جي پرين، پاٿهِين ڪرن تا پاس تان.

## ڪافي ١٣

ڪَنهِن سان ڪَيَم نہ ڪَلَ،
جو سودو آندم پاڻَ سان.

سودو ڪَنهِن نہ پُڇيو، آيس ۾ مشڪل.
گران قيمت کون سَيَئي، موتيا تنهن مَهَل.
سودي ههڙي جي آتي، لاهن سي نقل.
ميڙون موڙن تي ڪري، عالَمَ ڪَئي اُچَلَ.
حال ڏسي تا هُنَ جو، جيڱڙو منجهہ چَنچَل.
ڏوه نہ مون کي ڪِو ڏيو، پئي خَلقَ منجهہ خَلَلَ.
"سچوءَ" سرفرازُ ڪِيو، آڻي سو عشقِ اُجهَل.

## ڪافي ۱۴

صحيح سڃاتوسي، هاڻي اَصل اسان جو تون آهين!

عاشقَ متان اوتيين، پنبڻيَن مون پاڻي.
ڪڏهن اسان جي ڳالهه ڪون، عذر متان ڪو آڻي.
عاشق مِٺي ڳالهه جي، ميان، وَري ٿا ڏين وراڻي.
ڏينهن ٿون نئين آهي سا ، ميان، ناهي سا پرت پُراڻي.
تن ۾ تنهنجي اصل آسان جي، "سچو" ري سِڪَ سَماڻي.

## ڪافي ۱۵

آهيان اوهانجڙو آئين- دوست چوين ڪير آهين؟

پرين ڏسج تون پاڻَ ڏي، آءُ بانهو تون سائين.
پنهنجي درئوُن سُپرين، پير منهنجي در پائين.
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، ميان، پرينءَ کي پَرچائين.
آءُ اوهانجڙو آهيان، چِت نہ مان تَون چائين.
ديدان ڪَڻُ تون مَتي الله لَڳ، ميان "سچوءَ" کي سَرچائين.

## ڪافي ۱٦

جيڏيون مون کي چو ٿيون جهليو،
ويندس پرينءَ جي پار!

هُنَ.يَرِ پيرا تي ڪريان، جو مون هُتِ روح رَليو.
ڏانهَن گهٽا ڏينهَڙا، مون تي عِشق آليو.
روح پريان جي پارَ ڏي، وٺي سا حُبَ هَليو.
پريان سندي پارَ ڏهون، پاڙيچيون نہ پَليو.
"سچوءَ" جوڙي سَرتيون، محبَتَ مَن مَليو.

## ڪافي ١٧

منهنجو هِنئڙو وڃي پيو، پرينءَ جي پار، وو!

سپيريان ڏي سرتيون، مون کي نِيهڙي نيو.
ڳُٽين ڳالهيين يارَ سَجَڻ جي، سبوگهو ساه ڪِيو.
پاٿون پائي اگڻ آسان جي، لالن شال لِيو.
جَڙ لڳي هُيوَ جيڏيون، تہ ڪِيئن مون ڏوه ڏيو؟
سُپيران جي سِڪَ ۾، مون سان بيلي ڪونہَ بيو.
سڱُ سڄڻ سان سڱ "سچوءَ" جو، جيڏيون جيءُ ٿيو.

## ڪافي ١٨

دل جا دلبر يار، سگهو سگهو اِيندو رهين!

اسان نماڻن جيءَ نانءَ سائينءَ جي، لهين تون سار سنيارَ.
پار اوهان جي ڪيئي مڪاسين، قاصد سوَ هزار.
اوهان ٻاجهون يار پيارا، اَچن تا اُوتار.
سي تون پاڙج پرين پانهنجا، ڪَيوَ جي قول قرار.
هوءَ جا هيڙي متي منهنجي تي، ڪرين سا معاف ميار.
"سچو". اوهان لئہ يار سياڻا، روئي سو زارون زار.

## ڪافي ١٩

پڇو نہ منهنجڙي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان!

اڄڻ آسان جو ٿيو اُتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات.
ظاهر آهِ زبانون منهنجي، "الاقرب" سندءِ ڪلمات.
"سچو" سِر سهي ڪر پنهنجو، عشق منجهون عِشقات.

## ڪافي ٢٠

مڙس ٿي منصور چئ، نہ تہ ڪيم چئہ منصور هان،
منصور جي منزل اتي، ڏاڍا تماچا تهمتان.

سگهہ نہ جي ساري سگهين، منهن رکين تنهن تي متان.
چو چوڪراٽيءَ ۾ پئي، رانديون روين راتو ڏيهان.
احوال سڀ اسرار جو، سائين عشق کي آهي عيان.
ٺـڙڪو نڱيءَ ۽ ناہ جو، ناحق ڪرين ٿو ناتوان.
هِن کي چيو هُن کي چوين، ”آهيان لاهوتي لاطمع“!
منصور جي تنهن ملڪ تي، آهن سدا توڪان نوان.
سڻ ”سچو“ تون سمجهہ رک، توکي چڱائي ٿو چوان.

## ڪافي ٢١

وهيان وساريان ڪيئن، جيڏيون جي لنءَ لائي ويا!

گهوري چڏيم هي گهر جايون، بره بهيران پنيءَ لايون،
پير نہ پوءِ ورايان، وري سنياريان ڪيئن؟

شهر ڀنڀور ڪان ٿيم آزادي، ڪيچ ويندي ئي ڏنم شادي،
تنهن سان نينهن نباهيان، پوءِ نهاريان ڪيئن.

ٿي ئي منهنجي دلڙي ديواني، محبت ڪيڙيس آءُ مستاني،
در در ڦيريون پايان، هت گذاريان ڪيئن؟

پور پرينءَ جي ڪئي پٽرائي، اوڙي پاڙي وچٽي وائي،
چاکي عِشق چپايان، هُڻ گهر گهاريان ڪيئن.

ڪيچيڙن جي ڪم اَچان جي، رنگ - پرين جي رنگ رچان جي،
”سچو“ ري ڳُڻ ڳايان، هي سرُ واريان ڪيئن.

## ڪافي ٢٢

اوهين پنهنجو پاڻ آهيو- ننگَ نباهڻ وارا!

هيءَ نماڻي عيبَن هاڻي، هٿ مَٿئون مون نہ لاهيو،
- نيڻ وهايائِن نارا.

عاشق سندوَ آهن اُداسي، چاهہ مَنجهون سي چاهيو،
- جي وره ڪيا ويچارا.

ميلائي جو مشتاقن سان، ناهہ ڪو سِگهڙو ناهيو،
- مَر تا ڪرن نظارا.

اصل لاڪون آهن اوهان تي، پاڻ پرين نباهيو،
- ڪَم "سچوءَ" جا سارا.

## ڪافي ٢٣

تي تون رهبر راهي، پريان سندي پار ڏي.

ڏيهہ انهيءَ جي ساتي تون سگهڙي، آءُ لهي آگاهي.
تِر نہ هڪڙو ترس اِتاهين، والي آهي تنهنجو واهي.
هِن نماڻيءَ سان نانءَ سائينءَ جي، ڪرين تون هيءَ همراهي.
درد اسان جي جِي اڳيان دوستن، ڏيندا هي نيڻ گواهي.
يار مسافر سگهو "سچوءَ" سان،آئي تون ميڙ اِلاهي.

## ڪافي ٢٤

جانـي جدائيءَ ماريو، ڏينهن ڏهلا سي گهوريا!

اَصل لاڪون آهيان اوهان جي، ويچاريءَ نہ وساريو.
نانءَ سائينءَ جي اسان نماڻن سان، اَچي سو ڳَڏ گذاريو.
مشتاقن ڏي مهر پئي تاءِ ڪٽي نيڻ نهاريو.
پري نہ پاڻُون يار ڪريجو، پنهنجيءَ وَٽِ ويهاريو.
سَگہ "سچو" آهي د ر تنهنجي جو، پنهنجي سو ڪَي قطاريو.

## ڪافي ٢٥

ٿورا ڪيڏا مون سان لايا، يار سانگيڙي، ميان!

جيئن چيوسي تيئن مڃيائون، موٽي نہ تن موٽايا.
چُپ چپاتي ويڙهي اسان جي، اڄ اچانڪ آيا.
دل سان لايم هو جي دلبر، سچا سخن فرمايا.
ڏکن سکن ڏي ڪين ڏنائون، توڙي عاشقَ ٿي آزمايا.
"سچو" هئاسي اداسي جَن لئہ، سي مولیٰ محب ملايا.

## ڪافي ٢٦

اڄ جو جوڳي آيو، ناٿ تَنهن جو نہ ٿي چاٽان!

سر جهٽائون جوڳن واريون، لڱين تنهن بسمو لايو.
ذري جوڳي، ذري سنياسي، تنهن ساميءَ ناٿ سڏايو.
ذات اِنهيءَ جي نہ ٿي سڃاڻان، چندين پاڻ ڇپايو.
ڪڏهن نہ ڏنم ڏيهہ اِنهيءَ ۾، مولیٰ سو آڻي مِلايو.
ڏسڻ سان تنهن جوڳيءَ جي، مون ڏايو پور پرايو.
سيرين بازارين گهڻ گهڻ گهنگهرو، ڇَمَ ڇَم تنهن ڇَمڪايو.
سوئِي ساڳيو رانجهَنُ هيَرُو، "سچوءَ" سِر سَٽايو.

## ڪافي ٢٧

هُتَئون هَلِي هت آئين
ڪَرڻ واپار ڙي وڻجارا!

وچ بازار جي چوسُولَ وچ ۾، پڙي پرت جي پائين.
شاهَ پنهنجي سان وعلو جو ڪَيڙ، ڏينهن سمجهي چت لائين.
شاهوڪاريءَ جي ڪوٺي جا پاٽَي، سا ويهج ڪِيمَ وَسائين.
وڻج وره جو ٿئي موتي لعَلان، بي گهور سا ڪِيمَ گهُمائين.
سودو سَچَ جو آهي "سَچو" هِي، ڪوڙَ ڪَنگڻ ڪَچ ڪائين.

## ڪافي ٢٨

حُج ڦِٽي ڪيَم هَاٽي، ماريس تنهنجي ماٽي،
الله چاٽي!

تنهن ڏينهن لاڳون يار اُوهان سان، لايو نيهُن هِن نماٽي،
الله چاٽي!
ويني ڏسان واٽ اوهان جِي، آءٌ پَلا هِن پاٽي،
الله چاٽي!
جيهي تيهي آهيان اوهان جي، سائين تون پاڻَ سڃاٽي،
الله چاٽي!
راتيان ڏينهان يار سَڄَڻ ميان، تَن توئي ڏي تاٽِي،
الله چاٽي!
ڏوڙا طالع تِيَن "سَچوءَ" جا، الله جي تو ڪي آٽِي،
الله چاٽي!

## ڪافي ٢٩

حال اَچي ڏس هاٽي، وَهي تو پنبٽيئون پاٽي،
پاڻَ چاٽين.

آءٌ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، سائين تون پاڻ سُڃاٽين،
پاڻَ چاٽين!
سڌ لَهِج تون سِگهڙِي تنهن جي، جاني ڪَيَو جوڳياٽِي،
پاڻَ چاٽين!
ڏيئِي ڏيکاري پاڻ چُپايئَ، پلي آها تو ڪي پاٽي،
پاڻ چاٽين!
روز ازل کون درَ تنهنجي تي، والِيءَ سا هِيءَ وڪاٽي،
پاٽي جاڻِ!
سيني اندر يارَ "سَچوءَ" جي، سِڪ بِسَندءِ سا ماٽي،
پاڻَ چاٽين!

## ڪافي ٣٠

مُلڪَ جا مالڪ ٻيا هِن، تون وِڃُون ٻيئين ٻٽِي؛
هَي ڪَنهِن هِن حالَ ۾، تو ڪي وڌو هَستِيءَ هَٽِي.

سير لِلّٰهِ، سير بِاللّٰهِ، سير مون اللّٰه گهر؛
سير في اللّٰه لاهِ تون، خود ڪون وڃي مَنزل ڪٽِي.

هِي جِيَڻ آهه عاريت، جن جو آهي تن کي وٽي؛
ڪَيِ وڃُون تون پاڻ کي، اندر ٻاهر آهي ڏٽي.

آهين ا مانت ٻِيَن جي، تون آهين ڪاتي ڪِينڪِي،
سِرُ هِيءُ سارو سهي ڪَر، 'هڪ ٻـ تي' چو تو ڳُٽين؟

انسان جو اولو ڪَري، سَوُ رَنگَ ڪَرين سَنسارَ ۾،
ساهه کي هِيءَ ڳالهڙي، وَهَ واهَ جا "سَچُو" وَٽِي.

## ڪافي ٣١

ڪم نـ عاشِقَ سو ڪرين، جنَهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي،
ڳَڻ ملامت ڪا مٿي، مَرُ ڏيه تو طَعنا ڏئي.

بِرهَ ۾ بَدنام ٿيءُ، ٻيو ڪِين ٿئي ڪَسبَن ڪِئي،
عشق جي درياه جي، چولِي چِڪي مَرُ تو نِئي.

پوءِ تا ساري خبر دوست جي هِنَ پَندَ پئي،
راه گم ڪر پانهنجي، وَئون وڪَ نـ ڪنهِن ٻَهڳَڻَ ٻئي.

پيچ حِجابان پٽر پَئَه لوئيو توکي ڪهڙي لِئي،
چا ٿيندو پوءِ تا "سَچُو"، هَي هَي اِنهيءَ وره وئي.

## ڪافي ٣٢

سَلَ ڙي سوداگرَ، تون تا آئين وَڻي هِتِ سودو ڪهڙو؟

هُتَئون آڻي هِت ڪِيئن لڪايئہ، ڪَٿي مُشڪَ عطرَ؟
هوڪو هِت ٻيو ڪيهو گهُمايئہ، ڪَري تا گُم گوهَرَ؟
هِهڙي جوهَرَ جي هِتي، ڪَنهِن سان نہ ڪَيئہ ڪا خَبَر.
پنهنجي اڳيون ڪَيئہ مڙيوئي، سارو مُلڪ مَشهر.
چاڪون تو تا شاه ڇپائِي، هيئن سا هَٿَ مُهر.
لڪِي ڏنا تو ڪيترا، مُلَن ڪي مَحضَر.
لعلان لڪين ڪيون پٿريون، ”سچو“ وي سَرورَ.

## ڪافي ٣٣

ڪيهي ڪَريان مهماني، يارُ اڱڻ منهنجي آيو!

دوست گَڏيو دلجاءِ تي، هينئڙي لَڳي حيراني.
هن وَڏَ لائق هوس نہ آءٌ، محبَ ڪَئي مهرباني.
مشڪل جا هُئي ڳالهہ اسان کي، اُها ڪَيَئون آساني.
فضل ڪرم سان پاڻ بخشيائون، ”سچوءَ“ کي سُلطاني.

## ڪافي ٣٤

نہ مان مزيد نہ مان پير، ساري فقرَ جو فقير.

نہ مان حاڪم، نہ مان ظالم، آهيان اَمَن جو امير.
نہ مان طاعَتَ نہ مان تقويٰ، آهيان ورهَ جو وزير.
نہ مان گهُمڻ نہ مان گهَتڻ، آهيان عِشق جو اسير.
نہ مان ڪُڇَڻ نہ مان پُڇَڻ، اُهيان دوست لئہ دلگير.
”سَچوءَ“ ٻَڌ محڪم سِرَ تي، محبت جو مَنديرُ.

## ڪافي ٣٥

عاشق اڪيون اُپٽي ڏسين، آهي مڙيوئي يار، ميان-
ظاهر زباني تو ڪريان، عجبَ جيهو اِسرار، ميان.

اعتقاد فردا رکُ، اڄ دوست ٿيءُ اظهار، ميان-
جنهن کي پَسَڻُ هِت پرينءَ جو، هُت پي تنهن ديدار، ميان.

سالِڪ سَهي ڪِي تا ڪَرين، صورت بسندو گلزار، ميان-
بانهون ٻَڌين چو بين کي، آهين تون سڀ سالار، ميان.

بلبل اول ڪر پاڻ کي، گهڻ گهٽ سارو گلزار، ميان -
جي تون زليخان جان ٿئين، ساجن سَيو سنسار، ميان.

تون تا سچيءَ هِنَ ڳالهه ڳون، عاشق نہ ڪر انڪار، ميان-
جيڪي چيو مُرشد تو کي، آئيج اُتي اعتبار، ميان.

سروپا اُهو ساجن وسي، تي پاڻَ کون بيزار، ميان-
آهي وس "سَچو" سڀ يار جو، ناه ڪو اسان اختيار، ميان.

## ڪافي ٣٦

عاشق جي احوال جي، تون ڪوهُ نہ پُڇين ڪَلَ؟

راٽي ڪارڻ ٽِپي روئي، محل چڙهي مومَل.
سُهڻِي گهڙي سِيرَ ۾، آئي عشق اجهلَ.
سَسئيءَ گوندر گهاريا، پُنهونءَ ريءَ هِت پَلَ.
ڪڏهين ٻُڌي ڪانڪا، جهانگيڙن تي جهلَ.
سِڪَ "سَچوءَ" کي سرتيون، ڪيا هينئڙي اندر هلَ.

## ڪافي ٣٧

ڙي جيڏيون، منهنجي يار سڄڻ سان زاري زاري!

هيءَ نماڻي عيبن هاڻي، بره سَندن آهي باري باري.
حاضر ٿيندِيس در دوستن جي، پائي ڳچيءَ سان ڳاري ڳاري.
پوءِ تہ ياڪي يارُ ٿيو سي، پهروين لائي ياري ياري.
هَتَ سڄڻ جي اُديون ڙي آهي، ڳالهہ "سچوءَ" جي ساري ساري.

## ڪافي ٣٨

اگڻ آسانجڙي سائين، ڪَر پَلا تون پيرو!

نانءَ ڏٺيءَ جي دلبر سائين، پاند ڳچيءَ ۾ پائين،
- ڪَج فقير ڏي ڦيرو.

سدا سوءِ لڳ يار سڄڻ وي، جايون سپي بنائين،
- وجهي منهنجي در ديرو.

حجت رکڻ ساڻ آوهان جي، بولُ اِهو بولائين،
- ناهيم اِيڏو سو جيرو.

واڻ اَوهان جيءَ جو ڪنئِيو، "سچوءَ" ڏينهن اُنهيءَ ڪان آچ تائين،
- پيرا اين جان پيرو.

## ڪافي ٣٩

جي اوهين جاڻو، ڙي جيڏيون، آهي الله لوڪ سارو!

ڪاڻي آهي چُپ چُپاتيءَ، ڪاڻي ماري نعرو.
بيڪسيءَ ۾ ڪاڻي گذاري، ڪاڻي سو حڪمن وارو.
ڪاڻي شَرَع ۾ شور مَچائي، ڪاڻي ڳچيءَ ۾ ڳارو.
جاڏي ڏسو تا تاڏي آهي، سندس نِيهَن نظارو.
حقيقت جي حال ڪون، "سَچُو" ٿِيءُ نہ ويسارو.

## ڪافي ۴۰

لک ڪريان توڙي زاري، دوست چَوي "تون ڪهڙو!"

هتّين پيي پَوان پيرين پيي پوان، پايان ڳچيءَ ڳاري.
آءٌ اهائي يار اوهان جي، تنهنجي محبت ماري.
روز الستان منهنجي آهي، يارَ اوهان سان ياري.
اسان يتيمن کي يارَ پيارا، ڏيج اچي ڏيکاري.
وره متّي تي ويٺي وسايان، دوست ڏيو دلداري.
آءٌ اوهان تَون سُهٹا سائِين، واري وڃان لک واري.
توڙي سڃاڻي توڙي نـ ڄاڻين، دوست نـ آهيان ڌاري.
ڳـلِ اصل ڳون آهي اوهان جي، ڳالهہ "سچوءَ" جي ساري.

## ڪافي ۴۱

مون کي نـ وسار، پوليا، آءٌ تا تنهنجڙي آهيان!

نانءُ سائينءَ جي اسان نماڻن ڏي، ڪٽِي تون نيڻَ نِهارَ.
پرين وڙئون پانهنجي، ڳـڏ غـريب ڳـذار.
ڪَيَوَ اسان سان جي يارَ پيارڙَ، پنهنجا سي وعدا پار.
اڳُڻ اسان جي سگهو ڪِي اِيندين، والي سو ڪهڙيءَ وار.
دَرَ پنهنجي جو دلبَرَ سائين، "سچو" سو سگ سنپار.

## ڪافي ۴۲

"دَع نَفسَڪَ وَ تَعَال" ، اتِـي ڳجهي اِها ڳالهہ.

خاڪِي جسم ڳون ڪر جدائي، بَحرَ عَدَمَ جي ۾ جال.
خيال وجودي چو نـ وساريں، ڪرين بي قيلَ مَقالَ.
ڳالهيون ڪوڙيون سَٿ سِپيئي، پئہ تون خاص خيال.
ڪڏهن نـ ڻيندءِ حق سو حاصل، جي تو بُت بحال.
گرد غبار ۾ ڪاءُ نـ غوطا، "سَچُو" ري پاڻ سَنيال.

## ڪافي ۴۳

آءٌ تا ڳڌ ڳذاريون، وي، ڏکيا سي ٻکيا ڏينهڙا!

ڳالهيون ڪيئن جي ڪالهه اسان سان،
ڪيئن تو يارَ وساريون.

ڳچيءَ پائي ڪپڙو سائين،
دوست ڪريان ٿي زاريون.

راتو ڏينهان تو کي دلبر،
سانوَل ويٺا سارين.

اَچُ سَنديون تانهنجون،
سائين واٽان نِت نهاريون.

پرين پَنهنجو پاڻ سان،
"سچو" سو سگ سنياريون.

## ڪافي ۴۴

آءُ ٻاروچَل ٻيلِي، مونجهه تنهنجي آهيان ماري!

ناهي واجب رسڻ توئِي کي، تون ڳرو آءُ چيلِي،
سگ نہ ٿِي کو ساهِيان.

عشق اوهان جي ڳون هوت ٻاروچا، ڪيئن ٿرن هيءَ تيلهِي،
نہ تہ چِيَرَ اڳيون چاهيان

سگهہَ نہ ساريان پَنڌَ ڪرڻ جي، تو ٻِن آهيان اَڪيلي،
ڪيچ وٽن ڪِيئن ڪاهيان.

وڳٽِي آهيان ورهَ ٿنهنجي ڳون، توڙي ڪِي پُورن پئلِي،
"سَچو" نہ آسڙَ لاهيان.

## ڪافي ۴۵

ڏينديَسِ ڏوراپــو، آءٌ وجــي وراڻــو روبــرو.

پريان سَنديءَ پارَ ڏي، ڪــو نئــي نيــاپــو.
اوهان پاڃهون سُپرين، آءٌ ڪريان ٿِي ڪاپو.
سوڍل توئِي ساڻ آهــ، مُنهنجو سڱ تہ سِياپو.

## ڪافي ۴٦

منهنجو نيهُن وڌايو نازَ، نيڻن نيڻن جي ، ميان!

تيغان آهن يا تہ سِتم جون، تنهنجون اکيون ڪَجلين ڪارِيون
الا سائين، يا تہ بَحرِي بازَ.

درد منڊ جي دلڙي دلبرَ، ڏايي زور سان آندي،
الا سائين، نيڻن منجهون نياز.

مانَ پُون ڪِي ڪَن اوهان جي، اوهِــڪِي واري،
الا ميان، عاشقِ جا آواز.

بَيُءَ ، پانهون ٻَڌي ”سـچو“ وج، تون ساڻ يقيني،
الا ميان، درَ متي ڪارساز.

## ڪافي ۴٧

ڪنهن ويلَ نہ ٿا وسارن، عاشــقَ نہ تِج تون مانــدو!

”نَحنُ اقرب“، اِها اشارت، ڪَڏ توئي سان گذارن.
اصل لاڪون طَرف تنهنجي، نِت نِت گهڻو نهارن.
جي تو اَڪنڊَ اُن جِي، سي پِي توئي ڪي سارن.
ڏينهن اِتهين چو ٿو لائين، تو هُت ”سـچو“ سنيارن.

## ڪافي ۴۸

تنهنجي اچڻ جون واتڙيون، نت نت آيي تہ نهاريان.

لنءُ لڪايو لوڪَ ڪَون، هنجَ ۾ هنجون ٿي هاريان.
سي ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪريان، جيڪي سجڻ ٿي ساريان.
داغ تنهنجي درد جا، ڏيهہ ڪي تہ ڪيئن ڏيکاريان؟
"سچو" چوي سائين شوق تنهنجي ۾، ڪو دم ڪين وساريان.

## ڪافي ۴۹

چڙ غصو غمناڪ سان، اچي مِل تہ مانداڻي لهي.

سُڏ سيا تو ڪي پرين، جيڪا وايوڙين سان وهي.
سور سيبائڻ جهڙو، پر جيءُ جُدائي نا سهي.
پاٽون آيا هِن پور هي، ڪِي تو مُڪا پريَم پهي.
"سچو" وهاريو وٽ ۾، هِي ناه تڏهين ڪو نهي.

## ڪافي ۵۰

منهنجو ناهِ ڪوئي اِختيار، هَي يار وي!

مون تا سِر تي چائيو، باري بِرهَ جو بار -
هَي يارَ وي!
راتو ڏينهان تيڏي ڪارڻ، روئڻ زارو زار -
هَي يار وي!
ڪيئن ڏنو تو سُپرين، جاني جيءَ کي جارُ-
هَي يار وي!
"سچو" سارو سمجهين، عشقَ سندو اِسرار-
هَي يار وي!

## ڪافي ٥١

تنهِين ڏينهن ڏِنائون، ساه منهنجو ساهڙ کي سرتيون.

دردمنديءَ جي دلڙي، نازن ساڻ نياڻون.
هيڏي هوڏي نا ويو، سوڳهو ساه ڪياڻون.
سٽِي سنيها يار جا، عاشق تيڙيس آئون.
جيءُ وڌائــونَ جارِ ۾، ڪاڪيون تن ڪڏاهون.
ميهرَ سندي معرڪي، هِيءَ غريب ڳڏياڻون.
جِيءُ منهنجو جيڏيون، وِيرن منجهہ وڌاڻون.
"سَچوُ" ڪِيُ سرير مَون، ميڙي سڀ مدايون.

## ڪافي ٥٢

جيءُ جون ڳالهيون هيون جن سان، هَي هَي سانگ چڙهي وياسي ئي!

ماريَس اِنهيءَ مامري، هيءَ پوءِ اُنهن ڪان پيئي.
وتي ويندِيَس اوڏهين، حال پنهنجڙو جو هي ئي.
اِيندا، اتم آسرو، جيءَ ڪهُريا تي جي ئي.
مون ڏي مڪائون ڪيترا، ڏک ڏوراپا ڏيئي.
جيءُ وڌو آهي جار ۾، تَن نياپن نيئي.
"سچوُ" سنيها ٻُڌِي تَن جا، ٻَڌ ٻانهون تون ٻيئي.

## ڪافي ٥٣

مان تان محبن کي، ڏيان ڪيها ڏوراپا!

ڪيئن شِرڪت آءُ ڪندي، سرتيون سان سائينِ!
آءُ نماڻي آهيان ڇا، ڪيئي سَوين سِڪن.
ڏوڙا طالع مون تين، جي ويڙهي هِنَ وسن.
ڏسِي حال حقير جو، اگرڻ مانَ اچن.
ڪين ڇڏيندا ڪڏهين، "سچُو" سڱَ سبندن.

## ڪافي ۵۴

مون کي ڏور چو ڏسن، سرتيون ديرو دوست جو.

جي مون سڻو سرتيون، هو سدا وچ وسن.
اکيون عجيبن کي، پل پل تيون پسن.
محب مشتاقن جي، تا ڪليون دل ڪسن.
”سچو“سوزن واريون، وجي روءِ رسن.

## ڪافي ۵۵

اچ اگڻ اِجهي ايندم، سُکيا سانگي گڏيم شال!

ڏِسي حال حقير جو، سوَ دلاسا ڏيندم،
هو جي کُهي ويڙم ڪالھ.

پنهنجي وڙون سپرين، حال پائِي اچي ٿيندم،
جَن لڳ وجهايم فال.

لِکي ساري لوڪ کون، گوشي پاڻ گڏيندم،
آهي ڪندا پلائي پال.

سڳ جنين جو سڏجي ”سَچُو“، سيئي سڏيندم،
جيءُ جيءُ چونديس جال.

## ڪافي ۵٦

هِينئن ڪانگ اچ کَهي ويو، ايندءِ صبح سَويلي.

ڳالهيون ڪري سَجڻ جون، اچ رات هِت رهي ويو.
هو حال منهنجي جو سَماءُ، هِنَ لوءِ مون لهي ويو.
ڳالهيون پڌي ڏکن جون، بولِي تنهين پهي ويو.
پرين جي پار اڏاٿو، ڪيئن سورَ هِي سهي ويو.
”سَچو“ سجڻ مِلايئِين، هِنَ ٿاهَ تي ٺهي ويو.

## ڪافي ٥٧

وڻيوسين وهَ واه، پڙهندي پروانو پرينءَ جو!

اوڏا مينهَن ملهارَ ٿيا، گُل ڪِلن ۾ گاه.
سِي ٿي سجڻ ٿيا سامهان، حال پائِي همراه.
محبت منهنجي مَن ۾، چوريءَ مچايو چاه.
سِڪ تا سجڻن جي، اُجهايو آڙاهُ.
ديس ڇڏي پرديس ويا، دوست پرين داناه.
هوتن ڏانهن نه هڪڙي، مهڙَ مڙئِي مان ڏانهه.
پرين جي پيغامَ ڪيو، آرامِي اُرواح.
قاصدَ تو تان آءٌ ڪريان، هي سِرُ صدقي ساه.
اگڻ اسَرونَدن جي، اُٿِيندونِ الله.
"سَچُو" چوي رب ميڙي، روز پُچان آءٌ راه.

## ڪافي ٥٨

پانڌي آيم اُڄ پيهِي، پِريان سَندي، وو، پارَ جو!

ڏوٺ ڏوراپا ڏيئي مُڪائون،
تَن ڪئِي ديوانِي ديهي.
"ڳالهيون اهي يارَ سَجَڻ جون،
ڪيئن وِسارَيئي ويهي.
"ڇِهڙيائِي آهي جيءَ تنهنجي سان،
هُت به گذري تيهي."
هوش "سَچوءَ" جو نِيو نِياپَن،
ڳالهه ڪَريان بي ڪيهي.

## ڪافي ٥٩

پانڌيِ منهنجي يارَ ڪي، ساري چَئِج سَلامَ.

چَئِي مُڪا هئا ڪيترا، مون پرتِ وارا پيغام.
اوهان جي ئِي اچڻ جا، هُلَ پَوَن هَنگامَ.
محبتَ منهنجِي روز ازل کَون، توسان مُحب مُدام.
"سَچُوءَ" جيها ڪيترا، دَرَ تُنهنجي تہ غُلام.
ڪڏهن ڪندين يارَ آسان ڏي، اچڻ جا انجام.
عشقَ اوهان جي شورُ مَچايو، هُل پَون هَنگام.
بانهي گولي يارَ سچڻ جِي، مُلهہ خريد مُدام،
روز ازلَ کون "سَچُو" آهي، سائين سَنديوَ سام.

## ڪافي ٦٠

هيئن اڄُ چئِي مُڪائون، 'عاشِق اچون تا ايڏنهن!'

هِنَ جيءَ جڏي ڪي جيڏيُون، آتر وڏيُ ڏنائون.
"تُنهنجي ديس آسين اچون تا، عاشق نہ تِج اُبائون."
مون هن نماڻِيءَ سان، ميان، ڪيڏا ڪرم ڪيائون.
"مطلب تُنهِين جو آءٌ آهيان، پِيون چڏ مِڙئي مُدعائون."
دلاسي لئہ دردمندِ جي، قاصد "سَچُو" ڪيڍيائون.

## ڪافي ٦١

اَج ڪِي صبح اچن تا، نروار چئو نجومي!

مون هِت نماڻِيءَ جو پرين، خال ڪِي پُڇَنَ تا.
هِن يارَ ڏي اچڻ جو، چئو ڪِي سڄڻ چَوَن تا؟
پرين آهن پنڌ ۾، ڪِي ويڙهِي پنهنجي وَسَن تا؟
"سَچوءَ" جِي پِي سڌِ لَهَڻ لئہ، قاصد هيڏي ڪَين تا؟

## ڪافي ٦٢

دوستَ ڪي دانهون سڻِي، مَنَ مهرَ ڪا مون ڏنهن پَوي!

دردمَندِ جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاڪيٽو لَوي.
پيغامَ پرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويهون چَوي.
سِرَ يَري اَسين ايڏهن اچون، يا ڪِي اوري ايندؤ اوهِي.
"سَچو" آهي اُڪَنديو گهڻو، تو راند روئڻ جي رَوي.

## ڪافي ٦٣

ڳالهہ پنهنجي حال جي، توريءَ وجي ڪنهِن ڪي چوان؟

جوش تنهنجا جان ۾، نت نت آهن مون ڪي نوان.
ڪيئن جي پچان پوءِ تي خبر، پانڌي اول پيرين پوان.
پاڻون آيا هِن پور هي، ڪِي هِن مجڪا مون ڏي اُوان؟
"سچو" متيان آءُ ڪينڪي، هي سور سُڱن سان سنوان.

## ڪافي ٦٤

مڪاسين قاصد ڪالهہ، اِجهي جاڻج آيا آيا!

آهي تياري ايڏنهن اسان جي، آهيون سو منجهہ خيال،
اُڪَنڊ تنهنجي اُصل اسانِ جي، آهي سا جيءَ ۾ جان.
عاشق تو تي ڪَرم ڪيوسُي، سڻي سندءِ اُحوال.
پنهنجي لطف سان هاڻ لاتاسين، تو تَون ڪُل ڪَشالَ.
اچي لهون تا اِجها تنهنجڙي، "سچو" ري رات سنيال.

## ڪافي ٦٥

آهي ھھڙو حال ويچاريءَ جو، سھڻا ڪر ڪو ڪرم ستاريءَ جو!

لئہ پنھل جي ڪانگ اُڏايان، ڪوئيو پوتيدار پٺايان،
وَرُ وري وَرَ واريءَ جو.
حال ڏسي پنھنجو پال پلائج، پِرَ پچاڻو وره ورائج،
ڪج ٻيپ دارون دڪ واريءَ جو.
درد فراق جا دونھان ٻکَن ٿا، مَچ مگر ھن من مچن ٿا،
شل ورُ وري ويچاريءَ جو.
سڪ "سچل" جي تو ڪي ساري، ڪيچي ايندم نرتُون نھاري،
ساھ سڪي سڪ واريءَ جو.

## ڪافي ٦٦

جيءَ نچ آيا، پلي ڪري آيا، ساٿي سڄڻ جي ڏيھہ ڏنھن!

مون نا چاتو وات واھو، پر مون ڏي سي ھوت ھلايا.
ڏينھن پچاڻو پانڌي پرين جا، ساڻ غريب گڏايا.
پاڻ مٿائن ڪريان قرباني، لکين ٿورا جَنِ لايا.
اول دلاسا ڏيٹي انھن ھي، پوءِ پيغام سڻايا.
طرف تنھنجي اھي عجيبن، سچا سخن فرمايا.
"اڻ تڻ اھائي آھِ اسان کي، ڏکيا تو ڏينھن لنگھايا".
"پيا اسان وٽ ھاڻي تنھنجا، 'سچو' ڙي پنڌ سجايا".

## ڪافي ٦٧

پانڌي اوڏاھون آج آيو، پِريان سندي پار ڏنھن.

طرفان تنھنجي ھونِ آچَڻ جو، سات ڏٺِين کي سعيو
گھڻو پچن ھُت پرن توئي کي، گھمين تون ھِت اجايو.
آھہ توئي ڏي سڻ ري عاشق، روح سنَدن جو رايو.
پاچاڻيءَ جو ھنن پيغامن، وري سو وره وڌايو.
ٻڌي نياپا ٻانھون ٻڌي ٻئي، آڻي "سچوءَ" سر نوايو.

## ڪافي ٦٨

آچ اوڏاهون آيا، گڏيا سي قاصد مون ڪي!

وري ورڻ جا هئا پنيور ڏي، سات ڏٺين جا سعيا.
آچ صبح اچي ويجها سي وهندء، ڏور جنين ڏينهن لايا.
گوشي گڏجي ڪندء سي ڳالهيون، جن جا تو پنڌ پڇايا.
خيال سچوئي هيڏي هٿڙن، ڏکيا تو ڏينهن لنگهايا.
طرف تنهنجي اڳي پي رهبر، ڪئين تنهن هوتَ هلايا.
نيهن جا نياپا ڏنا جنين هي، "سچو" سي ساهَ سيبايا.

## ڪافي ٦٩

نوان نياپا آيا، مون ڏي محبن جا، ميان!

قاصدن، وو ميان، هيڏي اچڻ جا، روز سي رستا لايا.
طرف پنيور جي سڻ تون عاشق، پنهونء تي پنڌ پڇايا.
تو تا طالب يار سچڻ ريء، گونڌر ڏينهن گنوايا.
اگڻ تنهنجي آچ سي ايندا، تو جن لئہ وره وسايا.
جي ٿي گذاريئہ يار جانب ريء، اهي سي ڏينهن اجايا.
هئا پرين ڪي پار تنهنجي، ميان "سچُو" اچڻ جا سعيا.

## ڪافي ٧٠

اِهو نياپو آندو، پانڌيء پرينء جي پارَ ڏنهن.

آهي تياري ايڏهن آسان جي، متان ٿئين تون ماندو.
عاشق توکي آٿي آسان سان، حب ڪندي هيڪاندو.
اسين بہ اوڙڪ ايندا سي ايڏنهن، تيج نہ وره ڪون وانندو.
ملڻ محبن جو آهي اِهوئي، پرت جو پا چاندو.
طرفون آسان جي سڻ "سچُو" وي، لاهين تون سي سيانلو.

## ڪافي ٧١

آءُ آدا ڙي پانڌي، دوست دلاسو ڪو ڏنو؟

سڻ تون ساٿي، آهيان، ادا، آءُ محب بنا هت ماندي.
اگڻ اسان جي ڪڏهن اپندا، اِها خبرَ تو ڪا آندي.
دل آسان جي دوستن ڀاڄهون، ناهي وره ڳون واندي.
سِگهڙِي ساٿِي ڙي مانَ ٿيان، ڪا هوتن سان هيڪاندي.
ساران سنپاران "سچوُ" وي لهنڊ، اَهين جَنين جي تون باندي.

## ڪافي ٧٢

منهنجو ڪِي هُت پچيائون، سچ چئہ ادا ڙي ساٿيو؟

گوشي ويهي ڳڏ اوهان سان، منهنجي ڳالهہ ڪا ڪيائون؟
سَليو سنيها ساڻ سلامن، هِنَ ڏاهَ ڏي ڏنائون؟
پيغامَ پرت وارا، چئو جيِ مون ڏي چيائون.
دلاسي جِي درد منبِ ڏي، ڪا اج خبر لڪيائون؟
"سچوءَ" ڪاڻِ نا گهٽيرو، هِن ڏيهِ تي ڏنائون.

## ڪافي ٧٣

سِگهڙِي پِريَن جي پار جِي، ڪانگا خبر ڪا مون ڏئين،
دوست جي ني ديس ڏي، ڪيئن ڪالهہ تون اُڏري وئين!

اَول اسان جي حاَل جا نازڪ نوان نياپا نئين،
ساري سنيها سوز جا، هَي هَي سيئي لائج هِئين.

ماري ميان مشتاقِ ڪي، ڪيئن يارَ تون ياڪِي ٿئين،
پُورن مَنجهِين پرديس جي، ڀاڄهون اوهان آهيون اِئين.

آءُ جي مُئي تا گهوريس، جانِي سدائين تون جئين،
"سچو" سِڪي ساري توڪي، تون پِي تهين سان هو ائين.

## ڪافي ٧۴

ڪانگي قريبن ڏنهن ، خبر آندي وٺي وهندو وري.

خط منجهوَن معلوم ٿِي، ساري خبر ڪِيئن جي ڪري.
"دوستَ دلاسا لکيا تا "تو اسان ريءَ ڪيئن سَري"
"آءٌ تا گهڻو تو ساريان، ڳالهيون ڪرين ڪهڙيون چَري"
"سچوُ" تو سان آهي منهنجِي، اها نوڪ مَون دل جي ڌري.

## ڪافي ٧۵

ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهِي، تنهنجي مڏگن ماري آهيان!

پرين وڙئون پانهنجي، ميان الا، آءٌ پکي هِن پيهِي.
پاڙي ساڻ پرين جي، ميان الا، ورهُ وهايم ويهِي.
پلئه لڳي پِرين جي، ميان الا، جيهِي سا آهي تيهِي.
ڳالهه ڏسيائون سا تا ناهي، ميان الا، "سچوُ" سلڻ جيهِي.

## ڪافي ٧٦

ڪيهِي چال چلي تو، اڙي جيڏيون يار منهنجو!

"وَ نَفَخۡتُ فِيهِ مِن رُّوحِي" ، سارِي ڳالهه سلِي تو.
"اَنا عَبۡدُهٗ، وَ رَسوُلهٗ"، مَلن گهَر مِلِي تو.
ڪاٿئين تعظيمان ڏئي، ڪاٿئين ڪِل ڪلي تو.
ڪاٿئين سڪيون سُپرين، ڪاٿئين جوشن منجهه جَلي تو.
"سچو" سَبِ ڪنهن صورتين، هنهڙي هلت هلي تو.

## ڪافي ٧٧

چاڪي ڏونگر ڏوريان، مَن وسي يار مُنهنجو!

پرين آهي پاڻ سان، تَڪَ بئا چو توريان؟
راتو ڏينهان روح ۾، آرياڻي تي اوريان.
سَڀ ڪنهن پارين سُپرين، آءٌ گهٽوئي گهُوريان.
هوتَ هميشه حاضري، وندر ڪنهن لڳ ووڙيان؟
"سچو" سچي ڳالهڙي، چِت اِهائي چوريان.

## ڪافي ٧٨

هوت اچي هَٿ ڏيندو، پَلو جيڏيون، مون مِن نماڻيءَ ڪي!

پرين وڙئون پانهنجي، ڇَپر تا نہ ڇڏيندو.
ڏسندو اڪڙين سان، نال نماڻِي نيندو.
پاڻون پاسي نہ ڪري، گولِي ساڻ گڏيندو.
پانڌن پڇارون ڪيون، آرياڻي آڄُ ايندو.
اڱڻ آسَروند جي، پَڪا پاڻ آڏيندو.
ڪيچن سندو قافلو، لوڏئون تا نہ لڏيندو.
ساجن سَنگت پانهنجيءَ، "سچو" شالَ سڏيندو.

## ڪافي ٧٩

ڪيچ منهجڙو ڪَم، نيءِ آهي، پلو پينر ڙي!

ويا ڪيچيڙا نڪري، گوليءَ ڏيئي غم، نيءِ.
دعا ڪريجو جيڏيون، جانِيءَ تيان جَم، نيءِ.
ڪنهين ڇِنَ نہ ڇڏيان، دوستيءَ وارو دم، نيءِ.
قيامَتَ تائين ڪينڪي، تيندي طلب تَم، نيءِ.
پير نہ ڇڏيان پرينءَ جو، توڙي ٿئي چيهاڙيون چَم، نيءِ.
جهڙ نہ پائنجو جيڏيون، اِهو اکين جو اَڱمُ، نيءِ.
سِڪئون "سچو" پرين ڏي، راتو ڏينهان رم، نيءِ.

## ڪافي ٨٠

توکي جاني نہ جڳائي تو، رُسَڻ نماڻين سان!

جيهِي تيهِي تانهنجي، آءٌ اصلَ ڳون آهيان،
اوهان جي تا آچڻ جو، آسَرُ هَڏِ نہ لاهيان،
سِرُ تي نينهُن فراقَ جا، هي مينهڙا وسائي تو.

پَري ڪر نہ پاڻ ڪون،ڏي دلبَر دلاسو،
توريءَ سُجهي ڪونڪو، مون کي پِرين پيو پاسو،
جيهي تيهي اصل ڳون، هيءَ سَندَو سڏائي تو.

سڪن متي ڏڪڙا، تي محب مَتايان،
غم خوشيءَ کان اڳرو، آءٌ پليڙو پايان،
مُنهن مُقابل تانهجي، اهو گوندر گڏائي تو.

اڳڻ نماڻيءَ جي تون، آچج الله ڪاڻ،
هيڪر هوتَ ڪَريج تون، پيرو منهنجي پاڻ،
سوز تنهنجو سُپرين، هِت سانولَ سِجائي تو.

ونڃي ويڃِي آهي اهو وعدو ويچاري،
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، هيءَ ڪري تي زاري،
”سچو“ سگ اوهان جو، هِتِ پانڌي پُڇائي تو.

## ڪافي ٨١

خبر ڪا مون ڏيو سا تيو، سائين، عجيبن جي آچڻ جي!

ڪيچيڙن جو قافلو، وڃيڻ رات ويو،
اِئين نہ چڏيو ڇپَرين، هيءَ تا نال نيو.
توڙي وِره وهاريو، ڪنديس ڪونہ بيو.
وندر سنديءَ وات تي، مون صدقي سِرُ ڪيو.
چڏ ساها سنبر، ”سچو“ ڙي، جي تو پور پيو.

## ڪافي ٨٢

جاني تو نہ جڳائي، رُسَڻ نِماڻيءَ سان!

دوست اوهان جي دَرَ تي، ويٺي وره وسائي.
باهر بانهِي تانهنجي، سانولَ هيءَ سڏائي.
اچڻ لاءِ اوهان جي، پانڌي روز پُڇائي.
فالان فلڪ فراق جون، وو، وَريتِن ڪان وجهائي.
سُوال "سچوءَ" جو سپرين، عجز ساڻ اَگهائي.

## ڪافي ٨٣

ڪنيو نيڻ نِهار، ڙي ميان، پلو منهنجا يار ڙي ميان!

مون مَنُ ڳَڏي گوندرين، تئين ڪيچ قرار.
ڏکيا سُکيا ڏينهڙا، گَڏ غريب گذار.
دلبر پنهنجي دل ڪون، ويچارِي نہ وسار.
منهن نہ مون بئي پارَ ڏي، پنهنجي ڪَيِ قطار.
"سچو" آهين اسان جو، هنجون هَڏ نہ هار!"

## ڪافي ٨٤

سِڪَ هُئي جنهن جي سِر، وو، دوست آيو اسان جي دَرِ!

پرين وَڙَئون پانهنجي، ڪَئي ويچاريءَ ڏي ور.
هيءُ سِرُ ڪريان صدقي، گهوٽ اچي مون گهَر.
ڏنم هِن آکين سان، پرين موچاريءَ پَر.
جاءِ ڪيائون جيءَ ۾، ٺهر يا هَڏ نہ ٺر.
قُربَ ڪارڻ سُڻُ "سچو" ري، ڪوشش ڪائي ڪَرِ.

## ڪافي ٨٥

ڏنو هِي پانڌيءَ پيغام: "تنهنجي اڱڻ اڄ يار اچي ٿو!

عاشق عجيبن جو، تو کي سَوَ لک آهي سَلام.
سڀ قبوليو سُپرينءَ، جيڪو ڪَيُوَ ڪلام.
پڪو آهي پرينءَ جو، تو سان اڄُ انجام.
روءُ نہ رت اکين مَون، عاشقَ ڪر آرام.
"سچو" گڏجن، پوءِ پيي،آهِ نہ طلب تمام.

## ڪافي ٨٦

هوتَ پارئون مؤن کي هاٺي، ڏنا نِينهن نياپا هــي.

هٿئون پَئي پانهنجي ميان، عذر پيا ڪيها آٺي.
اوتين کهڙيءَ ڳالهہ ڳون، پنبِٺين مَون پاٺي.
وينيـنءَ ڪيئن پنيورَ ۾، سُورَ هـُئي جي ساٺِي.
"سچو" تو کي ساهَ ڳون، آهي اوڏو آرياٺِي.

## ڪافي ٨٧

ڪيچؤن آيم ڪالهہ، سي تاسٹو سَنيها!

ڳالهيون ڪندي ڳذريئِي، سوَراتيون توکي سالَ.
اُڪنڊ اسان ڏي ڪانہ تو، ڏينهن اِتي جاليئي جال.
ڪنهن جي ڪارڻ تو ڪيا، لڪَ روئِي سڀ لالَ!
ڪيَئي نہ قطري جيتري، ساعت هڪ سنيالَ!
بُڌي ڏوراپا مون ٿيو، جيَرٹ منجهہ جنجالَ.
جن لئي ڏونگر ڏوريان، تن پِي هِهڙا حالَ.
سي سڀ تنهنجا اگهيا، جي ڪيئي ڪالَ ڪشالَ.
ٻڌندو ٻاروچو وري، "سچوءَ" جا پي سوالَ.

## ڪافي ٨٨

مون ڪَر تا ڪِين پُڇيائون، هاڻي ڪانگل ڪَلَ ڪاڏي!

ڏوٿَ ڏوراپا وو ڪيترا، ميان الا، سي سخت مڪائون،
- هِت حالَ اسان جا هي.

سگها ايندا وو سُپرين، ميان الا، ڪي تاپاڻ اتيائون،
- جڏو جيءُ جيارن جي.
ڏاها ڏيهه وو پِرين جي، ميان الا، آهيان اباڻڪو آئون،
- منهنجو هِي نياپو نِي.
طَعنا طَرفَون وو تانهنجي، ميان الا، هِن ڏکِيءَ کي ڏنائون،
- سائين سبِ قبولِيم سي.
سي نہ وِسارج سُپرين، ميان الا، ساڻ "سَچوءَ" سَمجهائون،
- اهي قولَ ڪيا هي ڪِي.

## ڪافي ٨٩

يار منهنجو يار، ڪَئِي ڪَئِي صورتَ سير ڪَري ٿو!

ڪاٿئين بُڍڙو پير ٿيو، ڪاٿئين بولي بار.
ڪاٿئين بيراڳي ڦِري، ڪاٿئين ڪَيُس قرارُ.
ڪاٿئين وظيفن ۾، ڪاٿئين خم خمار.
ڪاٿئين آهي بادشاه، ڪاٿئين چوبدار.
ڪاٿئين پيرين پنڌ ڪري، ڪاٿئين گهوڙي جو هسوار.
ڪاٿئين 'احد' ٿيو 'احمد' 'ڪاٿئين' 'عبدالحق' اظهار.
آهي دلبَر دوست جو، "سَچُو" سَڀ سِينگارُ.

## * ڪافي ٩٠

ڳالهہ ڪَريان آءٌ ڪيهي، حالَ پنهنجي جي، ڙي جيڏيون!

ڪالهہ ڪالهوڻي سُپرين، ويا وٺئون مُون ويهي.
چڏي شهر پنيور کي، ويا پهاڙين پيهي.
ڪري پريشان ويا، درد منديءَ جي ديهي.
آءٌ اُنهن جي آهيان، جيهي جي تيهي.
مارڻ پوءِ جيارڻ، رَسمَ اُنهن جي ايهي.
"سچو" سوز فراق جا، بارَ ڪڻَن ڪي نيهي.

## ڪافي ٩١

هوتَ ڏهون هاڻي آيُون، مون ڏي خوشخبران هي!

اَچي اَڏيون تا اوڏڙيون، جارِ اُوهانجڙي جايون.
چڏي شهر پنيور کي، پير وري اِيڏي پايون.
تيون جيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون.
"سَچوءَ" سَنديون دانهڙيون، دوستَ وري وَرنايُون.

## ڪافي ٩٢

هوتَ اوهان تي آءِ، ميان، سارو نَنگُ نِماڻِيءَ جو!

سائينءَ ڪارڻ سَپرين، پير، اگڻ منهنجي پاءِ، ميان.
پرين وَڙَئُون پانهنجي، لَڻُن نماڻِيءَ سان لاءِ، ميان.
ماڻهو شهر پنيور جا، ساهَ نہ اَچَن ساءِ، ميان.
ڏسنديس آءٌ اکڙين سان، جانبَ تنهنجڙي جاءِ، ميان.
ڪارِي ڳُڻَن تانهنجي، "سَچوءَ" کي هاءِهاءِ، ميان.

---

* هيءَ ڪافي ٩٠، سسئي داستان پهريون ۾ ڪافي ١٨ طور اڳ بہ شامل ٿيل آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو صفحو 64 ڦٽ نوٽ.

## ڪافي ۹۳

هوت اچڻ جي ڪا ڪَرِ ميان؛ پانتي روز پُڇاپان ٿي!

راتو ڏينهان روحَ ڪي، سِڪَ اوهانجڙي سَرِ، ميان-
تو لئہ هِت ڪانگ اڏايان ٿي.

سِرِ توڙِي تَون صَدقي، گهوٽَ اچين جي گهَرِ، ميان-
گهُوريو پاڻُ گهُمايان ٿي.

اينديس اهڙي حالَ سان، دوستَ اوهانجڙي دَرِ، ميان-
ڳچيءَ پلئہ پايان ٿي.

پرين پارئون تانهنجي، ٿِي ويچاريءَ جي وَرِ، ميان -
ويني ڏڪَ وسايان ٿي.

سارو مطلب مون تئي، پرين اچي ڪنهَنِ پَرِ، ميان -
هِت پوٿيون پٿايان ٿي.

”سَچوءَ“ اتي سپرين، دست مُبارڪُ ڌَرِ، ميان -
سنَديوَ يار سڏايان ٿي.

## ڪافي ۹۴

هِنيڙي ڳالهيون ياد، آريءَ پاروچي جيون!

ويا ويساهي نِڪتِوي، عشق ڏيئي اِمداد.
پينر پاجهون جيڏيُون، عُمر مڙيئي بَرباد.
دردمندن جِي دلڙي، شالَ ڪندا سي شاد.
”سَچوءَ“ سَندي سَرتيون، پُني سَڀ مُراد.

## ڪافي ٩٥

اَءُ ڪوهيارلَ ڪائِين، وري ويڙهو وسائِج، ميان!

ٻانهون ٻانهَن جان ٻڌي، ميان الا، پاند ڳچيءَ ۾ تي پائين -
مون تَوَن چت نہ چائج، ميان.

مونهَون مدايون ٿيڙيُون، ميان الا، ٿيَس اِيلازَڻ آئين -
پرين پاڻ پسائِج، ميان.

اَءُ ڪنيزڪ تانهنجي، ميان الا، تون تا منهنجڙو سائين -
ٻيو عيب نہ لائِج، ميان.

ڏيئِي حالُ حلاجَ جو، ميان الا، "سَچوءَ" کيٖ سمجهائِين -
سارو سِرُ سٽائج، ميان.

## ڪافي ٩٦

اَءُ اَچي رَهُ رات، پَلو منهنجا يارَ وي!

راتو ڏينهان روحَ کي، آهِ اوهانجِڙي تاتِ.
مَشر آهي مُلڪَن ۾، سَنديَوَ ڏايي ذاتِ.
اَچَڻ ريءَ اوهان جي آهي، هِينيڙي کي هيهات.
"سَچوءَ" کي تِنهن سِرّ جي، ڪاڏهون ٿيندي ڏات.

## ڪافي ٩٧

اَءُ ويڙهي تون تا وس، وي،
پَلو، پُنهَلَ يار ميان!

پرين مون کي پانهنجو، ڏاها ڏي کو ڏَسُ، وي.
نِماڻيءَ جو حالڙو، پريَم اَچي پَسُ، وي.
ڪاهي اِيندي ڪيچَ ڏي، ڳولِي وِني ڳس، وي.
پَوي پاچياڻيءَ جو، تو کي مانَ تَرس، وي.
ويهڻ آهي پنيور ۾، بنا عشق عبث، وي.
سوز اوهان جو سُپرين، "سچوءَ" آهہ سرس، وي.

## ڪافي ٩٨

آچي لايو ڪِيئن، سجڻ، تو تا نِينهن نماڻيءَ سان!

ماريَس انهيءَ مامِري، هوتَ ڪنديِن ڪو هيئن.
سا تا ڪيئي پانهنجي، جاني وٺيئِي جيئن.
جهڙي پنُهل تو ڪَئي، آءُ پُڻ ڪريان تيئن!
ڪان ونندي ڪڏهين، نالو سَندو نيهَن.
وري وهاريو ويجهڙو، "سچو" پنهنجي سِيئن.

## ڪافي ٩٩

اِهو ڏونگرُ ڏهاٽين، مون ڏوراپو تو ڏئي!

هاري هِهڙا هوت تون، تي ويجها وسارين.
هيڏي هوڏي تي گهمين، تون نال نہ نهارين.
پنيورئون بيزار تي، چي سانول سنپيارين!
پاڻ "سچو" تون پاٿهين، وجي ساٿن سڌهاڙين.

## ڪافي ١٠٠

وسئون تا نہ وساريو، پلو يارَڙي،
آءُ اوهانجڙي آهيان، پلو ميان!

سِڪائيءَ ڏي سُپرين، ڪٽي نيڻ نهار.
هيڏي نہ چڏين؛ پنهنجي ڪَيِ قطار.
تو ڪي ڏسان مون ڏَسين، پرين ڪهڙي پار.
"سچو" صَبر ۾ رهِي، گوندر ڏينهن گذار.

## ڪافي ١٠١

هُئِي نہ مون ڪَلَ ڪائِي، سِرُ اِنهيءَ جي ڙي جيڏيون!

اڳ نہ سُيَم ڪڏهين، هِيءَ وراڻي واري وائِي.
ڳالهہ نہ ڳُرهڻ جهڙي، سائِيُن جا سمجهائِي،
ڏوهَ ثوابَ جي ڳالهڙي، سڀ وِيساهَ وڃائِـي.
سائِي حقيقت حـــالَ جي، سِر آچانـڪ آئِي.
"سـچو" سانيِـج ڳُالهڙي، پرينءِ جا پُرجهائِي.

## ڪافي ١٠٢

رهـبـر روز بـروز، آچن مــون ڏي يـــار جـا!

ڪنهن ڪي سَليان سَرتيون، سُپيريان جو سوز!
اَندر منـجهہ عـجيب جي، ڪَيڙو سِـڪ سروز.
هيڪَند ڪارڻ تِي ڪريان، خاطـر انـدر خوض.
شال ڪنـهين تي نہ ٿئي، سنـدو جانـب جوز.
"ســچــو" اجـهـو آئِـيــو، آريـــاڻـــي اِمروز.

## ڪافي ١٠٣

طعنا سِرَ تِي سهندي آنَ،
سَرتيون ساري لوڪ جا!

پـاجهـون پـاروچل جي، راتيـون هِت ڪا رهـندي آنَ.
ڪاف منجهارئون ڪاڪيون، لَعلن لوري لهندي آنَ.
پَسڻ بنا پرينءَ جي، ٿاهہ نہ بِئي ڪنهن نهندي آنَ.
پينر هِن پنيور ۾، ريءَ بـاروچي نہ پهندي آنَ.
"سچو" سَچيءَ سِڪ ڳُون، ڪيچين ڪَيَ ڪَهندي آنَ.

## ڪافي ۱۰۴

دل جيون ڳالهيون، ميان، آءُ تا توسان اوريان!

ڳجهيون ڳالهيون ڪريان ڪَن سان، ٽَڪَ ويني ٽِپي توريان.
سڳو تنهنجي سِڪ جو ميان، ساه اَندر تي سوريان.
سڪ اوهان جي سَر تي ميان، ڏيهہ ساروئِي ڏوريان.
ڙاتو ڏينهان ڪاڻ اوهان جيٰ، چت ۾ چرخو چوريان.
اِڱڻ "سچوءَ" جي آءُ تون پيارا، پاڻ گهٽو ئِي گهوريان.

## ڪافي ۱۰۵

هينئن نہ مون کي مارِيو، اوڙڪَ اُوهانجڙي آهيان!

بانهِي آهيان وو تنهنجي باروچا، پورهيت پنهنجي پاريو-
سڱ نہ تي ڪو ساهيان.

اَسَرونديِ وو آهيان ميان، واڳ مُـئـيءَ ڏي واريو-
لالچ نہ تي لاهيان.

ڏاڍا ڏونگر لَڪِيو، ميان، توهَ پنهنجي سان تاريو-
ڇپَر اڳيون نا تہ چاهيان.

آءُ اوهانجڙي وو آهيان ميان، وسئون ڪيم وساريو -
جوڙَ اوهان جڙي آهيان.

سانول اِنهيءَ وو سڏ ۾ ميان، ڳالهين تنهنجِن ڳاريو -
ڪيچَ وٽن ڏي ڪاهيان.

آءُ اَڪَنيِي وو هوتَ اوهان جي، "سچو" ڪي سانول ساريو-
ڳاهُ بِرهَ جو تي ڳاهيان.

## ڪافي ١٠٦

رهو مون وٽ رات، اڄ پانڌيو پرينءِ جا!

اَءُ اوهان تون صدقي، جا وائي مِٺيَوَ وات.
پَسان اکڙين سان، ٻاروچاڻي ذاتِ.
راتو ڏينهان روح کي، تن جِي آهي تاتِ.
هُئِي هميشه ساٿيو، "سچو" سَندوَ ساٿ.

## * ڪافي ١٠٧

تون اَءُ آرياڻي اوري،
تنهنجي دامن لڳڙي آهيان!

سِر پنهنجو سَرتيون، اَءُ گهَرئون آيَس گهوري.
ڪامِل ڪڏهن ڪينڪي، اَءُ ڏونگر سگهان ڏوري.
ڪا جا تندُ طلب جي، چِت وئين تون چوري.
نيو نماڻي پاڻَ سان، تِرُ نه رهي هِت تو ري.
"سچو" سگ اوهان جو، ڪيئن پُڇي تنهنجي ٿوري.

## ڪافي ١٠٨

مون کي تايو طبيبن، ميان،
ٻَن ٻُڪيون وجهان تَن جون!

نَظَر ساڻ نِهال ڪيو، هاريون حَبيبن، ميان.
آزارئون آزاد ڪيو، اچي عجيبن، ميان.
دل کي دلاسو ڏنو، ڪاڪيون قَريبن، ميان.
ڏيندا. "سچو" سپرين، گوش پِي غريبن، ميان.

* هيءَ ڪافي ١٠٧، سسئي، داستان نائون ۾ اڳ ئي ڪافي ١٣ طور اڳ شامل ٿيل آهي. تفصيل لاءِ ڏسو صفحو 64 ڦٽ نوٽ.

## ڪافي ١٠٩

نينهن ڏاڍي سان لايو سي،
آءٌ تا هاڻي ڪيئن ڪريان!

عشق سَولو سَرتيون، هت پينر پايوسي.
پُڇي اسان جا پَڪَڙا، اُديون اجهو آيو سي.
پينَر شهر پنيور جي، هِت طعنن تايوسي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو پَلئه پايوسي.
سوئِي "سچو" سِر تي، هاڻي چُمي چايو سي.

## ڪافي ١١٠

اسين آهيون! چا اسين آهيون؟
بيلي، نٿا جاڻون، چا اسين آهيون!

ذري باران برساتيون لايون، ذري بَرن ٿيون وڏيون باهيون.
ذري پڙهون تا نمازانِ روزا، ذري لوچَ متي ٽَون لاهيون.
ذري چئون تا "آهيون اسين ئي"، ذري چئون تا "اصل ناهيون".
زري آرام آهي هِن دل کي، ذري وهايُون ٽيٽُون واهيون.
ذري چئون تا "اسان پاڻ سُڃاتو"، ذري چئون تا "اسين چاهيون".
"سچو" اصلئون سوئي آهين، ناهُ هتي بيو ڪيهو ناهيون!

## ڪافي ١١١

محبت مست مجنون ڪيا، ڪئين خاصا خماري، لو...

اصل ڳون عاشقن آهي،متي سوريءَ سواري، لو...
هِتئون مُنهن سا نہ موڙيندي، هوندي جا وره واري، لو...
سٹو جا مير محبت جي، ڪُٺن کي ڪوٺ ڪاري، لو...
جنين کي جوشَ جاڳايو، تنين کهڙي تياري، لو...
ڇڏي هي عيش عالمَ جا، هليا سي هيڪ واري، لو...
پياسي هُوءِ حيرتَ ۾، ڇڏيئون سُڌ سارَ ساري، لو...
بِرهَ جي بابَ ڏس تن کي، سيا وائي وساري، لو...
سدا تن کي آ ساجَن جي، اچڻ جي انتظاري، لو...
"سچيڏنا" سَمجھ کي هتهين، مَتان تِئين هُت مياري، لو...

## ڪافي ١١٢

ڪڏهن آلاجي اِيندا، يار سانگيڙا، ميان!

سِڳهي اچڻ جون ڪانگ اسان کي، اچي واڏايون ڏيندا.
ڏيئي دلاسا دل منهنجيءَ کي، نال نماڻي نيندا.
اِهي اُميدان آهن اسان کي، هِڪ ٹُڪِيءَ سان ٹيندا.
ڪين ڏسندا ڏوهہ اسان جا، بَديون سڀ بخشيندا.
آهي اوسيڙو اکڙين کي، گولِي ساڻ گڏيندا.
ڪيچَ وڻن ڳون پَنّي پکڙا، آٹي هِت هوتَ آڏيندا.
جيهو تيهو "سچُو" سَندن آ، پانهجو ڪِينَ ڇڏيندا.

## ڪافي ۱۱۳

سرتيون ڏيَن صلاحان، 'چت تون چرخي لائين' :
آءُ ڪتَيان ڪِي ڪانگَ اُڏايان!

راتيون ڏينهان روئان اُنهن لڳ، پرين جي ڏِيَم پَراهان.
دل جمعيت تڏهن ڪِي ٿيندِي، جڏهن اِيندا ڪي هوتَ اڳاهان.
اُڏيون اُنهيءَ جي ويٺي اچڻ جون، روز نهاريان ٿي راهان.
والِي ورائي وريِ پَنيور ڏي، سُٺي اسان جون آهان.
ڪيون قبوليت سيِّئي "سَچُوءَ" جون، سائين عَرضَ اِلاهان.

## ڪافي ۱۱۴

اَ اچِي ڏس حالُ مُهنجو، آءُ اچِي سُڻ عرض هي!

نينهَن تا مون کي نيو، طاقت نہ ڪاتَنِ ڪي رَهِي،
مشتاق جي مارڻ سَندو، آهي اوهان کي غَرض هي.

ڏاها وچِي بِٺا چو پُچان، مون تا پروڙي ڳالهڙِي،
درد پيو مون کي نہ آهي، محب تنهنجو مَرض هِي.

دل کَسي مون کَون وئين، موٽي نہ آئين چا چوان،
سڌ لهو ساجَنَ اچِي، آهي اوهان تي قَرض هِي.

آءُ اچِي امام ٿِي، توتي آسان نِيتِي نماز،
سِرُ ڪَرڻ صدقي اُوهان ٿَون، آهي "سَچُوءَ" تي فرض هي.

## ڪافي ١١٥

هِڪي ڏھاڙي پير مغان، مون کي ڳالھ ڳجھي فرمائي!

سَلَڻ جھڙي ناھي سا، جا آڻ پرين پُرجھائي.
عامَ نہ مَڃَن ان کي، جا صاحبن سَمجھائي.
مَٽَ منجھارئون مَئي جي، تنھن ساقيءَ سُرڪَ چڪائي.
پيالي مَون پرواز ٿيو، واءِ وِئي ٻي وائي.
'عبدُ' جاتو تي جنين، تن بازي ھِت ھارائي.
'حَقَ' کَون 'حق' نصيب ٿيو تي، مدعا "سچوءَ" سَنيائي.

## ڪافي ١١٦

ھوتَ غريبِ نماڻي، اِتي ڪيئن وساريئي، ميان!

اگڻ آسَروَند جي، آءُ تون پاڻئون چاڻي -
ھوت ھٿِي چو ماريئي، ميان!

ونڊر جي وڻن ۾، حب منجھَون ھوتياڻي -
مون تا گھڻو نھاريئي، ميان!

ٿورا گھڻا ڏينھڙا، ھن عاجز سان آرياڻي -
مانَ گَڏَ گذاريئي، ميان!

اتي ھَلي ھيڪلِي، پرت منجھوئن پاڇياڻِي -
جڏھن سانول ساريئِي، ميان!

چِڏي وئين چِپَرين، ڪَيئي پُنھون چام پُڄاڻِي -
ھِيءَ ڪيئن آزاريَئِي، ميان!

"سچو" سگ اوھان جو، سائِينءَ لڳِ سُڃاڻِي -
پنھنجي ڪَيِّ قطاريئي، ميان!

## ڪافي ١١٧

آءٌ ڪا رهندِ هوتن رِيءَ، هُنديَس سانولَ ساڻ!

لَئن لَئن منجهہ لڳي رهيو، پاروچي جو پاڻ.
وندر سنديءَ واٽ تي، پرزا ڪنديَس پاڻ.
ڏير ڏيئي ويا ڏکَ جو، هِن ڏکيءَ کي ڏاڻ.
درد مندي دانهون ڪري، چيتڪ ڪَيڙس چاڻ.
مانَ اچي تئي ڪَڏهين، هِنَ مُئيءَ جو مهماڻ.
"سچُو" سگ اوهان جو، سو تا پنهنجو چاڻ.

## * ڪافي ١١٨

ڙي جيڏيون، هوتَن رِيءَ،
آءٌ ڪنديَس ڪوه رهِي!

اندر وره وٺاڻ ڪيائون، لَٽن لَٽن منجهہ لَهِي.
چڏيَ شهر پنيور کي، هِيءَ ويندِي ڪيچ ڪَهِي.
ڪونهي ڪوهيارلَ رِيءَ، سَرتيون هِت سَهي.
قول پاڙيندو پانهنجو، ڪَيو پاروچَلَ پَهِي.
"سچو" گڏيم ساٿيڙا، پَنڌَن منجهہ پَهِي.

## ڪافي ١١٩

پرين نا بِئي پار، ميان، جانبَ تنهنجي جان ۾، آخوند ري!

سبق ڏئين نہ سور جو، ڪتابي نہ ڪار.
حرف صحيح ڪر هيڪڙو، وَرَقَ سيئِي وار.
نينهن وارن کي ناحقي، مُلا هيئن مَ مار.
راتو ڏينهان آهي توئي کي، ڪتابَن جي ڪار.
پاجهوَن نالي نينهَن جي، "سچو" سبق وسار.

---

* هيءَ ڪافي ١١٨، سسئي، داستان پنجون ۾ اڳ ئي ڪافي ١٢ طور شامل ٿيل آهي.

## ڪافي ١٢٠

پرجهي پاڻ نہ چاڻان، ڪير آهيان، يارَ ڙي ميان!

مورَتَ موڳائِي ڪئِي، صورَتَ تا نہ سُڃاڻان.
ڪَنهن تا ڳالهَيئون، ڪاڪيون، تياسي هِت نماڻا.
جان جٿو دل سيوئي، آڏا ٽِيَم آڏاٽا.
ڏنم ڏايي ڏک سان، عشق جا اوراڻا.
خام خيالَ نِي، 'سچُوْ' ري، اِنهيءَ فِڪر آڏاٽا.

## ڪافي ١٢١

اهو بَر پِي بازر آهِ، جتي ديرو دوستَ جو!

ڏونگرُ ڏولِي پائيان، سپيريان جي ساءِ!
چُمنديس چِپَن سان ميان، سندِي جانب جاءِ.
محبت محبوبن جي، ڪاري هينيڙي کي هاءِ هاءِ.
وينِي ڪانگَ آڏايان، لڪين لالن لاءِ.
مون کي ڪيچَ وٽن ۾، نيئي پانڌيڙا پَهچاءِ.
ساٿِي سُپرين سان، هيءَ گداگر گڏاءِ.
'سچُوْ' سَجَڻن کي ميان، پاند ڳچيءَ ۾ پاءِ.

## ڪافي ١٢٢ *

ڙي جيڏيون، هاٿي گهوريو، هوتن ريءَ سارو شهر پنيور!

لائيندا وو لطف سان، هِنَ ڏکيءَ کي ڏور.
هَيءِ هالاٽي آن جي، شعلي وڏڙو شور.
مِنت نہ منهنجيءَ موتيا، زاري نہ آهي زور.
دَرَسَن ساڻ دفع ٿيو، سندو هِنيڙي هور.
"سچُو" سندن راهَ تي، هِڪَ جفا پيو جور.

---

* هيءَ ڪافي ١٢٢، سسئي داستان نائون ۾ ڪافي ٨ طور شامل ٿيل آهي.

## ڪافي ١٢٣

حال معلوم تو کي هبي ئِي، آءٌ تا وسِ نہ وينياس!

پرين تنهنجي پار ڏي، قاصد مُنجان ڪيئِي -
ايڏانهن منهن ڪيو بيٺِياس.

چڏي وڃ نہ چِپَرين، مُنج دلاسا ڪي ڏيئـي -
تنهنجي محبت مارياس.

چئي ٻڌايان سرتين، هن سباجها سي ئـي :
آءٌ تـا وار نـہ وسـرياس.

پاڻئون پري نہ ڪرين، آءٌ پنيءَ اوهان جي پيئي -
تنهنجي پَکي نِي پينياس.

ساڻِي ڏيج "سچوءَ" اِهي، نياپا تون نيئِي -
آءٌ تا گهـٽو اَڪنديـاس.

## ڪافي ١٢۴

منهنجو پَنڌڙو پَهـُ آهي، پَلو سرتيون سانولَ ساڻ!

سو تا چِنَڻ جيهو، اَصل گُون ناهي -
اَهي سگ تہ پُنهونءَ ساڻ.

ايندو، اتُم آسَرو، آسَر هَڏ نہ لاهي -
ٿِيندو مُٺِيءَ جو مِهماڻ.

چڏي شهر ڀنبور کي، ڪيچ ويندي هِيءَ ڪاهي -
لڳم پاروچي جو پاڻ.

* هِيءَ ڪَميٺِي ڪوڙِي، سگ ساڻن ساهي-
پر پرين ڏسندا پاڻ.

"سچو" جاڻ صحيح ڪري،توڙي باب سَندن هِيءَ ناهي-
تہ پيي نيندا سباجها ساڻ.

---

* ڪافي نمبر ٦٦٥، سُر بروو، صفحو ٢١٠ "رسالو سچل سائين" مرتب علي قل بيگ.

## • * ڪافي ١٢٥

منصور سوريءَ تي چڙهيو، هر ڪنهن چيو تي واه واه،
عاشق اتي ئي سر ڏنو، اناالحق ٿيو سڀ ساه ساه.

_ عشق اچي نعرو هنيو، ٿيس سيائي باه باه،
نظر مون کي هادي آيو، ٿيو سوئي الا الله،

_ عاشقن سُرڪي جا پيتي، تي سيائي هوهوا،
منصور، شمس تبريز پارن، هٿ ڪياڻن جاه جاه.

ويا سمنڊ ۾ ڏيئي ٽبي، سارو لذائون سُڌ سماءُ،
الف سان جي گم هئا ٿيا، ڪُل شيءِ هرجاءِ جاءِ،

"سچو ڏسڻ سان سُرخ ٿيو ۽ تخت تي هو شاه شاه،
رچي اُتاهون لعل ٿيو، سارو اهو هو خود خداءِ.

---

• ڪافي ١٢٥ کان ڪافي ١٢٩ تائين ٥ ڪافيون، علي قلي بيگ صاحب جن جي مرتب ڪيل "رسالو سچل سائين" تان ڪٽي هتي شامل ڪيون ويون آهن. ٻنهي رسالن کي پيٽڻ بعد اُهي ڪافيون شامل ڪيون ويون آهن، جي رسالي ۾ اڳ موجود نہ هيون.

* پيروي، ڪافي ٨٢، صفحو ٧٨ "رسالو سچل سائين" مرتب: علي قلي بيگ.

# * ڪافي ١٢٦

عشق لڳي تان ڪر آمين، نا منجهہ ڪفر نا منجهہ دين.

- ستون سورن جون ڪهڙيون پڙهين ٿو،
ورهٔ نہ پُڇندئي ولاَ الضالِينَ.

- ديد ڏِسِي ڪِي ديد اڙائين،
نيهن نہ پُڇندئي نابين.

- جلوهہ عشق جو عرش ڪُرس تي،
سر زمين چا زير زمين.

- دل سان ذرو درد قبوليم،
ڪشف قبور ڪرامت ڪين.

- شُبها شَڪَ سيوئي لاٿم،
پاڻ سڃاڻ سان يقين.

- طالب ڪي تاويل گهرن تا،
ڪن تمنا تي تمڪين.

- هادي عبدالحق "سچوءَ" ڪي،
توڙون هئي تا ڪئي تلقين.

* (سر آسا، ڪافي ٣ صفحو ٢٦، ايضا)

## * ڪافي ١٢٧

ساروئي سر آهي، ڪاتي سچل، ڪاتي ذات سچل دي.

موڄ درياء حُباب ڪڙا ڪيا، چاڻج ڪو شڪ ناهي.
آهي اونهون اسرار الاهي، چا منجهارؤن چاهي.
پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ، ناهَ لڪين تو ناهي.
عاشق، عشق، معشوق اهوئي، ڏانؤُ ڏايو ڪيو ڏاهي.
"الا الله" اثبات مڙوئي، "لا" ڪي چڏ تون لاهي.
"لي مع الله" سمجهہ اشارت، فيل لنگهيو منجهہ پاهي.
واٽ اهائي وحدت واري؛ ڪامل ايندا ڪاهي.
سوئي اندر سوئي باهر، ڪئين چوان ائين ناهي.
ڳالهہ "سچل" جي سالڪ سمجهن، لوڪ جي ليکي چاهي.

## ** ڪافي ١٢٨

تون رَب ڏايو بي پرواه،
آءُ تا ٻچان تنهنجي ٻاء.

ذڪريا ڪرت وجهايئي، سِيسِي ساه منجها.
هومڪي جوڪو ڏيو تنهن کيءِ ڏنئي ڪين کهڪاءُ.
حسن ۽ حسين ماريئي، ڏئي جيءَ جفا.
ڪربل منجهہ قتل ڪرايئي ترس نہ پيڙئي ڪا.
ظلمي آهين، رحمي آهين، جا وٽئي سا واه.
"سچوءَ" تيز تي سڀ هنئين، جيڪا رَبَ رضا.

---

* برور، ڪافي -٣٣، صحو ١٤٩، ايضا).

** سر بلاولي، ڪافي ٨٨، صفحو ٥١، "رسالو سچل سائين" مرتب علي قلي بيگ.

## * ڪافي ١٢٩

ڪرن مڙيئي قتل عام،
پاڻ ڪريان جي پڌرو.

- جدا جماعت ڪان، آهيان پاڻ امام.
- دم نہ اڳيون دين ٿيو، ڪفر نڪو اسلام.
- فارغ هئڻ فرض ڪوئن، سُنتَ ڪي بہ سلام.
- "سچوءَ" آيو سچ ۾، ناهي حلال حرام.

## ڪافي ١٣٠

ويندي تا وٽڪار،
جيڏيون هي لڳ هوت بلوچ جي.

ڪيئين وِهان هتهين، آهي منهنجو ڪم ڪوهيار.
**- ساه منهنجو سرتيون، آهي پرين جي پار.
هِيءَ دل ديواني ڪري، هو ٿيا پاڻ قرار.
جات جَتن جي جيڏيُون، جِيءَ وڏو آهي جار.
"سَچُو" نہ وسار ساه ڳوڻ، دوستَن جي دربار.

## ڪافي ١٣١

عين اٿو اِنسانُ، پول مَتان پُلي ڪائي!

دَلَقُ درويشِي، پهري آيو، صورت هِن سلطان.
آهي جَڳَ ۾، سٿو ڙي جيڏيُون، صاحبَ جو سيلان.
ڏسِيْ تَماشو يارَ سَجَڻ جو، هَر هَمَہ حيران.
واه عجائب جيهو ڪيائِين، "سَچو" ري سامان.

---

* پيروي، ڪافي ١٨٦، صفحو ٨٩، ايضا.

** ڪافي نمبر ٢٧٠، سُر بروو، صفحو ٢١١ "رسالو سچل سائين" مرتب علي قل بيگ.

## * ڪافي ١٣٢

ٻاروچي لــوَن لائِي، مـيـان، ڪوهـيـاري لوَن لائِــي!

ڳالهہ نہ ڳرهـڻ جهـڙي، ڏاڍي سـور سـلائِي.
سَرتيون مـون سـان سـورَ ۾، پيـنَر ڪانهي پائِي.
هِيرَ وٺي سـا هـانوَ کي، ڏنهن عجيبـن آئـي.
سِرُ ڏيڻ سيڻن کي، "سَچُوُ" آهـي سَچـائِـي.

## ڪافي١٣٣

صـحيح سُجاڻج ساري، خود آهــين وِي خُدائِي!

لڪـين سِـتـارا گـم ٿـيـا، روزَ ڪَئِي روشـنـائِي.
ڪوڙين قـطـرا ڪـارونيـارَ، ڪِي سَمونڊَ سَمائِي.
سُڌِ تنهيـن سِرَ انهـيءَ جِي، مٿي جنهن جي آئِي.
تخت هَزارو اوري رهـيـو، پَري رهـي بُلـي شــاهـي.
"سَچُوَ" سَچِي ڳالهڙِي، پاڻَ پِـريَن پُـرجهـائـي.

## ڪافي ١٣٤

وَس ڪـا آهـي ويچاري! - هُئَڻ هِن جو هـوتَ، نـاهـي!

اُتَن اُونـارن توَن، سـائِين الا، صَـدقـي آءٌ سَوَ واري.
چايُم ڏاڍي چاه مَوَن، ســائـين الا، بِرهُ بـلـوچي ٻـاري.
هـيڏي هـوڏي جان ڏسـان، سـائين الا، اَندر ٻاهـر آري.
ٻانهون ٻانهن جان ٻـڌي، ســائـيـن الا، زار ڪريان ٿي زاري.
"سچو" سهـي جي ڪرين، سـائيـن الا، حَق حقيقت ساري.

---

* هيءَ ڪافي ١٣٢، سُر سسئي داستان پنجون ۾ اڳ ڪافي ٥ طور اڳ پڻ شامل ٿيل آهي.

## ڪافي ١٣٥

تون آءُ اسان وٽ يار: تنهنجي اچڻ ڪاڻ -
جيئڙو جُڪي تو، ساهڙو سِڪي تو!

بَس نہ وَهڻ ڳوڙن ڪَرن، هي نيڻن سَندا نارَ.
ماٺ ڪندي ٿِي چاڙهيا، بِره اسان تي بار.
پرين پاڙج پانهنجا، جي ڪيئِي قولَ قرار.
چُمِي چَشمَن تي ڪَنيم، تنهنجؤ عشق آله توهار.
باه جيهو آءُ پائِيان، جو دمُ توهڪئون ڌار.
راتو ڏينهان تانهنجي آهي، "سَچُوءَ" سار سنڀار.

## ڪافي ١٣٦

دردمندن جي دل جو، ميان، شوقِي وو يارُ شڪاري!

يار سُهڻي جون ڏسو ڏهاڙِي، ڪَن ٿيون خون خماري.
سوز وارن ڪي سيني اندر، ماري قيبر ڪاري.
چشمان چوٽڪ ڏايو لائن، ڪجليان هَن قهاري.
پانهون سي پتيم اڳيون انهن جي، زارِي سوَ لکَ زاري.
دل اسان جي وو لٽ نِيَن ٿيون، پِئِي چشمان چارِي.
پاڻان چاڻي ظاهِر ڪيائين، هوءِ هوءِ حُسن هزارِي.
جِيءُ "سَچوءَ" جو جار وڌائون، ڏيئي پاڻ ڏيکاري.

## ڪافي ١٣٧

سِگها اِيندا، سِگها ايندا، پانڌِي پرين جا ڪِي تا!

سڪائِيءَ سان سرتيون الا، ڏکَ پائِي اچي ٿيندا، پِلِي اِيندا.
دردمنديءَ جي دل کي، ميان، دوست دلاسا ڏيندا، پِلِي اِيندا.
ڪين چڏيندا چيَرين، ميان، نال نِماڻي نِيندا، پِلِي اِيندا.
پَکا پَکن سامُهان، ميان، آڻي پاڻَ آڏيندا، پِلي اِيندا.
سو ڏينهن ٿيندو ڪهڙو، جو "سَچو" نانءُ سڏيندا، پِلي اِيندا.

## ڪافي ١٣٨

تنهنجي محبت موهيو موهيو، رمزن ريهيو ريهيو، مِي تا ساهُ-
آڻِي الله!

طرف تنهنجي راتو ڏينهان، چتِ هڪيرو چاهُ -
آڻِي الله!

آهي اسان سان سپرين، حبَ سندوَ همراهُ -
آڻِي الله!

پيو پناري تانهنجي ميان، هي ڏوهاري ڏاهُ -
آڻِي الله!

واڪا ڪيون ٿو وهي؛ دل اندر درياهُ -
آڻِي الله!

ڪشي ڪري ڪپڙا، ”سچو“ ملينداپاهُ -
آڻِي الله!

## ڪافي ١٣٩

هوتَ ڪڏهن نہ هلايوَ، پانڊي پنهنجي پارَ ڏنهن اسان ڏي!

طرف توهان جي مُڪوسين قاصد، سو پي وهندو ڪين ورايُو!
نياپو منهنجي نيهن جو، جيڪر ساڻيءَ نہ سڻايوَ.
هو جو ڪيو هووَ وعدو، سو تا ياد نہ آيوَ.
”هردم هونداسين آسين توئي سان“، فائق هيئن فرمايوَ.
تنهن ڏينهن لاڪون پارَ ”سچوءَ“ کي، باري برهُ بڇايوَ.

## ڪافي ١٤٠

ڪالهہ قاصدَ اوڏانهون آيا، اِها ڪَيئُون آگاهي!

’پار پنيور جي هئا اچڻ جا، ساٿ ڏٺيءَ ڪي سعيا‘ -
چڱـي ڏنائون گواهي.
منهُن محبوبن جو ٿيو اسان ڏي، پيا سي پَنڌ سَجايا -
ڪيها رَهبر ڪريان راهي!
يارَ مُسافِر ڪِيَم اُداسِي، ڏور جنين ڏينهن لايا -
آٽـي تـون ميڙ اِالهي!
پاندُ ڳچيءَ پائي اڳيون پرين جي، اسان ڏوهَ سيئي بَخشايا -
ٿيـا سـي پاڻَ صَلاحِي.
’سچُوْ‘ اتاهُون اچي رَهِي هِت، ويڙها سي يار وَسايا -
غَـم لـٿي گـمرا هِـي.

## ڪافي ١٤١

هاري سو پاتِي هار، تا آءُ جام چنيسَر اُوڙان!

جنهن دوستَ ڪسايو دَم ۾، سَت اُهو سِينگار.
هَٿَئون پَئي تنهنجي آهي، روئين چو زارو زار.
داٿو هُيَڙو درد جو، جنهن ڪيو بهشتَيُن بيزار.
ڏوهُ تہ تنهنجو ڪون هو، پرَ نِينهن ڪيو نروار.
پَلنگئون پئينءَ پَٽ تي، ڪَري گوندَرَ گفتار.
”سچو“ سهي جي ڪَرين، هِيءُ هو عشقَ جو اسرار.

## ڪافي ١٤٢

هارَ چنيسَرُ جامِ، ليلان ڪسايو دَستئن پنهنجي.

ڏاڍو مٺيون هو ڪَسوٽي، جو دل جو ٿِي پيو دام.
نَظَر وڌي تا غيرُ تي، تيلهان تون ٿيئن تمام.
پُلي پولـي ۾ پـئيـنءَ، هـار پـانيـئـي آرام.
تنهِن ڏينهن آنڌي پاڻ سان، سورن جو سرانجام.
"سچو" رَه صَبر ۾، عِشقُ ٿيئي انعام.

## ڪافي ١٤٣

ڪِيئن چَوين ٿو، ڪِيئن چَوين ٿو!
لوڪ ناهي پيو: ڪِيئن چوين ٿو؟

لوڪُ سَيوئِي اهو آهي، ڪيئن پيائِيءَ مَنجهہِ پَوين ٿو؟
آجاڻ بنائي پاڻ بيهاريئي، غمزي اِنهِيءَ ۾ جو نہ گوين ٿو؟
ساڻ سچي تا "سَچو" گذارين، راند روئڻ جي ڪيهي رَوين ٿو؟

## ڪافي ١٤٤

پُل وجي ٿو، لوڪ ساروئِي پُل وجي ٿو!

"مان"، "تون" ويندي، اهوئِي تيندو، پولُ اهوئِي جيڪو پَجي ٿو.
اِهو اهوئِي سَرتيون آهي، نہ تا اها ڪوئِي ڳالهہ مَجي ٿو.
اندر باهر اهوئِي آهي، "سچُو" هِي سِرُ صحيح سڄي ٿو.

## ڪافي ١٤٥

سُهڻو سگَ تيو، ڪاڪيون ڙِي، ڪيچَ تڻين سان، شالَ مولو ميڙينئو!

اڳئين ڪوَن پي اڳرو، پائن تا وره ويو!
آريءَ جي اولاد سان، ڏاڍو پيچُ پيو.
بيڪَسِيءَ جي دائري، تنهن کي نِيهَن نيو!
صدقي تَن سيرن توَن، "سَچوءَ" ساه ڪيو.

## ڪافي ١٤٦

شال مون سان وريون وريون،
ڪانگ ڪَرين مِٺيون ڳالهيون!

جدائِيءَ جون جان جسم تي، ڪيون پورن پَريون پريون.
دردَ سَجَڻ جي دل منهنجيءَ کي، زور ڪيون نريُون نريُون.
ڏکن واريون ڳالهيون، اسان پيي دل پائي ڌريون ڌريون.
وايون وصل جون يار "سچو" تون، متان ڪرين ڀريون ڀريون،

## ڪافي ١٤٧

مون کي متان تون ڇڏين،
سونها ڙي سَجَڻ جا!

مَ ڇاڻان ڏينهن آهو تا، ڏينهن آلاجي ڪَڏهين.
نانءَ مولئي جي محبوبن سان، نئي غلام کي گَڏين.
حاضر تِئين حضور ۾، نانءُ "سَچُو" ڪري سَڏين.

## ڪافي ١٤٨

اهو آهي آهي، يار ساڳيو ساڳيو!

اوهين چاڻو ساڻ يقيني، ٻيو سو ناهي ناهي.
ميخاني وچ مست هميشه، ڪيئن سو ڪعبي ڪاهي ڪاهي.
لوڪ سارو تي هت جو آيو، سڀ حجابان لاهي لاهي.
ظاهر باطن آهي اهوئِي، جان جٺووري چاهي چاهي.
نانءُ "سچوءَ" جو آيو صفت ۾، ڏانءُ ڪيو ڪيهو ڏاهي ڏاهي.

## ڪافي ١٤٩

هيءَ پورهيت پاڻيءَ پوئِي، خان باروچا تنهنجِي!

حاضر خدمت آچي اوهان جي، حال چونديس روئِي.
ساٿي اسان جي سٿ لهڻ سان، سوال پورو ڪَر سوئِي.
ڪيئن وساري ويهان اوهان کي، ڪئِي تا هِهڙِي توئي.
طوطيءَ جي ڳچيءَ سو سلامن، "سچوءَ" مُکا پڻ پوئي.

## ڪافي ١٥٠

واتِ مون کي آهي وائي، خان باروچا تنهنجي!

پرين نه مُڪوَ طرف اسان جي، لِکي ڪتابتَ ڪائِي.
پيرو ڪندين وري پنيور ڏي، اِها اَتَرَ مون آئي.
حالَ منهنجي جِي خَبَر نه ڪنهن کي، چڱي سَجَڻ تو لائِي.
اِهو آسرو مون کي آهي، تيندين آچي ڏکَ ڀائي.
اڄ صبح تا اگَڻ "سچوءَ" جي، جاني اِيندين شالَ جائِي.

## ڪافي ١٥١

سُڻ منهجڙو حال،
دلبَرَ ديس وَسَئي، گهُوريو ڙي پَر ڏيهہ تو توئن!

مون ڪوئن پَري نہ تئين، سائينِ مَج سُوال.
منهنجو توسان تا آهي ئِي، خاصو يارَ خيال.
روئان واتڙين تي، ڪَريو هھڙو حال.
واڳانَ وطن پانهنجي، ڦيري آءُ فِي الحال.
تو ڪَوئن ڳجهو ناه ڪو، عاشقَ جو احوال.
ڪَر "سَچوءَ" کي سپرين، ڪٺي نيڻ نهال.

## ڪافي ١٥٢

ڪاصدَ وري ويندين،
ديس پاروچل جي، ميان!

خَبَر خوشيءَ جي وٺي اتاهُون، سِگهو اسان ڏي ڪِي اِيندين.
درد منديءَ جي دِل کي، هاڻي ڏاها دلاسو ڏيندين..
سپيرين جي ڳالهہ ڳجهيءَ جو، وچي سو واقف ٿيندين.
سوزَ فراقَ جي، يارَ "سَچوءَ" جو، تون هِي نِياپو نيندين.

## ڪافي ١٥٣

آئين قاصدَ ڪالهہ،
پِرينءَ جي پارَ ڏنهُن، آنديِ جي سَنِيها سَل اهي ئِي!

هاريا هِنَ جي حالَ جِي، ڪا هُئِي هُت قِيلَ مَقالَ؟
پاچيءَ کي پَرديسَ ۾، سِڪندي ٿيَڙا سال.
پِرين ڪِي مون پُڇيو، ڪا خَبرَ ڏي خوشحالَ!
ڪِي ڪَيندا هجر فراق کي، ڪِي ورندا واوَ وصال!
"سَچُوءَ" سندي ساهَ جِي، ڪا هئي هُت ڪين سنيالَ!

## ڪافي ١٥٤

عاشق ڪَر آرام،
پرينءَ گهڻو پُڇيو تُنهنجو، خوشيءَ ۾ رَهُ، ري!

طــرف تـنهـنجي آهِ، اَچَڻَ جو، اسان جو انـجام.
رَهبَر عـاشِقَ کي وَڃِي، سَوَ لـک ڏيج سَلامُ.
اڳنـان آهـي تانـهـنجو، سُرهـائِي سَر انـجام.
جيـڪِي چَيُوَ، تانـهـنجو آهـي، ڪُلِي قبـول ڪَلام.
"سَچُو" تنهنجي ساه کي، آهِ محبت بخش مُدام.

## ڪافي ١٥٥

يـار منهـنجي کـي ڪريو، مِنَت وجِي ڪائِي!

پَرڏيهه وڃ نه مون پرين، يارَ تو سـان مون تا لائِي.
اَندر منهـنجو اَڌ ٿيو، ڪري وڃڻ جي تـو وائِي!
ڏسـو اوهـين ٿيـون، دل ڏاڍي سـان، اَڌيون اَ مون اٽڪائِي.
چڱا مِڙيائي ميـان اِئين چون تـا، 'لائِيِ تـه توڙ نيائِي.'
هِجَر منجهارؤن ٿيندي وصالت، اِها ڳالهه "سَچُوءَ" اَزمـــائـــي.

## ڪافي ١٥٦

هـاڻي مون کي پِرينَ پوءِ،
جيڏيون جِيَڻ جنجال ٿيو!

ويـئِي واٽـڙيـن تـي، هِـيءَ راتـو ڏيـنـهـان روءِ.
ويهڻ هن جو وهـه ٿيو، هـو لَڏي وَيـڙا لـوءِ.
درد منـدي دانـهـون ڪري، آهـي هـوتَن ريءَ هـوءِ هـوءِ.
ڪاڪيون مونَ ڏي ڪيچ ڪوُنَ، شالَ قاصد اچي ڪوءِ.
"سَچوءَ" ڪندي سـال ٿـيا، وَريتِيون ووءِ ووءِ.

## ڪافي ١٥٧

يار ساٿيو ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان، پلو ڙي ميان،
دوستن جي ڳالهه مون کي ڪا ڏيجو!

هيءَ نماڻي در وڪاڻي، نال نباهي نيجو.
ڪيمَ وساريو، مٺي نہ ماريو، چوري تا نہ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن ايندا، لوءِ ٿون تا نہ لڏيجو.
جنهين ويلي هلو اِتاهون، "سچُو" نانءُ سڏيجو.

## ڪافي ١٥٨

ساجن اِنهيءَ سير، ايندئي ڙي آڇا!

سي ئي پهتيون پرينءَ سان، جي گهڙيون انهيءَ گهير.
سپيريان جي سيرَ ۾، هيجوَن هينئڙو هير.
بَڏيِ نَچج نيهن جي، ڇاتيءَ ڇاتيءَ چير.
"سچو" سائين جي پُڇين، قند سيئي قير.

## ڪافي ١٥٩

"تو کي عاشق پنهنجو ڄاڻان، تو کي سون ۾ سڃاڻان!

"اسين تا توسان آهيون سدائين، وجهج ڪين وڃاڻا.
"اهي تا آهن نظر اسان کي، آڇي جي در وڪاڻا"،
دستون ڪري ڏنو هي مان کي، يار دارونءَ جا داڻا.
سنهج "سچُو" تون ساڻ يقيني، محبوبن جا ماڻا.

## ڪافي ١٦٠

هوتَ اسانجڙو حال، تون پاڻهِين تو ڄاڻين!

اوهان پاڄهون وو سپرين، ميان الا، ساعت پايان سال-
وري اچج آرياڻي.
راتو ڏينهان روح کي، ميان الا، سنڌو خواب خيال-
هيءَ اٿوَ نماڻي.
معلوم تو کي مون پرين، ميان الا، عاجز جو احوال -
تون سانول سُڄاڻي.
چڙي ويندين وو چيَرين، ميان الا، تو لڱ کيم ڪشال-
تون هِيئن ڪيئن هوتياڻي!
سوز اوهان جي وو سپرين، ميان الا، بِره ڪئي بيحال -
تہ پِيي عذر نہ آڻي.
لاهِ فراق وو فقير ڳئن، ميان الا، "سچو" مڃ سوال -
هيءَ هادي لئي هاڻي.

## ڪافي ١٦١

منهنجي اڱڻ اڄ آءُ،
پرديسيڙا ڙي يارَ!

والي شالَ وصال جو، ڪو وري لڳي واءُ،
اچي هڏ نہ هِتَهين، سانولَ تو ريءَ ساءُ.
ميان مشتاقن جو، اچي صاحبَ لهہ سَماءُ.
دانهون ڪري دردَ ۾، جا قتِي فراقاءُ.
ٿيون مَدايون ڪيتريون، سائين "سَچُوءَ" ڪانءُ.

## ڪافي ١٦٢

اوڏاهون قاصد جي آيا، تَن هُلائِي هِيءَ وائِي:

هباڻــــي هــوتياڻِن جي، هُئِي تو ڏي تياري،
واٽان پُڇي تانهنجون، تو اصل ڪان آري،
ڏاري، سنديَو حال جِي هت معلوم سَيائِي.

اهو رکــج آسرو، جو اَڄ تو ڏي اِيـنـدا،
ڏيئِي پانهون ڳل تو وري، پزين پَرچائيندا،
هيڪندَ تيندينءَ هوتَ سان، تون جاڳندي جائي.

مارئِي ماندِي نـ ٿِيءُ، چو گوندر گذارين،
واٽــان اچَڻ ان جون، ٿِي نِــتِ نِتِ نهارِيـن،
جهڙي تون هِت آهين، آهيـن هـُت پِي اهائِي.

ويــو وڇوڙو وچ مَوُن، تون ڳَڏيئن سائيـنءَ ساڻ،
تـوسـان آهـن سپـريـن، پَري پـاءِ نـ پاڻ:
”سچو“ ٿِيندين سيگهڙِي، اِها وائِي سوائِي!

## ڪافي ١٦٣

ڪـيـچـي ڏنـم اَڄ اِتـي،
اوهيـن تا چـاتـا پـانيـو!

سال لنگهي ويا ڪيترا، ڪاڪيون رِيءَ ڪِتي.
اَڄ تا وِينديَس ڪاڏي ڪِينڪي، هُوُ سو، تا منهنجو هتي.
منزل محبن جي جتي هوندي، ميان، هونديون سرَهايون تتي.
موڳائيءَ جي مونجهـ ۾، سائين الا، ڪانـ ڏِسي ڳپَ ۾ ڳِتي.
سودو سيڻن سان حال ٿيندو، ميان ”سَچُو“ تـا سِرَ ڏتي.

## ڪافي ١٦٤

اَڄ اوڏاهين سي آيون، مون ڏي خَبران خير جون!

پيو تا تو سان دوستَ وي، ڪون برابَر پايون.
لِکي مَئن معلوم ٿيو، - هاڻي پير ايڏاهِين تا پايُون.
سَنيري توکي ميان ڏيهہ سنديءَ، لکَ ٿورا تا لايون.
سورن واريون سيئي ساعتون، تو تان لکَ لنگهايون:
توکي ٿينديون هاڻي حاصل، ”سَچَو“ ري سَرهايون.

## ڪافي ١٦٥

منهنجِي حجت تو سان ناهہ، توکي مولو ميڙي يار!

مون هِن نماڻِيءَ کي، آسَر سَنڌوَ آهہِ.
اندر باهِر تا تنهنجِي، جانبَ آهي جاءِ.
ڏونگر ڏورڻ آئيا، ساڄَڻ تنهنجي ساءِ.
”سَچُو“ آهي سِکَ ۾، لالَن تنهنجي لاءِ.

## ڪافي ١٦٦

پُڇن ڪوه طبيبَ، او، سوزَ واريون سرتيون، پلو الوا!

پيدا ٿيندا پاڻهين، ڪول آيَس قَريبَ.
ڏَين ڏيکاري ڏِيلئون، اڇانڪ عجيبَ.
”سَچُو“ وَسَن سي سدا، هنِڙي منجهہ حَبيبَ!

## ڪافي ١٦٧

الا باري بِره يولڻ جي، دل ديواني منهنجي ڪيئي!

اوري اَنڪَ نہ رهِي، خاص پرين پڪيئِي.
پياريائون پُر ڪَري، بِي سڀ وائِي ويئي.
راتيان ڏينهان روحَ ۾، "ٿيَا ٿيَا" آهي ٿيئي.
اکيون دل "سَچُوءَ" جِيون، پاڻ سڪِيون ڪِيَئون پيئي.

## ڪافي ١٦٨

يارَ لايو رنگ، ڏِس تون، جي هُيَئين ڪنهن حالَ ۾!

محڪم رهين احوال ۾، قائل نہ ٿي تون قالَ ۾.
خيالَ ٻاجهون خاص تنهنجي، هُئي جِيَڻ جَنجالَ ۾.
جي هُئين ڪو دَم اِتي، تا هُج تون خاص خيالَ ۾.
اصل ۾ يڪتا ٿِئين، عاشِقَ چَئو امثالَ ۾.
محبت مگر مرشد سندي، آٿين اِنهي احوالَ ۾.

## * ڪافي ١٦٩

"تو ڪِيئن اَهي وسري ويا، جن ڪي تو تي ڪارون ڪيون؟"

پانڌيءَ پرينءَ جي پارڏنهن، آندي خبر اها يار ڏنهن؛
آيو اصل اسرار ڏنهن، دوسن سندي دربار ڏنهن.

ڪيئن تون پئين ٻيءَ ڳالهہ ۾، هي جيءَ وجهين جنجالَ ۾؛
چئِہ، آهين ڪهڙي خيال ۾؟ - رهہ تون هميشه حالَ ۾.

ڪانئن پاسي ڏينهڙا پِيَئہ، سي ڳڻَ سَندن وسري ويئہ!
سچا سخن سانيَڻ تِيئہ؛ سڏ ڪين ڪڏهن نا ڪَيئہ.

"ڳالهيون سَجَڻ جون ياد ڪر، دل سامڻ تي عاشق اپر،
"تا تو اچي نازڪ نظر، هَيءِ هَيءِ متان تئين بيخبر."

"جيڪس فِراق جي فال هُئي، ڪا ڪين تنهنجي ڳالهہ هُئي،
"تو گڏ جيڻ جي جال هُئي: اڄ تو نہ تن سنيال هُئي!"

"اِتي وِساريئي ڪيئن وِيهي، جي ڏيهہَ هئا تِنهنجا ڏيهي؛
"تو کي اَئِي مَصلحت ڪيهي؟ - هاڻ پاڻَ ايندا اڄُ پيهي."

""سچو" متان دلگير تئين"، اڄ پاڻ فرمايئون ائين،
"طالبوءِ جي تَسلا ڏئين، معافي مَدايون ڪيون مٺين!"

---

* مرتب پاران ڪافي ١٦٩ ۽ ڪافي ١٧٠ رسالي ۾ "ڪلام" جي عنوان سان ڏنل هيون، پر اسان اُنهن جو عنوان "ڪافي" رکيو آهي، ڇو تہ ڪلام شاعريءَ جي ڪا الڳ صِنف ڪانهي پر شاعريءَ جي هر صِنف کي ڪلام چئي سگهجي ٿو. ٻيو عرض تہ اهڙي ئي سٽاءَ واريون: يعني ٿلهہ ۽ هر بند جي آخري سِٽ جو ٿلهہ سان هم ڪافيہ هجڻ بجاءِ، هر بند جي سِٽن جو هڪ ٻئي سان هم ڪافيہ هجڻ، اهڙيون ڪافيون رسالي ۾ ٻيون بہ ملن ٿيون. مثال طور ڏسو: سسئي، داستان ڇهون، ڪافي ٦.

## *ڪافي ١٧٠

وعدا اُهي اَڄ ياد پيئا، مون سان قريبن جي ڪيا!

ڳالهيون ڳجهيون اُهي يارَ جون، اصلون ٻُڌيم اِسرار جون،
سي ٿيون عطا اعتبار جون، دل ۾ رهيون دلدار جون.

واليءَ اِهو وعدو ڪيو، جو ڪَمَ ڇَيوسين سو ٿيو،
"هڪ ٻول توسان، نا ٻيو، وِسري نہ مون کون سو ويو."

فائِق وري فرمائيو، "تو سِرُ اسان جو ساَئيو،
"اهو ڏسڻ مون آئيو، دل ساڻ سو مون لائيو.

"'سَچُو' سدا سَرهو رهين، هِن ٻولَ اسان جي تي ٻَهين،
"تون ناه تا هِن تي نهين، سِر بار برهي جو سَهين!"

# ڪافي ١٧١*

دمَ دمَ جا ديدار، وو، اُپرَ آسان جي نارَ تي!

ٻَگا ڏاندَ ٻڌائون ٻيئي، تَن جي ڳالھ ڪريان آءُ ڪيھي،
وھَن ڏارو ڏارَ ڳاڙيءَ جي ڳِتڪارَ تي.

ڀارونِي ھِڪڙي ڇَڪريون ٻيئِي، اُرا انھن جا آھن اِھي ئي،
وھن بارو بارَ، وو، لَٽ واريءَ للڪارَ تي.

ڦرھيون ونگڙون آھن اوياريون، اِرڙيون سونھَن مالھ موچاريون،
جھلڻ جا جھلڪار، وو، لوڻن واريءَ ڏڏڪارَ تي.

ڍِڍِي ڇونڪ جوئر جا نِسري، ڳنا تنهن جا ماکِي مِصري،
ڪِرن جا ٻہ خمار، وو، آھن پيھي واريءَ پُونجار تي.

ڪانگَن ڪانگيرو، وھِيَن واھيرو، ڪَبَرَن، ڳيرن ڪيو اَچي گھيرو،
ڳوڙھن جا وسڪارَ، وو، جھرڪين جي جنسار تي.

اَيو نيسَر پاڙَچ ۾ پاڻِي، مرشد اچي ٿيڙمَ ساڻِي،
سا جوئر پَچايم جار، وو، آھن ڪَم "سَچل" جا ڪلتار تي.



---

* ڪافي ١٧١ اصل ۾ "سنڌي روجھن بابت بيت" جي آخر ۾ ڏنل ھئي، جيئن تہ ھن ڪافي جو مواد نہ تہ روجھن بابت آھي، نہ ئي وري اھڙي ماحول جي عڪاسي ڪندڙ يا ان سان مناسبت رکندڙ ئي آھي، ان لاءِ ھِن ڪافيءَ جو ھِت "متفرقَ ڪلام" ۾ شامل ھئڻ مناسب ڄاتم.

## الف

اعليٰ اَعظمر شان (حضرت بايزيد بسطامي رح جي نعري ڏانهن اشارو).
ڇا تہ اعليٰ شان آهي.

الا الله
سواءِ الله جي.

اَلانَ كَمَا كَانَ. (قول)
هاڻي ايئن، جيئن اڳي هو.

اَستَغفِرُ الله
الله کان معافي گهران ٿو.

اَلفَقرُ خَزِينَة مِن خزائِنِ. (بزرگن جو قول)
مسڪيني، الله جي خزانن مان هڪ خزانو آهي.

اَلفَقِرُ فَخري وَالفَقر مِني (حديث)
مسڪيني منهنجو فخر آهي ۽ مسڪيني مون وٽان آهي.

اَلفَقِيرُ لا يَحتَاجُ اِلا اَلي اِلله. (صوفين جو قول)
فقير اهو آهي، جيڪو الله جو بہ محتاج نہ هجي.

اَلصبرُ مفتَاحُ الفَرَجِ (حديث)
صبر ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي.

آنَا اَحمدَ بلامِيمر. (صوفين جي چوٽي)
مان احمد آهيان، ميمر (م) کانسواءِ (يعني احد).

اِن اَولِيائِي تَحتَ قَبَائِي. (قول)
مُنهنجا اولياء، منهنجي چادر هيٺ آهن.

اَلدَنيا سَاعَة (قول)
دُنيا (آخرت جي مقابلي ۾) صرف هڪ گهڙي آهي.

اَنا عَبدَہُ وَ رَسُولَه (حديث)
آءٌ انجو ٻانهو ۽ انجو رسول آهيان.

اِني آنَا الله (القرآن)
بيشڪ آءٌ الله آهيان.

## ت

تَركُ الدنيا سُنة، طَلَب المَوليٰ فَرض. (بزرگن جو قول)
دنيا کي ڇڏڻ سنت آهي ۽ موليٰ جي طلب فرض آهي.

## خ

خَلَقَ الاَ شيَاءَ فَهُوَ عَينُهَا (صوفين جو قول)
پيدا ڪيائين شين کي، پوءِ اُهي ان جو عين آهن.

خَلَقَ الاَ نسانَ عَليٰ صورتِه (حديث)
خدا تعاليٰ خلقيو آهي انسان کي، ان جي صورت تي.

## د

دَع نَفسَڪَ وَ تَعَال. (قول)
پنهنجي نفس کي ڇڏ ۽ اچ.

## س

سميع بصير = ٻڌندڙ – ڏسندڙ.

سِري سِره الاَنسان. (بزرگن جو قول)
منهنجو ۽ ان جو راز انسان آهي.

سير الله، سير بالله، سير في الله. (صوفين جو قول)
الله جوسير – الله سان سير – الله جي راهه ۾ سير.

## ص

صُمٌ بُكمٌ (القرآن)

ٻوڙا، گونگا.

## ط

طالِبُ الدنيا مؤنث. (بزرگن جو قول)

دُنيا جو طالب عورت (مونث) آهي.

طالِبُ العُقبيٰ مُخَنث. (صوفين جي چوٽي)

آخرت جو طلبگار هيجڙو / نامرد (مخنث) آهي.

طالِبُ المَوٰليٰ مُذكر. (بزرگن جو قول)

الله جو طلبگار مرد (مذڪر) آهي.

## ع

عَرفتُ رَبِي بِرَبِي. (قول حضرت علي عليہ السلام)

رب کي، رب جي وسيلي سڃاتم.

عزيٰ، لاتُ.

(بتن جا نالا - جاهليت واري دور جا ٻہ مشهور بُتَ، جن کي عرب جا مُشرڪين پوڄيندا هئا.)

عَينُها باڪِية وَ قُلوُ بُها ذَاڪِرةُ. (بزرگن جو قول)

ان جي اک رُئيندڙ ۽ دل ذڪر ڪندڙ آهي.

عينُهَا تَنَامُ وَلاَ تَنَامُ قُلُو بُهَا. (بزرگن جو قول)

ان جي اک ننڊ ڪندي آهي ۽ دل جاڳندي اٿس.

عشق نار اِحتَرق. (بزرگن جو قول)

عشق هڪ باهہ آهي، جيڪا ساڙي ٿي.

## ف

فَاذْكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ. (القرآن)

ياد ڪريو مون کي، تہ ياد ڪريان اوهان کي.

فاَ ينَمَا تُوَلوا. (القرآن)
پوءِ ڪاڏي بہ منهن ڪريو.

فَعال لما يُريدُ. (القرآن)
جيئن گُهري تيئن ڪندڙ آهي.

## ق

قُل كُل مِنْ عِنْدِ الله. (القرآن)
چؤ تہ سڀ ڪجهہ الله طرفان آهي.

قيل قال = ڳالهہ ٻولهہ

قيدالماء = داٿي پاڻيءَ جو قيد (عربي چوڻي)

## ڪ

كُل يَوْمِ هُوَ فِيْ شَانِ. (القرآن)
هر ڏينهن، اهو شان ۾ آهي.

ڪُنَ فَيَڪُوْنَ. (القرآن)
ٿي پئہ تہ ٿي پوندي.

ڪُلُّ شيءٍ يَرجَعُ اِليٰ اَصلِهٖ. (قول بزرگن جو)
هر شيءِ پنهنجي اصليت ڏانهن وري ٿي.

كُلُّ شيءٍ ناطق بالحق. (قول بزرگن جو)
هر شيءِ حق جي شاهدي ڏيندڙ آهي.

ڪنز، قدوري، ڪافيا.
عربيٰ ڪتابن جا نالا. (درس نظامي ۾ شامل ٽن عربي ڪتابن جا نالا ، ڪنز ۽ قدوري فقہ جا ڪتاب آهن ۽ ڪافيہ علم النحو جو هڪ ڪتاب آهي).

## ل

لاَ مَو جُودَ اِلا الله. (بزرگن جو قول)

لاَ خَير فِي عَبدِي. (بزرگن جو قول)
ناهي خير، منهنجي ٻانهي ۾.

لَحمؤن دَمؤن.(حديث ڏانهن اشارو)
تنهنجو گوشت منهنجو گوشت ۽ تنهنجو رت منهنجو رت آهي.

لَو كَشَفَ الغِطاء مَا زدت يَقِيناً. (حضرت علي عليہ السلام جو قول)
جيڪڏهن پَردن کي کولي، تہ بہ منهنجي يقين ۾ ڪو واڌارو نہ ايندو.

## م

مَا رائيتُ شيئا اِلا ورائيتُ اللهَ فِيهِ. (بزرگن جو قول)
جنهن شيءِ کي ڏٺم تہ ان ۾ الله کي ڏٺم.

مُو تُوا قَبلَ اَن تَمو تُوا. (بزرگن جو قول)
مرو اڳ مرڻ کان.

مَن عَرَفَ رَبه كَلّ لِسَانَه. (بزرگن جو قول)
جنهن رب کي سڃاتو، اهو گهٽ ڳالهائيندو.

مَن عَرَفَ نَفسَهٗ فَقد عَرفَ رَبهٗ. (بزرگن جو قول)
جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو. تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو.

مَن تَعَلمَ العلمر لِلمُنَاظرَة والمُكَابرَة. (عربي چوڻي)
جنهن علم سکيو، مناظري (بحث مباحثي) ۽ وڏائيءَ لاءِ.

## ن

نَفِي سِري، خفي اخفا.
ٻئي ذڪر جا اصطلاح آهن.

## و

وَبِي يَنطِقُ وَ يُبصِرُ(حديث قُدسي)
مونسان ڳالهائي ٿو ۽ مونسان ڏسي ٿو.

وَ فِي اَنفُسِكُمۡ اَفَلاَ تُبصِرَوُن. (القرآن)
توهان جي وجود ۾ ئي ڪيتريون نشانيون آهن، پوءِ توهان ڏسو نہ ٿا؟

وَلا الضّآلين. (القرآن)
۽ نہ گمراهن جي رستي تي.

وَالقَدَر خَيرِهِ وَشَرِهِ مِنَ اللهِ تَعَاليٰ. (حديث)
۽ برائي توڙي ڀلائيءَ جي تقدير الله طرفان آهي.

وَنَفَختُ فِيْهِ مِنَ رُوحِيّ. (القرآن)
ڦوڪيو مان روح پنهنجي ڪي، ان ۾.

وَ هُوَ مَعَكُمۡ. (القرآن)
۽ هو توهان سان گڏ آهي،

وَ هُوَ مَعَكُمۡ اَينَمَا كُنتُمۡ. (القرآن)
۽ هو توهان سان گڏ آهي، جتي بہ هجو.

وَنَحنُ اَقرَبُ. (القرآن)
اسان (انسان کي) وڌيڪ ويجها آهيون (ساهہ جي رڳن کان).

## ھ

هر آن سِري کہ بامحبوب دارند، خبرنبود ڪراماً ڪاتبين را. (فارسي شعر)
جيڪو بہ محبوب جو رازدان ٿيندو تہ ڪرامن ڪاتبين کي بہ ان جي ڪل نہ پوندي آهي.

”هو مُشتاق علي لقاءِ الله.(بزرگن جو قول)
اهو الله جي ديدار جو عاشق آهي.

هَيهاتَ هَيهاتَ. (القرآن)
پري آهي، پري آهي (يعني اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي).

## ي

يَنطِقُ = ڳالهائي ٿو.
يَسمَعُ يُبصِرُ = ٻڌي ٿو - ڏسي ٿو.



# سچل لغات

[مڪمل مواد ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو جن جي ”سُچل لغت“ تان ورتل ۽ وڌايل پڙ.]

"سچل لغت"
جي ترتيب موجب
اکري پٽي

الف ب ٻ ڀ ت

ٿ ٽ ٺ ث پ

ج ڄ ڃ ڇ ح خ

د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ

ڙ ز س ش ص ض

ط ظ ع غ ف ڦ ق

ڪ ک گ ڳ گھ

م ن و

ھ ي

## الف

آبَڻُ: پيهائڻ، پسائڻ، آلو ڪرڻ، پاڻي ڏيڻ.
آتش: باهہ، آڳ.
آتَڻُ: آيتَ ڪتڻ جي جاءِ، گهر.
آپُ: پاڻ، خود.
آجائي: موڪَ، ڇوٽڪارو، رهائي، آزادي.
آجِڙِي: اَجڙوال، ٻڪرار، مسڪين، غريب.
آڄَ: صلاح، پيشڪش.
آڇيو: لاڳاپو، ڳانڍاپو، تعلق.
آدِيسُ: سنياسين جو سلام، نَمسڪار، نياز.
آديسي: فقيرن جو قسم، زاهد.
آذَرِ: آڌار، ڏِڍَ، آسرو، ٽيڪ، ڀروسو.
آڌُوتُ: / آڌُوتِي: جنهن دنيوي خواهشون ڏوڙي ڇڏيون هجن) سنياسي، ساڌو، جوڳي، تارڪ، ويراڳي.
آرُ: چاهہ، پيار، آنگل، ناز.
آرُ: آرو، ٽانيو، چَڪَر (نار) جو هڪ پروز.
آرانيو: اُماڙي، چوانتي.
آڙاهہ: باهہ جو وڏو ڀنيٺ، وڏو مچ.
آزَرُ: حضرت ابراهيم خليل الله عليه السلام جي پيءُ جو نالو، جو بت تراش ۽ بت فروش هو.
آستانُ: آستانو، جاءِ، هنڌ.
آسِرو: اميد، ڀروسو، ڏِڍَ.

آسَروَنَدُ: آساوند، آسائو.
آسمانُ: آڪاس، اَڀُ، اَنبَرُ.
آسَڻُ: بيٺڪ، ٺاءِ، گهر.
آشُفتو: پريشان، ديوانو.
آغوشُ: ڀاڪر.
آفات: آفتون، مصيبتون، تڪليفون.
آڪَرُ: مکڻ جو نِڪمو ڀاڱو، جو رجائڻ بعد (گِهہ مان) جدا ٿئي.
آکيا: چيو، بيان ڪيو.
آڳَ: آڳ، باهہ.
آگاهُ: خبردار، واقف، ڄاڻو.
آگاهي: خبر، سُڌ.
آگمُ: جُهڙ، بادل.
آگهہ: خبر، سڌ، ڏسو 'آگاهي'.
آڳَ: آگ، باهہ.
آنڌِي: آنڌاري، جهڪَ، اوندهہ ڪندڙ مِٽيءَ جو طوفان، اکين اڳيان اوندهہ.
آنهُہ: کوهہ ڀرسان حوض جنهن مان چوپايو مال پاڻي پيئي.
آنَ: مڃتا، حڪم، فرمان.
آوُڙَڻُ: آئڙڻ، پسند پوڻ.
آويکَڻُ: اڃي ڏسڻ، هلي ڏسڻ.
آهُو: هرڻ، مِرگهہ.
آهيڙو: / آهيڙي: شڪاري، صياد.

آئي: آوي، نهائين (ڪنير جي).
اَبتر: بدتر، خراب.
اَبَدُ: اهو وقت، جنهن کي پڇاڙي يا آخرت نہ هجي. ضد 'ازل'.
اِبلِيسُ: شيطان. هن جو اصل نالو عازازيل هو، ۽ معلم الملڪوت هو. جڏهن خدا جي حڪم جي نافرماني ڪيائين يعني آدم کي سجدو نہ ڪيائين، تڏهن کان "ابليس" لقب مليس.
اَبرُ: ڪڪر، بادل.
اِبراهم اَدهَم: ابراهم بن ادهم هڪ مشهور بزرگ ۽ صوفي ٿي گذريو آهي. بلخ جو حڪمران هو. هڪ عبرتناڪ خواب ڏسي، فقير ٿيو ۽ خدا جي راهہ تي هلڻ لڳو، جنهنڪري سندس دل الاهي نُور سان مُنور ٿي ويئي.
اَبرُو: پِروُن.
اَبياضُ: بياض، دفتر.
اَبِيچَندُ: نٿي جو ويڻل سونارو، جنهن تي سرمد جو راض هو. ڏسو 'سرمد'.
اُباٺڪو: اُداس، سڪايل، غمگين.
اُباٺُون: اندر جا اُڌما، جذبو، سِڪ.
اُبُ: آسمان، آڪاس.
اُبو: سنڌ جو مٿيون پاڱو. ضد 'لَمو'.
اَپوڳُ: بيشمار، بي انت، اَٿيو، خشڪ، بي جسو.
اُتاءُ: مٿان، اُتان.
اُتاٺُون: چيائون.
اُتانبَرُ: وهم، شڪ، گمان، وَسوَسو.
اَٽَڪَ: روڪ، رنڊڪ، رڪاوٽ.
اَٽيجَ: ميڙ (ڪڪرن جا)، اهڃاڻ، نشان.
اِثباتُ: اقرار، تصديق، ض 'نفي'. ڏسو 'لا'.
اَپَتَڻُ: ڪَلڻ، واڪو ٿيڻ.
اَپارَ: گهڻا، جهجها، اَٿاهَ.
اَپَرُ: گهڻو، جهجهو، اٿاهَ.
اُپِتڻُ: غالب پوڻ، مٿي ٿيڻ.
اُجارَڻُ: صفا ڪرڻ، سنوارڻ، چلڪائڻ، روشن ڪرڻ، اُجالڻ.
اَجرُ: اُجورو، انعام، ثواب، عيوضو.
اَجَڙَ ڏار: ٻڪريون ڏاريندڙ، مالدار.
اَجَڙَ وار: اجڙوال، ٻڪرار.
اَجَلُ: موت، ڪالَ.
اَجوڳُ: نامناسب، غير واجبي، اجايو، بيجا.
آجهاپو: آجهاپو، آجهي جي جاءِ، آجهو، پونگي، گهر.
اَجهاڳُ: بي حساب، بي شمار، اَڳت، اٿاهہ.
اَجهالُ: اَجهَلَ، بنان جهلَ جي، اَڻ جَهل.
اُجهائڻُ: وِسائڻ، گُل ڪرڻ، ٺڏو ڪرڻ، مانو ڪرڻ.
اَجَهلُ: اڻ جهل، آڻ تر. ڏسو 'اجهال'.
اَچانَڪَ: اوچتو، هڪدم.
اُچائِي: ڏاڍ، ظلم، آزار.
اَچَ: پاڻيءَ جي اَچَ واري پکڙيل ايراضي، وحدت.
اُچنگارَ: اوچنگار، روئڻ جي دانهن.
اَحَدُ: هڪڙو، واحد، اڪيلو، يگانو، خدا تعاليٰ.
اَحَديَتَ: هيڪڙائي، يَڪتائي، وحدانيت.
اَخفِيَ: پوشيده، ڳجهو، دل جي لطيفن مان پوييون. ڏسو 'لطيفا'.
اُداسُ: غمگين، بي قرار.
اُديسُ: پرديس، ڏاري جوءِ، ڏاريو ملڪ.
اُديسُ: بي قرار.
اَڌَرُ: ڏڍ، آسرو، ٽيڪ، ڀروسو.
اَڌوٻَنڌُ: چيلهہ ڪان ڳچيءَ تائين چادر، لانگوٽيو فقير.

اُڏينُ: پَروَس، لاچار، مسڪين، محتاج.
اَڏي: ڪائيءَ جو ٺڪر جنهن تي گاهہ، گوشت، مڇي وغيره وڍجي.
ارادتَ: ارادو، خواهش، مرضي.
اَرتو: ڳاڙهو، رَتائون.
اَرزانِ: سستو، سهانگو. ضد 'گِران'.
اَرضُ: زمين، ڌرتي، پونءِ. ضد. 'سَما'.
اَرو: وڪڙ، پيچ.
اُريري: وڏيڪ اورتي، اوڏڙو، وڏيڪ ويجهو.
اَڙٻنگُ: بي پرواه، آرڏو، جانٺو (جوان).
اَزدَرَ: وڏو نانگ، اَجگر.
اَزَلي: اهو جنهن ڪي آد يا شروعات نہ هجي، ازل کان، اصل کان، شروعات کان. ضد 'ابدي'. ڏسو 'ابد'.
اُساٽُ: سخت اُڃ، تاسَ، خُشڪي.
اُساريا: ٺاهيو، تعمير ڪيو.
اَستغفرالله: خدا کان معافي گهران ٿو.
اسرارُ: ڀيدَ، راز، ڳجهہ.
اَسُورُ: بي سُورَ، بي سُورو، بي درد.
اَسِيرُ: قيدي، ٻاندي.
اشڪار: شڪار.
اَشڪال: شڪليون، صورتون.
اشنانُ: سَنانَ، وهنجڻ.
اُصُولي: اصول تي ٻڌل، متي تي ٻڌل.
اَصِيلَ: ٻڌائتو، بنيادي.
اَطلَسُ: ريشمي ڪپڙي جو قسم.
اعرابَ: زير، زبر، پيش، مدّ وغيره، لاڪنائون.
اُڪارڻُ: پار پهچائڻ.
اُڪائڻُ: روانو ڪرڻ، موڪلڻ، ختم ڪرڻ.
اُڪَندَ: اُڪير، سِڪ.
اُڪيچارَ: بيشمار، بي انداز، بي انت، اڪت.
اُڪيرُ: اُڪند، سِڪ.
اُڪُتَ: بيشمار.

اَگلو: گدلو، خراب.
اَڳاهُون: اڳيرو، اڳتي، اڳيان.
اَڳنان: اڳتي، آئينده.
اَلاَسڙا: بِرهہ جا آلا، اندر جي سِڪ.
اَلَ اَمانَ: پناه (يا ربّ)!.
اَل اِنسانُ: اَلاِنسان سِرّي واَنَاسِرهٗ. (حديث) انسان منهنجو ڳجهہ آهي ۽ مان ان جو ڳجهہ آهيان.
اِلاَّالله: (ع) سواءِ الله جي (ڪلمي طيبَ جو اثباتي ڀاڱو). ڏسو 'لا'.
اَلاٰنَ ڪَمَا ڪَانَ (ع): هاڻي اُئين جيئن اڳي هو.
اَلانِپِي: اولانيي، چوانتي، چُوچڙي، اماڙي، چيپي، شعلو.
اَلله توهارَ: الله تنهنجي آسري، تَوڪل بر خدا.
اَلاوَڻُ: چوڻ، ڳالهائڻ.
اَلفقرُ: اَلفَقرُ فَخري والفَقرُ مِنّي. (حديث) فقيري منهنجو فخر آهي ۽ فقيري مون منجهان آهي.
اَلبيلو: اَربيلو، لاڏلو، دادلو.
اَلحالُ: في الحال، هينئر، هن وقت.
اَلتوئِي: ڳجهو، رڪيوئي، لڪايُئِي. ضد 'سَلتوئي'.
اَلستُ: اَلستُ بِربِّڪم. (قرآن). ڇا، نہ آهيان مان اوهان جو رب؟ (الله تعاليٰ روحن کي چيو).
اَلغرضايُون: بي پرواهيون، ڪَن لاٿارَ، ڪَن ٿارَ.
اُلڪو: اولاڪو، فڪر، انتظار، ڳڻتي، غم.
اَلَڪُ: خدا.
اُلو: باهہ جو شعلو، چڻنگ.
اُلوٽُ: نشي ۾ چور، مست، مگن.
اَلولَ: ناز، نخرو، آڪڙ، تانءِ، عيش، سڪ، موج، آلوآلان.

اِلهامُ: اِلقا، مَنَ واڻي، اها ڳالهہ جا خدا جي طرفان دل ۾ وڌي وڃي.

اُلهَڻُ: سج جو لهڻ.

اُليان: الرون، جَلَهَون، جذبا، جوشَ.

اَمانَتَ: ڪنهن جي شيءِ کي پنهنجي سنيال هيٺ رکڻ، ڏَروهر. ضد 'خيانت'.

اَمثالَ: مثال، داستان.

اَمَرُ: لازوال، دائمي.

اُمراءُ: اَميرَ، وڏا ماڻهو، سردار.

اَمرَتَ: آب حيات، حياتي بخشيندڙ.

املاڪَ: ملڪيت، دولت، مال.

اَمواجَ: لهرون.

اُميتَ: پَلت، پالوتَ، گهٽائي.

اَنا اَحمَدُ: ع. اَنا اَحمَدَ بِلاميم. (حديث) آءُ احمد آهيان 'ميم' کان سواءِ، يعني 'احد'.

اَنا عَرَب: (اَنَا عَرَب بِلاعين. (قول الفقراء) مان 'عرب' آهيان سواءِ 'ع' جي. يعني 'رب'.

اَناالحَقُ: "مان خود حق آهيان" منصور حلاج جو محويت جي وقت نعرو.

اَنبوهُ: ميڙ، گهٽائي، وڏو مچ.

اَنتَر جَنتَرُ: منتر جنتر، جادو.

اَندامُ: لڱ، عضوو.

اَندوهُ: غم، ڏک.

اَنڌ: بي پرواهي، مغروري، وڏائي، آڪڙ.

اَنتَرمُکُ: اندر ۾ جهاتي وجهندڙ.

اِنسُ: انسان، آدمي، ماڻهو.

اَنهَدُ: اندر جو آواز، مَنَ واڻي.

اِني اَنَا الله (القرآن): بيشڪ آءُ الله آهيان.

اَتاسي: بيشرم، ناس پتي کان سواءِ.

اَٽڪَ: ڪکرن جي ڪاراڻ جا پٽا.

اَٿَميو: بي انداز، بيشمار.

اَواگهہ: اونهو، عميق.

اوپارو: نارَ جي لَٺِ ۾ ڪَتل ڪاٺي.

اوتارو: جاءِ، اوطاق، مڪان.

اَوتَڙُ: اٿائو، گهيرَ، تَڙَ ڪان پري.

اوڏَڻُ: هارڻ، پَلٽڻ، ليٽائڻ (ٿانءُ).

اوٽَ: اولو، پردو، پنا.

اوٿ: ويڙهہ، لَپيٽِ، ڀَجَ، تورِ، ڊاهِ.

اوتارُ: پورَ، خيالَ.

اوٺارُ: اوٺي، جَٽَ، قاصد.

اوجاڳو: ننڊ نہ ڪرڻ جي حالت.

اوجَرُ: روشني.

اَوديا: بي علمي، جهالت، اڻڄاڻائي.

اوڊِڻُ: ڊِڪڻ، ڦهرڻ، ڀائڻ (ڪپڙا).

اَور: ٻيو.

اوراتو: روڄَ، راڙو، پِٽڪو، ماتم، غم، ڳڻتي، مصيبت.

اوراپو: اوڙاپو، ڏوراپو، طعنو.

اورار: درياءَ جي اورين پَرِ.

اوراٿو: اولاٿو، لولي، الڪو، ڳڻتي، فڪر.

اورَڻُ: دل جو حال بيان ڪرڻ، حال وَندڻ، وِرونهن.

اوسَتَ: سخت اُڃ، تاس، خشڪي.

اَوسَرَ: برسات نہ پوڻ جي حالت، سوڪَ، خشڪ سالي.

اُوسَرَ: ڪَلراٺي زمين، غيرآباد زمين، خشڪ يا ٻَٽ زمين.

اوسيڙو: انتظار، ڳڻتي، فڪر.

اوڪارَڻُ: روڪڻ، جهلڻ، بس ڪرڻ.

اَوڳُڻُ: عيب، بُرائي.

اوڳو: موڳو، مُوڙهل.

اولا: گرميءَ جا اَلا. ڏسو 'اَلو'.

اولارا: لامارا.

اولاڪو: فڪر، الڪو، انتظار، ڳڻتي، غم.

اولانيو: اويالو، ڏوراپو، مهڻو، طعنو.
اڙلانگهڻ: اورانگهڻ، لنگهي وڃڻ، پار پوڻ.
اُول جنول: آڏنگا، ڏودستا، آٽگهڙيا، آناڙي، بي سمجهه، مَست.
اَولُو: ڏکيو، آهنجو، ضد. 'سولو'.
اولو: ڊَڪَ، پردو، پناه، آجهو، آلڪو، فڪر، ڳڻتي.
اَويرَ: آويلَ، دير سان، ڪُمَهلو.
اَويڙو: نالائق، بي وَڙو، آڏنگو.
اوهيرو: وَسَ، وسڪارو.
اوئِي: ڪِلي، مشڪ، پخال.
اَويلَ: اوير، دير سان، ڪُمهلو.
اُهڃاڻُ: نشان، پَرو، پَتو، ڏَسَ، سبب.
آهَنڪارُ: هَٺ، غرور، تڪبر، آيمانَ.
اَيٽُ: آرٽَ، چرخو.
اَياٹو: بي سمجهه، نادان. ضد 'سياڻو'.
ايلازَ: منٿون.

## ب

بابِ: قسمت ۾، حَقَ ۾، باري ۾.
باتُ: ڳالهه.
بادلُ: ڪَڪر، ميگهه، اَبر.
بادِي: انسان جي چئن طبعيتن مان هڪ جو نالو.
چار انساني طبيعتون:
1- آتشي 2- خاڪي 3- آبي 4- بادي.
بارانُ: مِينهَن، بارش، برسات.
بارانِي: مينهن تي ٿيندڙ پوک، ڏسو 'باران'.
بارِي: خالق، خدا.
بازُ: شڪار پکيءَ جو قسم.
'باز' مادي پکي آهي، جنهن جو نَرَ 'جُره' آهي.
باري: کيلَ، راند، تماشو.

باسِ: قبول ڪرڻ.
باشو: هڪ قسم جو شڪاري پکي، باز پکيءَ جو هڪ قسم.
باطلُ:
باطِنُ: ڪُوڙ، ناحق. ضد 'حق'.
باطُونُ: آندرَ، ڳجهه، راز. ضد 'ظاهر'.
اندر، ڳجهه، راز.
بافتو: سوٽي ڪپڙي جو قسم.
بالاَ: مٿانهون، اوچو.
باندي: قيدياڻي، قيدي.
بانڪو: بهادر، سورهه.
بانوڪِي: لامارو، جهٽَ.
بانيِ: رنگ، پولي.
بُتڪدَهَ: صنم خانو، بت خانو.
بِتِي: تيرن رکڻ جي ڳوٿري.
بٺ: باهه.
بِجلِي: وِجلي، وِڄ، کِنوڻ، برق.
بحرِي باز: 'باز' جو قسم جو بحر (پاڻيءَ) مان مڇي وغيره شڪار ڪري.
بَدراهُ: ڪَريل، عيدار، خراب راهه تي هلندڙ.
بُخارُ: ٻاڦَ، جا پاڻي گرم ٿيڻ سان مٿي نڪري.
بُخارِي: بخارا شهر جو امام بخاري، حديث جي مشهور ڪتاب "صحيح بخاريءَ" جو مؤلف.
بَدڪيشِي: بدمذهب، خراب مذهب وارو.
براق: اُن گهوڙي جو نالو، جنهن تي حضرت محمد ﷺ جن معراج وقت سوار ٿيا هئا. تمام تکو گهوڙو.
بَرخُوردارُ: پُٽ، فرزند، ننڍو، ٻچو، ڪَمِ سَن.
بَرگُ: پَن، پَتو.
برهُ: وِرهه، فراق، جدائي، ڦوڙائو، وڇوڙو.
بِرَهنا: اُگهاڙا.
بَزمُ: مجلس، محفل. ضد 'رزَم'.

بَرڇي: نيزو، ڀالو.

بِساطَ: چوپڙ راند جو ڪپڙو، شطرنج جو تختو.

بِسطامِي: بسطام شهر جو ويٺل، حضرت بايزيد بسطامي، هڪ وڏو اهل الله هو. وجد ۾ "سُبحانِي ما اَعظَمَ شانِي" (پاڪائي آهي مون کي، ڪيڏو نه آهي منهنجو شان!) چيائين. سندس وفات 874ع ۾ ٿي.

بِسمِلَہ: بسم الله يا بسم الرحمان الرحيم چوڻ.

بَسمي: رکَ، ڇارَ، ڦلهيارَ، خاڪ.

بِسيهر: وِسيهر، بِشيهَل، زهريلي نانگ جو قسم.

بُعدُ: دُوري. ضد 'قُرب'.

بَقا: هميشه موجود، هميشه رهڻ واري حالت. ضد 'فنا'.

بگر: ڪان سواءِ، سواءِ، بنان.

بِگلَ: بَگري، گبري، پَراڻا ڪپڙا، پراڻو لباس.

بَلا: تڪليف، مصيبت، ڏک.

بِلالُ: مخدوم بلاول سَمو. هي ٽَلٽي (ضلعي دادو) جو ويٺل هو. پنهنجي وقت جو وڏو بزرگ هو. شاهه بيگ ارغون کيس شهيد ڪرايو. سندس مقبرو "باغبان" (ضلعي دادو) ۾ آهي.

بَلِي: وهه واهه، خوب!.

بليٰ: قالُوا بَليٰ (قرآن).

چيائون "هائو" (روحن جواب ڏنو). ڏسو 'الست'.

بِلِي: حوالي، لاءِ، واسطي، خاطر.

بُلِي: حضرت بلهي شاهه قُصور (پنجاب) جو ويٺل هو. صوفي شاعر هو. سندس ڪافيون مشهور آهن. 1757ع ۾ وفات ڪيائين.

بَنُ: جهنگل.

بَندَ: بندشون، بَندڻ، قيد.

بَندِي خانو: قيدخانو، ٽِرَنگَ، جيل.

بنوري: وَني، ڪنواري ڇوڪري، جوان ڇوڪري.

بود: هستي.

بودلو: پوررڙو، چَرڙيو، ڇاڳلو، لاڏلو.

بهت: جهجهو، جام.

بوزر: مِينهَن جي ڪَٽي يا ڦَرڙي.

بهيران: بهيرون، قطارون.

بي آب: بي عزت، بي مانَ.

بيبا: (سرائڪي زبان ۾) پيار پريو لفظ، جو ڪنهن ننڍي سان ڳالهائجي.

بيبان: بَرپَٽ، رڻ پٽ، سَڃ، ويراني.

بيخود: بي هوش، بي حال، مست.

بيد: ويد. هندن جا ڌرمي پستڪ، جي چار آهن:

1 رِگ ويد

2- سامَ ويد

3- يَجُرويد

4- آٿَر وَويد.

بيراڳي: ويراڳي فقير.

بيرق: جهَنڊو، عَلم.

بيرَنگِي: رنگ ڪان سواءِ، جنهن ۾ ڪو رنگ نه هجي، بي مثل، لاثاني.

بيڪُ: ويس، پوشاڪ، لباس.

بيرُون: ٻاهر.

بَيعَ: وڪرو، واپار.

بيڪَسُ: بي رفيق، نڌڻڪو، لاچار، عاجز.

بيڪاري: پينو فقير.
بيگانگي: ڌاريائي، غير واقفيت.
بيگانو: ويڳاڻو، ڌاريو، ناآشنا.
بي مُحابو: بي لحاظ، بي مروّت.
بينسر: عورتن جي نڪ جو زيور.
بينو: سوني زيور جو قسم.
بيهودو: بدفضيلتو، واهيات، نالائق.

# ٻ

ٻاٻاڻو: ٻاٻاڻن جو، ڏاڏاڻو، آباڻو.
ٻاٻيهل: پپيهو پکي، سهڻو انسان.
ٻاٽ: اٽي جو ڇاڻ.
ٻاجهون: سواءِ، بنا.
ٻارڻ: ٻاهه، آگ.
ٻاق: ٻاڦون، ٻڙڪ، منجهه، راز.
ٻاڪار: داهوڙ، دانهن، رڙ.
ٻانيڻ: هندن جي چئن ذاتين مان اُتم ذات.
1- برهمڻ 2- کتري
3- وَيش 4- شودر.
ٻاڻُ: تير.
ٻاڻي: آواز، بيان، وچن، گفتگو.
ٻاٽيتالُ: هَل بکيڙو، گوڙ شور.
ٻٽُوين: ٻتوان وار، ڦٽيءَ سان مٿي کيل وار.
ٻر: ٻرڙ، تنگ، سوراخ.
ٻرائيو: ٻوليو، ٻول ڪيو، انجام ڪيو.
ٻڙو: شرم، لڄ، شانَ، پناه، داغ، ڇٽو، ٽڪو.
ٻکروال: اهو تيز مينهن، جو اتر اوير جي ڪنڊ کان، کنوڻ ۾ گجگوڙ سان اچي وسي.
ٻن: ٻنَ، جهنگل، ٻيلو.
ٻنڌاڻُ: قول، ٻول، وعدو، انجام، لاڳاپو، تعلق.

ٻوجهه: سمجهه.
ٻوري: ڪائڻ جي وَٽ، جا ٻن مان ٿهي.
ٻولُ: انجام، وعدو، سخن، گفتگو.
ٻوهَرُ: ٻهر، ڪن ڪچرو.
ٻهه ٻهه: روشنائي، چمڪاٽ، ٻهڪو، ٻهاري.
ٻهڳڻُ: گڻوان، خوبين جو مالڪ، عاقل، داناءُ.
ٻهون: گهڻو، بيشمار.
ٻهي: ويهي.
ٻيائي: دُوئي، دولاب، کوٽ.

# ڀ

ڀاڄائي: ڀاءُ جي زال.
ڀاروني: نارَ جي اها ڪاٺي، جنهن ۾ لٺ ۽ مُهري جا متا ڦرن.
ڀاڳي: ڀاڳوارو، بختاور.
ڀان: منگتو، مڱڻهار، پينو، ڳائڻو.
ڀانت: / ڀات: قسم، نمونو، ريت، طرح.
ڀانوڻُ: ڀانئڻ، پسند ڪرڻ.
ڀاڻو: ڀاڻ، ماڳ، جاءِ.
ڀاڻي: وٺي، سونهي، ڏسو ’ڀانوڻ‘.
ڀڀوت: خاڪ، رک، ڇار.
ڀت: طرح، ريت.
ڀتارُ: مڙس، ورَ، ڪانڌ.
ڀتارو: پيارو، سَدورو، هت اشارو ’آٿ‘ ڏانهن.
ڀرُ: آڌار، ٽيڪ، ڏڍَ، وسيلو.
ڀلُ: ڀلو، فصل جو مچڻ، تمام سنو گاهه.
ڀلَ: چُڪ، غلطي، گمراهي.
ڀلينديان: ڏسن ٿيون، نهارين ٿيون، ڳولين ٿيون.

ڀَنِ: ڀَڃَ، ٽوڙ.
ڀِن: وڏو ڄار (مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ)، رَڇَ.
ڀَنَيڙُ: ڀيـڙَ، ڀَنيَٽَ، تيز باهہ جو وڏو مچ.
ڀَنِيَانُ: ڀنيولجڻ، موهجڻ، مست ٿيڻ.
ڀَندِڪِي: ڀَنڊي، ڦَڪڙي، خواري.
ڀِنِي: وِهاڻي، پرڀات، پرهہ ڦٽي، ڏِڪي، فَجر.
ڀوتارُ: مالڪ، سائين، معزز.
ڀورو: ڪٽڪ رنگو، 'اَٽ' ڏانهن اشارو.
ڀُوساگرُ: خوفناڪ سمنڊ، سنسار رُوپي ساگر يعني هي جهان.
ڀوڳُ: مزو، لطف.
ڀوڳڻُ: ماڻڻ، سَهڻ، برداشت ڪرڻ. ڏسو 'ڀوڳ'.
ڀوڳِي: مزي ماڻڻ وارا، نفساني خيالن وارا، عياش.
ڀولَ: ڀُل، چڪ، غلطي، گمراهي.
ڀُولِي: ڀولا، وسوسا، سنسا. ڏسو 'ڀُل'.
ڀونڪِي: جهُوپو، جهوڙي، جهَڳو، منهِي، ڇَنو.
ڀيٽ: زيارت ڪر.
ڀيڄَ ڀِنِي: پرهہ ڦٽي، پرڀات. ڏسو 'ڀِني'.
ڀيدُ: راز، ڳجهہ، نمونو.
ڀيرُ: ڦيرُ، ڦيرو، چَڪر، نمونو، وَرَ، وَڪڙ.
ڀيـنگَ: اُجاڙ، ويراني، سُڃَ.
ڀيٽِي: جاءِ، سَگهہ، طاقت.

ٺ

ٺاٺ: سنڀال، يادگيري.
ٺارَ: يادگيري، تانگهہ.

ٺاراجُ: تباهہ، برباد، ناس.
ٺارڪ: دنيا کي ترڪ ڪندڙ، تياڳي.
ٺاروئـڙا: پاڻيءَ تي ترندڙ جيتن جو قسم.
ٺاريڪَ: اوندهہ.
ٺاريڪِي: اونداهي، انڌيرو.
ٺازِي: عربي گهوڙو.
ٺاسفُ: افسوس، ارمان، ڏک.
ٺالَ: ڪيڏَ، چالاڪي، ناز نخرو.
ٺانگهو: ننڍو پاڻي. ضد 'ٺار'.
ٺاوَنُ: ڇَٽِي، ٽوٽو، ڇيهو، نقصان.
ٺَپِش: گرمي، بيقراري.
ٺَجريدَ: اڪيلائي، خَلق، ڪان علحدگي.
ٺَجَلُ: خيرپور ۾ هڪ ڳوٺ.
ٺَجلو: چمڪو، روشني.
ٺَحَتَ: جهَنم، دوزخ، پاتالَ.
ٺَدبيرَ: ڪوشش، آپاءِ، تدارڪ.
ٺُرَ: ذرو.
ٺُراڙُو: تارازي، تارازيءَ جو هڪ پُڙ، وَٽَ، تورو.
ٺَرازو: ٻيڙيءَ جو قسم، تيزرو ننڍي ٻيڙي.
ٺَرازُو: ساهمي، تارازي.
ٺَرائِي: هيٺاهين زمين (جتي پاڻي بيهي)، جبل جي هيٺاهينءَ وٽ وارو ڀاڱو.
ٺَرياءُ: خبرچار، سڌ سماءُ.
ٺِرياقُ: هڪ مرڪب دوا جو نالو، جا زهر جي هر قسم کي زائل ڪري، زهر مُهرو.
ٺَرِيچو: ٺَرَ جو، ويجهيءَ ڇَڪَ جو، قريبي جُوءِ جو، ساڳيءَ ويڙهہ ۾ رهندڙ.
ٺَسبِيحَ: داڻن واري مالها (جنهن تي خدا جو ذڪر ڪجي)، سُمَرڻِي، مالا.
ٺَسلاتِ: ٺَسڪي، دلجاءِ، خاطري.

تَصديعَ: تڪليف، آزار.

تَعزير: سزا.

تَعظِيمون: مانُ، عزت.

تَعمير: آڏاوت، بناوت.

تَفرِيدَ: اڪيلائي، تنهائي، خلوت.

تُفَنگُ: بندوق.

تَقليدَ: پيروي، پوئلڳي.

تَقويٰ: پرهيز گاري، زهد، عبادت.

تَڪبِيرَ: نماز ۾ 'الله اڪبر' چوڻ، تڪبير وجهڻ، ڪُهڻ.

تُڪو: ٻنان ڇهنب تيرَ.

تَڪِيو: فقيراڻو آستانُ، ڪُٽيا، ماڳ، ديرو، جاءِ.

تَلُ: ترائي، هيٺاهين زمين (جتي پاڻي بيهي).

تُلُ: برابر، مَٽُ.

تَلافِي: تدارڪ، پورائو.

تَلقِينَ: تعليم، سِکيا، هدايت.

تلڪُ: نِرڙ تي ٽِڪو، نشانُ (جو اڪثر هندو عورتون نرڙ وچ تي هڻنديون آهن).

تَلوِينَ: رنگارنگي ڪرڻ، طَلَب جي

تَلهارُ: هڪ مرض جو نالو.

تَمرُ: ڏسو 'ترئي'.

تَماچو: پورو، ختم.

تَمڪِينَ: چمات، ٺَڦڙ، لَپاٽ.

تُنبِيَ: عزت، مانُ، مرتبو. وڄائڻ جو هڪ ساز، ڪِشتي (جنهن ۾ فقير پنُ وٺن) جو قسم.

تَنَٽُ: چڪڻ، جَڙَٽُ.

تَونگُ: گهٽي حد، گهٽ مفاصلو.

تَوَهَمُ: وَهم ۾ وجهڻ.

توهُرُ: مهرباني، فضل، راضپو.

تَهَبارُون: تَهوارون، ڏرا ڏرا، پُرزا پُرزا، لِيڙون، ريڙون.

تُهمَتَ: بُهتان، الزام.

تياڳِي: تارڪ، لاطمع، ويراڳي.

تيج: تيڪ، جوش.

تيجارا: روشن، چمڪندڙ.

تيرِبُون: ڪاريون.

تَپِشَ: تاس (اُڄ جي)، اُساٽَ.

تيغَ: ترار.

## ٿ

ٿاڪُ: ٿاڻو، ماڳ، جاءِ، هنڌ، بيٺڪ، جُوءِ، مال جي چرڻ جو هنڌُ.

ٿاڪيا: ترسيا، ٿَڪ پَٽيو، منزل ڪئي، ڏاهو ڪيو.

ٿانهَر: ٿانيڪو، هُٿيڪو، هڪ هنڌ.

ٿانيڪو: 'ٿانهر'، هٿيڪو، ٿانيڪو، هڪ هنڌ.

ٿاڻو: ٿاڪَ، ماڳَ، جُوءِ، ٿانَ، ٺاڻَ.

ٿَرُ: بَرَ، پوٺو، برپٽ، خشڪ زمين، ٿرپارڪر ضلعي جو واريا سو حصو.

ٿَرِي: مَلائي، کير جي ٿَرَ.

ٿَريچو: ٿَرَ جو رهاڪو، ٿَرِي.

ٿَلو / ٿَلهو: ڍير، ڍڳ.

ٿَمُ: گڏُ، هڪ هنڌ، هُٿيڪو.

ٿَنبِيُ: ٿنڀو، ٿوڻي، مُني.

ٿوريائِي: شڪارڻ، ٻاليشاهي، هڪ گهٽ ذات جو قسم.

ٿوڪَ: ڪاڄُ، چيزَ، وَسٽو.

ٿُوهو: اَٽ جي پِنيءَ جو گَڪَ.

ٿُوهَرَ: هڪ وچولي قد جي وڻ جو قسم.

ٿيلهيو: لتاڙيو، پنڌ ڪيو، ڏِڪيو، هَلايو.

## ٽ

ٽانُ: ٻاڄ.

ٽارو: لَئي جي وڻ جي ٽاري، ڇنيپو.
ٽامُ: لامُ، ٽاري.
ٽُنُڻُ: ڀَڃَڻُ.
ٽِڪاڻو: هندن جو پوتر هنڌ، ٽِڪاڻو، ماڳ، مڪانُ.
ٽِڪُڙُ: جوڳين جي ڏيان جو چڪر، جو پيشانيءَ مٿان آهي.
ٽوڪَ: ٽَئول، چٽَر.
ٽولُ: شيءِ، چيز، وَسٽو، وَٿَ.
ٽولاڪا: رولاڪا، ڏڪ، ڏاڪڙا، تڪليفون.
ٽُونڊيُون: لوليُون لَڳڙيون، هٿن ڪان ڇڏيون، بيڊوليُون.
ٽَونڪَرَ: ٽورو ڏڪ.
ٽهَلَ: چاڪر، خدمت، شيوا.
ٽهَڻُ: ڇِرڪڻ، ٽاهَ اچڻ، ڊڇڻ.
ٽيلو: ڀَهاڙِي، ٽَڪري.

## ٺ

ٺاٺُ: راڳ جو درمياني آواز.
ٺَلو: / ٺَلهو: خالي، سکڻو، بيڪار، واندو.

## ث

ثَوابُ: آجر، نيڪ عوض، نيڪ ڪم جو بدلو، پُنُ، پُنجَ، ضد 'عذاب'.

## پ

پاپوڙو: پِپَرُ جو پن، پپڻ جي ڏوڏي يا ٽڪي.
پاٽُ: ڳائڻ وڄائڻ وارو پينو فقير.
پاڃي: پاڃي، نوڪر، غلام، پانهو.
پارانپو: پارايو، پيغام، نياپو، سنيهو.
پارَسُ: پٿر جو قسم، جو لوهه کي لڳي ته ان کي سونُ ڪري.
پارکُو: پرکيندڙ، جاچيندڙ، ڏاهو.
پارَڻُ: پاڙڻ، پورو ڪرڻ.
پارو: سردي، ٿَڌ.
پازيبُ: ضاعفن جي پيرن جو زيور.
پاڪي: پاڪيزگي، پرهيزگاري، پاڪائي.
پاندُ: پَلاند، دامن، جهولي، پاندَر.
پانڌي: پانڌيڙو، راهي، مسافر، خابَرو.
پاٺورُ: پاٺُر، تر ملڪ جو هڪ پاڳو. تر ٽن پاڳن ۾ ورهايل آهي:
1- ڪاٺُر: اتر وارو پاڳو
2- پاٺُر: ڏکڻ وارو پاڳو
3- ڊِٽَ: وچ وارو پاڳو
پاهان: پوئتي پيل، مسڪين، غريب.
پاهَتُ: پَهَتَ، پيرُ، رَستو (متي ماٺيءَ يا لڱ لاڳاپي وارو)، محبت، همدردي، ٽاهَ، رس.
پاهون: پوئتي، پٺتي.
پاهي: ڇڊي يا پٽڙي لَسي، جهارو، ڪنگو.
پِپُڻ: وَل جو قسم، جنهن جي پاڙ ۾ ٻِهَ ٿئي ۽ چوٽيءَ ۾ ڏوڏي.
پَت: عزت، لڄ.
پَتشاهي: بادشاهي.
پُتلي: گُڏي، رانديڪو.
پَٽ پٽيهر: پَٽَ جا ڪپڙا، قيمتي وڳا.
پَٺڻُ: موڪلڻ، روانو ڪرڻ.
پِپِي: پيٽي، ڏوڏي، ٽڪي.
پڄ: ڊوَ، رڄ.
پڃارو: ڪپهه پڃڻ وارو، منصور حلاج.
پِڃاڙڻُ: زورسان، پريشان ڪرڻ، ڏانڊولڻ.
پِرِ: ريت.

پَراگندگي: پريشاني، حيراني، تشويش.
پِريات: صبح سويرو، پرهه ڦٽي، ڏِکي.
پِرِياءُ: اثر.
پِرِيُون: پرديس، پراهون ملڪ، ٻيو جهانُ، پَرلوڪَ.
پرِيُون: خوشيءَ مان، چاهه مان.
پِرت: پيار، سِڪ محبت.
پِرِتَوَ: روشني، تجلو، ڪِرڻو، عڪس، اولڙو.
پِرتُون: پرت مان. ڏسو 'پرت'.
پِرٽُ: ڪَتي، ڏوبي.
پَرجات: لوڪَ، ماڻهو.
پَرجُوءِ: پَرانهين جوءِ، پرانهون هنڌ، ڏورانهون ماڳ.
پُرجَهڻُ: پروڙڻ، سمجهڻ، چاڻڻ.
پَرچارُ: وعظ، تبليغ، اُپديشَ، وِستارَ.
پَرديسُ: مشهوري.
پُرزو: پرڏيهه، ڏاريو ملڪ.
پَرڪَ: ٽَڪرو، چِٺي، خط.
پَرنان: آزمايش، جاچ، چڪاس، تپاس.
پُرَڻُ: پَرتي، اڳتي.
پَروانُ: هَلڻ، وِجڻ.
پَروانو: مشهور، مَجڻ جوڳو.
پِرولي: خط.
پِرَهلادُ: ڳجهارت، مامَ. هڪ ڀڳت جو نالو، جو راجا هِرڻڪشپ جو پٽ هو. ڏسو 'هِرڻڪشپ'.
پُري: شهر.
پَرِيَاڻُ: مسافري، ڏَسُ، پَتو، اَهڃاڻ.
پِريمي: پريم وارو، عاشق.
پِڙڇ: نار جو اهم عضوو يا پاڳو، جنهن ۾ لوڻين جو پاڻي پوي.
پَڙلاءُ: پَرلاءُ، ٽِڪو، ٽِڪاٽ، آواز، ڳالهاءُ.

پسي: ڪِرڙ جا گل.
پِڪ: وات جو لعاب، لِٻَ، ڦيٽي، چِڪي، ڏِڪَ.
پَڪا: ڪِرڙ جي وڻ جا پڪل ڏونرا.
پَڪو: ڪڪائون گهرَ، ڇَنِ، مَنهَن، لانڍي، جهوپڙي.
پَڳهُ: ٻيڙيءَ جي ٻڌڻ جو رسو، لَنگرَ.
پَلُ: گهڙي، ساعت، دَمر، ڪِن، فوراً.
پَلالُ: سارين جو سُڪل گاهه.
پَلرُ: مينهن جو صاف پاڻي.
پَلڪَ: ذرو، لحظو، ٿوري ساعت، اڪ ڇنيَ.
پَلڪان: پهَر، وقتَ، مُدت. ڏسو 'پلڪ'.
پَلنگُ: سيج، ڇپَر ڪٽ.
پَلَءُ: پاند، پلاند، دامن.
پَنِ: بيٺل پاڻيءَ ۾ اُيريل گاه، جنهن مان تڏا ۽ تونريون ٺهن.
پَنارو: آجهو، سامر، پناه.
پنبڙَ: اک جون پنبٽيون، پنجُهر، ڇَنيَرَ.
پُنبهر: ڪپهه.
پنهان: لڪل.
پِٽي: ڪِهَه، پيرن جي مٽي.
پوتي: رئو، زنانو متي جو ڪپڙو.
پوٿي: هندن جو ڌرمي ڪتاب.
پوٺو: مٿاهين زمين، غير آباد زمين.
پوچاري: پوڄا ڪندڙ، پوڄيندڙ، بندگي ڪندڙ.
پُورُ: ويچار، فڪر، ڳڻتي.
پُورَبُ: اوڀر، هڪ صوفيانه منزل جو نالو. ضد 'پَڇمر'.
پوڙي: ڏاڪڻ، مصرع جي ٽُڪَ، سِٽَ.
پوشَ: ڍَڪَ، پردو.
پونجارَ: چوٽي، پُڇڙي.
پُوٽي: ڪپهه جو ڀهو يا ڦورو.
پَهاٽَ: جبلن ۾ پاڻيءَ جا ڊورا، پاڻي بيهڻ جا هنڌ.

پَهاڙُ: پربت، جبل، ڏونگر، روهہ، ڇَپَر.
پَهَرُ: ٽن ڪلاڪن جو وقت.
پَهرڻُ: جهنگ ڏانهن چاري لاءِ مال وٺي وڃڻ.
پهس: زورسان، زبردستيءَ سان، سخت.
پِهَڻُ: پيهَڻ، پيهي وڃڻ، گهڙڻ، داخل ٿيڻ.
پَهو: ڪپهه جي پوٽي.
پَهوڙا: ڪاٺ جي ڪوڏَر، جنهن سان مال جو وَٿاڻ صاف ڪجي.
پَهُون: پڪريون.
پَهِي: واٽهڙو، قاصد.
پَهير: ڪنڊن ۾ ڍِنگهرن جو لوڙهو.
پيچ: چانورن جي رَبَ.
پيرادو: پيري، باڳي، پيرو کڻندڙ.
پيرمُغان: آتش پَرستن جو پيشوا، ساقي.
پيرولي: ڏسو 'پرولي'.
پِيڙَڻ: چيپياٽڻ.
پيزارُ: جتي، پادر، پاپوش.
پيڪا: زال جي والدين جو گهرَ.
پَيڪانُ: تير جي چهنب، تيرُ.
پيهي: ڪَڪائين مَنهِي، جهوپڙي.

# ج

جاتي: زيارتي، تيرٿواسي.
جاچَڪُ: منگتو، مڱڻو، بڪاري.
جاچُ: ڏسو 'جاچڪ'.
جاچُڪُ: ڏسو 'جاچڪ'.
جارُ: سوز، عشق، چاهه.
جاڙَ: ڌاڌائي، زبردستي، تعدي، جَٽ.
جالَ: جام، جهجهو، ڏَلَ گهڻو، بيشمار.
جامُ: پيالو.
جانارُ: جانور، جاندار، ساهوارو.

جَبَرُ: زبردستي.
جَتَنُ: ڪوشش، آپاءُ.
جَتائُون: مُنجهيل وار، وارن جون چڳون.
جُثو: بدن، تَنُ، جسم.
جَپُ: تسبيح پڙهڻ جي حالت، سَمَرٽي سورڻ جي حالت، ذڪر، پُوڄا، پاٺَ.
جَپُ صاحبُ: گرونانڪ جي ٻاڻِين جو ڪتاب، هندن جو هڪ ڌرمي ڪتاب.
جَرُ: پاڻي.
جَرڪَڻُ: چلڪڻ، چمڪڻ.
جُرو: بازپکيءَ جو نَرُ زَرو. ڏسو 'باز'.
جَرو: ڏِڪ، سَرڪِي.
جَرين: پاڻيءَ وارن هندن.
جَڙَ: بيخ، پاڙَ، ميخ، ڪِلِي.
جُزو: ڀاڱو، حصو، ٽڪرو، ذرو. ضد 'ڪُلُ'.
جُفتي: جوڙو، جوڙي، جُفت. ضد 'طاق'.
جُڪَ: درد، سوزُ، آند ماند، جهوري.
جَڳتُ: جَڳت، جهانُ، دنيا.
جَلالُ: بزرگي، عمده صفات باطني، غصو، ڪاوڙ.
جَليبُ: اَتالو، ساٿي، هَمرڪاب، غلام، پانهو.
جَمُ: ميڙ، هجوم، گڏ.
جَم جَم: بار بار، هَرهَر، سدائين، هميشه.
جَمعيَت: خاطري، دلجاءِ، آرام.
جَمنا: هندستان جي هڪ نديءَ جو نالو.
جَنجالُ: جَنجَلُ، بَکيڙو، مونجهارو، آزار.
جَنجيرُ: زنجير.
جُنگُ: زور، تمام گهڻو زور، تمام وڏو، بهادر.
جُنيدُ: هڪ وليءَ جو نالو، جو بغداد ۾ رهندو هو. انهيءَ ڪري 'جنيد بغدادي' سڏجي ٿو. وفات 298 هجريءَ ۾.

جَٽيو: سڳو، جو هندو ڌرمي نشاني سمجهي، ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن، زنّار.

جُوتي: ڪُوڙِي.

جوڙ: ٺاهُه، ڪاريگري.

جوڳ: ڌيانُ، ميل، ميلاپ، مراقبو، سَماڌِي.

جوڳِي: ڌِياني، تَپسِي، سنياسي فقيرن جو قسم.

جَولانُ: جوش، جذبو.

جوڳيسرُ: وڏو جوڳي، ڪامل درويش.

جُوٽيُون: جَٽيون، ڏٽيون، رهڻ جا هَنڌَ.

جوءِ: زال.

جُوءِ: جاءِ، هنڌ، ماڳ.

جُويا: ڳولائو، ڳوليندڙ.

جِهادُ: اسلام جي ڪافرن سان مذهب خاطر لڙائي.

جَهدُ: ڪوشش.

جيئڻُ: جيئڻ، زنده رهڻ.

## ڄ

ڄارُ: ڪَبڙ جي وڻ جو قسم.

ڄارُ: ڄاري، جنهن سان مڇي ڦاسائجي.

ڄِپِي: اولاٽيي، لاٽَ، شُعلو، ڄرَ.

ڄڄ: گهوٽيتا، ڄاڄِي، ڄڄ ۾ شامل ٿيندڙ ماڻهو.

ڄرَ: لَهَسَ، تَو، ڄِپِي.

ڄَڳرَ: جابلو وڻ جو قسم، جنهن جي ڦَلَ کي ’جاڳري پيرَ‘ چئبو آهي.

ڄُلُ: هَلَ، وڃَ.

ڄَلهو: ٿوٽي، آرسي، ڍِرو، سست، ڪَمَ ڪوسَ.

ڄمانڊَرَ: عمر، حياتي.

ڄولَ: ٿورَ، ڄالِ. ڏسو ’ڄَلَ‘.

ڄيرو: باهه، آگ.

## جهه

جهاپو: ڳهڻي جو قسم، جو عورتون پانهن ۾ ٻڌن.

جهاتَ: جهٽ، جهٽ پَٽ، تڪڙو، جلدي، سَٽَ.

جهار: پکين جو ولَرَ (جو پوک کائي).

جهاڳَ: پاڻيءَ جو پنڌ، پاڻي جهاڳڻ جي حالت.

جهالارَ: اکين جا ڇپر.

جهامرَ: جُهڪاءُ (هيٺ تي)، زور سان لوڏو يا دٻاءُ، مينهن جي ٽِمر ٽِمر.

جهانگِي: جهنگ جو رهاڪو، مارُو ماڻهو.

جهَنبيرُ: مهاڻن جي ذات.

جهَنڊڪو: لوڏو، ڇَنڊڪو، جهوٽو، مِينهن جو وسڪارو.

جهَپَ: جهپو، جهٽ، ڪَسَ.

جهجڻُ: اندر ئي اندر ۾ ڳرڻ، وِجهلَڻ، گهٽو روئڻ، هَنجهُون هارڻ.

جهَروڪو: دَرِي، ڇاري، ڪڙڪي.

جهُڳو: يونگو، جهوپڙي، گهر.

جهلڪَڻُ: چمڪڻ، چلڪڻ.

جهُلَڻُ: لَڏڻ، ٿَهِي اچڻ، پرجي اچڻ (جهَڙ).

جهوپڙو: جهُڳي، يونگڙو، ڪکائون گهر.

جهوپو: جلگهڳو. ڏس ’جهوپڙو‘.

جهوري: ڳارو، ڳاراٽو، ڳٽتي، جهوراٽو.

جهُورڙو: ٿونرَ، جهاپو.

جهوڪَ: مالَ جي ويهڪَ، مال جي ويهارڻ جي جاءِ، منزل.

جهولَ: خوشيءَ وچان ڪَنڌَ ڌُوڻَ.

جهولي: جهولَ، گودِ، هَنج، پَلءُ، پَلاندَ.

جهُونا ڳڙهُ: هندستان ۾ هڪ شهر.

جُهونجهارُ: جودو، پهلوان، سورهه، سپاٽو.
جُهونڪارَ: جهيٽو آواز، آهستي ڳالهاءِ، جُونڪارَ.
جُهونگو: ڪَپو.

## چ

چاٽَ: چَپاٽ، لَپاٽَ، ضَرب، چَپ.
چارَڻُ: هڪ ذات، پَت، چارڻ رَمتا فقير هوندا آهن ۽ دَر دَر ڳائي وڄائي، خيرات وٺندا آهن.
چاڪرُ: نوڪر، ٻانهو، غلام، ٻيلي.
چال: لوڏ، نخري جي هلت، چلتو، وَهنوار.
چاندُ: چنڊ.
چانگو: آٺ.
چاوَڻُ: چائڻ، ڪٽڻ.
چاهہ: سِڪ، دل جو لاڙ، پيار.
چِت: مَن، دل.
چِٽَڪَ: چِٽڪو، جهلڪو، تجلو، چمڪ دَمڪ.
چِٽَڪو: ڏنگ، زخم، عذاب.
چِٺو: خط، ڪاغذ.
چِپ: ڪاٻو، ڏاٺو. ضد 'راس'.
چِقمَقَ: اهو پٿر، جنهن سان باهہ نڪري ۽ لوهہ کي ڪشش ڪري.
چِڪَ: گَپ، راڦو.
چُڪت: چُڪتو، پورو.
چِڪَرُ: پرت جو هڪ قسم.
چِڪَڻ: چِڪ، گپ، راڦو.
چِڪيا: ڏاگهہ، باهہ.
چمٽو: دست پناهہ.
چمڪارُ: تجلو، چمڪات.
چِمڪِٽي: ڪنوڻ، وِڄ.
چِمڪِي: چِمڪِي، لَڪڻ، چهبڪ.
چِنج: ٻيلو، غار، چَر.
چَندَن: صندل، سرکنڊ.
چَندالُ: چنڊو، نياڳو، ڪروڌي.
چَنگُ: ساز جو قسم.
چَنگُلُ: چنبو.
چَنَڻُ: صَندل، سر ڪنڊ.
چوبدارُ: بادشاهي آردلي، نَقيب.
چُوتي: لانگوٽي، لنگ، چوتو.
چوٽَڪَ: زخم، فراز، ويڇوڙو، عشق جي چوٽَ.
چوپَڙ: راند جو قسم.
چَوڏولَ: ڦرٽي، ڏولي، پالڪي، مُحافو.
چُوري: ڪَٽي (کِهہ ۾ موهيل).
چُوسولُ: چوراهو، چوڏڪي، چوواٽو.
چُوڪلا: ريشمي ۽ سوٽي تَندَ گڏيل ڪپڙو.
چوکو: صاف، سَٺو، کَرو.
چَوگانُ: آڳر، پِڌَر، ميدان، راند جي لَٽ، راند.
چولو: پهراڻو، جسم، بدن.
چَونرا: تَنبُونما ڪکاوان گهرڙا، ڇَنا.
چَونڪُ: پوک جي سنگن ڦٽڻ واري حالت.
چُوٽو: لَوٽي يا لَوندڙيءَ وارا وارَ.
چُوئو: سَرهو تيل.
چِيٽَڪَ: جادو، عجيب ڪارنامو، عشق، بيآرامي.
چِيهو: گاهہ جو هڪ قسم، جنهن جي رس ۾ ڳاڙهاڻ تيندي آهي. جيڪڏهن پيرن اگهاڙو، چيهي گاهہ تي گهمبو تہ پير ڳاڙهيرا ٿي پوندا. مال کائيندو تہ بہ چَپ ڳاڙهيرا ٿي پوندا.
چِيرا: ڪپڙو، رنگين پَٽڪو خصوصاً ڳاڙهي رنگ جو.

## ڇ

ڇاپو: ڇاپَ، مُهرَ، نقدي، روڪڙ.
ڇانيو: ڇينيو، ڇهانيو، پاندرَ، سنهي تاري.
ڇانگ: ٻڪرين جو ڌڻ، وَلرَ.
ڇِٻو: وڏي ڇٻي، وڏي پنڊي.
ڇِٻٽ: بَند، قابو، نانگن جو ڇٻَر ۾ وَڪڙ يا گهيرو.
ڇَبيلو: سهڻو، خوبصورت، معشوق.
ڇِت: / ڇِتِي: پالو، ٻرڇي، ڇي مارڻ جو اوزار.
ڇَتڪ: ڇتڪ، ڇتڪو، جلدي، فورا.
ڇُتڪ: ڇڙي، هلي، آزاد ٿي، لڙڪي.
ڇٽي: ڇمڻ ڪان ڇهين ڏينهن جو ڪم.
ڇِپر: پلڪَ (اکين جا).
ڇَپر: جبل، ڏونگر، روهَ، ڪوهَ.
ڇِرو: ڪاتَ، وڏي ڇري.
ڇِڪن: موهتَ، مست، پريشان، حيران.
ڇُڪير: ڪلنگيءَ وارو، تاجدار.
ڇلا: گهنڊيدار وار.
ڇَمان: اکيون.
ڇِن: ڇنو، مَنهن جي ڇت.
ڇِنب: قطارون، لاٽون (لڙڪن يا ڳوڙهن جون).
ڇِند: ڦندَ، نمونو.
ڇوهه: تيزي، سختي، تِکائي.
ڇيج: خوشي، ناچ.
ڇيءَ: نقصان، سوراخ.

## ح

حاسدُ: حسد ڪندڙ، ساڙيلو.
حاشِي: قرآن شريف جي متن جي چوڌاري ڇڏيل ڪناري.
حالُ: وَجد، وَجد جي حالت، باطني حالت.
حُبابُ: پاڻيءَ جو ڦوٽو، ٻوڙيو، ڦوڪٽو.
حَبشِي: شيدي، ڪارو، ڪارو ترِ.
حجابُ: پردو.
حُجان: حَجتون، دوستانا اميدون.
حَجَرُ: پٿر، حَجَرُالاَسوَد (ڪارو پٿر، جو ڪعبة الله ۾ لڳل آهي، جنهن کي حاجي چمندا آهن).
حَديثَ: ارشاد ۽ فعل رسول صلعم جو.
حُرّ: آزاد، يزيد جي لشڪر جو مهندار، جو پوءِ امام حسين عليه السلام جي پاسي ٿيو ۽ شهيد ٿيو.
حَرامُ: ناروا، ناجائز. ضد 'حلال'.
حَرِيرُ: هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو.
حَرِيصُ: لالچي.
حَسبِي: منهنجي لاءِ ڪهڻو آهي.
حَسرتُ: افسوس، پشيماني.
حَشَرُ: قيامت، ماتم.
حُضورُ: ڏٺيءَ اڳيان حاضر هجڻ، روبرو، سامهون.
حُضوري: حضور ۾ پهتل، واصل باالله.
حَقُ الحَقُ: سچ جو سچ، نج سچ. 'حق' جو ضد 'باطل'.
حَقير: ذليل، خوار، آدني.
حُڪامُ: بالادست، فرمان، حڪم.
حڪايت: ڪهاڻي، ڳالهه، بات.
حَلاجُ: پيڃارو، ڪپهه پيڃڻ وارو، لقب حسين بن منصور جو، جنهن "اَنَاالحَقّ" ('مان خدا آهيان') جو نعرو هنيو، جنهن ڪري ڪيس 25 ذوالحج 309هه مطابق 921ع ڦاسيءَ تي چڙهيو پيو.
حُلا: پوشاڪ، لباس، جبو، چوغو، جامو.

حَمّالُ: گهڻي بار کڻڻ وارو آدمي.

حَنبَل: اَهل سنّت والجماعت جي چئن مشهور امامن مان پهريون امام.
چار امام:
1- ابو حَنيفہ النّعمان اِبن ثابت. پيروي ڪندڙ 'حنفي' سڏائين.
2- مالڪ ابن انس پيروي ڪندڙ 'مالڪي' سڏائين.
3- أبو عبدالله ابن ادريس الشافعي. پيروي ڪندڙ 'شافعي' سڏائين.
4- احمد بن محمد بن حنبل. پيروي ڪندڙ 'حنبلي' سڏائين.

## خ

خابُرو: خبر ڏيندڙ، قاصد.

خار: ڪنڊو.

خاشِي: خاصي، مٺي، چڱي.

خاڪِي: آدمي، ڏسو 'بادي'.

خاطِر: دل.

خامُ: ڪچو، اَلڙ، نادان، جاهل.

خاوَندُ: ڌڻي، مالڪ.

خُدامي: پانهپ.

خَدَنگ: تير.

خَرابُون: ويران يا سُڃَ مان، شراب خاني مان.

خَرارُ: وِيهہ مڻ تورَ اَنَ. تمام گهڻو.

خرامان: ناز يَري يا نَخريلي چال چلڻ.

خِرقو: گودڙي، فقيرائي پوشاڪ، جُبو.

خُروش: دانهن، پڪار.

خَسُ: ڪَکُ، ذرو.

خَجِل: شرمندو.

خفِي: ('خفا جو اسم فاعل')، لڪل، دِلي ذڪر. ڏسو 'لطيفا'. ذڪر ٻن قسمن جا آهن:
1- خَفي. ذڪر (خدا جي يادگيري) جو اهو قسم، جو دل ۾ يا آهستي ڪبو آهي. "نَقشبَندي" ذڪر 'خفي' ڪندا آهن.
2- جَلِي. لغوي معنيٰ "روشن"، ظاهر. اهو ذڪر، جو بلند آواز سان ڪبو آهي. "چِشتي" ۽ "قادري" ذڪر 'جلي' ڪندا آهن.

خَلاصُ: آزاد.

خَلَقَ الأشياء: خَلَقَ الاَشياءَ فَهُوَ عَينُها. 'مقولو' شين کي پيدا ڪيائين، ۽ پاڻ انهن جو جِندُ آهي.

خَلَقَ آدَمَ: خَلَقَ آدَمَ علىٰ صُورَتِه (حديث) بَني آدم کي پنهنجي صورت تي خلقيائين.

خَلِيلُ: سچو دوست، حضرت ابراهيم عليہ السلام جو لقب.

خُمرُ: شراب جو مَٽُ.

خُمارُ: نَشو.

خَمَرُ: شراب.

خَنّاسُ: دلين ۾ وَسوسي وجهڻ وارو شيطان.

خواجا: مالڪ، سردار، آقا، پير، مرشد.

خواستان: خواهان، گهُرندڙ.

خورسَندگي: خوشي، سَرهائي.

خورشيد: سج.

خوشحال: خوش، شاد، خوش نصيب.

خوننابُ: رت جا ڳوڙها، لڙڪ.

خيانَتَ: بد ديانتي، بي‌ايماني، ضد 'امانت'.

خُوءِ: عادت.

خَوضُ: خيال، ويچار.

خِيمو: تَنبو.

## د

دارُ: گهر، مڪان.
دارَ: ڦاهي، ڦاسي، سوري.
دارُون: دوا، علاج، ٽڪي.
دامُ: ڦندو، ڄارُ ڪوڙڪي.
دانُ: خيرات، ڀيڪَ، بخشش.
دانهُ: داناهَ، عقلمند، سياڻو.
داٽا: ڪٽا، ڪڻ ڪڻ، ڦڙا (پگهر).
داورُ: صاحبِ انصاف، حاڪم، خدا.
دائرو: گهيرو، حلقو، مجلس، اوطاق، مڪان.
دَرپڻ: آهينو، آئينو، آرسي، دَرسني.
دَرجاتَ: درجا، عهدا، حيثيت، پدَ.
دَرديلو: درد وارو، جنهن جي دل ۾ محبوب لاءِ درد هجي.
دُرسُ: ٺيڪ، برابر، سچ پچ.
دَرسَنُ: ديدار.
دَرڪَ: چير، سوراخ، چاڪ، ڏار.
دَرو: ننڍڙي مڇي.
دُرو: ديڙو، ڦٽڪو، ڪوڙو.
دَرُونُ: اندر، دل. ضد 'بيرون'.
دَرويشُ: پهتل فقير، خدا رسيده، غريب، مفلس، فقير.
دُرَيگانو: بي مثل موتي، اَملهه، موتي. ڏسو 'يگانو'.
دِسَ: طرف، پاسو، جوءِ، ماڳ، هنڌ.
دُستُ: هٿ.
دَشتُ: بيابان، صحرا.
دُشمَنُ: بدخواهَ، ويري.
دَعِ نفسَڪَ وَ تعال (قول): پنهنجي نفس کي ڇڏ ۽ اچ.
دَغلُ: مڪ، ٺڳي.
دُلارا: پيارو، لاڏلو.
دل خَستہ: دل ڦٽيل، غم رسيده.
دُلدُل: اها مادي خچر، جا اسڪندريا جي حاڪم، پيغمبر ﷺ کي تحفي طور ڏني هئي ۽ پاڻ سڳورن وري اها حضرت علي رضي الله عنه کي ڏني.
دل ريش: دل ڦٽيل، عاشق.
دلڦي: فقيراڻي گودڙي.
دَمُ: ساهَ.
دَماما: دهل، نغارو، واڄو، سَرود.
دُمبا: ٿلها. ڏسو 'ٽنبي'.
دَمپختَ: ٻاڦ تي پڪل ڪاڌو، جهيڻي باهه تي رڌل ڪاڌو.
دَمڙي: پيسي جو اڌون حصو، تمام ٿورڙو.
دَمَنُون: دَمَ مان، ساهه مان.
دَوارُ: دَرِ، دروازو.
دوارڪا: هندستان ۾ هندن جي زيارت جي جاءِ.
دُودُ: دُونهون.
دَوڙَڻُ: ڊَڪڻ، ڀڄڻ.
دوساڻو: دوستاڻو، دوستن جو.
دوشُ: ڪلهو.
دُنهين: دُونهان، وٺاڻ، جايون.
دُوئي: ٻيائي.
ديرو: جاءِ، آستان، گهر.
ديسُ: مُلڪ، جاءِ، هنڌ.
ديهه: } بدن، جسم
ديهي: }

## ڏ

ڏانوڻُ: وهنجڻ.
ڏُتارَڻُ: ريهن، ريٻڻ، ٺڳڻ.
ڏُرِ: ڏري، مَنڍ، اصل، اول.

ڏمر: هل، شور، غلغلو، گپاگيهہ، پيهہ، شهرت.

ڏمڪي: دڙڪو، ڊڃي، ڊڳي، ڏري.

ڏوپي: ڪتي، پرت.

ڏوٽي: ڏٽي، فقيرن جي ڏونهين، ڏکايل مڇ.

ڏيان: ڏچون، ڏرا، ٽڪرا، پرزا.

## ڏ

ڏاتر: ڏاتار، داتا، سخي.

ڏاج: ڏاجو، مرڪ، شان.

ڏاگهہ: باهہ، چڪيا.

ڏاگهو: آٿ.

ڏاني: ڏن پريندڙ، ڏل پرو، زبردست.

ڏاڻ: 'دان'، بخشش، خيرات، بيک.

ڏٽ: جهنگلي آن يا ميوو. سائون، مانداٺون، مڪٽي وغيره گاهن مان آن ڪدي، تري ماٺهو ماني پچائي يا پت رڌي کائيندا آهن. آراڙي، سيارچ وغيره گاهن مان پاچي ڪندا آهن. پسي (ڪرڙ جا گل)، پيرون (ڪبڙ يا چار جو ڦر) ۽ ڏيلها (ڪرڙ جو پڪل ڦر) بہ ڏٽ طور ڪم آڻيندا آهن.
ڏسو 'ڏٽ'.

ڏپ: ڏجهہ، عذاب، تڪليف.

ڏجهو: جاهل، مورک.

ڏڏ: ڏرو، ڏرڙ، پر، ٽنگ.

ڏر: ڊڄ، خوف، پو.

ڏر: مصيبت، آفت.

ڏرت: سڏڪا پرڻ، سڏڪڻ.

ڏسڪڻ: لڏيل، ڏتڙيل، مصيبت ۾ آيل.

ڏليل: ڏنيں، ڏنجهہ، عذاب، ڏک، سزا.

ڏنءُ: حسد، ساڙ.

ڏوٽي: ڏٽ تي گذران ڪندڙ، جهنگ ۾ رهندڙ، مالدار. ڏسو 'ڏٽ'.
ڏکيا، سخت، ڪٺن، تڪليف ده.

ڏوٽ: پيڻ جي ٽِڪيءَ جو گورو.

ڏوڏو: پري.

ڏڙ: پيٺو.

ڏوڙو: تڪليفون، پريشانيون، ڏک.

ڏولائو: ڏسو 'ڏليل'.

ڏولڻ: ڏورڻ، گذارڻ، برداشت ڪرڻ، ڳولڻ، ڦولڻ.

ڏولي: پالڪي، ڪجائو، محلات.

ڏونرا: ڪرڙ وڻ جو ڪچو ڦر.

ڏونگار: ڏونگر، جبل، پهاڙ.

ڏوئي: ڪاٺ جو چمچو.

ڏهاءَ: چونريون، سنگهہ، چاڏا، تانءُ جنهن ۾ کير ڏهجي.

ڏهاڳ: مڙس جو وڇوڙو، بدقسمتي. ضد 'سهاڳ'.

ڏهڪار: ڏهڪو، خوف، ڏڪٽي، ڊپ.

ڏهي: جهڻ، ولوڙيل ڏونرو، ڏڌ.

ڏهيسر: بهادر.

ڏهيلو: ڏکيو، تڪليف ۾ آيل. ضد 'سهيلو'.

ڏيار: ديس، ملڪ، اها زمين، جتان پاڻي چڙهي ويو هجي.

ڏيل: بت، بدن، جسم.

ڏيوالو: (اڳي جيڪو واپاري، واپار ۾ کٽجي پوندو هو، سو ڏينهن جو ڏيئو ٻاريندو هو، جنهن مان معلوم ٿيندو هو تہ وٽس قرض لاهڻ لاءِ، ڪجهہ بہ ڪونهي)، ڪنگال، ڪهيل.

ڏيهہ: ديس، ملڪ.

## ڊ

ڊَولُ: نمونو.
ڊونڊِي: ٻيڙيءَ جو قسم.

## ڍ

ڍائڻُ: ڍَوُ ڪرڻ، پيٽ ڀرڻ.
ڍَٽَ: ٽر جو وڇوارو وارياسو ڀاڱو. ڏس 'پانور'.
ڍِرَڻُ: لَهَڻُ، هيٺ اچڻ، ٻيهڻ، تڏو تيڻ، ڍَرو ٿيڻ.
ڍوليو: مالڪ، محبوب، پيارو.

## ذ

ذَڪا: طبيعت جي تيزي، ذهانت.
ذُڪا: سج.
ذَبحُ: شرع مطابق جانور کي حلال ڪرڻ.
ذَلالَتَ: خواري.
ذوالفقار: حضرت علي رضي الله عنه جي ترار (ٻن ڦرن واري).
ذيلَ: تڪليف، مصيبت.

## ر

رازُ: ڳجهه، لڪل ڳالهه.
راست: ساچو پاسو.
راستان: درست، نيڪ.
راسِخُ: مضبوط، پَڪو.
راشِي: لاشا، سادا، ڪوجها، گهٽ، بي حيثيت، ڪمزور، لاغر.
راضُ: راضپو، مهرباني.
رامُ: شري رامچندر، جو راجا دَسرَٿَ جو پٽ هو ۽ اَيوڌيا (اَوڌ) جو راجا هو.
رانجهو: هيرَ جو عاشق.
راڻو: مومل جو ٻيتار.
راوَڻُ: سِري لَنڪا (سِلون) جو راجا، جنهن کي شري رامچندر جيءَ ماريو هو.
راءُ: راجا، بادشاه.
رَبابُ: هڪ قسم جو وڄائڻ جو ساز.
رَپَ: پيچي.
رَتِي: ماسي جي آئين پَتي، تمام ٿوري.
رَجعاتِي: خلق پاڻ ڏانهن رَجوع ڪرڻ وارا.
رِجلُ: پيرَ، قدم.
رِڃُ: رڻ، سَڃ، واري ٿي واري.
رِڃڻُ: راضي ڪرڻ، خوشي ڪرڻ.
رَحَلُ: اها ڪاٺ جي گهوڙي، جنهن تي قرآن شريف رکي پڙهجي.
رُخسارَ: ڳلَ، مُنهَن، مهاندو.
رَخشندَه: تجلي وارو.
رَسُولُ: صاحبِ ڪتاب، پيغمبر.
رُسُومَ: ريت، عادت، رواج.
رُسُوائي: خواري.
رَسيلَ: رَسِيلي، رَسَواري، مزيدار، وٺندڙ.
رشتو: لاڳاپو، عزازت.
رِشِي: مُني، تَپسيا ڪندڙ، بزرگ، خدا وارو.
رُعبُ: دشهت، ڏر، ڀَوُ.
رَعدَ: گاج، گجگوڙ.
رُقعو: خط.
رَقَمُ: لکيل خط.
رَقيبُ: دشمن.
رِڪيبُ: گهوڙي جي زينَ ۾ پيرَ رکي، چڙهڻ يا لهڻ لاءِ لوهه جو گول ٽڪر.
رَلو: پيوند، لاڳاپو، ڳانڍاپو.

رمز: اشارو، راز، مام، ڳجهه.
رمڻ: وڃڻ، هلڻ، چرڻ.
رنجور: بيمار، مغموم، رنجيده، قتيل عاشق.
رنبير: جنگي جودو، وڏو پهلوان.
رند: رستو، واٽ.
رند: آزاد، صوفي، سائين لوڪ، مجذوب.
روان: لَس پڙهڻ، جاري شروع.
روپا: چاندي، روپيا.
روپڙيون: ڏسو 'روپا'.
روجهه: هڪ جهنگلي جانور، جو ڳئون جهڙو ٿيندو آهي.
رود: ساز جو قسم.
روحي: ڏسو 'لطيفا'.
روهه: جبل، پهاڙ، ڏونگر، ڇپر.
روي: سج.
رويت: شڪل، صورت.
رويو: ويو، هليو.
رويون: مهانديون، مهاندي واريون.
رهاڪ: رهاڪو، رهندڙ.
رهاڻ: مجلس، ونڊر، ڪچهري.
ريان: ذريون ذريون، پرزا پرزا.
ريجهڻ: راضي ٿيڻ، خوش ٿيڻ.
ريچ: پورَ، امنگَ، آدما، ريچڪ.
ريگ: واري.
ريگستان: وارياسو ميدان. مترادف "ريگ بوم".
رين: رات.
ريهه: دانهن، ڪوڪَ، آواز (گجگوڙ جو).
ريبون: زمينون.

## ز

زابر: زبردست.
زاغ: ڪانءُ.
زالاٹو: عورتاٹو، ضاعفن جهڙو.
زاهد: پرهيزگار، خدا پرست، هريڳت.
زبون: ناس، ڇٽ.
زخار: ڇوليون ماريندڙ، موجزن.
زرباف: زريءَ جو ڪپڙو.
زرو: شڪاري پکيءَ جو قسم. 'جُرو' نَر پکي آهي. سندس مادي 'باز' آهي. جُرو' پنهنجي مادريءَ جي مقابلي ۾ شڪار، قد و قامت توڙي طاقت ۾ گهٽ آهي. ڏسو 'جرو'.
زقوم: ٿوهَرَ. هي وڻ ڪڙو ۽ زهريلو ٿيندو آهي. هن نالي سان دوزخ ۾ به وڻ آهي، جنهن جو ميوو دوزخين جو کاڄ هوندو.
زڪريا: هڪ پيغمبر جو نالو، جو ڪافرن جي خوف کان وڻ جي پورَ ۾ لڪي ويو، ليڪن ڪافرن کيس ڏسي ورتو ۽ وڻ ۾ ڪرٽ وجهي، کيس شهيد ڪري وڌو.
زلف: وار، چڱ.
زنار: جٽيو. ڏسو 'جٽيو'.
زنديق: 'زند' زردشت جي ڪتاب جو نالو. 'ي' نسبتي. 'ڪ' تصغيري نشاني، باهه جو پوڄاري، آتش پرست.
زنگ: لوهه جي ڪٽَ، موريائڻ، دل جي ڪدورت، پيائي، تهسبو، ويرَ، بُغض.
زودون: جلدي، تڪڙو.
زهد: پرهيزگاري، خدا پرستي، تپشيا. ڏسو 'زاهد'.
زيل: دانهن، رڙِ، جوش، جذابو، ڏک.

## س

سَاٿُ: ٽولو، ساٿاري، سنگت، مدد.
ساٿِي: مددگار.
ساجِدُ: سجدي ڪرڻ وارو، سجدو ڪندڙ.
ساحِرُ: جادوگر، مَنترباز. مترادف 'ڪاهِن'.
سارَ: جاءِ، مڪان.
سارِقُ: چورَ.
سارَنگُ: هڪ راڳڻيءَ جو نالو، آسماني مانڊاڻ، جهڙ.
سارَنگِي: وڃائڻ جو هڪ ساز. ڏسو 'سارنگ'.
ساسَ: ساهَ، دَمِ.
سامَتَ: اِڏائي گهڙيون، ٿوري دير.
ساقِي: شراب پيارڻ وارو، مرشد.
ساکَ: پَت، اعتبار، عزت، مانَ.
ساگُ: سائِي ڀاڄيءَ جو قسم.
سالانَ: شالان، شالون، دوشالو، نفيس ڪپڙي جو قسم.
سالِڪُ: خدا جي راه تي هلڻ وارو فقير، ساڌو.
سالِمُ: پورو، ثابت.
سالُورَ: ويسَ وڳا، هار سينگار. ڏسو 'سالان'.
سامَ: پناه، اَجهو.
سامِي: سوامي، گرو، الله لوڪ.
سانَباهو: سَبت، تياري.
سانَبڻُ: سانڍڻ، هٿيڪو رکڻ.
سانگُ: سانگو، سبب، اتفاق.
سانگِي: سانگ وارو، سانگي يا اتفاق سان ايندڙ پرديسي، مسافر.
سانوَلُ: سانورو، محبوب.
سانوَڻُ: هندن جي هڪ مهيني جو نالو، برسات وارو مهينو.
سائِي: ساٿي، مددگار.

ساٿيهُ: ساڙيهه، وطن، رهڻ جو ملڪ.
ساهَڙُ: سهڻيءَ جو پيتار، پيارو، محبوب.
سائِرُ: سمنڊ.
سائِلُ: سوالي، سوال ڪندڙ، عرضدار.
سائُونَ: ڏتَ جو قسم. هن گاهه جي سَڪل سَنگَ مان سنهڙا داڻا ڪڍي، غريب ماڻهو پَٽَ ڪري کائيندا آهن.
سُبحانُ: خداوند پاڪ.
سُبحانِي: 'سُبحانِي مَا اَعَظَمَ شاني'. ڏسو 'بسطامي'.
سَبِيلَ: گهٽو، جام.
سَبَلُ: سَبَرَ، سگهارو، مضبوط.
سُڀاءُ: مزاج، عادت.
سِياڻُ: سِيان، سياڻي.
سَبِرُ: سگهارو، زور وارو.
سَتگُرُ: ڪامل مرشد، پُورَن گرو.
سَتارِي: پرده پوشي، عيب ڍڪڻ.
سِتَمُ: ظلم، ڏاڍَ.
سِتُونِي: جهٽَ.
سَپَ: نانگ.
سُپارَڻُ: سونپڻ.
سِپَرُ: ڍالَ.
سَپُورَنَ: مڪمل، پوريءَ طرح.
سَقُرو: سَقَلو، سَجايو، ڪارائتو.
سَجِڪاڻُ: ساوڪ، سرسبزي.
سُجُودُ: سجدو ڪرڻ.
سُڄاڻُ: خبردار، سياڻو.
سَجَرُ: تازو.
سَحَرُ: سج ايرڻ کان پهريون وقت.
سَدُ: آڙَ، روڪَ، اَٽڪ.
سُدِيرُ: هوش ڀر، سامت ڀر، هوشيار، خبردار.
سَرُ: تلاءُ.
سُرِتَ: هوش، خبرداري.

سَرَڙا: سَرَ، پَوڙا.
سَرسيريان: سَرسَ، وڌيڪ زياده.
سِري سِره الانبيان (قول):
منهنجو ۾ ان جو راز انسان آهي.
سَرفَرازِي: سَرَبلندي، وڏائي.
سُرڪَ: سُرڪي، چُڪي، ڍُڪَ.
سَرمَدُ: هڪ ڪامل فقير، جو پهريائين ايران کان ٺٽي (سنڌ) آيو، جتي آبيچند سوناري تي راض ٿيس. بعد ۾ دهليءَ ويو. اورنگزيب شرعي حڪم موجب قتل ڪرايو.
سُرمنڊَلُ: ساز جو هڪ قسم.
سُرَندو: ساز جو هڪ قسم.
سَرواڻُ: اوٺي، اڳواڻ، مهندار.
سَرواهِيو: ترار وهائيندڙ، ترار هلائيندڙ، پهلوان، بهادرَ.
سَرُوپُ: شڪل، صورت، آتما.
سُرُوپُ: سهڻو.
سَروپا: مٿي کان وٺي پيرن تائين، سڄو، پورو.
سَرِيجَڻُ: محبوب.
سَرِيرُ: بدن، جسم.
سَقِرا: سَقِلا، تمام چڱا، پَلا، سَنا، ڪارائتا.
سَسَو: گهٽو، گهيٽو.
سُڪَرُ: سَڪارَ، سَهانگائي، آرزاني. ضد 'ڏڪر'.
سَڪيلو: ترار.
سُڪَدِيسُ: آرام وارو هنڌ، سرسبز ملڪ.
سَگُ: ڪتو.
سَگُرُ: اوکي واٽ، رستو، راهه.
سَگهارو: طاقتور.
سُگهڙُ: لوڪ شاعر، داناءُ.
سَنگُ: پانهن، مائٽي.
سَگَرَ: ڪَنديءَ وڻ جون سگريون.

سَلَ: ٽنگ، سوراخ.
سَلَڻُ: ڏسڻ، ٻاسڻ، سچي ڪرڻ. ضد 'آلڻ'.
سَلهاڙَڻُ: ڳنڍي ڇڏڻ، ٻڌي ڇڏڻ.
سَمُ: سمان، برابر، سماپت، ختم.
سميع بصير: ٻڌندڙڏسندڙ.
سَمُون: وقت.
سُمير: ميرو پربت، هڪ جبل جو نالو.
سَناتَنِ: سناتن ڌرم وارن، مذهبي ماڻهو.
سَناسِي: تياڳي، تارڪ، چوٿين آشرم ۾ رهڻ وارو. چار آشرم:
1- بَرَهمچَرِيَہ = برهمچاري، اهو برهمڻ يا شاگرد، جو حياتيءَ جي پهرئين حصي ۾ (25 سالن تائين) ڪنوارو رهي، ويدن جي تعليم وٺي.
2- گرهَستت. گرهستي = گهربار وارو. اهو برهمڻ، جو علم پورو ڪري، حياتيءَ جي ٻئي دور ۾ اچي، شادي ڪري ۽ گهر جو وڏو ٿئي.
3- وانَ پَرَستَ. برهمڻ جي حياتيءَ جو ٽيون حصو، جڏهن هُو گهر ٻار تياڳ ڪري، جهنگلن ۾ وڃي رهي.
4- سَنياس. سنساري چيزن جو تياڳ. برهمڻ جي حياتيءَ جو چوٿون حصو، جنهن ۾ دنيا کي ترڪ ڪري.
سَنبَت: سَنيت، سانباهو، تياري.
سُنبُلَ: هڪ خوشبودار گاهه جو قسم. 'وارن' سان تشبيه ڏبي آهي.
سَنيَت: ڏسو 'سنبت'.

سَنجهو: سانجهي، شام.

سَنسڪارُ: ڪرم يا ڪريا، جنهن سان سَرير ۾ آتما شُدّ ٿي، آرٿ، ڪام، موڪش حاصل ڪجي، صاف يا پاڪ ڪرڻ جي ريت.

سَنسو: ڀرم، وَسوَسو.

سَنڪُ: نادَ، ڪوڏَ.

سَنگُ: پٿر.

سَنگرامُ: جنگ، جَدّ، لڙائي.

سَنگهارُ: ڏَنار، ڌَڻ وارو، مالدار، مالوارو،مارُو.

سنگهڻُ: واسَ وٺڻ، ڏَنگڻ.

سَنيهُ: عشق، نِينهَن، پريم.

سَنيهو: پيغام، پارانيو.

سَوايو: هڪ ۾ چوٿون حصو، وڌيڪ، گهڻو.

سُوڌا: سِڌا، ڇَڙَڪ قد.

سوراهُ: خيرپور ۾ هڪ ڳوٺ.

سُورِيهُ: سج.

سوزُ: ساڙو، جَلَ، پَچَ.

سُوفارَ: تير جي نوڪ، ڪمانَ جو گوشو.

سُولي: سُوري، ڦاسي.

سُوهو: ڳاڙهو.

سُهاڳُ: مڙس جو پيار. ضد 'ڏهاڳ'.

سَهانگو: سستو، ارزان. ضد 'مهانگو'.

سُهاءِ: وٽي، جڳاءِ، پَسند پوي.

سَهسين: هزارين.

سَهَلَ: سَوَلا، سهنجا، سَهَنج وارا.

سَهمناڪَ: خطرناڪ.

سُهمُون: ڇڙٻون، دڙڪا، طعنا، مهڻا.

سَهوَ: ڀُلَ، خطا.

سيباپو: لڳ لاڳاپو، تعلق.

سِياندو: ڊَپَ.

سيبُ: صوف.

سيرالله، سربالله، سرفي الله (قول صوفين جو): الله جَو سير، الله سان سير، الله جي راهه ۾ سير.

ستَلُ: مومل کي چاهيندڙ جو نالو.

سِيتي: سائڻ.

سيپارو: قرآن شريف جون ٽيهون حصو.

سيَجَ: پَلنگ تي وڇايل ريشمي وڇائو.

سَيفُ: ترار.

سَيلاني: سير ڪندڙ، گهمندڙ.

سيمابُ: پارو.

سيلائو: تير، ڀالو، برڇي، ڪاتَ.

سِيميا: ڪايا پَلٽ، اهو علم جنهن سان روح کي هڪ قالب مان ٻئي ۾ پَلٽي سگهجي.

سَيَنَ: صدا، سوال.

سينڌي: واقف، ڏيٺهي، واقفڪار.

سيٺاهُ: / سيٺايو: سِيٺهه وارو، سيٺِهه تي ترندڙ.

## ش

شاپو: پٽڪو، ماتم، اوسارو.

شاغلُ: ڪنهن ڪم ۾ مصروف.

شاڪو: پٽڪو، ماتم، اوسارو.

شانو: ڪُلهو.

شاني: شانَ وتان.

شاه عنايت: ڪلهوڙن جي عهد جو مشهور صوفي شخص، جنهن کي ڪيترائي مريد هئا، جهوڪ شريف جو وينل هو. سندس وڌندڙ فقيرانه طاقت کي ڏسي ڪلهوڙن جي حڪمران ميان يار محمد ڪلهوڙي کيس مارائي ڇڏيو.

شبلي: هڪ ڪامل وليءَ جو نالو.
شبهو: شڪ.
شَدادُ: هڪ مشهور ڪافر بادشاهه جو نالو جنهن 'بهشت اِرم' ٺهرايو هو ۽ پاڻ کي خدا سڏايو هو.
شَرحَ مُلاَّ: مَلانور الدين عبدالرحمان جاميءَ جو لکيل ڪتاب.
شَرعَي: شريعت وارو، خدا تعاليٰ جي راه راست تي هلڻ وارو.
شرڪَت: شريڪ ٿيل، مترادف 'اَنبازِي'.
شعُور: ڄاڻ، سمجهه، سياڻپ.
شَفقَت: مهرباني.
شَمسُ: شمس تَبريزي. 'تَبريز' جو وينل هو، تنهنڪري کيس تبريزي چوندا آهن. ملتان ۾ آيو ۽ پاڻ کي خدا سڏائڻ لڳو. ڪيترين اهڙيون ڳالهيون ڪيون جن تي وقت جي عالمن اعتراض ڪيو. 'قُم بِاذنِي' (اُٿ منهنجي حڪم سان) مُردن کي چيائين. نيٺ کيس موت جي سزا ملي.
شَملو: پڳ، دَستار، پَٽڪو.
شَمشير: ترار (جا شينهن جي پُڇ جهڙي آهي).
شوريدَه: پريشان حال، ديوانو، عاشق.
شُوڪارو: سيڪارو، سڏڪو، ٿڌو ساهه.
شيخي: وڏائي.
شِيرِين: بادشاهه خسرو پرويز جي زال، جنهن تي فرهاد (ڪوهه ڪن) عاشق هو. هوءَ آرمينيا جي رهاڪوهئي.

## ص

صَبُور: صبر ڪرڻ وارو.
صَحرا: ميدان، پَٽ.
صَحن: گهرَ جو آڳرَ، اڱڻ.
صَدا: آواز، سوال، عرض.
صَدَف: سِپَ.
صُراحِي: شراب جي گهگهي، پاڻي رکڻ جو ٿانءُ.
صَرِيحُ: خالص، سمورو، ظاهر.
صِفات: صفتون، تعريفون، گڻَ.
صَلَوات: نماز.
صُمُ: صُمُ بُڪمُ عُميُ فَهُم لايَرجِعُونَ. (قرآن)
ٻوڙا آهن، گونگا آهن، سو اُهي هاڻي رجوع نہ ڪندا.
صَمصامُ: تيز ترار.
صِنعانُ: هڪ مشهور بزرگ جو نالو. شيخ فريد الدين عطار جو مرشد هو. يهوديءَ جي ڌيءُ تي عاشق ٿيو، جنهنڪري هُن جا سوئر چارڻ لڳو. پوءِ ڇوڪريءَ جي پيءُ هن کي ڌيءُ ڏيئي ڪئي. شاديءَ جي ڏينهن، جڏهن سوئر جو ڪباب کائڻ تي هو تہ شيخ فريد الدين عطار سامهون نظر آيس. هڪدم عقل ٺيڪ ٿي ويس ۽ توبهہ تائب ٿيو.
صَنعَت: ڪاريگري.
صَنَمُ: بُت، معشوق.
صَوابُ: درست، سِڌو، سنئين واٽ. ضد 'خطا'.
صَيادُ: شڪاري.

## ض

ضَلالَت: گمراهي. ڏسو 'گمراهي'.

## ط

طاعَت: بندگي، عبادت.

طالِبُ: طلب ڪندڙ، جوينده، مريد، عاشق. صوفين جي نظر ۾ طالب ٽن قسمن جا آهن.

1- طالبَ الدنيا مؤنث.
دنيا جو طالب 'مادي' آهي.

2- طالبَ العقبيٰ مخنث.
آخرت جو طالب 'ڳدڙو' آهي.

3- طالبَ المولىٰ مذڪر.
مولا (خدا) جو طلب 'نر' آهي.

طالِعُ: نصيب.

طَباخي: بورچي، نانوائي، پيٽي، پيٽر، گهڻ ڪائو.

طَبل: دهل، رعب.

طُرا: ڪلنگيدار پٽڪا.

طَريقَت: تصوف جي ٻي منزل.

طَرِيلُ: خوبصورت، حسين.

طُرِيلُ: ڪلنگيءَ وارو، بادشاهه. ڏسو 'طره'.

طُريلا: مڙس، مرد. ڏسو 'طره'.

طُغيان: گهٽائي، جهجهائي.

طُفوليَت: طفلي، ٻاراڻي، ڇوڪراڻي.

طلسمات: جادو.

طُمطَراق: ڪر و فر، شان و شوڪت، تجمل.

طَناب: رسي، نوڙي.

طَواف: حج ۾ خانه ڪعبه جي چوڌاري ڦرڻ، پرڪرما.

طُورسينا: ڪوهه طور. ان جبل جو نالو، جنهن تي حضرت موسيٰ عليه السلام، خدا جو جلوو ڏٺو هو ۽ تجليءَ سان اهو پهاڙ سڙي ويو هو.

طُولُ: ڊيگهه، رضائي، گاديلي.

طُولانُ: شان، شوڪت، دٻدٻو.

طُومارُ: دفتر، ڪتاب.

## ظ

ظَنُ: گمانُ.

## ع

عارُ: لڄ، شرم، حيا.

عارِفُ: خداشناس، معرفت وارو.

عاصا: لٺ. حضرت موسيٰ عليه السلام جي 'لٺ' مشهور آهي، جا ستر گز ڊگهي هئي.

عالَمُ: جهانُ، مخلوقات.

عبارَت: بيانُ.

عَباسي: گلِ عباسُ، جنهن جو رنگ ڳاڙهسرو ٿيندو آهي.

عتابُ: ڏوراپو، ملامت.

عَدَمُ: نيستي، نابودي. ضد 'موجود'.

عَذرا: وامق جي معشوقا جو نالو. ڏسو 'وامق'.

عَرضُ: نائون آسمان، تخت.

عرفت ربي بربي (حضرت علي جو قول)
رب کي، رب جي وسيلي سڃاتم.

عَريضو: خط

عُزا: بُتَ جو نالو، جنهن جي عرب پوڄا ڪندا هئا. مگر هيءَ ڪا مورتي نه هئي، پر هڪ 'وڻ' هو، جنهن جي پرسان پوڄارين هڪ مڪان اڏيو هو. رسول الله ﷺ، خالد بن وليد کي موڪليو، ان مڪان کي ڊهرايو ۽ وڻ کي باهه ڏياري ڇڏي.

عشوهَ: ناز، نخرو.
عشق نعرا احترق (قول):
عشق باهہ آهي جيڪا سازي ٿي.
عَطارُ: فريد الدين عطار 513هہ مطابق 1119ع ۾ نيشاپور ۾ ڄائو. سندس والد حضرت محمد ابراهيم مشهور تاجر هو. عطار ننڍپڻ کان يتيم ٿي ويو. سندس اصل نالو 'محمد' هو، مگر فريدالدين جي لقب ۽ عطر فروشيءَ جي ڪري، 'شيخ عطار' مشهور ٿيو. تقريباً چاليهن ڪتابن جو مصنف آهي، جي طريقت، ادب، اخلاق، حڪمت ۽ تصوف جي موضوعن تي مشتمل آهن. ڏسو 'صنعان'.
عَطائِي: بخشش، گهرندڙ سوالي، فقير، مَنگتو.
عُقبيٰ: آخرت، قيامت، پَرلوڪَ.
عَليلُ: بيمار، مريض، ڪمزور، ڏٻرو.
عَنَبيرُ: آسماني رنگ جو ڪپڙو.
عَهدَ: انجام، وعدو، ٻول، اقرار.
عَينان: اکيون، نيڻَ.
عينها باڪية وَقلوُ بها ذاڪرة (قول)
ان جي رک رئندڙ ۽ دل فڪر ڪندڙ آهي.
عينها تنام وَلاتنامَ قلوبها (قول)
ان جي اک ننڊ ڪندي آهي ۽ دل روئندي اٿس.
عِيسيٰ: حضرت عيسيٰ عليه السلام.

## غ

غابُ: ٿالهَہ، طِشت.
غازِي: قاتل، ڪُفار، خدا جي راهہ ۾ لڙڻوارو.
غُبارُ: لڙاٽ، ڌنڌ، اُوندهہ.
غَرقِي: غَرق، ٻڏل.
غُفاَ: ڇَر، جبل اندر جاءِ.
غلافُ: پوش، ڍَڪَ.
غَذمزو: اکين جو اشارو.
غوطو: گهوتو، ٽٻـي.
غولُ: ديوَ، جِن.

## ف

فَاذڪروني:فَذڪَرُونِي اَذ ڪَرڪَم. (قرآن)
ياد ڪريو مون ڪي تہ ياد
فانڙيُون: ڪريان اوهان ڪي.
فانِي: ڦالون، ڦارُون.
فائَق: فنا ٿيندڙ، واصل باالله.
فوقيت رکڻوارو، مٿاهون، الله تعاليٰ.
فأينَمَاتُولوا (القرآن)
پوءِ ڪاڏي بہ منهن ڪريو.
فُتورُ: خرابي.
فَراخِي: ڪشادگي.
فَرارَ: وڏو ياڇوڪڙ.
فراسَت: دانائي،تيزفهمي.
فَراشُونَ: فراسيون، گلم، غاليچا.
فراقُ: وڇوڙو، جدائي. ضد 'وصال'.
فَردا: سڀاڻي.
فَرزانَگِي: عقلمندي، دانائي، ڏاهپ.
فَرسَنگُ: ٽن ميلن جو فاصلو.
فِرعونُ: حضرت موسيٰ جي زماني ۾ مصر جي بادشاهہ جو لقب. ڪل ايڪٽيهہ فرعون ٿي گذريا آهن. حضرت موسيٰ جي وقت ۾ ايڪيهون فرعون هو.

فِرَنگِي: يورپ ملڪ جو ماڻهو.
فُروعِي: مصنوعي، هٿراڊو، ڪُوڙو.
فَقرُ: مفلسي، محتاجي.
فرهادُ: شيرين جي عاشق جو نالو. هن جو پيشو سنگتراشي هو.
فعال لمايُريد (القرآن) جيئن گهري، تيئن ڪندڙ آهي.
فَلَڪَ: آسمان، پرواهہ.
فلڪ: فراق، جدائي، ويڇوڙو.
فَنا: ناس.
فَوقُ: مٿي، مٿاهون. ضد 'تحت'.
فَهمُ: دانائي، عقل، سمجهہ.
فيلُ: هاٿي.
فِي الحالُ: فوراً، ترت، هِن وقت.

ڦ

ڦاٽَ: ڦاٽا، وَسيا (ڪڪر).
ڦارَ: ڦال، سگڻ، شگون، سوڻ.
ڦٽَ: ڦٽل ڪَمرَ، ڪَمرَ جي ڪَٽِڻ.
ڦٽڪ: اَٽڪ، روڪ، رڪاوٽ.
ڦڙڪڻُ: لرزڻ، ٿڙڪڻ، هوا ۾ هيڏي هوڏي ٿيڻ.
ڦڪلُ: اَٽڪل، حرفت، رمز، فڪر.
ڦليلَ: گلن جو تيل.
ڦندُ: دوکو، ٺڳي.
ڦوڙائو: فراق، ويڇوڙو، جدائي.
ڦوڳُ: ٻوٽي جو قسم، جنهن ۾ اڇا سَرها گل ٿيندا آهن.

ق

قارِي: قرآن شريف جي حرفن کي مخارج ۽ صفات سان پڙهڻ وارو.

قاضِي: انصاف ڪرڻ وارو، حڪم ڪرڻ وارو.
قافُ: جبل جو نالو.
قالَ: ظاهري حالت.
قبلو: ڪعبو، اهو طرف، جنهن ڏانهن مُنهن ڪري نماز پڙهندا آهن.
قُبورُ: قبرون، مَزارون، تربتون.
قَتالُ: خوني.
قَتيلُ: ڪُٺل، قتل ٿيل.
قُدَسي: پاڪ.
قُدُوري: مذهبي ڪتاب جو نالو (فقہ جو ڪتاب).
قُربُ: نزديڪي، ويجهڙائي. ضد 'بُعد'.
قَزاقُ: ڦورو، لٽيرو، رهزن.
قَطُ: وِڇ، چير، ڦوٽ، فراق، ويڇوڙو.
قَطرو: پاڻيءَ جي بُوند، ڦڙو.
قَلبُ: دل.
قُلزَمُ: سمنڊ.
قُلُ ڪُل من عندالله (القرآن) چؤ تہ سڀ ڪجهہ الله طرفان آهي.
قَلندَرُ: روحانيت وارو فقير، آزاد رند.
قَلوبُ: ڏسو 'قلب'.
قَنات: اهو ڪپڙي جو پردو، جو تنبوءَ جي چئني طرفن کان هجي.
قنديلُ: فانوسَ ڏياتي.
قَورما: پڪل گوشت.
قَوسَ قُزحَ: اِنڊلٺ.
قَولُ: وعدو، اقرار، انجام.
قَيدُالماءِ: قسمت، تقدير.
قَيدُالماءِ اَشَدَ مِنَ قَيد الحَديد. (عربي چوڻي)
پاڻيءَ جو قيد لوهہ جي قيد کان بہ زياده سخت آهي.
قِيلَ قالَ: ڳالهہ ٻولهہ، گفتگو.

# ڪ

ڪاپڙي: فقيرن جو قسم، زاهد، جوڳي، تپشي.
ڪاڄُ: ڪم.
ڪارِنَ: ڪرائين.
ڪارنهن: ڪاراڻ، چٽو، داغ.
ڪارُونَ: پڪارون، دانهون، نيزاريون.
ڪارُونيارَ: ڪارنهن، اونداهي، ڳوڙهو.
ڪاريا: ڪيا، پورا ڪيا.
ڪاريهَرُ: نانگ جو قسم.
ڪاسِي: | ڪاشِي: بنارس شهر. هي شهر هندن جو پاڪ آستان آهي، جتي زيارت لاءِ ويندا آهن.
ڪاڪ: نئين ۾ شهر جو نالو (جيسلمير ۾).
ڪافِرُ: بيدِينَ، جو الله کي نہ مڃي.
ڪافيہَ: علم النحو جو هڪ ڪتاب.
ڪالَ: ڪالهہ، ڪلهہ.
ڪالورا: لوڙهہ. ڪوٺيءَ جي پاڙ ۾ ٿيندا
ڪالوڙا: آهن. غريب ماڻهو پاٽيءَ ۾ رڌي ڪائيندا آهن.
ڪامل: پورو. ضد 'ناقص'.
ڪامڻِ: ڪامڻي، عورت.
ڪانَ: ڪاني، تيرَ.
ڪانڊُ: ڪانتَ، مڙس، پَتي، وَرَ.
ڪانسي: ڏسو 'ڪاسي'.
ڪانگڙو: ڪانگڙ، ڪانو، سازين (آن) جو قسم.
ڪانگو: ڪانگ، ڪانءُ، قاصد.
ڪانگهاري: پاچاتي مينهن يا ڳئون (ڪير ڏيڻ ۾).
ڪاني: ڏسو 'ڪانَ'.
ڪاهِلَ: سست، آرسي، ڍرو، نڪمٽو.
ڪائو: شيشو
ڪَبِيرُ: بزرگ، وڏو، ڪبيرو، وڏو گناهہ.

ڪتابَتَ: لکت، خط.
ڪُتڪو: ٿلهو ڏنڊو.
ڪَٽُ: ميڙ، ولَر.
ڪٽوري: پيالي.
ڪٽيان: مينهن جو قسم، جنهن جو
ڪَپارُ: رنگ پورڙو ٿيندو آهي.
ڪَپورُ: ڪاپارَ، ڪوپري، ڪوپري. ڪافور.
ڪَثرتَ: گهڻائي، تمام موجودات سواءِ خدا جي.
ڪَڄُ: ڏنگو، ورملَ.
ڪَج ڪُلاهيان: بي پرواهہ بادشاهہ.
ڪَجَلُ: ڏيئي جو قلو، جو سرميءَ جو ڪم ڏئي.
ڪَجليان: ڪجل واريون (اکيون). ڏسو 'ڪجل'.
ڪُڌَنُ: ڪيڏڻ، خوشي ڪرڻ.
ڪُرا: گهوڙا.
ڪَرارُ: زور وارو، بار بار حملي ڪرڻ وارو. لقب حضرت علي رضي الله عنه.
ڪَراماتي: ڪَرامت ڏيکارڻ وارا، بزرگي ڏيکارڻ وارا، ڪرشمون ڏيکارڻ وارا.
ڪَردارُ: ڦٽدار، خطرناڪ نانگ.
ڪَرِڙُ: وڻ جو قسم، جنهن جي ڦرَ کي 'ڏيلها' چوندا آهن.
ڪَرڙا: سخت، پوائتا، خوفناڪ.
ڪرشنُ: شيام، شري ڪرشڻ جي.
ڪَرگلَ: ڳوڙ، هَل.
ڪُرنِشَ: ڪَرمش، تعظيم، آداب، نياز، سلام، عاجزي.
ڪُڙمُ: ڪٽنب، ڪُل، خاندان.
ڪَڙو: ڪَوڙو، تلخ.
ڪُڙهہ: طنبيلو، گهوڙن جي بيهڻ جي جاءِ، وٿاڻ.

ڪَڙَهڻُ: ٿهڪڻ، لَچڪڻ، اُبرڻ، جوش ڪائڻ.
ڪُڙهي: مڇي مارڻ جو اوزار.
ڪُڙي: چوڪري.
ڪَسبي: هنر وارو، ڌنڌي وارو.
ڪسريٰ: نوشيروان بادشاه جو لقب.
ڪَسوٽي: سونَ پرکڻ جو پٿر، آزمايش.
ڪَسي: واهي، نالي.
ڪَش: ڇڪيل، ساهيَلَ.
ڪشتو: فقيراڻو ٿانءُ، جنهن ۾ پنَ وجهن.
ڪَشتي: ٻيڙي.
ڪَشفَ: ظاهر ٿيڻ، کولڻ، پردو پري ڪرڻ، اندر جو سوجهرو، صوفين جي هڪ منزل.
صوفين جي قول موجب 'ڪَشف' ٽن قسمن جا آهن.
1- ڪشف قلوب. دل جي خبر پوڻ.
2- ڪشف قبور. قبر جي خبر پوڻ يا جيڪي ڪجهه زمين اندر آهي.
3- ڪشف علوم. عالمِ الاهي يعني غيب جي خبر پوڻ.
ڪَشڪول: ڪَرمنڊل، پنڻ جو پيالو.
ڪشورُ: مُلڪ، ولايت، آقليم.
ڪَعبو: بيت الله.
ڪَفني: لاش کي پهرائڻ جو ڪپڙو، فُقراءِ جي پائڻ جو ڪپڙو، فقيراڻو چولو.
ڪَڪوريلُ: سرخ رنگ وارو، خُماري.
ڪَڪُ: نانگ، سَپَ.
ڪَلَ: طلسم جادو، حڪمتي جوڙ، هُنر.
ڪَلَ: خبر، سُڌ.
ڪُلَ: سڀ. ضد 'جزو'.
ڪلُ يَوم هُوَ في شَانِ (القرآن)
هر ڏينهنَ اهو شان ۾ آهي.
ڪَلا: جوتِ، ڏيا، روشني، هنر، سُونهَن.

ڪَلابات: چمڪيدار ڏاڳا.
ڪَلالي: شراب وارو.
ڪُلالي: بيوفائي، نڳي، ڪنجوسائي.
ڪَلتارُ: خدا، ڀڳوان، ايشور.
ڪَلدارُ: هنر وارو، سياڻو، ڏاهو، هوشيار، ڪاريگر.
ڪَلسَ: مڇيءَ جو قسم.
ڪُلُ شَيءِ: 1. ڪَل شيءِ ناطِق باالحق.
(قول الفقراءِ)
جيڪا چيز ڳالهائي، سا اهو الله آهي.
2. ڪَل شِيءِ يَرجعَ اِليٰ اَصلعه.
(عربي چوٽي)
سڀ ڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي.
3. ڪَل شَيءِ هُوَالله. (قول الفقراءِ).
سڀڪا شيءِ پاڻ الله آهي.
ڪُلفَتَ: ڪَدورت، اٽڀَت، دشمني.
ڪَلنگي: طرو، شاهي نشاني، تاج.
ڪَلوَنت: گويو، مُطرب، ڳائڻو.
ڪُمَ: ڪُوٽيءَ جو ميوو، ڪوٽيءَ جي پاڙ ۾ 'لوڙهہ' ۽ نڙيءَ جي چوٽيءَ ۾ 'ڪم' ٿيندو آهي.
ڪَما شُون: گهٽتيايون.
ڪمامُ: ڪم، ڪاروبار.
ڪَمانَ: سڱ، وَريل، ڏنگا.
ڪُمَڪَ: مدد.
ڪَملا: چَريو.
ڪُن فَيڪُون: ڪُن فَيڪُون. (قرآن)
ٿيءُ، پوءِ (ائين) ٿي پيو.
ڪَنَ ڦاڙَ: جوڳين جو قسم.
ڪَنَ ڪَٽَ: جوڳين جو قسم.
ڪُندَنَ: سونَ.
ڪُنبَلُ: جوڳين جي ڪَنَ جو والو، خمدار.
ڪُنڍَ: ڪُنڍا، وريل، خمدار، ڏسو 'ڪَنبل'.

ڪَنڊِي: هارَ.
ڪَنز: ديني فقہ جو ڪتاب.
ڪَنسُ: مٿرا جي هڪ راجا جو نالو، جو شري ڪرشن جو ماموءِ جاني دشمن هو. نيٺ شري ڪرشڻ جي سندس انت آندو.
ڪَنعانُ: حضرت يوسف جي وطن جو نالو.
ڪُنگرا: عمارتن ۽ قلعي جي پٽين جي مٿان ڪَنائيءَ وارا طاق.
ڪَنگالُ: سڃو، مفلس، غريب.
ڪَنوَلُ: پِبَڻِ جو گل، ڪنول جو گل، نيلوفر.
ڪَنيزَڪَ: ٻانهڙي، گولڙي.
ڪنٽڪان: وڏائون، رنون زالون.
ڪُٽڪَڻُ: ڪِنجهڻ.
ڪوتَهہ: ننڍو.
ڪُوپو: پهلوان، بهادر.
ڪوجهي: ڪِني، بدشڪل.
ڪوڏَ: خوشي، هيج، شوق.
ڪُورَ: واهہ.
ڪُوڙهہ: چِٽَ.
ڪوڙين: ڪروڙين، بيشمار.
ڪوڪَرَ: سَڪل پيرون، ڪابہ سَڪل شيءِ.
ڪولُ: پرسان، ويجهو، نزديڪ، ڳَڌ.
ڪَونتَلُ: گهوڙو.
ڪُونجَ: پکيءَ جو قسم.
ڪَونڌَڻُ: سَسائڻ، ڦيرائڻ، پري ڪرڻ.
ڪُوٽِي: اها نَڙي، جنهن جي چوٽيءَ تي 'ڪَر' ٺٺي ۽ پڙ ۾ 'لوڙهہ'. ڏسو 'لوڙهہ'
ڪُويلَ: اَويل، اوير، دير، بي وقتو.
ڪُهدانَ: جبل ئي جبل، جبل جو پند.
ڪوهِہ قافُ: هڪ جبل جو نالو.
ڪَيبَر: خنجر، ڪٽارِي.
ڪَيفُ: خمار، نَشو.
ڪيمخابُ: ريشمي ڪپڙي جو قسم.
ڪِينو: وير، دشمني، عداوت.
ڪِينڻِ: ڪاڏي، ڪيڏانهن، ڪٿي.

ڪ

ڪاڄُ: ڪانڄ، ڪمينو، نيچ، خراب.
ڪامڻُ: سڙڻ، جَلڻ.
ڪاٺڻُ: ڏسڻ 'ڪامڻ'.
ڪاٺرَ: ڏسو 'ٻانورَ'.
ڪاهوڙِي: ڏٿَ ڳوليندڙ. ڪاهوڙي جهنگ مان ڏٿ بہ ڳوليندا آهن ۽ چِڀن ۾ نانگ ڪٺي، در در بيک بہ گهرندا آهن. هي ڏاڍا اورچ
ڪُتابِي: ماٺهو آهن.
ڪَٿُورِي: شاگرد، طالب العلم.
ڪستُوري، خوشبوءِ، مُشڪ، نافِ آهو.
ڪَٿِي: لوٺيءَ جو قسم.
ڪَپَڙتالَ: مونجهارو، مصيبت.
ڪَرِيُون: سُٺيون (ڪير ڏيڻ جون)، پَليُون، خاشيُون.
ڪَڙَڻُ: تَهَڻ، پچي وڃڻ.
ڪَلو: پادر، موچڙو.
ڪَلِي: پخال، اوئي، ڪَوندِي، سانداري، مشڪ.
ڪُنٻِي: ڏٿَ جو قسم، غريب ماٺهو تري يا رنڌي ڪائيندا آهن.
ڪُورو: ٻاهہ، وڏو مچ، ٻَٽِي.
ڪَهہ: ڪيهَ، مِٽِي، پَٽِي، دَزَ، ڌُوڙِ.
ڪَهَہ: ڪوهہ.
ڪُهنبو: ڪَسَبو، ريٽي ڪپڙي جو قسم.
ڪَٺڻُ: ڪاٺڻ.
ڪِيانَ: ڪاوان. ڏسو 'ڪَٺڻ'.

کيتُ: کيتي، ٻني، زمين.
کيجَ: خوشيون.
کيِرو: آڻ پڪل سنگ.
کيڙو: هڪ ذات، 'هير' جو عاشق.
کيىءَ: خوشي، خير عافيت.
کيِٽو: ڪاٺو. ڏسو 'ڪٺڻ'.

## گ

گاجَ: گجگوڙ.
گاروڙِي: ماندي، ماندو، جوڳي، ڪاريگر.
گامَ: وک، تورَ قدم.
گاندَر: گندرو، مهاڻن جي هڪ ذات.
گانگتُ: مڇيءَ جو قسم.
گاءُ: وڏائي، هَٺ، تَڪبر، ايمان.
گائُون: ڳوٺ.
گَبر: آتش پرست، باهه جو پوڄاري، مترادف. 'مغ'.
گُداز: ڳاراٽو، جهوري.
گداگر: فقير، پينو.
گُدي: لَغڙي.
گُرُ: گرو، مرشد. ضد 'چيلو'.
گران: مهانگو. ضد 'ارزان'.
گَردَ: مٽي، ڌوڙ.
گردَنُ: ڳچي، ڳاٽو.
گرڙ: پکين جو راجا، وڏو پکي، گرڙپکَ.
گرگاٽ: گهرڙاٽ، گوڙ، گجڪار.
گُرگمُ: گروءَ جي ڏنل ڄاڻ، سمجهه.
گُرمکُ: سکَ، چيلو، مريد، گروءَ جي وچنَن تي هلندڙ.
گرنارُ: جهونا ڳڙهه ۾ هڪ جبل تي قلعو.
گِرَنتُ: هندن جو ڌرمي پستڪ، جنهن جو رَچيندڙ گرونانڪ صاحب آهي.
گرو: ميرو، مَرهاٺو، مٽيءَ هاڻو.
گُزاف: ٻٽاڪ، ڊاڙ.

گُسائين: گوسائين، سنياسي، ساڌو.
گُفتار: گفتگو، ڳالهه ٻولهه.
گل: مٽي.
گُلاَ: ولَر، هجومَ، ميڙ.
گلي: گهٽي.
گُماشتو: ڪمر ڪندڙ، ٻَلاوٽو.
گُمراهي: لامذهبي، ڪَج رَوي.
گنگا: هندن جي پاڪ ندي، جا هندستان ۾ آهي.
گنوائڻُ: گم ڪرڻ، وڃائڻ.
گُنيرُ: گڻوان، ڀَهڳڻ، گهڻين خوبين جو مالڪ، رَجَ چڱو ماڻهو.
گواهِي: شاهدي.
گوجِ: نانگ جي شڪل جهڙي مڇي.
گود: جهولي.
گوداوري: دکن هندستان ۾ هڪ ندي، جتي ٻارهين ٻارهين سال ياتري گڏ ٿيندا آهن.
گودڙي: دَلق، فقيراڻي پوشاڪ.
گودڙيو: گودڙيءَ وارو، فقيرن جو قسم، جوڳي.
گور: قبر.
گوسالو: ڳهيلو، بيوقوف.
گوشُ: ڪَن.
گوشائتو: ڪَنڊائتو، اڪيلائيءَ ۾ رهندڙ.
گوش نَشيني: اڪيلائيءَ ۾ ويهڻ.
گوگا: گوگا پير. هڪ روايت مطابق، هُو ذات جو چوهاڻ راجپوت هو ۽ بيڪانير جي راجگڙهه تعلقي جي اوڙيرا ڳوٺ ۾ ڄائو. ماءُ پيءُ کان ڪاوڙجي وڃي جوڳي ٿيو. چون ٿا تہ مسلمان ٿيو. مسلمان ٿيندي ئي، واٽ ويندي، گهوڙي ۽ هٿيارن سميت توهر نالي ۾ ڌرتيءَ ۾ هليو ويو. اُتي سندس قبر موجود آهي، بدي مهيني جي 8-9 تاريخ اُتي ميلو لڳندو آهي.

گولاڙو: وَلِ جو قسم، جا ڳاڙهي رنگ جو گول ميوو ڪندي آهي.

گُندرُ: غم، ڳڻتي، فڪرات.

گُونهِي: بُزدل، لَغور.

گوءِ: ڪينهون، هَدڙي، بالَ، شَرطَ.

گُويا: چوندڙ، ناطق.

گويائِي: گفتگو.

گيات: ڄاڻ، پوجهہ، سمجهہ.

گيانُ: علم، ڄاڻ. ڏسو 'گيات'.

گيتا: هندن جو هڪ پَوتر ڌرمي پستڪ.

گيجَ: ڳالهين جي ڳهاٿائي، مَڃا، ڳالهين جي ماچ.

گِيرَبُ: وڏائي، هٺ، آيمانَ، مغروري. ڏسو 'گاءُ'.

گيهِي: گهر وار، اصل گهر وارا فقير.

## ڳ

ڳاٽُ: ڳاٽو، ڳچي، گردن.

ڳاني: هارَ، ڳهڻو، زيور.

ڳاراٽو: جهوري. ڏسو 'ڳرڻ'.

ڳارو: ڪپڙي ٽڪرَ.

ڳجهاندرُ: تمام ڳوڙهو، ڳوڙهو ڳجهہ، اونهو راز، ڳوڙهي مامَ.

ڳرڻ: جهڙڻ.

ڳرهڻُ: چوڻ، بيان ڪرڻ، اورڻ، سلڻ.

ڳڙهُ: ڪوٽَ، قلعو.

ڳنوارُ: ڏنارَ.

ڳڻُ: احسان، خوبي.

ڳوڙهو: متيءَ جو ڳليلو.

ڳوڙهو: مخفي، ڳجهو.

ڳهلو: ڳهيلو، ڀاڳل، بيوقوف.

ڳهڻُ: ڳمڻَ، هڄڻَ، هلاڪ ٿيڻ.

ڳيو: ويو.

## گھہ

گهاٽُ: گهاءُ، زخم.

گهاٽُ: رستو، واٽَ.

گهارِي: جدائي.

گهاءُ: زخم، چاڪ، چير.

گهٽُ: دِل.

گهرَ ڏِياٿي: گهر مالڪياٿي، گهر ڌياٿي.

گنگهرُ: پريشاني، مونجهارو.

گهل: فوج، ڪٽڪ.

گهنگهورَ: ڳجگوڙ، ڪاچ.

گهورِڻ: ڳولڻ، تلاش ڪرڻ، صدقو ڪرڻ، سر مٿان گهورڻ.

گهوما: گهومو، گهمندڙ.

گهُونگهٽُ: نقاب، پردو، ڀَڪِلِ.

## ل

لا: نہ، نَفِي، نيستي.

ڪلمي جا ٽي جُز آهن:

1. لااِلاہَ. ناهي ڪو اِلاهہ (معبود).
2. اِلا الله. الاَّ الله. سواءِ الله جي
3. مُحمد الَرسول الله

محمد رسول ﷺ الله جو رسول يا پيغام رسائيندڙ آهي.

پهرئين جزي کي 'نفي' ۽ ٻئي کي 'اِثبات' چوندا آهن.

لاتَ: هڪ بُتَ، جو ڪعبي ۾ هو. حضرت شعيب جي قوم ان جي پرستش ڪندي هئي. ڏسو 'منات'.

لاتَقنَطُوا: لاتَقنَطُوا مِن الرّحمةِ الله.(قرآن) خدا جي رحمت کان نااميد نہ ٿيو.

لاحَد: جنهن کي حد نہ هجي، بي آنت.

لاخَير: لاخَير فِي عَبدِي. (قول). پانهپ ۾ خير ڪونهي.

لاڏُ: پيار، آنگل، آرو.

لاڏڪيُون: / لاڏيون: لاڏ ڪندڙ، پياريون. ڏسو 'لاڏ'.

لاسَيف: لافَتيٰ اِلا علي لاسَيف الاذوالفقار. ڪوئي بهادر ناهي سواءِ علي رضہ جي ۽ ڪائي تلوار ناهي سواءِ ذوالفقار جي.

لاشَڪ: بنان شڪ، بيشڪ، يقيني.

لاشُون: ڏسو 'راشي'.

لافَ: لاف، ڊاڙ، ٻَتاڪَ.

لاڪو: لاڪو پير، خواجہ خضر. ڏسو 'لاڪئيو'.

لاڪيِئو: لکن جهڙو، لکي، خوبصورت.

لاڪيٽي: لاڪ، رتل لوئي، ڳاڙهي لوئي.

لاڳُ: انعام، بخشش.

لامَ: ٽاري، شاخ.

لامَقصُودَ: لامَقصُودَ فِي الدارِينِ اِلاّهُوَ. (قول الفقراءِ) ناهي مقصد ٻنهي جهانن ۾ (انهن جو) ان (خدا) کان سواءِ.

لامَڪانُ: خدا جو مقام، عالم قدس، عالمِ الاهي.

لامَوجُود: لامَوجُودَ اِلاّ الله (قول الفقراءِ) الله کان سواءِ ڪابہ شيءِ موجود نہ آهي.

لانگوٽي: لنگوٽي، لنگوٽو.

لاٽو: ٻوٽي جو قسم، جو اُٺ جو پسنديده کاڄ آهي.

لاهُوتُ: عالم ذات الاهي (جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو)، صوفين جي آخرين منزل.

لاوان: لائون، گهوٽ ۽ ڪنوار جا سَتَ ڦيرا مَٽا ميڙَ.

لايَحتاجُ: غير محتاج.

لايَزالُ: بي زوال، هميشه. (خدا جي صفت لاءِ).

لَتَرُ: ٻادر، موچڙو، ڪلو.

لَتَڪَ: لٽ، ڪاڪُل، گهنڊيدار وار.

لُٽيرو: ڦورو، رهزن.

لَپي: مڇيءَ مٿان کَگَ.

لَڄ: حيا، شرم.

لَحظو: پَل، پَلڪ، دَم، ٿورڙي ويرمَ.

لَحمُ: گوشت، ماهَہ، ماسَ.

لَحمُونَ دَمُونَ، (حديث ڏانهن اشارو). تنهنجو گوشت منهنجو گوشت ۽ تنهنجو رت منهنجو رت آهي.

لُڙڪَ: ڳوڙها، هنجُون.

لَڙهَہ: مالها، هارَ، قطار.

لَطيفا: نيڪ ڳالهہ، نيڪ اهڃاڻ (تصوف ۾). لطيفا ڇهہ آهن، جي سالڪ کي حاصل ڪرڻ گهرجن:
1- نفسي 2- قَلبي 3- روحِي
4- سِري 5- خَفي 6- اَخفِي.

لَڪُ: جبل جو رستو.

لَڪَ: خبر، سڌ.

لَکَ لُٽَ: لَکَ لٽائيندڙ، پيسن جي ريلَ چيلَ ڪندڙ، هَٿَ ڦاڙَ.

لڪيو: ليڪ، هٿي قسمت جو انگ

لَلاَ: ڪنڌي يا اوڏَر وارڻ يا ڇڪو ڪرڻ جي نشاني، منڌ يٽڙو، ماندائي.

لِلڪار: مقابلي جو سڏ، پڪار.

لمڪن: لَڙڪن.

لنءُ: عشق، پيار، محبت.

لوٺي: بيشرم، واهيات، بي هودي، رولو.

لوح: لوح محفوظ اها عرش تي رکيل محفوظ پٽي، جنهن تي الله تعالي (مسلمانن جي عقيدي موجب)، جيڪي ٿيو، ٿئي پيو ۽ ٿيندو، سو لکي ڇڏيو آهي.

لوري: گهٽ ذات واري.

لوڙ: کهرج، ضرورت.
لوڙا: نڙ، گوڙ، هَل.
لوڙهه: ڪَم جي پاڙ جو ميوو، ڪيرولي لوڙه.
لوڪُ: جهانَ، سنسار، ماڻهو.
لوڪشفَ الغطاء مَازدت يَقيناً (حضرت علي جو قول)
جيڪڏهن پردن کي کولي به منهنجي يقين ۾ ڪو واڌارو نه ايندو.
لُولُ: لولا، واهيات، چريا.
لَولاڪَ: لَولاڪَ لَما خَلَقتَ الآفلاک (حديث صوفين وٽ)
جيڪڏهن تون نه هجين ها (ته اهي محمد ﷺ) نه پيدا ڪيان ها جهانن کي.
لُونءُ: } وار، رڳ.
لُنءُ: }
لُوهن: ساڙن، جلائڻ.
لُوهاٽو: ميچي ماريندڙ.
لوهُو: خونَ، رتَ.
لوءِ: مڪان، جان، ڳوٺ، جهانَ.
لَئو: لَئي جو وڏو وڻ.
ليڙو: آٽ.
ليڙون: ريڙون، ڦاٽل ڪپڙا.
لَيسَ: لَيسَ فِي جُبَهٖ ماسو الله قول (جنيد)
منهنجي جُبي ۾، الله کان سواءِ ٻيو ڪي ڪين آهي.
لَيليٰ: عرب ملڪ جي هڪ عورت جو نالو، جنهن تي قيس عامري عرف مجنون عاشق هو. ليليٰ 'حَي' قبلي مان هئي ۽ مجنون 'عامر' قبيلي مان هو.
لِيڙَ: ريڙ، ڦاٽل ڪپڙو، مسڪيني حال.
لِيهه: شرم، حيا.

## م

مادَر: ماءُ.
مارڳُ: رستو.
مارو: ٽري، مسڪين، مالدار.
مارِيتُ: مَارَيتَ شيئاً اِلاَ وَرَيتَ الله فيه (بزرگن جو قول)
جنهن شيءِ کي ڏٺم ته ان ۾ الله کي ڏٺم.
ماڙَ: مدد، مهرباني، ڀلائي.
ماڙيچي: ٽَريلي، ٽر جي رهاڪو.
ماسُ: ماهَ، گوشت.
مافو: ڏولي، پالڪي.
ماڪَ: ماٽَ، ٽيڙَ، شبنم.
ماڳُ: هنڌ، جاءِ، مڪان، مارڳ.
ماڳهين: مُور، اصلي، پٽيءَ، هرگز.
مالڪَوسُ: هڪ راڳ جو نالو.
مالها: تَسبِيحَ، سمرٽي.
مامَ: ڳجهه، رمز، اشارو.
مامرو: معاملو، ڪم، ڳالهه.
مانجهي: بهادر، پهلوان، سورهيه.
مانديَ: پريشان، عاجز.
مانديَ: مَنڊُ هٽندڙ، جادوگر.
ماڻُ: ماپو، تورو.
ماڻڪُ: رَتَنَ، لعل.
ماهي: چنڊ جهڙو، سهڻو.
ماهي: مينهون چاريندڙ، ڌنارَ، ميهارَ.
مَتارو: مَتلَ، رتوبت وارو، خوش.
مُترڪو: لوهار جو هٿوڙو.
مَتيرُ: سردار، اڳواڻ، بهادر، پهلوان.
مَحرَمُ: واقف.
مَجازي: غيراصلي، غيرحقيقي، ضد 'حقيقي'.
مَجذُوبُ: (مَجذوب، 'جذب' جو اسم مفعول)، خدا جي محبت ۾ غرق.

مَجنُون: ليليٰ جي عاشق جو نالو. ڏسو 'ليليٰ'.
مَجِرَ: ڪَنڌيءَ جو ٻورَ، سگريون.
مُحاصرو: گهيرو.
مُحتَسَبُ: حساب ڪرڻ وارو، اهو حڪم جو شَرعي قانون جي ڀڃڪڙي ڪندڙ کي روڪي ٿو.
مَحضَرُ: عدالت جو حڪم نامون.
مُحڪَمُ: مضبوط، پَختو.
مَحڪُومُ: مطيع، تابع.
مَخدُومُ: آغا. ضد 'خادم'.
مَخمُورُ: نشي ۾ چُور، مَتوالو.
مَدّاحُ: ثناخوان، تعريف ڪرڻ وارو.
مُدّعا: مطلب، آرزو.
مُدغَمُ: مليل، پوشيده.
مَدگُهرُ: جواني.
مَڏُ: مڇيءَ جو ڪوڙ، مَڏيون، سامان.
مَرُ: ڀلي، ڀَلِ نہ.
مُرتَدَ: بي دين، ڪافر.
مَرجات: رواج، رسمون، سليقو.
مَرجُوعاتَ: رُجاعَت، ماڻهن جي آمدرفت.
مُرچو: جنگي مورچو، حفاظتي چونڪي.
مُرشِدُ: هدايت ڪرڻ وارو، سڌي راهہ ٻڌائڻ وارو، پيرَ، هادِي.
مُرَصَّعُ: جواهرن سان جَڙيل.
مُرغابِي: پاڻيءَ جو مشهور پکي، ٻولاهي، آڙيءَ جو قسم.
مَرغُولُ: گهنڊيدار وار، ڪمان وانگر.
مَرڪُ: سُونهَن، شانُ، فخر، وڏائي.
مَڙهِي: اها جاءِ جتي ساڌو وغيره رهن، مَٺُ.
مسائلَ: اهي ڳالهيون جي پڇڻ جي قابل هجن.
مَسجُودُ: قبلو.

مَسرُورُ: خوش.
مَسنَدان: گاديون.
مَسيت: عبادت ڪرڻ جي جڳهہ (مسلمانن لاءِ)
مَشَاخِيَ: وڏائي.
مَشَرِ: مشهور، معروف، ظاهر ظهور، پڌرو.
مَشرِقُ: اوڀر.
مُشرِڪُ: ٻئي کي خدا سان شريڪ ڪرڻ وارو، ٻيائي وارو.
مَشرُو: ڪپڙي جو قسم، جنهن ۾ ريشم ۽ سَٽ گڏيل هجي.
مَشعالُ: / مَشعَلا: شمع، روشن، ڏيئو، ڏياٽي.
مُصحَفُ: قرآن شريف.
مَصلحَاتُ: نيڪ صلاح، خوبي، مَشورَتَ.
مُصَلو: جاءِ نماز، نماز پڙهڻ جو وڇاڻو.
مُطالِع: اڀياس، پڙهڻ.
مَظهَرُ: ظاهر ٿيڻ جي جاءِ.
مَعبودُ: عبادت جو لائق، الله.
مَعدُومِي: نيستي، نابودي.
مَعذُورُ: محتاج، لاچار، ضعيف.
مَعرِفَتَ: خدا کي سڃاڻڻ، صوفين جي هڪ منزل.
مَعرڪَو: مارڪو، جنگ جو ميدان، جنگ، ڪچهري، مجلس.
مُغُ: آتش پرست، باهہ جو پوڄاري.
مُفتِي: فتويٰ ڏيڻ وارو، شرعي حاڪم.
مَقالَ: ڳالهہ ٻولهہ، گفتگو، ٻچار.
مُقَيَّد: قيدي.
مَڪَ: ڪپڙ جو ڦَرَ، ڪَمَرَ جي ڪَڙ.
مَڪَرُ: دغا، فريب، دوکو، ڇَلَ، ڪپٽَ.
مَڪڙِي: ٻيڙي.
مَڪِين: مڪاندار، مڪان ۾ رهڻ وارو، رهاڪو.
مُڪيڙِيا: پڪيڙيا.

مَگَنُ: } نهال، خوش، نشي ۾ چور.
مَگهن:

مَگَرُ: باهه.

مَگَٽو: } منگتو، هڪ ذات.
مَگَٽهار:

مَلُ: بهادر.

مُلا: ظاهر علم جو ڄاڻو.

مَلاحُ: مهاڻو، ٻيڙي هلائڻ وارو.

ملڪ: ملڪيت، مال.

مَلُوڪُ: خوبصورت، سهڻو، نازڪ.

مَناوڻُ: مڃائڻ، قبول ڪرائڻ.

مَناتَ: مڪي معظمه جي ٽن بُتن مان هڪ بُت، ٻيا ٻه بُت: 1- لات 2- عزيٰ.

مِنبَرُ: مسجد ۾ بانگ ڏيڻ وارو منارو.

مُنڊڙا: وعظ ڪرڻ جي جاءِ.

مَندر: والا (جوڳين جي ڪنن جا).

مَنڌُ: ٽڪاڻو، ڏيورو.

مُنڌَ: شراب.

مَنجهي: مينهن.

مَنڌير: پَتڪو.

مَنڊُ: مَنترَ، ڦيٿو، جادو.

مَنڊَلُ: آسماني مانداڻ، ڪڇهري، ٻهاري.

مُنڊڻُ: جادو وجهڻ، وَس ۾ ڪرڻ.

مَن عَرفَ: مَن عَرف نَفسه فَقَد عَرف رَبّه (قول الفقراء)
جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو، تنهن ڄڻ پنهنجي رب کي سڃاتو.

مُنزهُ: پاڪ.

مَنصبُ: وڏو عهدو.

مَنصورُ: ڏسو 'حلاج'.

مُنڪر: انڪار ڪندڙ.

مَنگان: گهران. ڏسو 'مگٽو'.

مَنهن: پونگي، جهوپڙي.

منهن: بهانو، عذر.

مَني: تڪبر، غرور، هٺ، وڏائي.

مني: بزرگ، گياني، تپشي.

مَٽدارُ: مٽوارو، مٽيارَ، ڪلا وارو، روشن دماغ، ڪاريهر نانگ.

مَٽيارُ: ڏسو 'مدار'.

مَٽي: ڏانهن، طرف.

مَٽيو: تسبيح جو داڻو.

مُو: وارَ.

مُوتُوا: مُوتوا قَبل اَنَ تَمُوتوا (قول)
مرڻ کان اڳي مرو.

مَوجُدات: مخلوقات.

مُورَتَ: شڪل، صورت.

موڙ: مُٽڪ، مَنگهٽَ، سهرا، تاجَ.

مُوڙهو: بيوقوف، مَتِ کُٽلَ.

مُوسيٰ: بني اسرائيل جي هڪ مشهور پيغمبر جو نالو.

موڪ: جام، گهڻو، جهجهو.

مومن: ايمان وارو، مسلمان.

مُوءِ: مُنهن.

مَها: وڏو.

مَهاديو: مها ديوتا، شِوَ جي.

مُهاڙي: مَهڙ وارو حصو، مُنهن جو اڳيون حصو.

مَهانگو: گران، قيمتي. ضد 'سهانگو'.

مَهتابُ: چنڊ.

مهرانُ: سمنڊ، ساگرَ.

مِهمانُ: اهو ماڻهو، جو ڪنهن جي گهر سانگي سان وڃي. ضد 'ميزبان'.

مَهميرَ: وڏا ماڻهو، پهلوان.

مَهَنڊ: اڳيان.

مهوالُ: ميهار.

مَهي: گهاٽي ڄهڻ، ڏڌ، لسي.

ميانٽي: اها جاءِ جتي مهاڻا مڇي ماري ڪوڙ ڪن.

مِيثاقُ: انجام، وعدو. اهو اقرار، جو روحن خدا تعاليٰ سان ڪيو هو تہ تون اسان جو رب آهين ۽ اسان تنهنجا ٻانها ٿي رهنداسين.
مَيخانو: شراب جي ٻَٽي، شراب خانو، گتو.
ميرُ: مِٽي، ڪوٽ، دغا.
ميڙاڪو: ميڙ، هجوم.
مُيَسَّر: حاصل، موجود.
مينا: شراب جو شيشو.
مينڌرو: راڻو، مومل جو مڙس.
مينگهہ: بادل، ڪڪر.
مَيو: آٽ.

## ن

نابرِ: انڪاري.
نابُودُ: ناسَ، تباهہ، ڇٽَ، فنا.
نابُودِي: نيستي، فنائي. ڏسو 'نابود'.
ناتَرِ: ٻانهيءَ جو نالو، ٻانهي، نوڪرياڻي.
ناتو: لاڳاپو، ڳانڍاپو، تعلق.
ناتَوانُ: ڪمزور.
ناٿُ: سوامي، مالڪ، جوڳيسر.
ناپو: ڪَمَ جي ڪَڻِ، جا ڪَسڪَس وانگر ٿيندي آهي.
ناپَيدُ: ناياب، اَلڀ، اَڻلڀ، دَرلَڀ.
ناخُدا: ناکئو، ملاح، ڪشتي بان.
نادُ: سَنکَ، ڪوڏ.
نادِرُ: ڪمياب، بادشاهہ، حاڪم.
نارِي: باهہ وارا (جِنَ).
ناسودِي: جنهن مان فائدو نہ پهچي.
ناسِي: ناس ٿيندڙ، فاني.
ناطِقُ: ڳالهائڻ وارو، صاحبِ عقل. ضد 'صامتَ'.
ناگهُہ: اوچتو، اچانڪ.
نال: ساڻ.

نامُون: خط.
ناميو: نالي وارو، هاڪارو، بهادر، پهلوان.
نانگو: فقيرن جو هڪ قسم، جوڳي، آديسي.
ناوَڪ: تيرَ، ٻاڻُ.
نپَٽُ: بنهہ، مُطلقاً، بلڪل، صفا.
نَثارُ: قربان.
نَجمُ: ستارو.
نجُهرو: بَستِي، گهرَ، جهوپڙي.
نِچوئِڻُ: نِپوڙڻ، وَهڻ يا ڳڙڻ (اکين جي ڳوڙهن جو).
نَحسُ: نياڳو، ڇَنڊو.
نخوَتَ: غرور، تڪبر، هَٺَ، ايمانَ.
نڌَرِ: بيوس، بيواهي.
نِراسُ: نااميد مايوس.
نِرت: نظر، نگاهہ، ڌيان، اک.
نَرجو: نِرلجو، بي نَڪو، بي شرم، بي حيا.
نِسرَڻُ: سَنگَ جو نڪرڻ يا اُيرڻ، ظاهر ٿيڻ.
نِسَنگُ: بي ڊپو، لروار، ظاهر، اُمالڪ، بيشڪ.
نسي: نہ، نہ آهيون.
نَشانو: هَدف، تير لڳڻ جو هنڌ.
نَصارو: عيسائي، حضرت عيسيٰ جي امت.
نَعرو: زور جو آواز.
نَعمُ: هائو
نفلاتي: نفلن پڙهڻ وارا.
نفي: نيستي، نابودي، انڪار. ڏسو 'اثبات' ۽ 'لا'.
نفي سِري، خفي اخفا: ٻئي ذڪر جا اصطلاح.
نقرو: گهوڙو، اڇي گهوڙي جو هڪ قسم.
نقش: تعويذ.
نڪتو: باريڪ سُخن، سٺي ڳالهہ جا پوشيده هجي.

نڪ: لاڳاپو.
نڪرڻ: جدا ٿيڻ، پري ٿيڻ، الڳ ٿيڻ.
نگونسارُ: اونڌو، ٿيل، ہِڏل.
نگريو: نڪتو، آجو ٿيو.
نگيا: ڏسو 'نگريو'.
نماڻو: نِهٺو، صاف دل، بي وڏائي.
نمرود: بابل جي هڪ مشهور ڪافر بادشاه جو نالو، جنهن خدا هئڻ جي دعوي ڪئي هئي، هي حضرت نوح جي پٽ حام جو پوٽو هو. هڪ روايت مطابق هڪ مڇر، سندس نڪ مان گهڙي، مغز ۾ وڃي ويٺو، جنهنڪري ڪيس ڏاڍي بي آرامي ٿي. چون ٿا تہ بي آراميءَ کي دور ڪرڻ لاءِ، روزانو مٿي کي ڏڪ هڻائيندو هو. آخر انهيءَ عذاب ۾ مري ويو.
نِنائُون: بلائون خصوصاً جبل جي غارن ۾ رهندڙ.
نوبَتَ: وقت، وارو، نغارو.
نوڪَ: چهنب، اک جي ڀڃڙي، اک جا پنبڻ.
نُوٽِي: ڪلراٺي زمين، ويران هنڌ.
نوعِ: قسم.
نهالُ: خوش.
نهالي: سوڙ، رضائي، ڀَترٽي.
نهرون: نديون.
نياپو: سنيهو، پيغام، پارانيو.
نيارو: نرالو، الڳ، علحدو.
نيبهہ: سلامت، قائم.
نيرُ: پاڻي.
نيرَ: پيرن جا زنجير.
نيسَ: عدم.
نيسرِ: نارَ جو اهو عضوو، جنهن ۾ پاڙَچ جو پاڻي پوي.
نَيسان: (بهار جي مند جو مينهن، جنهن جي ڦڙن ڪري، سِپَ ۾ موتي پيدا ٿئي ٿو)،مينهن.
نيلُ: آسمان، نانگ.
نيلُ: سَوَ ارب جو عدد، بيشمار.
نهلمُ: نيري رنگ جو پٿر يا جواهر.
نيمان: آڏواڏ.
نيم شَب: اڌ رات.
نَينَ: نيڻَ، اکيون:
نينهُن: عشق.
نيڻَ: ڏسو 'نين'.
نيهڙي: نهوڙي، ناس ڪري.

## و

واڄٽُ: واڄو، باجو، ساز.
واڄو: باجو، سَرُود، آواز.
واجهہ: ڪوشش.
واچڻُ: پڙهڻ.
واحدُ: هڪ، خدا جو نالو.
واديَ: ميدان، ماٿري، درياءِ.
واديسي: پرديسي، مسافر، طالب.
واڌائي: مبارڪ، خوشخبري، ڪيرَون.
واڍوڙيو: قتيل، زخمي، قتيل عاشق.
وارُ: لحظو، ويرم، پلڪ.
واسڻُ: سَرهو ڪرڻ.
واسينگُ: نانگ جو هڪ قسم، ڪارا ۽ ڊگها وارا.
واصلُ: ملندڙ، مليل.
وَالله: خدا جو قسم.
وامقُ: عذرا جي عاشق جو نالو. ڏسو 'شيرين'.
واهڙُ: نديو واهہ، واهہ.
واهڻُ: ڀهراڙي، ڀهراڙيءَ جو ڳوٺ.
واهيرو: آکيرو.

وايو: وائُ، هوا، زور سان هوا جو لڳڻ.

وَبالُ: عذاب.

وَبِي يَنطِقُ: وَبِي يَنطِقَ وَبِي يَبصِرَ (حديث) ۽ مون سان ڳالهائي ٿو ۽ مون ڏسان ڏسي ٿو.

وَتُرا: گهڻو، زياده، وڌيڪ.

وَتُعِزَ: وَتُعِزُ مَن تَشاءُ وَتُزلِ مَن تشاءُ. (قرآن) جنهن کي وڻيئي تنهن کي عزت وارو ڪرين، ۽ جنهن کي وڻيئي تنهن کي ذلت وارو ڪرين.

وِٿُ: وِٿي، وڇوٽي، مفاصلو.

وِٽَڪَ: ڦيرو، وڪڙ.

وُٺو: وسيو، مينهن وسيو.

وِجارَڻُ: ڏسو 'اجارڻ'.

وِڄُ: کنوڻ، بجلي.

وِڄڻُ: ٻرَڻُ، آواز ٿيڻ.

وِڄُهلڻُ: جهرَڻ، جهڄڻ، ڳرڻ.

وِچاءُ: وچان، منجهان.

وِڇُٽُ: وڇوٽي، مفاصلو.

وِچِين: ٽيبهري (جي نماز)، پيشي، پيشن. ڏسو 'وچاءُ'.

وَحدَتَ: اڪيلائي، هيڪڙائي. ضد 'ڪثرت'.

وَحيِ: حضرت جبرئيل، ملڪ هٿان نبيءَ ڏانهن خدا جو پيغام.

وُڏُوڻُ: ڪاوڙ ۾ اچڻ، غصي ۾ اچڻ، جوش ۾ اچڻ.

وَڏُون: (جا زال پيءُ جي گهر کان مڙس جي گهر تائين پهچائي وڃي ٿي) زالون.

وِڏُون: رنڊ ڪون، پڇڪڙيون.

وَرَ: واهر، مدد.

وَرُ: وڪڙ، ڦيرُ، اٽڪل.

وَرُ: مڙس.

وَرُ: موٽَ.

وِردُ: روزمره جو ڪم، نهرايل ڪم، وظيفو.

وَرَعي: پرهيزگار، پارسا.

وَرنائِڻُ: آگهائڻ.

وِرهُ: برهه، جدائي، ڦوڙائو، عشق.

وَرِيامُ: بهادر، وير، پهلوان.

وَسَ: وسندي، اصلوڪي جاءِ.

وَستُو: آبادي، جڳهه.

وِسرامُ: آرام.

وِسواسُ: وسوسو، سنسو، وهم، شڪ.

وِسهڻُ: ڀروسو ڪرڻ، اعتبار ڪرڻ، يقين رکڻ.

وِصالُ: ميلاپ، ملاقات. ضد 'هجر'.

وَظيفو: وِرد. ڏسو 'ورد'.

وَفِي انفُسڪُم: وَفِي اَنفُسَڪُم اَفَلا تُبصِرُونَ (قرآن) ۽ اوهان جي اندر ۾ آهن (خدا جي قدرت جون نشانيون) پوءِ اوهين ڇو نٿا ڇتائي ڏسو؟

وَڪاٿيُون: ڳالهيون، تعريفون.

وِکَرُ: مالَ، سامانَ.

وَڳُ: ٽلو، ڳلو، قطار.

وِڳوڙُ: بگاڙو، مونجهارو.

وِچاري: اُباڻي، غمگين، غريب، بي گهر.

وَلَ: / وَلا: وڪڙ، وراڪا.

وِلاٽي: وَرَندي، موٽَ، جواب.

وِلاوَڻُ: موٽائڻ، ورائڻ.

وَالقَدر: وَالقَدر خَيره وَشَرهَ مِنَ الله تعالي (قرآن) تقدير چڱي ۽ بڇڙي الله ڏانهن آهي.

وَلو: ناغو. ڏسو 'ول'.

وَلَهو: پيار، مڙس، پيارو.

وِلهو: سچو، سڪٽو، ڪنگال.

وَلِي: خدا جو پيارو محبوبِ خدا، دوست. 'ولي' جو درجو 'نبي' کان گهٽ آهي.
ونجهلي: بينسري.
وَنَحنُ: وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيهِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ. (قرآن) اسين هن (انسان) کي، سندس گردن جي رڳن کان به ويجها آهيون.
وَنَفَختُ: وَنَفَختُ فِيهِ مِن رُوحِي (قرآن). ڦوڪيو مان روح پنهنجي کي، ان ۾.
وَڻجارو: واپاري.
وَڻراهَ: وٽکار.
وَٽکارَ: هڪ منزل يا جُوءِ جو نالو. ڏسو 'وٽراهه'.
وٽواندَ: اجايو، مفت، ضايع، فضول.
وَهَ: چربي، سٿپ.
وِهُ: زهر، وِکَ.
وِهانءُ: شادي، پرڻو.
وِهسَڻُ: کِلڻ، خوش ٿيڻ، ٽڙڻ.
وَهَلَ: ميچيءَجون پوريون، آنڊا. ڏسو 'وَهَ'.
وَهلورُ: بيزار، ڪکِ، پريشان.
وَهَندو: جلد، ترت، سنت.
وَهُوَ: وَهُوَ مَعَکُم اَينَمَا کُنتُم. (قرآن) اهو اوهان سان گڏ آهي، جتي اوهين هجو.
وَهيٺو: وَس، اختيار، پَروَس، محتاج.
وِيجُ: طبيب، حڪيم.
ويچارو: بي مدد، بي سهارو.
ويڌَن: پيڙا، درد، حالت، ماجرا.
ويرَ: ويلَ، وقت، مهل.
ويرُ: دشمني.
ويراڳي: بيراڳي (فقير)، تارڪِ.
ويراويرِ: هميشه سدائين، هر ويل، هر وقت. ڏسو 'وير'.
ويري: دشمن.
ويري: سنڌو، پيٽ.
ويڙهه: جهنگ، ٻيلو.
ويسَهُ: ويساهه، اعتبار، ڀروسو.
ويڳاڻو: بيگانو، ڌاريو، مُوڙهَلَ. ڏسو 'بيگانو'.
ويلَ: ڏسو 'وير'.
ويساهي: ويساهه ڏيئي، ڌوکو ڏيئي. ڏسو 'ويسهه'.

## هم

هاتڪُ: داناهه، قابل، پارکو.
هاجَ: ڪم، ڪار.
هاڃو: نقصان، ٽوٽو، ڇيهو.
هاري: هار ڪاڌل، ڪمبخت.
هاري: هارپ ڪندڙ، ڪڙمي.
هاڙو: / هاڙهو: جبل جو نالو، مڪران جي سرحد تي جبلن جي قطار.
هاڪارڻُ: هڪلڻ، اڳتي هلائڻ.
هامرُ: قبوليت، ڊاڙ، پٽاڪَ.
هَٺُ: تڪبر، وڏائي.
هجر: جدائي، فراق.
هَجوَ: گلا، نندا.
هُجومُ: اَنبوهه، ميڙ.
هجي: حرف کي اعراب سان ظاهر ڪرڻ.
هَجَڻ: هَجڻ، ڳمڻ، ڳرڻ.
هَڏُ: هَڏو، عزيز، مائٽ:
هراسُ: خوف، ڏَرَ.
هَرتالُ: سنکئي جو قسم.
هردو: هينون، دل.
هِماليَه: هندستان جي اتر ۾ هڪ وڏو جبل.

هِرَناڪشُ: مهارجا هرناڪشپ، پهريائين چڱو هو، پر پوءِ راجائي نشي جي اَندَ ۾، رعيت تي طرحين طرحين ظلم ڪرڻ لڳو. حڪم ڪيائين تہ سندس بندگي ڪئي وڃي. انهيءَ تي سندس پٽ پرهلادَ ساڻس لڙيو ۽ ناس ڪيائينس. ڏسو 'پرهلاد'.

هَزارو: گل جو قسم.

هَستي: وڏائي، هَٺَ.

هَسوارُ: سوار، گهوڙي سوار.

هَسي: ڪِلي، خوش ٿي.

هلالُ: نئون چنڊ، ترار.

هَلاہلُ: زهر قاتل جو قسم.

هَمُ: غم، اندوه.

هَمراهُ: ساٿي، مددگار.

هَنجُون: اک جا ڳوڙها، لڙڪ.

هَنجُون هابُ: اشڪبار، هَنجون هاريندڙ. ڏسو 'هنجون'.

هَنگامُون: شور.

هَنگلاجُ: ديويءَ جو مندر، فقيرن جي زيارت جي جاءِ، هڪ صوفيانہ منزل.

هَنُومانُ: رڇن ۽ باندرن جي بادشاهہ سگريو جي ملازم جو نالو، جنهن راجا رامچندر کي لنڪا (سلون) تي چڙهائيءَ وقت مدد ڪئي هئي.

هنئون: دل.

هَوتُ: پيارو، محبوب.

هورُ: پِيو.

هورُ: فڪر، انتظار، ڊپ.

هُوڙهو: بيوقوف، اَبهرو، جلد باز.

هولُ: ڊپ، خوف.

هولِي: هندن جو هڪ وڏو ڏڻ، خوشي، شوق، محبت.

هو مُشتاق علي لقاءِ الله (قول)

اهو الله جو ديدار جو عاشق آهي.

هتَان: هتان، هن جاءِ تان.

هُويدا: ظاهر، عَيان، نمودار.

هَيبَت: ڊپ.

هيجُ: شوق، محبت، خوشي.

هيچ: تورو، ڪِي ڪينَ، ڪجهہ بہ نہ.

هَيس: سَڌَ، خواهش، شوق.

هَيڪاند: / هيڪند: ملاقات، ميلاپ.

هَيهات: افسوس.

## ي

ياڪي: ڦريل، نافرمان، بي وفا، جدا.

يَدبيَضا: معجزو يا ڪرامت. فرعون، نَوَن چاول ٻارن مان، نبيءَ جي سڃاڻپ لاءِ هرهڪ ٻار جي ترِيءَ تي ٽانڊو رکائيندو هو. اهڙيءَ طرح حضرت موسيٰ جي ترِيءَ تي بہ رکيو ويو، ليڪن ان ۾ قدرت طرفان مصلحت رکيل هئي، جنهنڪري سندن هٿ بہ سڙي پيو، ۽ وڏي هوندي، اهوئي سڙيل هٿ سندن معجزو ٿي ويو، يعني پنهنجو هٿ بَغَل ۾ وجهي، ٻاهر ڪيندا هئا، تڏهن سج وانگر روشن ٿي ويندو هو.

يَسمَعُ يُبصِرُ: ٻڌي ٿو، ڏسي ٿو.

يَنطِقَ: ڳالهائي ٿو.

يَـيقِن: بيشڪ، بِلاشڪ، سچ، ٺيڪ، درست،اعتبار.
يقين جا ٽي قسم آهن:
1- علمِ اليَقين 2- عَينِ اليَقين
3- حَقّ اليَقين.
يَڪايَڪ: هڪ ئي وقت، اچناڪ، اوچتو، گڏو.
يڪتا: اڪيلو، بينظير.
يَڪسانُ: هڪجهڙو.
يَگانو: بينظير، لاثاني، بي مثل.
يوسُفُ: هڪ مشهور پيغمبر. حضرت يوسف عليه السلام حضرت يعقوب عليه السلام جو پٽ هو. نهايت حسين هو. حضرت يعقوب جي سائس ڏاڍي دل هئي، انهيءَ ڪري سندس ڀيا ڀائر حسد ڪندا هئا. اهوئي سبب هو، جو ڀائرن حضرت يوسف کي کوهه ۾ وڌو، جتان مالڪ نالي سوداگر ڪيڍي مصر جي عزيز بادشاهه وٽ وڪيو. آخر مصر جو بادشاهه ٿيو. سندس عمر هڪ سوَ ڏهه ورهيه هئي ۽ وفاتِ 1792 قبل مسيح ۾ ٿي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

**هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.**

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا **پَنَ** بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ **پَنَ** ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ **پَنَ** جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. **پَنَن** پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو **پَنَن** سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر - گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوي، چالاڪ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽُر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)